# آريه ورت

## ڀارت ورش جو پراچين ۽ سچو اِتهاس

ارٿات:—

آريه ڪير آهن؟ دنيا اول ڪٿي ۽ ڪيئن ؟
ڪڏهين پيدا ٿي؟ ساري سنسار کي آرين
ڀارت مان وڃي ڪيئن ۽ ڪڏهين
آباد ڪيو؟

منڊل پهريون


ليکڪ:—

گنگ [illegible] سمراٽ

# ڀارت وندنا



وندي ماترم — سجلام سقلام ملیج شیتلام شسیشیا
ملام ماترم — شڀر جيو تسنام پلڪت يامنيم ڦل —
ڪسمت د رمدل شويئيم سها سيئم سمدر ياشڻيم
سکدام وردام ماترم — وندي ماترم

مدر جل ۽ گلن سان سوڀياوان، سيتل، مند سگند وايو
واري، اَن سان ساوي ڀريءِ ارمل، پرڪاش يڪت پرسن،
**آريہ ورت** ماتر ڀومي ءَ کي مان پرڻام تو ڪريان.
ٽيٽيهہ ڪروڙ ڪنٺن سان ڀيانڪ آواز ڪرڻ واري
ست ڪروڙ ٻانهن ۾ تيز شستر ڌارڻ ڪرڻ واري هي ماتا!
توکي ڪير تو اَبلا چئي سگهي؟ جيڪا اسان جو ڌرم،
مرم، شڪتي، ڀڳتي، پراڻ ۽ سڀ ڪجهہ آهي، جنهن
جي سندر ورتي آريہ (هندو) ٻچي ٻچي جي هردي مندر
۾ وسيل آهي، ان سکيا ڏيندڙ ۽ ور ڏيندڙ، ڀيہ ڀومي،
ويد ڀومي، ماتر ڀومي **آريہ ورت** کي مان پرڻام تو ڪريان.



مهرشي ديانند سرسوتي
(جنهن کي هي پستڪ ارپڻ ڪيو ويو)
Maharishi Dayanand Saraswati

# ڀومڪا Introduction

او پراچين ڀرت ڀومي، مدش جاتي کي جنم ڏيڻ
واري پوتر ڀومي تنهنجي جئه هجي! پوڄا ڪرڻ جي
لائق ۽ شڪتيءَ واري ۽ جنهن کي صدين جي حيواني
حملن، اجا تائين ڊپ ڏيندڙ خاڪ جي هيٺان نه دٻايو،
تنهنجي جئه هجي!! شردا، پريم، ڪرتا ۽ وگيان جي پوتر
ڀومي تنهنجي جئه هجي!!!

سک ۽ سمپتيءَ جي ديوي! ڇا ڪڏهين اهڙو ڏينهن
ايندو جو اسين پنهنجي پنهنجي ديش ۾ تنهنجي پوتر
پراچين ڪال جهڙي اُنتي ڏسنداسون؟

تنهنجي پوتر پرڪرتيءَ جي پاڻ سمجهڻ جي اُديش
سان مون ڇا ڇا ڪيو؟ تنهنجي گهاٽن جهنگلن ۾ واس
ڪيو! ٻڙ ۽ گدامڙيءَ جي وڻن جي ڇانو ۾ سر سر ڪندڙ
شام جي هوا، منهنجي ڪنن ۾ هي ٽي مايا وارا شبد چيا:-

## زيئس جهووا برهم

پراچين ديوتائن جي اواس استان ۽ مندرن جي چاڙهين
هيٺان، مون براهمڻن ۽ پروهتن کان ڇا ڇا ڪٿي،
الهن جواب ڏنو آهي:- "جيئڻ ويچار ڪرڻ لاءِ آهي،
ويچارڻ پرميشور جو اپاس ڪرڻ آهي، جو ٿي سڀ

ڪڇ، آهي ۽ سڀ ۾ آهي.“

مون پنڊتن ۽ گيانين جي اُپديش کي ڌيان سان ٻڌو آهي، انهن چيو:- ”جيئن ڪمان ٻاڻ جي لاءِ آهي، ۽ گيان جي ٻاڻ وچتر شڪتي جي الک روپ ۾ جاڳ ۽ سچائيءَ ڪرڻ لاءِ آهي.“

مان دارشنڪ لوڪن (فلاسفرن) وٽ به ويو آهيان، انهن وٽ وڃي مون ڪين چيو آهي:- ”اي وچتر منشو! ٻارنهن هزارن سالن کان به وڌيڪ هتي ويٺي، توهان ماڻهو ڇا ڪري رهيا آهيو؟ هي ڪهڙو پستڪ آهي، جنهن کي توهين سدائين گوڏن تي رکي متوالن وانگر ڪنڌ جهڪايو ويٺا آهيو؟“

انهن مشڪي چيو:- ”جيئن ڪارتو ۽ لياءَ جي لائق نڪرڻ لاءِ آهي. ۽ هن ٻولر ويد گرنٿ جي اپياس سان، جيڪو سڀني گيان جو ڀنڊار آهي، ۽ اسان جي وشين لي ايشور دوارا ٻرگهٽ ٿيل مهاسوتر آهي، اسين ڪارتو ۽ لياءَ جي لائق نڪرڻ سگهون ٿا.

ان طرح مون ڪوين جا گان ٻڌا آهن، ۽ ٻرين، سندرتا، سگنڌ ۽ گلن ۽ موالڪي ٻهڀجو ڪڇهو اپديش ڏنو آهي.

مون ساڌن کي ڪنڌن ۽ ڏڪندڙ ڪولن جي سمجها لي لبندو ۽ دکهر به مشڪندو ڏٺو آهي. ٻر اهڙن ڪشٽن جي سمي ۾ به هو فقط ايشور جو سمرڻ ڪندا آهن.

مان گنگا جي چشمن تائين ويو آهيان، جتي هزارين هندو، سورج اُڀرڻ وقت ٻوڙ ندي جي ڪناري لي

پوڄا ڪندا آهن. ان وقت ٻه ڏيري ڏيري هلندڙ هوا
۾ لڪي هي اپديش ڏنو:- "پنهنجون ان سان سبز آهن ۽
ناريل جو وڻ پنهنجي ڦل جي بار سان جهڪي رهيو آهي.
اچو اسين انهن شين جي ڏيندڙ داتا جو ڌنيواد ڪريون.

۽ وري:- ان بعد شرڌا، انهن مضبوط وشواس
جي هوندي، براهمڻن ۽ گيانين، فلاسفرن ۽ ڪوين جي
انهن شريشٽ (اوچن) اپديشن جي رهندي، اوهه!
ٻڌن، ورڌ هندو ماتا! مون تنهنجي ٻي سنتان کي
وحشي وڪارن سان برباد، ڪمزور ۽ ڌرم ڀرشٽ ٿيندو
ڏٺو آهي. مون انهن کي تنهنجي خون! تنهنجي
ملڪيت!! تنهنجي ڪنوارين ڪنيائن!!! بلڪ تنهنجي
سوتنترتا کي بدا ڪندي شڪايت جي مٽ پر اتياچاري
واپارين جي هٿن ۾ سونپيندو ٻه ڏٺو آهي.

ڪيترا دفعا مون شام جي هوا مان اڀرندڙ، دک ۽
گنڀيرتا ڀريل آواز کي ٻڌو آهي، جو بيابان، دلدل،
انڌيري، رستن، نديءَ جي ڪنارن ۽ جهنگلن جي ڇايا
وغيره مان اٿندڙ معلوم ٿيندو هو. ڇا هي گذري ويل
زماني جو ناد هو؟ جو غائب ٿيل سپيتا ۽ برباد ٿيل اوج
تي دک جا گوڙ ها ڳاڙهو آيو هو. ڇا اِها انهن مري ويل
(ديش ڀڳت) سپاهين تي درد ڀري روڏن جي ڌن
هئي، جنکي (۱۸۵۷ جي) بلوي ڪانپور، ٻارن ۽ استرين
سميت ڪن لال چوليءَ جي انگريز سپاهين پنهنجي

ستارن جو بدلو ولڙ لاءِ گوليءَ سان اڏايو هو؟ ڇا هي
انهن ٻارن جو هاهاڪار هو، جي ٻڪ کان مري ويل مائٽن
جي لڙيل ڇاتين جو خواه مخواه کير ڳولي رهيا هئا؟

هاءِ! منهنجي ٻانهن ۾ ڪهڙن سخت دکن جو ڏنگ
لڳل هو. هڪ ڄاڻي ان ڪلور چنبي جي هيٺان،
اڏاسيتا سان ڪلي رهي آهي، جو انجو ناس ڪري رهيو
آهي، ۽ پنهنجن هٿن سان پنهنجي ٻراچين ڪيرلي،
پنهنجي سمرلي ۽ پنهنجي سولٽرتا جي چڪيا خوشيءَ
سان ليار ڪري رهي آهي.

مان من ئي من ۾ اهو سوچي رهيو آهيان، ته ڪهڙو
هي برباد هن جڳ ۾ ايڻ جو ڪارڻ ليو آهي؟ ڇا هي
لقط وقمه جوني ڪم آهي؟ ۽ ڇا منش والڪر ڄاڻين
جي ٻانهه ۾ ته سکي ۽ دکي ٿي مرڻ ضروري آهي؟

ڪهڙو ڪارڻ آهي جو پوڙ آدم سڏاڻن کي، ويدن
جي اوچ اپديشن کي، آخر ۾ ڪهڙي اسڦلتا ٿي؟ ايترو
ڳيندي ته، وري به اڃا تائين مون ترا مٺن، وگيانين،
دارشنڪن (فلاسفرن) ۽ ڪوين کي آلما ٿي، وڏن وڏن
سماجڪ ڪٿن ٿي ۽ ابهور هستيءَ لسي، ڪنهن ليڪچر
ڪندي ٻڌو آهي. اڃا تائين مون عام جنتا کي انجي
سامهون سر جهڪائيندو ڏٺو آهي، جنهن انکي نادلن سان
ٻال شوره ۽ اُٽهاتو پومي ڏني.

ٻر آخر ۾ مون ڏاڍي دک سان محسوس ڪيو، ته

هي فقط هڪ خالي ڏيکاءُ هو. مون ڏاڍي افسوس سان ڏٺو ته هن جاليءَ پنهنجي شريستا وشواسن جي بدلي ۾ زباني الدو جوش- سواڌين منشن جي سوتنتر اڇا ۽ سوتنتر ويچارن جي بدلي ۾ ذليل پراڻ پنتا خريد ڪئي آهي.

بس! تڏهين مون پوُرتن ڪال (ماضيءَ) جي لڪائيندڙ پردي کي، ان تان ڪڍي ۽ هن مرندڙ جالي جي اُلپتيءَ جي استان جو گذريل پتو لڳائڻ جي خواهش ڪئي، ۽ مون ڏٺو هن جاليءَ ۾ نه نفرت جي شڪتي آهي ۽ نه ئي پريم جي- نه سچ جي لاءِ اُتساهه ۽ نه ئي پاپ جي لاءِ. هي هڪ اهڙي امت (ناچ ڪندڙ) جو روپ ڌارڻ ڪيل آهي، جنهنجي پاڇي ۾ فقط مورتين جي سامهون پنهنجو ڪيل ڏيکارڻ لڪيل آهي.

آها! اهو ڪهڙو نه سندر ڪال هو، جو ان سمي منهنجي پيتا ۽ گيان جي سامهون چڪر ڪاٽي رهيو هو. مون مندر جي ڪتب مان الهاس کي سڏيو، ڪلهه رن ۽ ستو ين ڪان پڇا ڳاڇا ڪئي، الهن ويدن ڪان سوال ڪيا، جن جا صفحا هزارن ورهين جا پراڻا آهن، ۽ ان مان جگياسو برهمچاري ان سمي ڪان ! اڳي، جيون جو گيان پراپت ڪندا هئا، جڏهين هزار دروازن واري ٿيبس يا مهان بئبيلونيا جو بنياد رکيو ويو هو.

مون انهن ڪوٺائن جي چاپن کي ڏٺو آهي، جيڪي ارهما جي چرڻن ۾ ان سمي ڳاليون ويون هيون، جڏهين هوڏانهن جي مصر ۽ يهوديا جي ڳبوارن جو جنم نه ڪوله

ٿيو هو. مون هلوءَ جي ان سمرتيءَ جي لبڻ کي سمجھ
جي خواهش ڪئي؛ جي سڌائي پراسا جي چوٽي
بجلي ۽ چمڪات جي وچ، عبراڻي ليتيءَ جي اصو
لهڻ کان ا ايڪ جڳهه اچي، ديوتائن جي مندر جي چاڙهه
جي جيلان آرلپ ڪيا ويا هوا.

ڏٺم پارس، مهنجي سامهون وشال شڪتيءَ جي
روپ ۾ جيئري جاڳندي جوتيءَ ۾ پرگهٽ ٿيو. مولکي
سندس اتيءَ سو پتو اجي سنسار ۾ ڦهلجڻ ۾ لڳو.
مون ڏٺو ته پارس پنهنجي ليتي، پنهنجي ريتي، پنهنجو
سداچار، پنهنجو ڌرم- ايران، يونان ۽ روم کي سيکاريو.
مون ڏٺو ته سقراط ۽ افلاطون جا گرو، اهي پوتر رشي
حڪمي ۽ ويد وياس آهن. ايتروئي نه بلڪ مون ڏٺو ته
بعسا الهم جي ڪنواريءَ جي پٽ يسوع مسيح جو راهه
ڏيکاريندڙ ڪماري ديوالگني (ديوڪي) جو پٽ
ڪرشڻ ئي آهي.

دليلبازي جي راح ۾ اوج جو اهو خاص زمانو هو.
ڏٺم مولکي معلوم ٿيو ته، هن جاليءَ تو هاڻي بدلايو
اچي پهتو آهي. جنهن سنسار کي سکيا ڏني هئي! سنسار
لي پنهنجي سداچار ۽ سڌالت جي، اهڙي اڻ منهندڙ
جاپ اڪالي هئي، جنهنڪي زماني جي اها گردش اچا
ٽانڻ نه مٽائي سگهي، جنهن تبنلون ۽ ايدوه کي المدس
۽ روم کي بلڪل غائب ڪري ڇڏيو آهي.

مون انهن براهمڻن ۽ پروهتن کي ڏٺو، جيڪي واڻي ۽ پوتر ڌارمڪ ڪريائن دوارا راجائن جي واهيات خود خياليءَ کي پنهنجي سهائتا ڏيئي رهيا هئا، ۽ پنهنجي مُول تتوڪي پلائي، ان پرشٽ پروهت شاهيءَ جي هيٺ، پارت جو گلو گهوٽي رهيا هئا؛ جنهن گذريل مهما جي يادگيريءَ جي روپ ۾ جو، ان جو عيب هو جلدئي ان سوتنترتا کي نشٽ پرشٽ ڪري ڇڏيو، جا ان پروهت شاهيءَ کي ختم ڪري ڇڏي ها.

بس! پوءِ مون صاف ڏٺو ته هي ماٿهو ڌارمڪ پراڌينتا جي ٻن هزار ورهين بعد، پنهنجي ناس ڪندڙن کي ماري پڇاڙڻ ۽ بدلي وٺڻ ۾ ڇو بيوس آهن، انگريز واپارين جي اڦرت ڪرڻ لائق حڪومت جي سامهون بنا ڇرڻ قرڻ جي ڇو جهڪي رهيا آهن، ۽ ڏينهن رات سر جهڪائي ان پرميشور جي آڌارنا ڪن، جنهنجي ناليءَ سان پروهتن، سندن ناس ڪيو. (١)

| جڪاليٽ | چندرنگر |
| --- | --- |
| فرينچ چيف جسٽس | ٢٥ - فيبروري - ١٨٦٨ع |

اهي آهن شپ ويچار ان پراچين پوتر ديش آريه ورت ۽ پوتر آريه جاتيءَ لاءِ، جن جو اسين همت اتهاس لکي رهيا آهيون. عجب آهي تہ جڏهن جاتي ۽ ديش لاءِ مٿيون ودوان، ههڙا ويچار پرگهٽ تو ڪري؛ ان ديش

(١) Bible in India, preface.

۽ جاتي جو تواريخ ۽ سڀتان هوندي بہ، اسين انجي اتهاس کان اڻ ڄاڻ آهيون. اسانکي ڪي خبر ناهي تہ اسان جا ابا ڏاڏا ڪير هئا؟ ۽ ڪهڙا سندن ڪارناما هوا، جن تي اسين ايمان ڪري سگهون. لارڊ ميڪالي جي تي شبدن ۾:-

A people, which takes no pride in the noble achievements of remote ancestors, will never achieve anything worthy to be remembered with pride by remote descendants.
"Macaulay".

ارٿات:- "جا جاتي پنهنجي ابن ڏاڏن (بزرگن) جي اوچن ڪارنامن جو ايمان نہ ڪري، اها ڪا بہ اهڙي ڳالهہ ڪري نہ سگهندي، جا ڪنهن ويڙهيون اڳتي هلي اولاد جي لاءِ تمام عزت سان ياد ڪرڻ لائق هجي."
۽ جيسين بزرگن جي اوچن ڪارنامن جو ايمان رهندو آهي، تيسين اها جاتي صفحہ هستيءَ تان مٽجي نہ ٿي سگهي:-

History is the story of a nation pulsating with life and telling in clear words that it cannot die which it makes history.
"Michelet"

ارٿات:- "ڪا بہ جاتي مري نٿي سگهي جيستائين ڪ انجو اتهاس برقرار ڪيندو رهي."

ان ڪري اتهاس جهڙي وسٽو جو، ڪنهن به جاتي ۾ نه هجڻ، سندس تباهي جي نشاني آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو اڄ پارس جا هندو، پراچين آرين جو سنتان هوندي به، پنهنجي اتهاس کان اڻ ڄاڻ هجڻ ڪري، تباهيءَ ڏانهن، سرڪندا وڃي رهيا آهن، ۽ پنهنجي پراچين گورو ۽ ڪمال کان بلڪل ناواقف هجڻ ڪري، هو هر معاملي ۾ ناڪامياب ٿي رهيا آهن. اڄ هندو نوجوان کي اها ته سڌ آهي ته محمود ۽ محمد، تغلق ۽ تيمور ڪير هئا؟ پر اها سڌ ڪانهي ته وياس ۽ وشسٽ، چندرگپت ۽ چاڻڪيه ڪير هئا؟ ان ڪري ئي اڄ اهڙا به نالائق هندو نظر اچي رهيا آهن جي اڪبر ۽ عبدل جي ورسي مائڻ تي ته فخر حاصل ڪندا آهن، پر اگر ڪين چيو وڃي ته شيواجي ۽ پرتاپ جي به ورسي ملهايو، ته سندن منهن تي اُماس اچي ويندي. انجو ڪارڻ فقط پنهنجي اتهاس ۽ گورو کان اڻ ڄاڻائي آهي.

اڄ اگر اسانکي اهو معلوم هجي، ته سنسار جي جاتين جا جنم داتا، ۽ سنسار جي ديشن جا ان داتا به اسين ئي آهيون، اسان ئي ساري سنسار کي پارنه مان وڃي وسايو ۽ آباد ڪيو، لکين سالن تائين ساري دنيا تي اسانجي حڪومت رهي، دنيا جو گيان وگيان اسان وٽان ئي ڦهليو، اسان جا واپاري، چين کان انگلنڊ تائين جهازن تي سوار ٿي، سمنڊن جي ڇاتين کي چيريندا، سنسار کي سيپ ۽ سکي بڻائيندا رهيا، ته اڄ جا مجال آهي، جو ڪو به

ڏاڍو اسان لئي اَڪ ڪٺي سگهي، يا اسين سوتنترتا لاءِ
ٻاڏائيندا رهون. عجب جو مڪان آهي ته ديش ۽ اساڃو
۽ ٻاڏايون ته اسين ته سوتنترتا ڏيو. يا مطلب لاءِ منٿون
ڪيون ڪي ڪندا ولون جن اساڃي ڌرم ۽ شرم سان راند
ڪئي. ڪهڙي نه مورکتا ۽ ذليل اوستا!!! ڀر اڄو
ڪارڻ؟ فقط اتهاس جي اڻ ڄاڻائي! جيتوڻيڪ ان ڳالهه
کي سمجهڻ لاءِ شاهي دل ۽ دماغ جي ضرورت آهي،
اڄ جي راڄنيتي اُلجهن ۾ اُلجهيل ۽ پنهنجي هندو
سنسڪرتي ۽ سڀيتا کان ناواقف ۽ يورپ جي ڪٺ گيتن
۾ گڏجي تيل، ان رهسيه کي نه سمجهي سگهندا، ير اها
حقيقت آهي ته اساڃي لاهي جو مکيه ڪارڻ، اساڃو
اتهاس کان ناواقف رهڻ آهي. ۽ اتهاس جي اڻ ڄاڻائي
ڪري ئي اسانکي پنهنجي ڌرم، سوتنترتا ۽ اوج کان هٿ
ڌوئڻا پيا آهن، جو پنهنجي سڀيتا ۾ پليل، اتهاس کان
اڻ ڄاڻ هئڻ ڪري پنهنجي گورو کي نه ڄاڻا ڪري،
ڌرم کان ۾ پڇندا لطر اڇي رهيا آهيون. ان ڪري ڳالهه
نه اهائي آهي ته جيسين اتهاس جي لهر، عمليه ڪان
ڪونه هيٺ نه آندي ويندي، تيسين سڀ لهرون فقط
لهرون ئي آهن، جي گڏجي ڪڍهين ۾ گنگا نه ٿاني
سگهنديون.

### هندو اتهاس ڄاڻندا هئا؟

اڄ جو اسين خود ئي اتهاس کان دور رهيا آهيون،
ته يورپ جا خالي ڪوڙي ڪڙڪائيندڙ ۽ اسان لاءِ عجائبات

جا پتلا، اسان کي اهو بڌائڻ لڳا آهن، ته هندن کي اتهاس
لکڻ ني ڪونه ايندو هو، ۽ نه ڪو سندن لکيل اتهاس ئي
تو ملي. انجو فائدو وني پيا وڏرمي، جن جي دماغ ۾
به فقط تعصب ۽ جهالت جو جن وينل آهي، اهي به پاڻ
کي ڪجهه سمجهي، هندن کي اکيون ڏيکارڻ لڳا آهن،
ان ڪري اول اچو ته ان ڳالهه تي پرڪاش وجهون ته
ڇا هندن کي اتهاس لکڻ ڪونه ايندو هو؟

اصل ۾ اگر اهو الزام ٺيڪ هجي ته مڃڻو پوندو ته
اسان جا ابا فقط اڌ سڌريل هئا. ڇاڪاڻ ته فقط ٻن ئي
اوستائن (حالتن) ۾ ڪا جاتي اتهاسڪ گيان کان خالي
ٿي سگهيتي:- (۱) انجي نيتائن، ڪي اهڙا ڪاريه نه
ڪيا هجن، جنکي سندن سنتان ايمان سان نه سمرڻ
ڪري. (۲) ان جا نيتا، پنهنجي سنتان کي اتهاسڪ
سکيا جي لاڀ کان دور رکي، منجهن ديش ڀڳتي جي
ويچارن کي، جوش ڏيارڻ جي ضرورت مان ناواقف
هجن. ٻهرين اوستا ته ٿي ئي نٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته
اهو پرسڌ آهي ته پراچين آريه ورت ۾ ريکا گڻت، جيوتش
۽ پداوت وديا (سائينس) نهايت اُنتي تي هوا، آيرويد
جون انيڪ اهميت واريون ايجادون، آريه اوڪ ڪري
چڪا هوا، پرجا تنتر راج ۽ چڪروتي راج اسٿاپن ٿي
چڪا هوا. ان ڪري اهو سڌ نٿو ٿي سگهي ته پراچين
آرين جا ڪاريه اهڙا ڪونه هوا، جو سندن سنتان جا
اوچا ويچار ڪن ۽ سندن اُنتي ۾ سهائڪ ٿي سگهن.

ڏاڍو اسان لئي اَکَ کٺي سگهي، يا اسين سولنترتا لاءِ ٻاڏائيندا رهون. عجب جو مڪان آهي تہ ديش ۾ اسانجو ۽ ٻاڏائون ۾ اسين تہ سولنترتا ڏيو، يا مطلب لاءِ منٿون اهن کي ڪندا ولون جن اساجي ڌرم ۽ شرم سان راند ڪئي. ڪهڙي نہ مورکتا ۽ ذليل اوستا!!! ڀر انجو ڪارڻ؟ فقط اتهاس جي اڻ ڄاڻائي! جيتوڻيڪ ان ڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ شاهي دل ۽ دماغ جي ضرورت آهي، اڄ جي راڄنيتي الجهن ۾ الجهيل ۽ پنهنجي هندو سنسڪرتي ۽ سڀيتا کان ناواقف ۽ يوروپ جي گٽ گيتن ۾ گونجيل، ان وهم کي نہ سمجهي سگهندا، پر اها حقيقت آهي تہ اساجي تباهي جو مکيہ ڪارڻ، اساجو اتهاس کان ناواقف رهڻ آهي. ۽ اتهاس جي اڻ ڄاڻائي ڪري ئي اسالکي پنهنجي ڌرم، سولنترتا ۽ اوج کان هٿ ڌوئڻا پيا آهن، جو پشچمي سڀيتا ۾ پليل، اتهاس کان اڻ ڄاڻ هئڻ ڪري پنهنجي گورو کي نہ ڄاڻي ڪري، ڌرم کان بہ ٻيهدا لطر اچي رهيا آهيون. ان ڪري ڳالهہ نہ اهائي آهي تہ هيسين اتهاس جي اهر، عالم کان ڪوئي هيٺ نہ آندي ويندي، ليسين سڀ لهرون فقط لهرون ئي آهن، جي ڪنهن جي ڪنڌهين ۾ گنگا نہ بڻائي سگهنديون.

## هندو اتهاس ڇا ٿا ڏسن؟

اڄ جو اسين خود ئي اتهاس کان دور رهيا آهيون، تہ يوروپ جا حالي ڪوڙي ڪُرڪاليند ۽ اسان لاءِ عجائب

جا پتلا، اسانکي اهو بڌائڻ لڳا آهن، تہ هندن کي اتهاس لکڻ تي ڪونہ ايندو هو، ۽ نہ ڪو سندن لکيل اتهاس تي آهو ملي. انجو فائدو وٺي ٻيا وڌ رهي، جن جي دماغ ۾ بہ فقط تعصب ۽ جهالت جو جن ويٺل آهي، اهي بہ پاڻ کي ڪجھ سمجهي، هندن کي اکيون ڏيکارڻ لڳا آهن، ان ڪري اول اچو تہ ان ڳالھہ تي پرڪاش وجهون تہ ڇا هندن کي اتهاس لکڻ ڪونہ ايندو هو؟

اصل ۾ اگر اهو الزام ٺيڪ هجي تہ ميڙو پوندو تہ اسان جا ابا فقط اڌ سڌريل هئا. ڇاڪاڻ تہ فقط ٻن ئي اوستائن (حالتن) ۾ ڪا جاتي اتهاسڪ گيان کان خالي ٿي سگهيتي:- (۱) انهي حالتن، ڪي اهڙا ڪاريہ نہ ڪيا هجن، جنکي سندن سنتان ايمان سان تہ سمرڻ ڪري. (۲) ان جا نيتا، پنهنجي سنتان کي اتهاسڪ سکيا جي لاڀن کان دور رکي، مڇهن ديش ڀڳتي جي وچارن کي، خوش ڏيارڻ جي ضرورت مان ناواقف هجن. ٻهرين اوستا تہ ٿي ٿي نٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ اهو پرسڌ آهي تہ پراچين آريہ ورت ۾ ريکا گڻت، جيوتش ۽ پڌاورت وديا (سائينس) نهايت اُنتي تي هوا، آيروين جون انيڪ اهميت واريون ايجادون، آريہ لوڪ ڪري چڪا هوا، پرجا تنتر راڄ ۽ چڪروتي راڄ استاپن تي چڪا هوا. ان ڪري اهو سڌ نٿو ٿي سگهي تہ پراچين آرين جا ڪاريہ اهڙا ڪونہ هوا، جو سندن سنتان جا اوچا وچار ڪن ۽ سندن اُنتي ۾ سهائڪ ٿي سگهن.

اصل ۾ انهن جا ڪاريہ، فقط ڀارت ۾ نہ بلڪ ساري سنسار کي، اُنتي جي مارگ تي هلڻ جو آديش ڏا ڪن. ہي اوستا نہ ليڪ ناهي. جاڪاڻ تہ جڏهن اسين براهمڻ ۽ اوپن، سنسڪرت ساهتيہ جي آلوچنا تا ڪريون، تہ انکي اتهاس جي گهڻو ورڻن سان ڀرپور لڀا پايون پرماڻ طور:-

**اٿرو ويد** (اڌياءِ ا- سوڪت ٦- منتر ١٠-١١-١٢) ۾ لکيل آهي:- "**مهتو** جو اُپلاشي منش، جڏهين **مهتو** جي طرف هلندو آهي، تڏهين **اتهاس، پراڻ، گاٿا** ۽ ناراشنسي، اُن جا انوڳامي ٿي ويندا آهن. اُن ڳالهہ کي جيڪو پرش جاڻندو آهي اهو **اتهاس**، پراڻ، گاٿا ۽ ناراشنسي جو پريہ ڌام (نواس استان) ٿيو ويندو آهي." (هي منتر اتهاس جو بيج آهي). (1)

**گرهيہ سوتر** ۾ لکيل آهي:- "براهمڻ گرنٿن کي اتهاس، پراڻ، ڪلپ، گاٿا ۽ ناراشنسي ۾ سمجهو آهي." ارثانت اتريہ، شتپٿ، سام ۽ گوپٿ جيڪي براهمڻ گرنٿن جي نالن سان پرسڌ آهن، اُن ۾ ڪيترن پرڪارن جا اتهاس موجود آهن.

**چاند وگيہ اُپنشد** جي ستين پرپاٺڪ ۾، جتي **مهرشي سنت ڪمار ۽ رشي نارد** جو سنواد آهي، اُتي سنت ڪمار جي پڇڻ تي نارد، هي ودياٺون ٻڌايون

(1) وگويد آدي ڀاشيہ ڀومڪا، ڇاپو ٻيو، صفحو 84.

هيون، جنهن هن اڀياس ڪيو هو، نارد چيو:- ”هي ڀڳوان! مون رگ، يجر، سام، اٿرو، **اتهاس**، پراڻ، ويد ارٿ اتيادي جو اڀياس ڪيو آهي.“

ان جواب ۾ **اتهاس**، پراڻ ارٿات پراچين اتهاس جو نالو صاف آيو آهي. ان ئي **پرڪرڻ** ۾ سنت ڪمار نارد کي اپديش ڏنو آهي ته:- ”وگيان (سائينس) دوارا، رگ، يجر، سام، اٿرو، **اتهاس**، پراڻ جو تت معلوم ٿيندو آهي.“ انجو مطلب اهو آهي ته، ڪنهن سمي اتهاس وديا، ڀارت ۾ اهڙي انتي کي پراپت هئي جو انجي ڪيترن ئي مکيه وشين وارن گرنٿن کي سمجهڻ لاء، ودياٿيءَ کي اول وگيانڪ ارٿات سائينس جو ڄاڻو بڻجڻو پوندو هو.

چوهٺ ڪلائن جو ڳاڻاٽو ڪندي، هڪ سنسڪرت ڪوي لکيتو:- ”**اتهاس**، ويد، ڪاويه، النڪار، ناٽڪ ... آدي ٦٤ ڪلائون آهن.“

راجڪمار **چندرا پيڊ** کي، ڪهڙيون ڪهڙيون وديائون پڙهايون ويون هيون، انجو ورڻن ڪندي ڪوي **باڻ**، گرنت **ڪادمبريءَ** ۾ لکيتو:- ”هو راجڪمار مهاڀارت، **اتهاس**، پراڻ ۽ رامايڻ ۾ ڏاڍو پڙ ٿي ويو هو.“

راجا جي ورڻن ۾ ڪوي باڻ، ڪادمبريءَ ۾ لکيو آهي:- ”هو ڪڏهين ڪڏهين پربند، ڪهاڻيون، **اتهاس**، ۽ پراڻن کي ٻڌي مترن سان ڏينهن گذاريندو هو.“

مهاڀارت ۾ لکيل آهي:- "اتهاس ۽ پراڻ سان ويد ارٿ ڍڍ (مضبوط) ڪرڻ گهرجي."

هڪ ٻيو سنسڪرت جو ڪوي لکي ٿو:- "اتهاس اها ودِيا آهي، جنهن مان پراچين ڳالهين جي ورڻن سان ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش جو اپديش ٿئي."

ان طرح اهي پراچين گرنٿن ۾ اتهاس جي اتري مهما ڏيکاريل آهي. ليڪن اهي نه تمام پراچين ڪال جا گرنٿ آهن، اسين جنهن ڪال (زماني) کي ان پراچين اُتي کان ٻلتي هئيل تا سمجهون، ان ڪال ۾ پارت ۾ اتهاس لکڻ ۽ پڙهائڻ جسو برابر رواج هو. پارت جهڙي اهي وشو وديالين (يونيورسٽين) ۾، جن ۾ ساري سنسار جا وديارٿي وديا گرهڻ ڪرڻ ايندا هئا، اتهاس ڪالسواءِ ڪيئن ڪم هلي سگهندو هوندو؟ جن ۾ پنڌرا ڪورس ۽ ٻره آدي يوناني ودوان تعليم حاصل ڪري چڪا آهن. ڪتاب سيبه جالي اتهاس لکڻ ڪالسواءِ پاڻکي سبه نٿي چئي سگهجي. پارت ۾ اتهاس لکڻ جو ان سمي نه پورو رواج هو ۽ جنهن سمي يورپ جون موجوده سڀ سڏائيندڙ جاتيون ۽ جهنگلي اوستا ۾ جهنگلن جي ڦلڪ چانئيندڙيون ۽ اگهاڙيو ڦرنديون هيون.

ڪشمير مان اتهاس جو سنسڪرت ۾ هڪ شاهي گرنٿ **راج ترنگڻي** نالي مليو آهي. جنهن ۾ باقاعده سد سنسد مان ترڪ راجا جو اتهاس لکيل آهي.

ــــ ۲

اهو گرنٿ ڪلهڻ پنڊت جو لکيل آهي. گرنٿ جي اهميت ۽ ليکڪ جي ودوتا ڏسي پرسڌ اتهاسڪار ڊاڪٽر **اسٽائن** چيو ته ”ڪلهڻ اتهاس جي سچي ارٿ کي ڄاڻندو هو.“ مسٽر **ايڇ - بروس** عجب کائيندي لکيو آهي ته:- ”جڏهن سمي يورپ ۾ اتهاسڪ دماغ جو اصل نالو نشان به نه هو، ان سمي ڀارت ۾ ڪلهڻ جهڙو اتهاس جو ودوان ڪيئن آيو هوندو؟ **ڪلهڻ** جو ڪم بلڪل غير معمولي آهي ۽ ايووليشن ٿيوري ارٿات وڪاس واد جي انهن ۾ ٿورو جهڪڙو جي.“

ويچار ڪرڻ جي ڳالهه آهي ته مهاراجا وڪرماديتيه جي ٻارهين شتابديءَ (صدي) ۾ جڏهن ته ڀارت جو ناش ٿي رهيو هو، ڪلهڻ جهڙا اتهاسڪار ڪيئن ٿي سگهيا ٿي، ته ان سمي، جڏهن ته ڀارت آٿڻي جي چوٽيءَ تي براجمان هو، هن ديش ۾ ڪيترا ۽ ڪهڙا نه اتهاسڪ وڪياتي ڪيئن ٿيا هوندا؟ ڪلهڻ خود لکيو آهي ته ”راج ترنگڻي لکڻ کان اڳ مون ٻارهن اتهاسڪارن جي گرنٿن جو اڀياس ڪيو.“ پر افسوس! جو اڄ انهن (گرنٿن) جو نشان به ڪونه ٿو ملي، ڇاڪاڻ ته اهي جاهلن جي جهالت جو شڪار ٿي ويا، ارٿات علم جي دشمن هٿان آگ جي اهار ٿيا.

پراچين آرين جي ته ڳالهه ئي ڪهڙي آهي، انهن جي پشپ سنتان به اتهاسڪ گهٽنائن کي ياد رکڻ ۽ لکڻ

ضروري سمجهندي هئي. جنهن سمي پارسہ ۽ وڏو مين ۽ مليڇن جي حملن ڪري، هاهاڪار متو پيو هو، علم جا دشمن ۽ هندن جي گرنٿن کي جلائي رهيا هئا، ان سمي ۾ ديش جا باقي چارڻ ۽ ڀاٽ، ان سمي جي الهاسڪ گهٽنائن جو ورڻن بسبب لکڻ جي ياد رکڻ ٺيڪ سمجهي، مکيہ مکيہ گهٽنائن کي پنهنجي يادگيري ۾ رکڻ لڳا. اهوئي ڪارڻ آهي جو پرسد الهاسڪار ٽاڊ مهاشيہ، جڏهن ڪرنل جو الهاس لکڻ لڳو تہ متن چارڻن ۽ ڀاٽن کان ڪيس تاريخ وار انهن گهٽنائن جو پتو ملي ويو، جي هن پنهنجي راجستان جي الهاس ۾ لکي ڇڏيون. مرهٽن جي شڪتي جڏهن پرگهٽ ٿي ۽ اسلامي اتياچار جو مقابلو هندو سڦلتا سان ڪرڻ لڳا، تڏهن پستڪن جي ناس ٿيڻ جو دپ گهٽ ٿيو، تڏهين مرهٽا، مهاراجا شيواجي ۽ پيشوائن جي راج جو ورتانت مرهٽي ڀاشا ۾ لکڻ لڳا، جو اڃا تائين موجود آهي.

جيڪي تعصبي اهو ٿا چون، تہ براهمڻ آرين کي الهاسڪ ودّيا جو گيان نہ هو، سي اهو تہ ٻڌائين تہ ابوالفضل جو پارسہ جو الهاس لکيو آهي، اهڙي سامگري هن ڪٿان ڪٺي ڪئي؟ اگر الهاسڪ ودّيا جو گيان ئي ڪونہ هو تہ مهاراج اشوڪ، پنهنجي راج سمي جي گهٽنائن کي، تاريخ سوڌو پٿرن جي ٿنڀن لسي ڇو اڪائيندو هو؟ چا سمالوچنا ڪندڙ مهاشين، ڪڏهن ڇيمي پالري

هيون سانگم جي ڀارت ڀرمڻ جي ورتانت کي ڌيان سان پڙهيو آهي؟ هيون سانگ صاف شبدن ۾ لکيو آهي:- ”گهٽنائن کي برابر لکڻ لاءِ، هرهڪ پرانت ۾ هڪ راج پرش (سرڪاري عملدار) هوندو هو، جنهن جو ڪم اهو هو ته هو گهٽنائن جو ورتانت لکندو رهي. انهن جي لکڻ جو ناالو نيلو پچ يا نيل پت (نيل پتري) يا نيل ڪوش هو. انهن لکڻ ۾ سٺيون ۽ خراب گهٽنائون، سڀني جو ورڻن تيندو هو، ۽ پڻ ديش جي مصيبت ۽ خوشحالي جون گهٽنائون آدي سڀ درج رهنديون

براچين آرين جي ان ليل بترىء جي رواج ڪان سگهيو ۽ استعمال ڪيو؟ عجب آهي چيلو خود گرو جو د استاد ٿي وهيو آهي:-

اب تو شاگردون ڪو ہي استاد بنا آ گيا!
ڪشتي ٿي صياد ڪو صياد بنا آ گيا!!

انگلسواء سنسڪرت ڀاشا ۾ اتهاسڪ ڪاوين جي موجودگي، اهو ثابت ڪري رهي آهي ته براچين آريہ ورت ۾ اتهاس تي ايڪ پستڪ لکيا ويا هوا. اگر ا، لکيا ويا هوا ته ڪوي ڪاليداس، رگهوونش لکڻ لاء اتهاسڪ سامگري ڪٿان آندي؟ ۽ براڻن ۾ جيڪي ونشاولوون ڏنل آهن، الهن جو گيان براڻن جي لکيندڙن کي ڪٿان ٿيو؟ ڪيترن ئي ڪاوين جي پڙهڻ سان معلوم ٿيندو ته ڪنهن سمي هن ديش جي وديالن ۾ اتهاس پلي پالتي پڙهايو ويندو هو ۽ ٻڌ اتهاس جا ايڪ گرنٿ موجود هوا. هرش چرت جي پرماڻ سان مٿي لکي آيا آهيون ته ”جڏهين مهاراجا هرش جو چت اداس ٿيندو هو ته هو اتهاس ٻڌندو هو.“ ڪادمبري ۾ لکيل آهي ته مهاراجا ٻهڀجي پت لاء گروڪل کولايو هو، ان ۾ ٻين ٻين وديالن جي اڌيابڪن (پروفيسرن) سان گڏوگڏ اتهاس جا اڌيابڪ ۾ مقرر ڪيا.“ اگر اتهاس هوائي ڪونہ ته اڌيابڪ، راجڪمار کي اها وديا ڪيئن ٻڌائيندا هئا؟ رامايڻ ۽ مهاڀارت د مهان اتهاسڪ ڪاويہ

هن سمي موجود آهن، اگر پراچين آريه اتهاس جي لاءِ
ڪي نه سمجهندا هئا ته **والميڪ** ۽ **وياس** هيڏن وڏن
وڏن گرنٿن جي لکڻ جو ڪشٽ ڇو ورتو؟ يوناني
اتهاسڪار مڳسٿنيز پنهنجي ڀارت نواس جو ورتانت
لکندي چوي ٿو:- ”مهاراج چندر گپت جي ديش ۾
ڀِن ڀِن (مختلف) گهٽنائن (حادثن) جي وارتا (رپورٽ)
سنگرهه (گڏ ڪرڻ يا هٿ ڪرڻ) لاءِ ڪيترا راج پرش
(سرڪاري عملدار) مقرر هئا. (١)

انهن ئي گهٽنائن جي آڌار تي اتهاس لکيو ويندو
هو. اتهاس سنگرهه جي وشيه ۾ ان کان به وڌيڪ مضبوط
پرمالڻ مهاراجا اشوڪ جو ڇهون شلا ليکه (Inscription)
آهي، جنهن ۾ لکيل آهي ته:- جيڪا به گهٽنا ڪنهن
نگر (شهر) ۾ ٿئي اهڪي **پٽري ويدنا** ناني راج پرش
لکي ڇڏي.“

ان مٿين سموري ورڻن مان اهو پوري طرح سڌ ٿي
ويو ته پراچين ڀارتواسي آريه (هندو) اتهاس لکي ڄاڻندا
هئا، اتهاس سيئي. ودياڻن جو هڪ انگ هوندو هو ۽
پراچين آرين جي اتهاسڪ پد لکه نيل پٽر جي آڌار تي ئي
موجوده بلوبڪس جو بنياد رکيو ويو، يعني نقل ڪيو
ويو. ان ڪري اها ڳالهه بلڪل آڌامي ئي وڃي ته ڪو

(١) Asoka, the rock inscriptions, by V.A. Smith
p. 121 & Mc Rindle's Ancient India, p. 85

هندو اتهاس ڪونہ لکندا هئا.

هاڻ سوال ٿو اٿي تہ اتهاس لکيو ويندو هو تہ ٻوءِ نظر ڇو نہ ٿو اچي؟ نظر ۾ ڪيئن اچي؟ ڇا مائهن کان اسلام جي خونخوار تلوار ٻاهي ويئي آهي؟ جنهن وقت ڀارت ۾ اٺين وڌ رمين جي حملن کان آنڌي متي پيئي هئي، اسلامي تلوار بهشت کي دوزخ ۾ تبديل ڪري رهي هئي، جنهن وقت هزارن ٻرشن کان سندن استرين ٻارن کان ڇڏوڙن، مالائن کان کير پيئندڙ اٻهر ٻچي جدا ڪيا ويندا هئا، شهر هين ڪڍهين قتل عام ڪيو ويندو هو، اهڙي وقت ۾ قراني تعليم جي خلاف ڪوبہ ڪرلت ڪيئن سلامت رهي ٿي سگهيو؟ انسان جي آتش لاءِ سان گڏوگڏ، انسان جي علم کي علمي دشمني سبان آگ جي نظر ڪيو ويو، "اودنتاپريءَ جي وهار مندر ۾ (جنهن جي وشيہ ۾ ڇيو ويندو آهي تہ اهو پڻ ڪيا ءِ نالندہ جي وهار مندرن کان بہ اوچو هو) ٻراهمڻ نتا اڏوين جي بنائل ڪرلتن جو هڪ وڏو سنگره موجود ڪ البگذيندريا جي مهان پستڪاليہ جي طرح ١٢٠٢ع ۾ بختيار خلجيءَ جي سپہ سالاري محمد بن سيم جي آڳيا سان جلايو ويو." (١)

مهاراجا مهيپال جي پٺ مهاراجا مهاپال جي راڄ ۾، اودنتا پريءَ ۾ ٻوڌن، ٻراڪي ڪرلت هين يان سمپردايہ

(١) The Hindustan Review, March 1906

جا هڪ هزار ساڌو تنا نئين پنٿ مها يان سمپردايہ،
جا پنج هزار ساڌو نواس ڪندا هئا. ساڌن جي لاءِ لاءِ
پال وانش جي راجائن اودنتا پري ۾ هڪ وشوو ديالیہ
استاپت (قائم) ڪيو هو، جنهن ۾ هڪ سندر ۽ شاهي
پستڪاليہ براهمڻ تتا ٻوڌين جي گرنٿن سان ڀرپور موجود
هو. اهو پستڪاليہ ١٢٠٢ع ۾ (جڏهين مسلمانن، ان ساڌو
آشرم تي چڙهائي ڪري ساڌن کي ماري وڌو) مسلمانن
دوارا جلايو ويو. (١)

انڪانسواءِ نالندہ وشوو ديالیہ (يونيورسٽي) جي
پستڪاليہ جي عمارت سايا ٽي سؤ فوٽ اوڇي هئي،
جنهن جون نؤ ماڙيون هيون ۽ هرهڪ ماڙ پستڪن سان
ڀريل هئي. انڪانسواءِ ٽيڪسلا ۾ شاندار شاهي لئبرري
هئي. اهڙا ٽي پلسا ۽ بين هندن ۾ نديا وڏا پستڪاليہ
هوا. پر افسوس! جو اهي وڌرمين هٿان محفوظ نہ رهي
سگهيا. مهاشيہ عبدالشڪور ايم - اي - لکيٿو:- ”نالندہ
يونيورسٽي جي پاس ٽيرٿ ڪانپور بيو ڪاليج اودنتا پري
(بهار) ۾ تيار ڪيو ويو. انجو باني ”گوپال بالو ڪاپال“
هو، جو وڪرمي سنبت ٧٣ ۾ بينگال جي گاديءَ تي
ويٺو. ان ڪاليج ۾ برهمڻ ۽ ٻوڌ ساهتيہ جو سٺو پستڪاليہ
هو، جو وڪرمي سنبت ١١٩٧ ۾ نشٽ ڀرشٽ ڪيو
ويو ۽ محمد بختيار خلجي، بينگال جي حاڪم لاءِ تاريخ.

(1) Ibid.

(فوشتن) ۾ ان لاءِ لکيل آهي ته ”حن ٻوهمڻن جو قتل اهڙي طرح ڪيو، جو انهن گرڻن جي ڄاڻڻ وارو ڪوبه ا رهيو ۽ انهن ۾ اهي ڪرامت درياءَ ۾ لوڙهايا ويا.“ (۱)

ڊاڪٽر ٿريٽر، بنارس جي هڪ سنسڪرت پستڪالي کي ڏسي ڪري، پنهنجي ياترا ورڻن جي هڪ پاڳي ۾ لکيو:- ”هندو اڪثر پنهنجن پستڪن کي لڪائي رکندا هئا. ڇاڪاڻ ته ڪن متعصبي حڪومتن هندن پستڪ جلائي ڇڏيا هوا.“ پروفيسر ايلفنسٽن دکه وچان ورڻن ڪري ٿو ته ”هندن اکين ڏٺي پارسيين جي وشال ۽ سندر پستڪالين کي باهيون ٿي ڏنيون ويون، جي ڏينهن جا ڏينهن ٻرندي هليون. ايترو ٿي ته ٻه هڪ طرف اهي ڪارروايون ٿي رهيون هيون ته ٻئي طرف گئو ماس ديگڙن ۾ وجهي پڪايو ٿي ويو ۽ چلهن ۾ ڪاٺين جي بدران ويد ۽ اپنشد ٻري جلايا ويا.“

مسلمان جون اهي ڪارروايون فقط پارس تائين محدود ڪونه هيون، پر جتي جتي به مسلمان پهتا، اتي هن اول علم کي ناس ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. خليفه عمر جي سپهه سالار امر-ابن-العاص عيسوي سنه ٦۴٠ (وڪرمي سنت ٦٩٧) ۾ مصر (ايجپٽ) جي پرسڌ نگر اليگزينڊريا (سڪندريه) کي وجئه ڪرڻ وقت، اتي جي پراچين پستڪاليه کي، جنهن ۾ اليڪ زاجائن

(۱) Nairang Khayal, April 1931

جا ڪتا ڪيل ليکين گرلت موجود هوا، جلائي لشت ڪري ڇڏيو. ”ناسخ التواريخ“ ۾ انجو حال ياهيا ٽالي ودوان جي ورٽانت ۾ وستار سان ڏال آهي. ياهيا امر بن العاس کي ان پستڪاليہ کي نشٽ ڪرڻ لاء پرارٿنا ڪئي هئي، ۽ امر انجي چوڻ تي عمر کي لکيو ۽ هو. ۾ خليفي اهوني جواب ڏنو تہ ”انهن پستڪن ۾ جيڪي ڪجهہ لکيل آهي، اهو قران جي انوسار آهي، تہ اسانکي انهن ايڪ پاشانن جي اسعکيہ (بيشمار) پستڪن جي ڪائي ضرورت ڪانهي، قران ئي بس آهي ۽ اگر انهن جو مطلب قران جي خلاف آهي تہ تمام برو آهي، ان ڪري سيني کي لشت ڪري ڇڏيو. عمر جي اها آگيا ملڻ تي امر انهن پستڪن کي سڪندريا جي حمامن ۾ موڪلي، پاڻي گرم ڪرڻ لاء ڪاٺين جي بدلي جلائي ڇڏيو. انهن پستڪن جو سنگرہ ايترو وڏو هو جو ڇهن مهنن ٽائين انهن مان پاڻي گرم ٿيندو رهيو. (۱) مگر اهو مدوس مهرباني مسلمانن ٽائين ئي محدود ڪا نہ هئي ۽ موجودہ زماني ۾ سيہ سڏائيندڙ جاتي عيسائين ۾ پنهنجي پيشانيءَ تي ان ڪارانهن جو ٽڪو لڳايو آهي. مذهبي جنون جي سمي ۾ عيسائين بہ يورپ ۾ گهڻوني ڪجهہ ساهتيہ نشٽ ڪيو.

(1) The History of Rajputana, by G. H. Ojha Vol 1. P. 282

متئين ان ساري ورڻن مان اهو اندازو لڳائڻ بلڪل سولو آهي تہ هندن جا ٻاقي ڪهڙا پستڪالہ اهڙي جنوني طوفان ۾ بچيا هوندا؟ انهن جي تہ اسانکي خبر پئجي سگهي، جي مڪيہ مکبہ هوا ۽ جن کي جلايو ويو ۾ ٻاقي ڪئين اهڙيون گهٽتائون آهن، جن مان اها ڳالهہ معلوم ٿئي ٿي. ان طرح جڏهن پستڪاليہ لٽيا ويا تہ ٻاقي اهو سگرہ ٿيل خزانو جو هن سمي مليٺو سو اهو ئي آهي جيڪو ڀارت جي مقدس براهمڻن وٽ گهرن ۾ جدا موجود هو، جو يورپ جي ودوانن دوارا ڪٺو ويو آهي، ۽ بعد ۾ ڀارتي ودوان بہ ڪوڪري ڀارتيہ ساهتيہ ۽ آريہ جاتي جي ان اکل خزاني کي ظاهر ڪيو آهي. توهان اهو معلوم ڪري اچرج ۾ پوندا جڏهين توهانکي اهو معلوم ٿيندو تہ پراچين سنسڪرت جي انهن هٿ لکيل گرنٿن جو تعداد اڃا لک اڃ بہ موجود آهي. ۽ اهو اندازو انهن ماڻهن جي دماغ کي درست ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، جي اهو چوندا آهن تہ آرين کي الهاس لکڻ ڪونہ ايندو هو ۽ لکڻ پڙهڻ ئي ڪونہ ايندو هو. انهن انن لکن گرنٿن ۾ ايڪ اموليہ ڳالهين جو ورڻن آهي. انهن مان ڪيترن سنسڪرت گرنٿن جو ترجمو بہ ٿي چڪو آهي، ۽ ڪيترا اڃا گرانت آهن جي يورپ وارا هٿ اچي اسانجي پورو آريہ براهمڻن کان هٿ ڪري ويا آهن. جن مان ڪيترن جي تہ اسانکي سڌ ڪانهي پر

يورپ وارن اُهن سنسڪرت گرنٿن جي آڌار تي ايڪ
ايجادون ڪري موجوده سائنس کي ڪمال درجي تي
پهچائي ڇڏيو آهي ۽ خود اسان کي ته حيرت ۾ وجهو
ڪري رکيو آهي. اهو خيال نه ڪجو ته يورپ جي هيءَ
هيڏي اُنتي ڪا سندن پنهنجي آهي، بلڪل نه. اهو
سڀ سنسڪرت ساهتيه جو ڪمال آهي! توهان کي اهو
معلوم هئڻ گهرجي ته اڄ کان ست سال اڳ دنيا ۾ هوائي
جهاز ڪونه هو. پر ان کان اڳ **مهرشي ديانند** پرسد
گرانٿ **رگ ويد آدي ڀاشيه ڀومڪا** ۾ ويدن جي آڌار
تي، جهاز ۽ هوائي جهاز آديءَ جو ورڻن ۽ ڪجھ نقشو
به لکيو آهي. يورپ ۾ جڏهن اڃا لوهه جو ڪارخانو به
ڪونه هولدو هو ان سمي فرينچ ڊاڪٽر **رين** کي هٿ
**ڏانو سار ٿالي** پراچين سنسڪرت گرنٿ جو پتو لڳو،
جنهن حاصل ڪرڻ لاءِ هن خوب يتن ڪيو پر ڪونه مليس
۽ اهو پستڪ آخر جي لنڊن تي ويو. مهاراجا رڻجيت سنگهه
جي دربار ۾ هڪ پنڊت هو سندس نالو **مڌسودن**
هو، جنهن وٽ سنسڪرت جو وشال پستڪاليه هو. ان
سمي هڪ جرمن آيو ۽ ايڪ گرانٿ کڻي هليو ويو، نه
معلوم اُهن ۾ ڪهڙو خزانو پيل هو. ٻيو هڪ جرمن پارس
۾ آيو هو جو هڪ سنسڪرت جي گرنٿ جو ڳولائو هو،
اهو ڪتاب کيس هڪ براهمڻ جي گهر مان ملي ويو.
ان جرمن کانئس انجو مُلهه پڇيو، هن ڪجھ روپيا چيس

ياڪاڻ ته ترجمو ان گرنٿ جي وشئه ۽ رھسيہ کان اڻ ڄاڻ
ھو، پر جرمن ان پستڪ جي وشئہ پر گھڻو ڪجھ ڄاڻندو
ھو، ان ڪري ھن ان پستڪ جا انڪل ويھہ ھزار روپيا
خرچي ۽ سان ڏيئي اھو پستڪ پراپت ڪيو. پستڪ وچان
ڪنيوءِ معلوم ٿيو ته اھو پستڪ ھوائي جھاز سازي جو ھو،
جنھن پر ھوائي جھاز ناھڻ، ھلائڻ ۽ مشينري جي درستي
وغيره جون ضروري ھدايتون ھيون. اھڙوئي ھڪ
ڏفر ويد نالي گرنٿ ھو، جو اڄڪلھہ اصل ڪونہ ٿو
ملي، شايد اھو ــ ڪو وديشي ڪڻي ويو يا ڪنھن
وڏرمي جي ھٿان نشٽ ٿيو.

ڪجھ سمو ٿيو ته ڙوده راڄ جي طرفان ھڪ سنسڪرت
گرنٿ سمر انگڻ سوتر ڌار ٻن جلدن پر پرڪاشت
ٿيو آھي، جنھن پر اھڙيون وگياني ڳالھيون، سائنس جي
نديڻ لعڏيڻ شين ناھڻ ڪالئيءِ ھوائي جھاز جو ٻہ ورڻن
آھي ته ڪيئن ناھيو وڃي وغيره. سائنس جي شين
ناھڻ جون ان پر اھتريون ترتيبون ۽ ڳالھيون آھن جو
انھي پر ان پستڪ جي ليکڪ ڪيترين ڳالھين کي، جيڪي
جيڪو اڄ اسان کي اڻروچ پر وڃھندڙ ٿين، انھن ٿي
اي ضروري سمجھي ڇڏي ڏنو آھي. انسواءِ حيدرآباد
دکن جي ٿر گوائي ڳوٺ پر ڊاڪٽر سيد محمد قاسم وٽ
ھڪ سنسڪرت جي لئبرري آھي، جنھن پر ٻہ اليڪ
سائنس جون ڳالھيون پربل آھن. جھڙوڪ:- ٽيليفون،

رهندو آهيان، ۽ اهو سمجهي ته جڏهين اتهاسڪار، ڪوڙ
مان سمجهان ٿو ته تيئن ڪوڙ جي، ليندس، ڏهين تي
هڪ اهڙو ڪرلت لکندس جو منهنجي امر ڪيرتي
ٿيندو. الس ٿيڪ آهي ته اتهاس جا اهڙڪ ڪرلت مون
پڙهيا آهن، پر انجي معنيٰ اها ڪانهي ته پاڻ کي
اتهاسڪار ٿو سمجهان. جو ته مان خود ئي اهڙن ماڻهن
کان گهرڻا (نفرت) ڪندو آهيان، جيڪي انگريزيءَ
جا ١٠-٢٠ ڪتاب پڙهي، اتهاس جي وشئه تي ٽان ٽان
ڪندا يا پاڻکي اتهاسڪار سمجهي اتهاس تي هٿ ڦيرو
جي ڪرپا ڪندا آهن. ان ڪري پاڻکي اهڙڪ ڪرلت
پڙهيل سمجهندي به، جي منهنجي هن لنڊي عمر لاءِ
حد کان وڌيڪ هوا، مان پاڻکي وديارٿي سمجهندو
رهندو آهيان.

اڄ اسان پارٿين جي دماغ تي يورپ جو اهڙو پورو
سوار آهي جو جڏهين هڪ سڪول جو ماسٽر ارٿات
يورپ جو پروفيسر ڪجهه به لکيٿو ته اسين انجي هڪ
هڪ شبد کي ايشور جو واڪيه (الهام) سمجهڻ ٿا لڳون.
۽ انجو اهو ئيو آهي جو پرنس جي هن گندي زماني
۾، جڏهن ۾ پرنس جي رواجي ڪشت سان هرڪو مشهور
۽ ليکڪ ٿي ٿو سگهي، پسبس پارٿي ليکڪ جي اسن
يورپين لنگڪ کي دليا ۾ قابل ليکڪ ٿا سمجهون، حالانڪ
ساڻي پارت ديش ۾ اهڙڪ اهڙا قابل، لاجواب ۽ بيدار

ڏماغ ليکڪ پيا آهن، جن جي پيرن جي خاڪ چمڻ لاءِ
۽ يورپين يوڳيه ٿاهن. پر اسين انهن جي پيٺ ۾ يورپين
ليکڪ جو وڏيڪ مان ٿا ڪريون، ۽ اتيجو اهو ٿيو آهي
جو يورپ جو هڪ رواجي ماستر جو اسانجي لاءِ پروفيسر
صاحب آهي جيڪي ڪجهه لکيتو اسين ان تي وشيش
ڌيان ٿا ڏيون ۽ انجي هر جملي کي حوالي جي روپ ۾
ڪم ٿا آڻيون. جنهن ڪري ان انڌ ۾ يورپين ليکڪن
جي گندن ويچارن اتوا اوت پتانگ ڳالهين جو اسان تي
پوت سوار آهي ۽ اسين انجي پيٺ ۾، ڪنهن ۾ سچائي
کي، وڏي معاڪت ڪاپوءِ ٿا آڻيوڳ ڪريون. پارڻيه ليکڪن
۾ انهن جو سهارو وٺي پاڻ موکيو آهي ۽ پريس جي
سستي ڪرپا جو لاڀ وٺي اڄ اڻيڪ گرنٿ لکيا ٿا وڃن.
جنهن پارڻيه اتوا يورپين ڪجهه گرنٿ پڙهيا ته هڪ پنهنجي
ڀانگه جو پستڪ لکي ڪٺي ٿنو ڪيو، چاهي انجو مان
ٿئي اتوا نه. ليکن پراچين ڪال ۾ اتين نه هولدو هو،
پريس برابر ڪانه هوندي هئي پر لاڻائي ايڪ موجود
اوس هوندا هئا. ليکڪ عام ماڻهو ته ٿي ڪونه سگهندو
هو، پر هڪ اهو مهاودوان، جنهن دنيا جي هر معاملي ۾
پوري مهارت حاصل ڪئي هوندي هئي، جوالي ڪائي
پدائي ۾ رشين جي درجي کي حاصل ڪيو هوندو،
سوئي ڪو گرنٿ لکي سگهندو هو. اهوئي ڪارڻ آهي
جو اهي پراچين رشي پنهنجن گرنٿن ۾ جيڪي ڪجهه
لکي ويا آهن، اڄ تائين دنيا ان مان فائدو وٺي رهي

آهي، ۽ اڄ ٽائين ڪوبه اهڙو مائيءَ جو لال ڪونه پيدا
ٿيو آهي جو ڪنهن پراچين آريه رشيءَ جي ڪنهن به
ڳالهه کي ڪاٽي سگهي يا ان کان وڌيڪ ڪجهه لکي
سگهي. اِن زماني جو هڪ ساڌارڻ وديارٿي، موجوده
زماني جي وڏي ۾ وڏي ودوان کان وڌيڪ دماغ رکندو
هو، ان هوندي به ان وديارٿيءَ کي ڪجهه به لکڻ الوا
ڪنهن کي اُپديش ڪرڻ جو اڌڪار نه هوندو هو، فقط
هڪ مهارشي مهاودوان ئي اڌڪار رکندو هو ته ڪجهه
لکي سگهي.

۽ اڄ؟ دنيا ۾ ماکيءَ جي مکين کان به وڌيڪ ليکڪ
موجود آهن، جنهن جي دماغ ۾ جيڪو آيو، لکي ڇڏيو
۽ پنهنجو لقب ليکڪ جو. نتيجو اهو آهي جو هڪ ليکڪ
هڪ ڳالهه ٿو لکي ڇڏي ته ٻيو انجي جواب ۾ انجي
ڳالهه کي غلط ثابت ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي. ان طرح هڪ
جي بدلي ٻارهن ڪتاب تيار ٿيو وڃن، ۽ هڪ وشيه
جي ودوان لاءِ اهو مشڪل ٿيو پوي ته انهن مان ڪهڙا
پڙهي ڪهڙا پڙهي. مطلب ڳالهه جو ته مشيه ۾ ليکڪ
ٿيڻ اڄ عام آهي، جنهن ڪري ڪاٻه جاني هڪ ارادي
واري شڌ ساهتيه جو سهارو نه ملڻ ڪري، اج شانتي
پراپت نه ڪري سگهي آهي. اگر هڪ ودوان ڪي به
ڳالهيون عمر ڀر ويچار ڪري انهن کي هڪ هنڌ لکي
وڃي ته انهن تي ويچار ڪرڻ سولو ۽ لاڀدائڪ ٿي سگهيتو.

بس! انهن ني وچارن جي آڌين تي مان ٻارڪي ان طرح هلائڻ جو يتن ڪندو آهيان. ۽ هي پستڪ، ڪو هيئنر ڪو به پرڪاشت ٿئي ها، اگر ڪوشش (خاص) ڪارڻ نه اٿين ٿئي ها. ۽ جو هو، مانجهندن جو ڪيا وديا مندر. شري دولترام انهو خاص پربند ڪرتا آهي، جيتوڻيڪ بانيڪار ٻيا آهن. سو شري دولترام کي جو سمجهي لئين سوجهه، تدهن اهڙا اپا ڪئي ته وديا جي موجوده گندي سرشتي کان ڪيا مندر کي پوتر رکجي. ۽ ان لاءِ ساري پاٺشالا ۾ نئين سرشتي جو بنياد وجهڻ جي ويچار کان سب پاٺيه (درسي) ڪتاب بدلي، پنهنجي ئي ايڪ سان رکڻ جي خواهش ڪئي، ۽ انهن تي ڪيو. في الحال ٻارائو پهريون پستڪ سنڌي ۾ ڇپائي هلايو آهي، جيتوڻيڪ جيڪي سمجهيو ويو ان طرح ڪتاب خاص ڪري ٻاشا جي درشٽيءَ کان سنو ڪوله ٿيو، تڏهين به ٻين ناپاڪين کان دور ٿيو. ان طرح ٻيا پستڪ به گهربل هوا، جن ۾ اتهاس به هو. هيڏانهن شري دولترام ڪالجي ڪريسي هولڊي به خاص هندو ويچارن جو آهي. ان ڪري هن اهڙي اتهاس جي لکڻ لاءِ مولڪي همت ٻو، ۽ مون به ها ڪري لکڻ آرنڀ ڪيو. ليڪن لکندي لکندي جو اتهاس مرڳو ٽن سؤ صفحن ۾ پورو ڪرڻو هو، سو به هزار صفحن جو ٿي ويو ۽ ڪيا پاٺشالا جي ڪم جو نه ٿي سگهيو، ان ڪري اهو ئي اتهاس اڄ هن

روپ ۾ پانڪن جي اڳيان اچي رهيو آهي.

ان اتهاس جو هي ٻهريون مجلد (جلد. Volume) آهي، ناتي ته مجلد هن مهل پرڪاشت (شايع) ليکدا. هن ٻهرئين مجلد ۾ ٽي ڪانڊ آهن. ٻهرئين ڪانڊ ۾ مون موجوده اتهاس جي انهن غلط ڳالهين جو جواب ڏنو آهي جي اڄڪلهہ شڪولن ۾ پڙهايون ويندڙيون آهن. ۽ سڌ ڪيو آهي ته شڪول جي تاريخن جو آرين ۽ هندن وارو زمانو بلڪل غلط ۽ غليظ آهن ۽ ان دوارا هندو ودبارٿين کي پارس جي پراچيتا ۽ سڀيتا کان نفرت لائق بڻايو ٿو وڃي، ان ڪري موجوده سڪولن جون تاريخون خارج ڪرڻ لائق آهن. ٻيهجي طرفان اسان سڌ ڪيو آهي ته آريہ لوڪ هندوستان جا اصلوڪا رهاڪو آهن. آرين کان اڳ، هتي ڪي به اڻ آريہ وغيره ڪونہ رهندا هئا، آريہ ئي دنيا جي سڀيتا جا گرو آهن، آرين مان ئي ساري سنسار جون جاتيون جڙيون آهن. آريہ سڀ هوندا هئا، ڪين لکڻ پڙهڻ سڀ ايندو هو. ماس ۽ شراب بلڪل استعمال نہ ڪندا هئا، سندن گيان جو ڀنڊار ويد هولدو هو. اليادي.

ٽين ڪانڊ ۾ پارس جي ٻيهجي اتهاس لي پرڪاش وڌو آهي ۽ ويدن، براهمڻ گرنٿ ۽ منو سمرتي وارن زمانن لي لکندي، ان سمي جي سڀيتا لکي آهي، حيتوڻيڪ اهي اڌياءِ اهڙا دلچسپ نہ به لڳن، پر اهي

نهايت ضروري آهن: اهي اسانجي هندو اتهاس جا
بنيادي ٿنيا آهن، جن لي هندو اتهاس جي شاندار
عمارت کي کڙو ڪري سگهجي. اڄ اسين ڏسون پيا ته
ماڻهو سچي سيپتا کان بلڪل دور آهن. ماڻهن کي کائڻ،
پيئڻ، هلڻ، چلڻ، اٿڻ، وهڻ، سمهڻ مطلب ته ڪجھ
به لئو اچي. موجوده زماني کي، جو سيپه زمانو چيو ٿو
وڃي، اهو اهو حال آهي ۽ اسين دعوي سان ٿا چئون
ته ماڻهن کي اهي ڳالهيون ته نهيو، فقط ڳالهائڻ ۽ سمجهڻ
به لئو اچي، تڏهين ان پراچين ڪال ۾ انسان کي انسان
بڻائڻ جي تمام ننڍين ننڍين ڳالهين لي به سخت ڌيان
ڏنو ويندو هو، جو ٿوهان انهن اڌيائن کي پڙهڻ سان
معلوم ڪري ڏسندا، ته انهن پراچين آرين جا ڪهڙا
ڌارمڪ ۽ ساماجڪ نيم ۽ بندن هوندا هوا. جڏهين اڄ
جي زماني ۾ اهي ڳالهيون سيکارڻ لي ڪو به ڌيان لئو
ڏنو وڃي؛ ۽ هڪ انجنيئر، بدتهذيب ۽ بدمعاش هوندي
به سائينسدان جي نالي سان ماڻهن جي دماغ تي حڪومت
ٿو ڪري، تڏهين ان پولو پراچين زماني ۾ اهڙن ماڻهن
کي يم جي دربار ۾ پهچايو ويندو هو. ان بعد **رامايڻ**
جو لئين معلومت سان پريل زمانو جنهن جي سچي چال
جي ٿوهالکي ذرا به چاڻ ڪاهي، اهو لکيو ويو آهي.
ان بعد **شڪرنيتي سار** ڪال ۾ ڏسندا ته موجوده
زمانو ان پراچين ڪال جي بنياد تي کڙو ڪيل آهي،

وچي، اهي به فقط ميرن ۽ مغلن جي معلوميت تائين
محدود آهن؛ ان کان اڳتي سندن لاءِ ڄاڻ نه اتهاس آهي ئي
ڪونه. ان ڪري ان وچار کان اهو خشڪ وشڪ مون خود ئي
ڪونه لکيو، فقط ڪي مکيه زمانا مختلف طور ڪري
لکيا آهن. ان طرح سان ٻيو ڪالڊ سماپت ڪيو
ويو آهي.

ٽئين ڪالڊ ۾ اهو ڏيکاريو ويو آهي ته تمام پراچين
ڪال ۾ ڀارت مان الهن پراچين آرين وچي سنسار کي
وسايو. الهن جا نالا رکيا ۽ آباد ٿي رهڻ لڳا. جيتوڻيڪ
اهو ڪالڊ تمام مختصر ڪري لکيو ويو آهي، ته به اهو
سمجهڻ لاءِ ڪافي آهي ته سنسار آرين جو اولاد آهي.
هڪ اهو انسان جو خواهه ڪهڙي به مذهب ۽ وچارن
جو هجي، ڪڏهين به ان حقيقت کان منڪر نٿو ٿي
سگهي ته شروع ۾ هڪ هند انسان پيدا ٿيو ۽ ان مان
آهستي آهستي دنيا ٿهي. **ڊارون** جهڙي ماڻهو کي
ڇڏي، ڪو به اهو قبول ڪرڻ ۾ آنا ڪاني نه ڪندو ته
انسان مان انسان سليسوار پيدا ٿيو آهي. ۽ اهائي ٿيوري
آهي جا حقيقت آهي، باقي ڊارون ٿيوري ته بالدر مان
انسان ٿيو، اهو ته ائين ئي آهي له ڊارون انسان جي
پيدائش ئي نه هئي، سندس ابو ڪنهن پولڙي مان آپريشن
ذريعي انساني طاقت وارو ٿيو هوندو، جنهن مان مسٽر
ڊارون پيدا ٿيو، جنهنڪري هن اها ٿيوري پيش ڪئي
ته انسان بندر مان ٿيو آهي. اها ٿيوري ته هن وقت

خارج ۽ بلڪل بيهودي ثابت ٿي چڪي آهي. انڪري اسان جو اهو لکڻ بلڪل صحيح آهي ته انسان جي پيدائش اول هن هند ٿي ۽ اهو آهي ڀارت ورش. انهن ئي ساري سنسار ۾ اهي آدم انسان آريه ڦهليا ۽ وڃي آمريڪا، آفريڪا، آسٽريليا، ايشيا ۽ يورپ وغيره کنڊن کي آباد ڪيو، انهن جا سنسڪرت ۾ نالا رکيا. اڄ به سڀني رسم رواج، ڌارمڪ وچار، ڪرم ۽ پاٺ وغيره سڀ ڳالهيون ڪن انهن براهمڻ آريه جو اولاد ٿيڻ ثابت ڪن، جو سڀ ٽئين ڪانڊ ۾ ڏيکاريو ويو آهي.

ان طرح هي پهريون منڊل سماپت ٿيو آهي.

ان بعد ٻئي منڊل ٻوڌ ڪال، مهاڀارت جي زماني جي نهايت قيمتي سامگري، مؤريه ڪال، گپت ڪال، ۽ ان زماني جي نهايت دلچسپ معلومات، اڄ کان هزار ورهيه اڳ ڀارت جي تمام شاندار تاريخ، عربن جون سنڌ تي ڪاهون ۽ سنڌ هار وغيره تي بلڪل انهن روشني وڌي ويندي.

ان بعد ٽئين منڊل ۾ عربن جي سنڌ تي ڪاهن کان پوءِ، راجپوتن ۽ مرهٽن جو زمانو ۽ مغل وغيره ڌاڙيل لٽيرو جاتين جو ورڻن ۽ انگريزن جو ڀارت ۾ داخل ٿيڻ تائين ورڻن هوندو.

ان طرح سان هي ڀارت ورش جو اتهاس جنهن جو نالو آريه ورت رکيو ويو آهي، اٽڪل ٻه هزار پرشٺن

(صفحن) ۾ تمام مختصر طور لکيو ويندو. سموري اتهاس لکڻ لاءِ ته گهٽ ۾ گهٽ ڏهه هزار پرشٺ (صفحا) گهرجن، ان ڪري اُهين سمجهڻ گهرجي ته ان ڪالدار ۽ شاهي اتهاس جي هيءَ پوٖمڪا ليکدي.

**سنڌو سڀيتا!** پوٖمڪا سمايت ڪندي اها ڳالهه رهجي نه وڃي. سنڌ جي اتهاس ۾ موهن جو دڙو، اڄڪلهه وشيش استان (خاص اهميت) ٿو رکي ۽ اڄڪلهه جي آريه ڌرم کان اڻ ڄاڻ ودوان موهن جي دڙي کي ڪيٽي ڪري اچي ورلو آهي ۽ ڪجهه جو ضد اوت پٽانگ ڪري چڏيو آهي. جيڪو گهر کان رسي، اتهاس جي بيت هجيس يا نه، ۾ موهن جي دڙي تي ڪجهه لکندو اوس، ۽ وشيش ڪري سنڌ ۾ جو اتهاس جي اڻ ڄاڻائي آهي، ان ڪري الي جيڪو موهن جي دڙي لاءِ جيڪي لکي سو اکين تي. سو اهو وهم تمام خشڪ هٺڻ ڪري مون به ان تي پاٺهي نه لکيو آهي. ان ڪري مان هيٺ فقط اينترو لکان ٿو ته موهن جو دڙو جي سڀيتا بلڪل آريه سڀيتا آهي، مٿس ڪنهن به ڌاري (ميسوپوٽيميا، فنيشين، چالڊين، سميرين، بئبيلونين ۽ الامي آدي) سڀيتا جو ذرو به اثر ڪونهي، الٽو سنڌ ۽ ارتاست يارتي سڀيتا جو انهن تي اثر آهي ۽ اهي ديش به آرين جاتي . . . . ايل آهن. ان ڪري . . . ڪندي مان

ان ڳالهہ لاءِ ته ۽ ساڳ ساڳ نہ ويدن ۾ الهاس ڪواه
مدش حي اليٽي اول اول ٻارمه ۾ لي، دارون ليور
واحيامه ليوري آهي، ساري سمسار کي آرين لي آ
ڪمر وغيره جيڪي د ڳالهيون مون هن پستڪ ۾ لکيو
آهن، لن سڀني لاءِ ڪٿهن کي ٻه ڪا شڪا هجي
مولڪان لکي معلوم ڪري سگهيتو. يا تحت ڪري ا
ان لاءِ مان هردم تيار آهيان.

**ويد ڀاشيہ ا پستڪ ۾ ويدن جا جيڪي حوالا ڏنا**

وبا آهن، اهي مهرشي دياند جي ڀاشيہ (ترجمي) جا
آهن. جاڪاڻ ته هن زمالي ۾ مهرشي دياند لي ويد جو
سچو ودوان، جاٺو ۽ ڀاشيہ ڪندڙ ليو آهي. موجوده
زمالي جي ڪٿهن ٻه ودوان جي ويد ڀاشيہ لي اساڃو
وشواس ڪولهي. الڪريزي ترجما سڀ بلڪل غلط ۽
ڪندا آهن. ۽ ان ڪان اڳ ٻه جن ٻارلي پنڊتن، جهڙوڪ
سايڻ ۽ مهيڌر وغيره جا ڀاشيہ آهن، اهي ٻه بلڪل غلط
آهن ۽ اعتبار جوڳا نہ آهن. جاڪاڻ ته هو پنڊت ضرور
هئا، پر ويد جو ڀاشيہ ڪرڻ لائق نہ هئا، هنن نقط
راجائن جي خوشامد يا الهن حي ني چوڻ سان ڀاشيہ ڪيا
آهن ۽ الهن ني ڪيدن ترجمن جو يورپ جي ودوان آسرو
ولي آران ۽ ويدن جي لاءِ غلط فهميون ڦهلايون آهن،
جن جو پوريڻ ڪالد ۾ اثر (حواب) ڏلو ويو آهي. ويد
ڀاشيہ ڪرڻ جو ڪٿهن مهرشي، ۽ يوگي کي لي اذڪار
هي، اهو براچين آرين جو ليم آهي. جڪ مهاودوان

مهرشيءَ ڀوڳي ٽي ويد ڀاشيہ ڪري سگهيٿو، رواجي پنڊت بلڪل نہ! پنڊت فقط پڙهي سگهيٿو. ان ڪري چاڪاڻ تہ سايڻ ۽ مهيڌر ساڌارڻ پنڊت هئا ان ڪري انهن جو ڪيل ويد ڀاشيہ اعتبار جوڳو نہ آهي. ۽ مهرشي ديانند، چاڪاڻ تہ مهرشي، مهاودوان ۽ يوگيراج هو، ان ڪري اُنڪي ويد ڀاشيہ ڪرڻ جو اڌڪار هو ۽ هن ڀاشيہ ڪيو جو بلڪل معتبر ۽ سچي سند آهي. اڄ يورپ جا ودوان بہ خود سايڻ وغيره جي ڀاشيہ کان نفرت ڪرڻ لڳا آهن ۽ ديانند جي ٽي ويد ڀاشيہ کي صحيح ۽ سچو سمجهي انجو لاڀ وٺن ٿا. ان ڪري هن ڪتاب ۾ مهرشي ديانند جي ويد ڀاشيہ جي شيليءَ جو آسرو ورتو ويو آهي.

ڀاشا! مونکي سنڌي ڀاشا ۾ لکڻ جو تمام گهٽ ابياس آهي، ان ڪري منهنجي ڀاشا ۾ شايد اها سنڌرتا نہ معلوم ٿئي، جا ٿيڻ گهرجي. پر پستڪ جي وشي جي لحاظ کان اها شڪايت نظر انداز ڪرڻ يوگيہ آهي.

سمرپڻ! هي پستڪ ڪنهن کي سمرپڻ ڪجي، اهو بہ هڪ مکيہ سوال هو. آخر سوچيندي ڏٺو ويو تہ مهرشي ديانند هن يگ جو ڪرانتي ڪاري ديوتا آهي ۽ انجي مقابلي جو ودوان هن وقت تہ دنيا ۾ ڪونہ ليو. جنهن اڪيلي هڪ ودوان برابر ٽي هزار شاهي گرنٿ پڙهيا، انهن تي منن (وچار) ڪيو، ۽ وري

مهرشي، ۽ ٻوگي ٽي ويد ڀاشيه ڪري سگهيٽو، رواجي
پنڊت بلڪل نه! پنڊت فقط پڙهي سگهيٽو. ان ڪري
چاڪاڻ ته سائڻ ۽ مهيڌر ساڌارڻ پنڊت هئا ان ڪري
انهن جو ڪيل ويد ڀاشيه اعتبار جوڳو نه آهي. ۽ **مهرشي
ديانند**، ڇاڪاڻ ته مهرشي، مهاودوان ۽ ٻوگيراج هو، ان
ڪري انکي ويد ڀاشيه ڪرڻ جو اڌڪار هو ۽ هن ڀاشيه
ڪيو جو بلڪل معتبر ۽ سچي سند آهي. اڄ ٻورپ جا
ودوان به خود سائڻ وغيره جي ڀاشيه کان نفرت ڪرڻ
لڳا آهن ۽ ديانند جي ٽي ويد ڀاشيه کي صحيح ۽ سچو
سمجهي انجو لاڀ وٺن ٿا. ان ڪري هن ڪتاب ۾
مهرشي ديانند جي ويد ڀاشيه جي شيليءَ جو آسرو ورتو
ويو آهي.

**پاٺڪ!** مونکي سنڌي ڀاشا ۾ لکڻ جو تمام گهٽ
ابياس آهي، ان ڪري منهنجي ڀاشا ۾ شايد اها سندرتا
نه معلوم ٿئي، جا ٿيڻ گهرجي. پر پستڪ جي وشي جي
لحاظ کان اها شڪايت نظر انداز ڪرڻ ڀوگيه آهي.

**سمرپڻ!** هي پستڪ ڪنهن کي سمرپڻ ڪجي،
اهو به هڪ وڏو سوال هو. آخر سوچيندي ڏٺو ويو ته
مهرشي ديانند هن يگ جو ڪرانتي ڪاري ديوتا آهي
۽ انجي مقابلي جو ودوان هن وقت ته دنيا ۾ ڪونه
ليو. جنهن اڪيلي هڪ ودوان برابر ٽي هزار شاهي
گرنٿ پڙهيا، انهن تي من (وچار) ڪيو، ۽ وري

شاهي ڪرامت لکيا، اهڙي مهاودوان، يوگيراج، پڳوان ديانند کي ني سمرپڻ ڪرڻ ليڪ سوچهوي هي پستڪ انجي هرڻن ۾ پيٽ ڪيو ويو آهي.

**ڌليوادا! الس ۾ مان شري ڊاڪٽر ٽلومل ڏيرواڻي** سن اواسيءَ جو ڪوٺي ۾ گهڻو ڌليواد ٿو ميان، جنهن صاحب جي ڏن جي پوري سهائتا سان هي پستڪ ڇپجي ٻالڪن جي هٿن ۾ اچي رهيو آهي. هو منهنجو ڳرڻائي آهي، تڏهن هوندي ڪان ني مون لي سندس پيار هو. ان پيار ۽ منهنجي آرجو ڦل هي آريه ورت پستڪ توهانکي پيٽ ڪري رهيو آهيان. مان سمجهان ٿو ته اگر شري ڊاڪٽر ٽلومل جي سهائتا نه هجي ها ته هي پستڪ شايد توهان تائين نه پهچي ها. ان ڌليواد ڪندي مان پنهنجي جرڳهار ۽ پياري متر شري هوتو-بي-چنڊاڻي مالڇهند لواسي ۽ دوست شري ٽلومل "ڪشور" مالڪ سند ويڪ سنال ڪراچيءَ جو ۾ ڌليواد ٿو ميان جن ۾ مولڪي آريس ۾ الساعس ڪرڻ لاءِ ڏن جي سهائتا ڪئي.

الساءِ جن متر مولکي پستڪ ڇپڻ بعد ليڪال ڪري ڏيڻ وغيره ۾ سهائتا ڪرڻ لاءِ چيو آهي، تنجو ڌليواد ۾ اگرات ني ڪري ٿو جڏهن ۽ آشا الرڪ هر هندو ونهارن وارن پنهنجو اهو ڪرتوبه (فرض) سمجهي هيڙي پستڪ جي پرچار ڪرڻ ۾ سهائتا ڪندو، جيتوڻيڪ

ڪجھ آزمودو اثر ته سنڌ ۾ ساهتيه جي ڪمي هئڻ ۽
فقط اڪمي عشقي ساهتيه جو زور هئڻ ڪري هيڙي
ساهتيه جو ڪجھ گهٽ مان آهي. ۾ جيئن جيئن هن
وقت ڪجھ چڱو ساهتيه اڪري رهيو آهي، تيئن
سنڌ واسين جو مادو ڪجھ تيز ٿي رهيو آهي، ۽ مان
سمجهان ٿو ته مهڻجي هن پستڪ جا ويچار، جي عام
ساڌارڻ جنتا جي سمجهڻ کان ٻاهر آهن، پڙهيل طبقو
ضرور انکي هضم ڪري سگهندو.

مان انهن گرنٿن جي ليکڪن کي ڌنيواد ٿو ڏيان،
جن جي مون هن پستڪ ۾ سهائتا ورتي آهي. وشيش
ڪري "وئيدڪ سمپتي" جي ليکڪ مهاودوان
پوجيه پنڊت رگهوننڌن-جي-شرما ۽ "ڀارت
ورش ڪا اتهاس" جي ليکڪ پوجيه آچاريه رامديو
جو، جن جي گرنٿن جي مون وشيش سهائتا ورتي آهي.
باقي پڻ جو ۾ ڌنيواد جن جا حوالا مون فوٽ نوٽ ۾
ڏنا آهن.

جي ٻڌائين جو ارٿ اھو ئي آھي تہ ”آريہ ۾ سرشٽي
ڪيئن اُپني ٿي؟ ناھ ۽ جل جي ھڪ الڌڪار مان
سرشٽي اُپني ٿي ۽ وقت آريہ ورت جو اھو ٽڪرو ڪٽو
۽ ان جي ھيرو ناني استان ۾ منش جي اُتپتي ٿي ۽
انھن ۾ آدي منش کي ايشور ٻھنجو ٻولي گيان ڏنو
جو آھي ويد ا۔“

انھي پرچار جي سنڀال ۽ ھن پستڪ جي پرڪاشڪ
شري چيتن ديو ورما جو ڌنيواد ٿو ڪريان، جنھن
تمام جلد خاص ڌيان رکي، مولڪي ھي پستڪ تيار
ڪرائي ۽ ننڍي سمي ۾ پرڪاشت ڪري ڏنو.

سن-ڌي (تاريخ) ١٢
شڪل پکش - ساوڻ
وڪرمي سنبت ٢٠٠٣
وار ١٠ آگسٽ ١٩٤٦ع

توھانجو شڀ چنتڪ:-
**گنگارام سمرات**

# وشئه سوُچي Index


ڀُومڪا ١ کان ٤٢

هڪ فريسچ ودوان جا
ڀارت ورش تي شردا
جا قول ١-٧

ڀارت ۾ اتهاس جي
ڪمي ٨-١٠

هندو اتهاس جا ٽعدا
هٿا ١٠-٢٧

هن لکيل پستڪ تي
سرسري نظر ٢٧-٣٧

سندو سڀيتا ٣٧

ويد ڀاشيه ٣٨

ڀاشا ۽ سمرپڻ ٣٩

ڏنيواد ٤٠-٤٢

ڪورپيچ جي سمجهاڻي ٤١

اتهاس!

کانڊ پهريون ١-١٠٥

وشئه پرويش ١-١٨

ڀارتي سڀيتا جي
پراچينتا ١٩

آريه ۽ انڻ آريه ٢٧

ويدن ۾ اتهاس ٢٩

سپت سندو ٣٧

آرين جو ٻاهران اچڻ ٤١

سنسڪرت ۽ دراوڙ ڀاشا ٦٨

آرين ۽ ويدن جو زمانو ٧١

آريه لکي پڙهي جا ٽعدا
هٿا ٨٨

مانس ڪانڊ ۽ بليون چاڙهڻ ٩٣

سوم ٻوٽي ٩٩

ويد ١٠٠-١٠٦

کانڊ ٻيو ١٠٧-٣٨٧

اڌياءِ پهريون ١٠٧-١٣٧

ڀارت جو ٽالو ۽ ڀُوگول ١٠٧

براهمڻ ڪال ۽ ويد ١١٥
آرين جو جيون ١١٧
آرين جا گرنٿ ١١٨
چار آشرم ١٢٤
چار ورڻ ١٢٦
سورهن سنسڪار ١٠٧
بدھ مهايگ ١٢٤
اڏيائي ٻيو ١٣٨-١٨٤

براهمڻ گرنٿ ڪال

ودياون ۽ رتي ١٣٨
راج پربند ۽ راجا ١٤٠
راج تلڪ ١٤٢
راجا لاءِ ڏنڊ ١٤٥
پرالشچت ۽ سزا ١٤٦
وهنواري نير ١٥٤
ملڪيت جي ورهاست ١٥٥
پٽ جا نير ١٥٨
لباس آليہ ١٥٩
سرڪاري پال ١٦٠
ورڻ آشرم برهمچاري ١٦٣
آچاريہ (گرو) ١٦٧
گرهست آشرم ١٧٢
گرهستين جا نير ١٧٦
ڪانڊ ۽ ڪانڊ لائق ١٧٩
وان پرست ١٨٠
سنياس ١٨١
راجنيتڪ وستار ١٨٣
اڏيائي ٽيون ١٨٥-٢١١

منو سمرتي ڪال

ڪال نرڻ ١٨٥
راجا ۽ پرجا ١٨٧
راجا ۽ منتري سڀا ١٨٨
شاسن وڀاڳ ١٩٠
پٽ وڀاڳ ١٩١
ڪر وڀاڳ ١٩٢
نياءِ وڀاڳ ١٩٣
ونڊيشڪ وڀاڳ ١٩٦
گپت چر وڀاڳ ١٩٦
سڪا ١٩٧
ورڻ آشرم ڌرم (براهمڻ) ١٩٨
ڪشتري ۽ ويش ٢٠١
شودر ٢٠٣
آشرم گرو ۽ برهمچاري ٢٠٥
گرهست آشرم ٢٠٧

کائڻ ۽ نہ کائڻ لائق ۲۰۸
صفائي جا نيم ۲۰۹
استرين جو ڌوجو ۲۱۰
وان پرستھ ۽ سنياس ۲۱۱
**اڌياءُ چوٿون** ۲۱۲-۲۳۶

## راماين ڪال

ڪال نرڻہ ۲۱۲
شري رام ۽ راماين ۲۱۳
رام جنم ۲۱۵
رام ۽ وشوامتر ۲۱۶
رام سويمور ۲۱۸
يوراج ابيشڪ ۲۱۹
ڪيڪئي ۽ منترا ۲۲۱
رام بنواس ۲۲۳
شري ڀرت ۲۲۶
رام بن ۾ ۲۲۷
راوڻ ۲۲۹
شري هنومان ۲۳۰
سگريو ۽ بالي ۲۳۰
رام راوڻ يڌ ۲۳۱
ڀرت ملاپ ۲۳۲
ايوڌيا ۽ راج تلڪ ۲۳۲
مکيہ گهٽناءُون ۲۳۴
گنڌرو وجئہ ۲۳۵
لو ۽ ڪش ۲۳۵
لڪش ۽ پشڪل آدي ۲۳۶
**اڌياءُ پنجون** ۲۳۷-۳۲۹

## شڪرنيتي سار ڪال

شڪرنيتي ڇا آهي؟ ۲۳۷
راجا ۽ راج پربنڌ ۲۳۹
راجا ۲۴۰
يوراج جي شڪشا ۲۴۲
منتري منڊل (وزارت) ۲۴۲
وزيرن جي لياقت ۽ اختياريون ۲۴۶
سرڪاري حڪمن جي پڌرائي ۲۴۸
راجا جو روزانو پروگرام ۲۵۰
سرڪاري نوڪريون ۲۵۱
سي - آء - ڊي کاتو ۲۵۲
آمدرفت جا ذريعا ۲۵۲
ليمت پرجا تنتر ۲۵۳
لير پوروڪ راج ۲۵۶
سڀا (اسيمبلي) ۲۵۶

اسيمبلي جي ڪارروائي ٢٥٧
لوڪل سيلف گورنمينٽ ٢٦٠
يڪ ويا ڳ ٢٦٢
سينا وڳا ٢٦٣
..ج جو انتظام ۽ وسعت ٢٦٥
عالي ٢٦٦
گهوڙا ٢٦٧
سينا جي بالما ٢٦٨
چاولين ۽ قواعد ٢٧٠
فوجي دڪان ٢٧١
اوهين لاء لير ٢٧٢
حاضري، بکهار ۽ سزائون ٢٧٣
اوجي وڙا ٢٧٤
اسعر شعر ٢٧٤
بندوق ۽ توپ ٢٧٧
بارود ۽ گولا گولون ٢٧٨
..سا هٿيار ٢٧٩
..هڏ ليعي ٢٨١
..ڙهه ٢٨٢
..ڊ جا لسر ٢٨٣
..مثي مال جي وراهست ٢٨٤
..التي کاتو ٢٨٦

چمڪ جنس ..٧
چوري ڪمبشن ..٨
شدوارون ۽ ڪورٽ ..٨٩
ڪورٽ جي ڪارروائي ..٩٠
ڦرهادي ڪي سزا ٢٩١
ڦرهاد شاهدي ۽ وارلت ٢٩١
سمن
وڪل ۽ اڃي لي ٢٩٢
وڪيل جي ليانس ٢٩٣
وڏا ڏوهه ٢٩٤
ضمانت ۽ ڦرهاد ٢٩٥
آڏي ٻچا ٢٩٥
ڪيس جا د..م ٢٩٦
ڪيس جا ٻرلڪ ٢٩٦
شاهدي ۽ ان لاء ٢٩٧
هدايتون ٢٩٧
ستامپ ٻير ٢٩٨
زمين جو موروثي هڪ ٢٩٩
آمدلي جا حصا ٣٠٠
ڪپهه ٻيا لير ٣٠١
هالي کاتو ٣٠٢
سرڪاري آمدني ..

آمدني جا ذريعا ٣٠٢
محصول ٣٠٣
ڪرلسي ٣٠٦
بجيٽ ۽ خرچ جا حصا ٣٠٨
سرڪاري نوڪرن
جا پگهار ٣٠٩
نوڪرن کي موڪل ٣١٠
بيماريءَ جي موڪل
۽ پگهار ٣١١
پينشن ۽ انعام ٣١١
پراويڊنٽ فنڊ ٣١٢
آمدني ۽ خرچ جا رجسٽر ٣١٢
اڪائونٽ جي منظوري ٣١٣
آمدني ۽ خرچ جو ليکو ٣١٤
سماج جي آرٿڪ اوستا ٣١٥
آمدرفت جا رستا ٣١٦
رستن جي بناوت ٣١٧
مارڪيٽون ٣١٨
شين جي قيمت ۽ نفع ٣١٨
کيتي ٣٢١
پوک سيپتا ۽ ڌرم ٣٢٢
تور ۽ ماپ ٣٢٢
راڄڌاني ۽ الڳو هنڌ ٣٢٤
سرائون ۽ وڏ پائون ٣٢٦
ڊاڪيو مينٽس ٣٢٧
ڪاٽيون ٣٢٨
ساماجڪ اوستا ٣٢٩
**اڌياءُ ڇهون ٣٣٠-٣٦٠**
**مهاڀارت ڪال**
ڪال نرنئہ ٣٣٠
ڪورون ۽ پانڊون جي
اُتپتي ٣٣١
راڄ تلڪ ٣٣٤
دروپدي سويمور ٣٣٥
اندر پرستٿ ٣٣٦
راجسويگيہ ۽ ڀهرا
دهلي دربار ٣٣٧
جوئا ٣٣٨
بنواس ۽ يڌ جي تياري ٣٣٩
مهاڀارت يڌ جي سينا ٣٣٩
اکشوهڻيون جا آهن ٣٤٠
شري ڪرشڻ ٣٤٢
گيتا ٣٤٣
ڪرشڻ ليلا ۽ چمتڪار ٣٤٤

سورهن هزار راڻيون ۳۴۶
راڻا ۽ ڪاليا مردن ۳۴۷
ارڙهن ڏينهن جي جنگ ۳۴۸
فوجي انتظام ۳۴۹
شستر استر ۳۵۰
جنگ جا نيم ۳۵۲
راڄا جو راڄ ۳۵۴
اسيمبلي ۽ چونڊون ۳۵۵
عام جا نيم ۳۵۷
ڪاريگري ۽ واپار ۳۵۸

**مهاڀارت ڪال پريشٽ**
۳۶۱-۳۸۷

مهاڀارت جنگ ۾ شامل
نيل سيڪاڙن ۳۶۱
سنڌو ديش ۳۶۴
سوويرا ۳۶۶
سامراجيہ واد ۳۶۸

**مگڌ جا راڄ ونش-**
بارهدرٿ ونش ۳۷۴
پردڀوت ونش ۳۷۷
ششوناگ ونش ۳۷۹
هستناپور يا چندر ونش ۳۸۰
ڪوشل جو سورج ونش ۳۸۴
ڪشمير جو راڄ ونش ۳۸۵
ٻيا راڄ ۳۸۷

**ڪالب ٽيون** ۳۸۸-۶۱۱

**اڌياءُ پهريون- آرين جي اتپتي ۽ ڦهلاءُ ارٿات دنيا ڪيئن، ڪڏهين ۽ ڪٿي پيدا ٿي.** ۳۸۹-۴۰۶

**اڌياءُ ٻيو** ۴۰۷-۴۲۴
**امريڪا کنڊ- ارٿات** آرين ڪيئن ۽ ڪڏهين امريڪا کي پارت مان وڃي آباد ڪيو.

**اڌياءُ ٽيون** ۴۲۵-۴۹۸
**يورپ کنڊ- ارٿات** ڪيئن آرين ساري يورپ کي آباد ڪيو.
يونان ۴۲۵-۴۲۷
اٽلي ۴۲۸-۴۵۰
جرمني ۴۵۱-۴۵۲

انگلنڊ ٤٥٣-٤٦١
پئلسٽائين ٤٦٢-٤٦٨
يونان ٤٦٩-٤٩٨

**اڌياءُ چوٿون** ٤٩٩-٥٣٥
**آفريڪا کنڊ- آرين**
ڪيئن آفريڪا کي آباد ڪيو؟
ڏکڻ آفريڪا ٤٩٩-٥١٦
اتر آفريڪا (مصر- ايجپٽ) ٥١٧-٥٣٥

**اڌياءُ پنجون** ٥٣٦-٥٤٢
**آسٽريليا کنڊ- ڪيئن**
آرين آسٽريليا کي آباد ڪيو.

**اڌياءُ ڇهون** ٥٤٣-٦١١
**ايشيا کنڊ- ڪيئن**
آرين ساري ايشيا کي آباد ڪيو. ٥٤٣-٥٥٥
چين ٥٥٦-٥٥٨
جپان ٥٥٩-٥٨٤
ايران ٥٨٥-٥٨٦
افغانستان ٥٨٧-٦٠٢
عربستان

٦٠٣
بلوچستان
يهودي ۽ قريشي ٦٠٤-٦٠٦
**انڌم ووڊن** ٦٠٧-٦١١
آئسلينڊ ٦٠٧
رشيا ٦٠٧
سڪينڊينويا ٦٠٨
سڪاٽلينڊ ٦٠٩
گال ٦٠٩-٦١٠
سماپتي ٦١١

## چتر سوچي!

آرنپ م
مهرشي دياننڊ ١٣٨
رشي آشرم ١٨٥
مهاراجا منو ٢١٣
شري رام ٢٣٠
شري هنومان ٢٣٧
آچاريه شنڪر ٢٤٢
شري ڪرشڻ
مانچتر (نقشا)
آريه ورت جو مانچتر ٧
مسار جو پراچين مانچتر ٩

## آريہ ورت جي ماڻهن جي سڀيتائي

مانيتر (نشي) جون حدون:-

آ سمدرائع وئي پُروادا سمدا لڳ پڇماسع
تيو رياوا نترم گر يو آريہ ورت د ربڌاه!

... ... ...

سرسوتي دِرشد وُتيور ديو ند يور يد نترم
تم ديو نرمتم ديشم آريہ ورت م پر چڪشتي!!
(منو سمرتي ادياءِ ٢ شلوڪ ٢٢ ۽ ١٧)

ارٿات:- ”اُتر ۾ هماليہ، دکشڻ ۾ وندياچل، پُورَو ۽ پڇم ۾ سمدر.“

”سرسوتي (پڇم ۾ اٽڪ ندي)، پُورَو (اوڀر) ۾ درشدوتي (جا نيپال جي اوڀر پاسي جي پهاڙ مان نڪري بنگال ۽ آسام جي اوڀر ۽ برهما (برما) جي پڇم (اولهه) طرف ٿي دکشڻ (ڏکڻ) جي سمدر (سمنڊ) ۾ ملي آهي، جنهن کي برهمپترا چوندا آهن ۽ جا اتر جي پهاڙن مان نڪري دکشڻ جي سمدر جي کاريءَ ۾ اٽڪي ملي آهي. هماليہ جي مڌيہ ريکا (وچين ليڪ) کان دکشڻ ۽ پهاڙن جي اندر ۽ راميشور تائين وندياچل جي اندر جيترا ديش آهن، تن سڀني کي آريہ ورت ان ڪري چوندا آهن، جو هي آريہ ديو ارٿات ودوانن وسايو آهي. آريہ لوڪن جي نواس ڪرڻ ڪري آريہ ورت سڏيو آهي.“

(سندي ستيارٿ پرڪاش، سملاس ٨- صفحه ٢٨١)
مٿي منوسمرتيءَ جو حوالو ڏنو ۽ مهرشي ديانند
جي وياکيا سان آريه ورت جي مانهن (نقشي) جون
حدون ڏنيون ويون آهن. ان سان اسانجي نقشي جي
ٻاهرين ريکا (لڪير) برابر ملي ٿي اچي. فرق اهو آهي ته
درشدوتي ندي هن وقت بجاءِ بنگال طرف وڃڻ
جي هن طرف اچي راجپوتانا جي ريگستان ۾ سماپت ٿي
ٿي وڃي. ۽ ڏکڻ جو ڪجهه ٽڪرو اسان وڌائي رکيو
آهي جو اصل ۾ گوداوريءَ تائين آهي.
ايتري وياکيا بعد باقي اگون (شهرن) جي وياکيا
لکي وڃي ٿي:-
آنگ- ڀاڳلپور جي آسپاس جو پرديش (علائقو).
گنگا ۽ جمنا جي سنگم وٽ انجي پشچمي سيما (حد)
هئي. چمپا انجي گاديءَ جو هنڌ هو. راجا ڪرڻ
(مهابارت ڪال ۾) راج ڪندو هو.
آندر- گوداوري ۽ ڪرشنا جي وچ وارو ديش.
آيوڌيا- سريو ندي جي ڪناري تي رام جي
راجڌاني.
آونتي- مالوا- وڪرماديتيه جو راج اُجين.
آهيڇتر- هن وقت رالو آدي ڪوٽ ۽ رام نگر-
هي بريليءَ کان ٢٠ ميل پشچم طرف آهي. هتي ئي اتر
پانچال جي راجڌاني هئي.
اندرپرست- پراڻي دهلي.

**اؤڊر**- اوڙيسا.
**ڪلنگ**- اوڙيسا جي ڏکڻ ۽ دراوڙ جي اتر جو ديش.
**ڪمپل**- دکشڻ پانچال جي راڄڌاني.
**ڪمبوج**- اتر پارس جو پٺيون پاهريون ديش.
**ڪانيم ڪبج**- قنوج.
**ڪامروپ**- پراڳ جيوتش (آسام) راڄڌاني هئي.
**ڪرو ڪشيتر**- ٿانيشور.
**ڪلند**- سهارنپور (پنجاب).
**ڪوشل**- ايوڌيا.
**گانڌار ديش**- موجوده قندار (افغانستان).
**چمپا**- ڀاڳلپور وٽ، انگ ديش جي راڄڌاني.
**چيدي**- چنديري (مالوا) هتي ني ششوپال جي راڄڌاني هئي. هن ۾ بندهيل کنڊ به شامل هو.
**چول**- هي اڄ مدراس پرانت ۾ آهي. پراچين ڪال ۾ ان جي آريہ ونشين اولهہ ايشيا ۾ وڃي چالڊيا نالي ديش وسايو.
**دکشڻ ڪوشل**- ودرڀ، برار (گونڊوانا).
**دراوڙ**- مدراس کان سرنگاپٽم ۽ ڪماري تائين.
**پنج ند**- پنجاب پنجن ندين جو ديش- جيڪي شتدرو (ستلج)، وپاسا (وياس)، **ايراوتي** (راوي) چندرڀاڳا (چناب) ۽ **وتستا** (جهلم) سڏبيون آهن.
**پنچال**- روهيلکنڊ- هي اتر ۽ دکشڻ پانچال الن

جي ٻن ڀاڱن ۾ ورهيل هـو. اتر پانچال جي راڄڌاني اهيڇترو ۽ دکشڻ پانچال جي ڪمپل هئي. دکشڻ پانچال ۾ دروپديءَ جي پتا راجا دروپد جو راڄ هو.

**پانڊيہ**- هي اڄوڪا مدراس پرانت ۾ آهي. پراچين ڪال ۾ هتان آريہ ونشين اولهہ ايشيا ۾ وڃي اتي فينيشيا نالي پرديش (علائقو) آباد ڪيو. جتان ٿي انهن ٻئبيلونيا کي وڃي وسايو.

**پراگ جيوتش**- ڪامروپ (آسام).

**پشڪلاوت**- پيشاور.

**ونگ**- بنگال، هي پرديش پنجن ڀاڱن ۾ ورهيل هو. پنڊر يا اتري بنگال، سمتٽ يا اوڀر بنگال، ڪامروپ يا آسام، تامرلپت يا دکشڻ بنگال ۽ ڪرڻ سورڻ يا پشچمي بنگال.

**مگڌ**- بهار، **سون** ندي پشچمي سيما (حد) هئي.

**متسيہ ديش**- ڏانيشور ۽ الا آباد جي وچ وارو پرديش.

**متھرا**- هيءَ سورسين جي راڄڌاني هئي. (مالھتر ۾ ڪن مٿلا لکجي ويو آهي جو متھرا سمجھڻ گھرجي).

**متسيہ ديش**- جئپور جي آسپاس الور پرديش.

**مهودڌي**- بنگال جي ڪاري.

**مهيندر**- مهيندر مالي پهاڙيون. شري رام کان هار کائڻ بعد پرشورام (پرسرام) هتي رهڻ لڳو هو.

**ميرو**- جتي مش جي ڀرين آيتي لي.

**رتناڪر**- عربي سمبد.

**لؤهتيہ**- برهمپترا ندي.

**وديهہ** – ترهوت. هي پڳولي سيتا جي پتا راجا جنڪ جو راڄ هو. اڄو ٻيو نالو مٿلا هو (مالڇير ۾ جيڪا مٿلا لکيل آهي اها مٿرا آهي. پر ڪن مٿلا ٿي ويو آهي. مٿلا اصل ۾ وديهہ اڪر جي هيٺان ۽ جنڪ پوري اڄي مٿان آهي) وديهہ جو راڄ اتر ۾ هماليہ، دکڻ ۾ گنگا کان اوڀر ۾ ڪوشڪي (ڪوسي ندي) کان توڙو پڇم ۾ گنبڪ سان گهيريل هو.

**سُورسين** – هي برڄو راڄ آهي. اڄي راڄڌاني مٿرا هئي.

**سُوراشٽر** – سورٺ (گجرات). هي پرديش (علائقو) سنڌ کان ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ ڦهليل هو. ان ۾ آڌونڪ (موجوده) گجرات، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ شامل هوا.

**سُوير** – هن لاءِ ٻه رايا آهن. هڪ رهڙيءَ وٽ ٻيو گجرات ڪاٺياواڙ ۾. ٻيون رايو هن سميہ ڪڇ ۽ پرٻل سنڌ تي رهيو آهي.

**هستناپور** – دهليءَ کان اتر اوڀر ۾ گنگا جي اتل واري پرديش ۾ آهي. هتي ڪوروَن جي راڄڌاني هئي.



## سنسار جي مالڇير جي سمجهاڻي

**آحاپيت** – هي سنڌ جي راجا اجاپيت جي نالي تي وسايو ويو. ڏسو پرشٽ (صفحو) ۵۲۰

**آسنتاوا** – عربستان. ڏسو پرشٽ (صفحو) ۵۸۷

آپگنستان- افغانستان- ڏسو پرشت ۵۸۵
آرجن- موجوده ارجنٽائين- ھي شري ارجن
ي مهاڀارت ڪال ۾ امريڪا وچ ۾ اتي جي ناگ ولشي
اجا جي ڪنيا راجڪماري اُلوپي سان وواھ ڪرڻ
ني آباد ڪيو ويو ھو.
آبوسين- ائبيسينيا- پرشت ۵۲۱
آريه ورت- ڀارت ورش- پ- ۱۰۹
آرياڻ- ايران- پ- ۵۵۹
آنڌ راليه- آسٽريليا- پ- ۵۳۶
آڌ تيه آليه- اٽلي- پ- ۴۲۸
اُديان- عدن- ھتي باغ تمام گھڻا ھئڻ ڪري آرين
انھن نالو اُديان رکيو. سنسڪرت ۾ باغ کي اُديان چئبو
آھي. اھوئي اُديان بگڙي اڄڪلھ عدن ٿي ويو آھي.
ڪرشڻ ساگر- ڪارو سمنڊ (Black Sea).
ڪرات- انگلنڊ جا پراچين نواسي ڪيلٽ- پ- ۴۵۳
ڪش دويپ- اوپر آفريڪا- پ- ۵۰۰
گانڌار- قنڌار (افغانستان) پ- ۵۸۵
گري ايش- گريس- (Greece) پ- ۴۷۰
چينا- چين- پ- ۵۴۳
جيپاڻ- جپان- پ- ۵۵۶
دروڊ- انگلنڊ جا پراچين پروھت ڊروئڊ- پ- ۴۵۳
دواربن- ڊربن (آفريڪا جو بندر) پ- ۵۰۱
پرشانت مهاساگر- پئسفڪ سمنڊ.
پاتال ديش- امريڪا- پ- ۴۰۷

ٻل اڙچ استان- بلوچستان - ب - ٦٠٣
ھشٽار- مشالڪند (آمريڪا ۾) - ب - ٤٩٩
ھڪشڪا- ميڪسيڪو - ب - ٤٢٣
ميرو- مش جي الهتي جو آدي استان-ب-٣٩٨
ھشر ديش- مصر - ب ٥٢٠
مکر ديو- مڪادو (جپان جو مهاراجا) ب - ٥٥٦
يؤن ديش- يونان - ب - ٤٧٠
رتناڪر- عربي سمنڊ-
رڪت ساگر- ڳاڙهو سمنڊ-
رام- روم (اٽلي) اٽليءَ جي آرين ٻهڌي گادي
جي هنڌ جو نالو شري رام جي نالي تي رام رکيو هو
نکڙي روم ٿيو آهي. ان روم جي پاسي ۾ ٿي سيٽي
نالي ٻهاڙي آهي، جو سيتا جو نکڙيل آهي. جتي رام
لتي ايڳولي رهيا.
رگويدي- آئسلنڊ جي ڌرمپستڪ جو آڌار-ب-٦٠٧
لنڪا- هي دراصل ڏکڻ اوبر ٻيٽ ۾ آهي. پر هن
وقت موجوده سلون کي ئي لنڪا چيو ويندو آهي.
شرمڻ ديش- موجوده جرمن ديش.
شبام دويپ- اولهه آمريڪا - ب - ٥٠١
سڪند ديو- سڪنڊيويا - ب - ٦٠٨
سام ويدي- رشيا جا آدم نواسي ساماوئيڊ ييا -
ب - ٦٠٧
مانس- هرمانس (آمريڪا ۾) ب - ٥٠١

"And now I salute thee with awe, with veneration and wonder, ANCIENT INDIA of whom I am the adopt, the INDIA of the highest spendours of art and philosophy .........may the awakening astonish that accident, decadent, mean, daily dwindling, slayers of nations, slayers of gods, slayers of souls, which yet bowshown still, ANCIENT INDIA, before the prodigies of the premordial conception."

—"*Mous-Pierre-Loti*"




## ڪانڊ پهريون - اڌياءُ پهريون

هونئن ته يورپ ۾ جيتري به اُنتي ٿي آهي، انجو بنياد گهڻو ڪري يونان جي وڳيان تي آهي. يورپ ۾ اتهاس لکڻ جو آرنڀ به يونان ۾ ڪيو ويو جتي سڀ کان پهريون اتهاس لکڻ وارو هيرو ڊوٽس (Herodotus) ٻيو ٿيوسڊائيڊز ۽ ٽيون سقراط جو چيلو زينوفن (Xenophon) ٿيو آهي. انهن جي ئي ڪرپا سان يونان ۽ يورپ جي جدا جدا ديسن ۾ اتهاس لکڻ جو رواج هليو جنهن وقت انهن تي ايتري اُنتي ڪئي جو اڄ جو سنسار اتهاسڪ زماني جي آدي ڪرن کي به ڀلجي چڪو آهي ۽ انهن جي جڳهه ٻين حاصل ڪئي آهي.

مسٽر جڪاليٽ جي شبدن ۾:-

"اگر اهي لوڪ، جنکي اسين پراچين ٿا چئون، موجوده قومن جا آبا هئا، ته ساڳيءَ طرح پراچين ڀارت به پراچين ڪال جي سڀني سڀيتائن جو گرو ديو هو." *

---

Bible in India *

پر اسان جهڙن ڪئين هزار سالن کان اپڪار سٺل، ڀارتيه
هندن جي لاءِ اُپڪار ٿي سڌ ٿيو آهي.
اِن قسم جي کوج ۽ ڇنڊ ڇاڻ جتي اسانجو اپڪار ڪيو
آهي اتي اُن جي ئي اوٽ ۾ جيڪو نقصان پهچايو ويو
آهي اهو اڄ اُپڪار جي ڇاتيءَ تان گذري تمام اڳتي نڪري
ويو آهي. ڇاڪاڻ ته انهن الهاس پريمين اسانجو اتهاس
ڳولي تلاش ڪيو ۽ اسانکي ڏنو به پر اهو پنهنجي طرفان
تيار ڪري، پنهنجي سانچي ۽ پنهنجي رنگ ۾ رڱي ۽
پنهنجي خود مطلب جي لاءِ ڪارائتو ۽ برابر بڻائي ڏنو
آهي. اُن جو نتيجو اهو نڪتو جو اسانکي هماليه جي
سڀ کان اوچي چوٽي تان ڪڙي هيٺ گهلي آندو ويو
۽ زمين جي سطح کان به هيٺ ويندڙ کاهين کڏڪن ۾
پهچائي رکيو ويو. اڄ اسين انهن ئي کڏڪن ۾ پيل اهو
سوچي رهيا آهيون ته اسين هتي جائي رهڻ وارا آهيون!
هتي ئي اسانجو جنم ٿيو!! ۽ انهن ئي کاهين ۾ اسانجا آبا
به رهندا هئا!!! انهن اڌارن (بين جي هٿان لکيل) اتهاسن
جي ڪرپا سان اسان ۾ ئي هڪ اهڙو ٽولو پيدا ٿي ويو
آهي جو ڀارت جي اتهاسڪ سمبنڌ کي واوڙڻ بعد ب
ڀارتيتا، ڀارتيه سنسڪرتي کان ئي نه پر هندوپڻي کان
ڪوهه پري هٽي اسانکي ئي آکيون ڏيکارڻ لڳو آهي
اهو ٽولو ڀارت جي هرهڪ گهٽنا، هرهڪ شيءِ ۽ هرهڪ
سچائيءَ کي توڙڻ ۽ ماپڻ ته چاهيندو پر ڀارتيه ڪاڻن س

نه بلڪ پنهنجن وديشي گرن جي ڏال لڳڙي ۽ انهن جي ئي بتايل وٽن ۽ ٽڙن سان. انهن ئي وٽن ۽ والن سان جي پوڄڻ ڪي ڌونن پر، سالن ڪي ڏينهن، صديون ڪي مهين، جڳن ڪي سالن ۽ منونترن ڪي صدين جي والن سان لوڙي مايي اساڪي ڪروڙن سالن کان گهڻي عيسوي سن جي ساڄي ڪايي هيڏاهن هوڏاهن کان ڏوڙ نه سڙڪڻ لتا ڏيڻ چاهين. اَن اوسٽ ۾ اساڻا ڪٿا شاستر جا ڳڻ، چتر ڀڳيون، منونتر ۽ برهم ڏن پوڙهي براڻ جهڙن ڪهاڻيون ٻاڄي وڃي ليون وڃن جن تي وشواس ڪرڻ نه ڏور، وچار ڪرڻ به ڪلن تي ٿيو وڃي. ان طرح اسين سمجهون ٿا ولايتي نيال گاڏي نه، هوائي جهازن کان نه تيز رفتار هلندي ڇهه ست هزار سالن واري دنيا جي پيدائش واري ٿيوري (Theory) ۾ گهلجي وڃي رهيا آهيون.

جهڙي طرح پنجري ۾ پيل پکيءَ کي پرن ۽ پرن جي هولدي نه شاڪ ڪا براڻ پيتا اڏامڻ جي لائق نه رهڻ ڏيندي آهي. جهڙي طرح جيل جا پراڻا قيدي ڏيري ڏيري ٻاهرين دنيا کي پلجي جيل کي ئي پنهنجي دنيا سمجهڻ لڳي ويندا آهن، جهڙي طرح منووگيان جي مت انوسار هڪ تندرست انسان کي به بار بار بيمار چئي چئي انجي من ۾ بيماريءَ جو اصلي خوف پيدا ڪيو وڃي نه هو ئي وهم ۾ پاڻکي بيمار سمجهي سچ پچ بيمار ٿيو پيدو آهي نه هو ٺجي ۽ ويندو آهي. ٺيڪ ان طرح

آڌاري ورتل گيان سان گياني بڻجندڙ لوڪ به. ماڻسڪ غلاميءَ ۾ پلجي ڏيري ڏيري پنهنجن پراچين سنسڪارن کي مٽائيندي ويچار جيون جي درشٽي کان به بيڪار ٿي ويندا آهن. اهڙا ماڻهو پنهنجي دماغ کان ڪم نه، وٺي ٻين جي دماغ سان سوچيندا، ٻين جي عقل سان وچار ڪندا ۽ ٻين جي اکين ڪڍن سان ڏسي هر ڪنهن ڳالهه جو فيصلو ڪندا آهن.

آمريڪا ۾ جن ڏينهن آفريڪا کان پوئي ٻوئي آندل حبشي غلامن کي رڍن ٻڪرين جي طرح مارڪيٽن ۾ خريد فروخت ڪيو ويندو هو، انهن ئي ڏينهن هڪ انگريز ديوي "مس سٽو" هڪ اهڙي ئي پوڙهي حبشي جي دردناڪ جيون ڪٿا کي پستڪ جي روپ ۾ لکيو هو. ان ئي پستڪ (Uncle Tom's cabin) جي لاءِ ڪيس جيل ۾ وڃڻو پيو، پر آخر ۾ ان جي وچارن وجهہ پاتي ۽ سرڪاري آگيا سان غلامن جو واپار بند ٿي ويو. ان پستڪ ۾ هن ڪيترين ئي ڳالهين وڏي مارڪي جون لکيون آهن. هن لکيو آهي ته:-

"جيڪي ماڻهو اپراڌين تيندا آهن تن ۾ ٻه ڳالهيون تمام جلد واڌارو ڪنديون آهن. پهرين ڳالهه اها ته انهن ماڻهن کي پنهنجي اڳين ڪاڻڻ، پيئڻ، رهڻي ڪرڻي، چال چلن ۽ زندگي جي ٻين سڀني ذريعن ۽ رستن کان نفرت تيڻ لڳندي آهي. ٻي ڳالهه اها ته پنهنجن مالڪن

جي ڪاٺ ڀيڙ، رهڻي ڪرڻي، چال ڍال، ڳالهائڻ ٻولهائڻ
۽ جيون جي سڀني ساڌن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳندي
آهي. انهن جي غلامي جنهري ٻراڻي لسدي ويندي
آهي هي نئي ڳالهيون به اورڙو گهرو، قائم ۽ مضبوط
ٿينديون ويندو آهن. اڄ انهن علامن جي لاءِ مالڪن
جي طرفان تعليم وغيره جو پربند ڪيو وڃي ته اهي
ماڻهو ان ئي شڪتا سان گڏو گڏ پاڻ ڪي ايتري ڳالهين بدلي
جڏيندا آهن جو ڇمڙيءَ ڪاسواءِ انهن جو سڃاڻڻ به مشڪل
ٿي پوندو آهي. اهي پدهنڌي ڌسنيءَ ڪسي، پدهنڌي
ٻوليون جيون کي پهنجي ٻولين وڏائي ۽ مان ڪسي،
ايسائين جو پدهنجن اُن ڏاڍن کي ته پهڻي پاڻ کي هرڳالهه
۾ مالڪن جي زندگين ۾ ندلڻ لاءِ ڪوسش ڪندا رهندا
آهن. ليڪن اهڙو ڏينهن ڪڏهين نه ته آيو ۽ نه ڪڏهين
ايندو جو پاڻ کي مالڪن سان برابر ۾ رکي سگهن.""*

انسان جو دماغ جڏهن فقط ٻين جي وچار ڌارائن تي
ٽرڻ لڳندو آهي. تڏهين هو پوري طرح سان مالڪ
پراڌين (Mental slave) سمجهيو ويندو آهي. اهڙا
ماڻهو زندگي جي هرهڪ حصي ۾ پهنجي دل ۽ دماغ
کي ڏيوالو ڏيندڙ سمجهي يا ٻاهرين ٻاهر ڪان ٿي پرڪاش
حاصل ڪرڻ ڳولڻ لڳندا آهن. هو پنهنجي ٻولين الهاس
جي جالي ٿي ڪڙوڻي ڪيڪ اهڙي اڏاري سيتا

* see Uncle Tom

جو اعلان ڪرڻ لاء تيار ٿيندا آهن جا ڪين مور تہ ٻڌڻ ڪانہ ڏيندي آهي. پر ڪين پنهنجي ڪم ڪان ضرور الڳ ڪري ڇڏيندي آهي.

مئڪالي جي وقت وارن حاڪمن جي ڪوشش سان ڀارت ۾ جديد تعليم جي بنياد جي شروعات ڪئي ويئي ان جو اُديش بہ اهوئي هو. ان اديش کي صاف ڪرڻ لاء مئڪالي پنهنجي هڪ ليک ۾ لکيو هو تہ:-

We must do our be-t to form a class, who may be interpreters between us and the millions whome we govern; a class of persons Indian in blood and colour, but English in taste, o inious, wards a-d intellect."

ارٿات:- "اسين، پنهنجي فائدي (مطلب) جي لاء بهتر آهي، تہ هڪ اهڙو ٽولو تيار ڪريون جو اسان ۽ انهن لکن ماڻهن ۾ وچ وارن جو ڪم ڏين، جن تي اسين حڪومت ڪري رهيا آهيون. اسانکي هڪ اهڙو ٽولو تيار ڪرڻ گهرجي جنهن جا هڏا، ماس، روپ ۽ رنگ ڀلي ئي ڀارتيہ هجي، پر آچار ويچار، رهڻي ڪرڻي ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ دل دماغ انگريزي سانچي ۾ ڍلل هجي."

هي حوالو مئڪالي جي ان ليک مان ورتل آهي جو هن ۱۸۳۵ع ۾ ڀارتيہ پوجا شکشا، ساهتيہ ۽ سنسڪرتي جي دل ڪرلي ندا ڪندي انگريزي شکشا جي وڌائي تي لکيو هو. هي ليک مئڪالي جي دوراندیشي تي

پوري روشني ٿو وجهي، ڇاڪاڻ ته ان جو سنڪلپ (ارادو) اڄ ملڪ پوري ٿي چڪو آهي. ڀارتيہ هندن پر پنهنجي سنسڪرتي، سڀيتا، ساهتيہ، اتهاس، ڪلا ۽ وگيان نجي لاءِ هاڻي ڪجهہ به آدر، ڪاڪشش ۽ ڪونہ وڏائيءَ جو ڀاؤ باقي نہ رهيو آهي. مئڪالي کان اڳ ڀارت ۾ جيترا ، يوروپين آيا، انهي سڀ ڀارتيہ سڀيتا، ساهتيہ، ان جي پراچين اتهاس، ڪلا ڪوشل ۽ ڪمال جي پوري تعريف ڪندا ويا. پر ان ڪانپوءِ ڀارت جو سمجهو نہ وايو مئڪالي بدلجي ويو، جو يوروپائين اُهو ڀارت هو اهو ٿي هاڻ زهر ٿيڻ لڳو. جو يوروپائين منو هو اهوئي هاڻ ڪڙو ٿي پيو، جو اول نور ل هو ان پر ٿي هاڻ گند ڏ ڀڪڻي ڏ ٻڻ لڳو ۽ جو اول آدرش پورڻ ۽ گڙرو پورڻ هو هاڻ اهوئي قابل لئوٽ ٿي پيو. ڇا اهو سڀ ڄاڻي ٻجهي نہ ڪيو ويو هو؟ ان جو جواب پاڻکي ڪي مئڪالي جي ان خط مان ملندو جو هن پهرئين ليکہ ڪان سال کن پوءِ پنهنجي تعليم جي سرشتي جي ڪاميابيءَ جو ورنن ڪندي پنهنجي پتا کي لکيو هو. اهو خط سنہ ١٨٣٦ع ۾ لکيو ويو هو. ان ۾ مئڪالي وڏي ايمان سان پنهنجي پتا کي ٻڌايو تہ ڀارتين کي شلي الگريز بنائڻ جي لاءِ جيڪا شڪشا پڌليءَ کي جاري ڪيو ويو اُن جو نتيجو ڪيترو سنو نڪتو، خط مان هڪ ٽڪرو هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

"No Hindu who has received an English education ever remains sincerely attached to his religion, some continue to profess it as a matter of policy, but many profess themselves pure Deists and some embrace chirstanity. It is my firm belief that if our plans of education are followed up there will not be a single idolator among the respectable class in Bengal thirty years hence."

ارٿات:- ”جيڪو به هندو انگريزي تعليم حاصل ڪري ٿو، اهو پنهنجي ڌرم وشواس ۾ گهر ڪري ڇڏيندو آهي. ڪي اگر قائم به رکن ٿا ته فقط ڏيکارڻ لاءِ پاليسي ڪي منجهي قائم رکن ٿا. ڪيترا ته **اديت وادي** (Deists) بڻجي ويندا آهن ۽ انهن مان انيڪ عيسائي بڻجي ٿا وڃن. منهنجو اهو پڪو وشواس آهي ته اگر اسانجي اسڪيم جي انوسار انگريزي شڪشا پڌتيءَ تي پوري عمل ڪيو ويو ته اڄ کان ٽيهه سال بعد ۾ بينگال جي ڪنهن به اوچي ڪٽنب يا ونش ۾ هڪ به (هندو) مورتي پوڄڪ نه رهندو.“

ڌيان رهي ته تن ڏينهن پارت جو گورنر جنرل ڪلڪتي ۾ رهندو هو. اتيئي پارت جي راڄڌاني هئي ۽ اتيئي پهريائين تعليمي اسڪيم (Scheme) جي شروعات ڪئي وئي هئي. هاڻي ته اهائي اسڪيم سڄي پارت ۾ هلي رهي آهي ۽ اهوئي نتيجو به ٿي رهيو آهي جو اسڪيم ٺاهيندڙن چاهيو ٿي. آن مان ئي مئڪالي جي دوراند يشيءَ

جي روشني جي ٻوٽي ۾ ان جيڪا اڳڪٿي ڪئي هئي
اها اڄ ان جي شڪل ۾ پوري ٿي آهي.

پارس ثبوت لالا لجپتراءِ جي شبدن ۾:-

”اگر اسين سچ پچ ته مالڪ، آتمڪ ۽ سنسارڪ
درشٽي کان ملڪ جي ڀلائي ۾ ويل ۽ ڪنگال ٿيون ٿا ته هين
ته اسانکي ان شاگردي جو بدل (ٿيلهو) سياڻپ کان
انڪار نه ڪرڻ گهرجي جيڪو اسانکي پنهنجي گرو-وسٺ
چاهين ٿا. پر جڏهين اسين پنهنجي پراچين سڀيتا،
سنسڪرتي ۽ ان جي اتهاس کي پنهنجي اکين سان
ڏسندي پنهنجي دل ۽ دماغ سان وچار ٿا ڪريون تڏهين
اسانکي اهو وشواس ٿيڻ کانسواءِ نٿو رهي سگهي ته اسين
اڄ ڪنگال ڪڏهن رهيا نه آهيون جو ڪوبه
اسانکي ڏيوالي ۾ ويل قرار ڏئي سگهي. برخلاف انهي
اسين پنهنجن ٻزرگن کي ايترو مالا مال پايون ٿا جو اسين
ان مان ٻين کي ڪجهه ڏئي ۽ مالا مال ٿي سگهيا رهون.“*

مالڪ غلاميءَ ۾ پلجندڙ غلام جڏهين آڏاري سڀيتا
جي پوڄا ڪرڻ لڳندا آهن تڏهين ڪين پنهنجو پاڻ کي
ايترو بدلائي ڇڏيندو آهي جو پرڪرتي جي ڏانءُ، ڍنگ،
هڏن، ماس ۽ رنگ کانسواءِ انهن جي پراڻي سڀيتا جو
ڪو به نشان باقي نٿو رهي. رنگ روپ ۽ چمڙيءَ جي
معاملي ۾ سندن وس نٿو هلي، نه ته انکي به ڪنهن طرح

* (تاريخ هند - حصه دوم، صفحه ٤٠٧)

(ارادي) کان، اهو ڄاڻڻ ۾ سمجهڻ ايترو مشڪل ڪونهي.
ڇا ڪان ڪجهه تي سال اڳ اساڄين سڀني الهاس (تاريخن)
کي مسلماني حملن کان شروع ڪري انگريزن جي وڄه
(فتح) تائين ختم ڪيو ويندو هو. ان بعد جڏهن پارليه
ودوانن جو ڌيان اُن طرف ڇڪيو لڏهين ڪجه ودڪ
کوج لڳڻ لڳي ۾ انکي اُورو سڙهي يوڌڪال تائين
پهچايو ويو. ان بعد ڪجه هان هون لڳڻ لڳي سڪندر
۾ موريہ ونش جي حڪم دالسا چندرگپت تائين.پوڇي
سڀ ڪجه سمايت لڳي ويو ان کان اڳتي جڳ
نہ ڪجه هوڻي ڪول. هندوجاتي هو آراپ جڳ لڳ
چندرگپت موريہ يا مهالما بڌ ڪيو هو. ۾ پارس جي ايتري
پراچين سڀڪولي، سڀيتا ۾ الهاس کي ڪجه ڳاڻاڻي جي
والن سان تي مايي پوروڪري سکهڇيتو، ايتري ڌدر هو
رام (جو لکن سالن جو زمانو) ۾ ڪرشڻ (پنج هزار سالن
جو پراڻو زمانو) بہ ان مات کان پوري نہ وڃي سگهي.

ان ڪريئي اسالکي پڌايو ويندو آهي تہ پارس ۾ جيترا
نہ راڄائون مهاراجائون ٿيا آهن اهي گهڻو ڪري موريہ
ونش ۾ پوڌڪال جي تي ساڄي ڪابي يا اڳي پوءِ ملن ٿا.
ليڪن موريہ ونش سان نہ تہ ساري پارليہ سڀيتا جو آرلپ
ٿي ٿيو ۾ نہ انت ٿي. لڏهين بہ پگوان بڌ ۾ ان جي
پرووي ڪارن شڪي ڪجه نہ ڪيو سو پارتہ جي لاءِ تي
ڪيو. انهن جو جيون پارلہ هو، انهن جا ڪم نہ پارلہ
هوا ۾ اگر انهن جي ڪن غلطين جي ڪري خاص نقصان
نہ پهتو تہ اهو بہ پارت جوئي ڪو بہ لڏهين بہ ان لئي.

شڪشا سڀيتا جي ايڪ رنگيلن رنگروٽ هئڻ ڪانسواءِ
باقي دل ۽ دماغ رکندڙ ڀارتيه سڀيتا جا ڀڳيس انهن ڳالهين
کي پوري اهميت سان ٺڪرائيندا ئي رهندا. ڪارڻ اهو
جو هو ڄاڻن ٿا ته اسان وٽ جيڪي ڪجهه به موجود آهي
اهو سڀ پراچين بزرگن جي ڪمائي آهي ۽ اها مؤريه
وَنش کان به گهڻو پراچين آهي.
پکن ۽ مهينن کي سالن ۽ صدين سان ماپيندڙ پشچمي
اتهاسڪن اسانجي پراچين سڀيتا کي ايترو پري کان
هٽائي انهن اسانجي پيرن جي نزديڪ ئي آڻي ڇڏيو
ڪيو آهي. انکي ڏسي ڪري ئي آسانيءَ سان ڄاڻي
سگهجي ٿو ته اهو سڀ اڻ ڄاڻائي کان نه بلڪ ڄاڻي واڻي
ڄاڻي ٻجهي ائين ڪيو آهي. ان وشيه ۾ هڪ مثال ئي
ڪافي آهي. جن ماڻهن والميڪي رامائڻ کي پڙهيو آهي
انهن کي معلوم آهي ته شري رام جي ننڍي ماءُ ڀرت
جي ماتا ارٿات ڪيڪئي ڪيڪيه ديش جي راجڪماري
هئي. (اهو ڪيڪيه ديش هن وقت ڪشمير ۾ شامل
آهي.) ان سمي ڪابل ۽ قنڌار ڪيڪيه کان بلڪل الڳ
هو. بعد ۾ ڪيڪئي جي ماءُ يڌاجت پنهنجي گرو پتر
گارگيه مني کي شري رام وٽ موڪلي مدد گهري جيئن
هو انهن ٻنهي پراڻن کي پنهنجي حڪومت ۾ شامل
ڪري سگهي.*

* (والميڪي رامائڻ اتر ڪانڊ، سرگ ۱۰۰- شلوڪ
۱۳-۱۲).

ڪيڪئي جي پتا انجو ڪجھ حصو ڪيڪئي کي ڏاج ۾ ڏنو جو بعد ۾ ڀرت جي اڌڪار ۾ آيو. ڀرت جا ٻہ پٽ ٿيا. جن ۾ وڏي جو نالو **پشڪل** ۽ ننڍي جو **تڪش** هو. ڀرت انهن ٻنهي جي نالن تي ٻہ شهر آباد ڪيا ۽ انهن جي آسپاس جو سمورو ديش ٻنهي کي وراثي ۾ ننڍين حڪومتن جو بنياد وڌو. **پشڪل** جي نالي تي **پشڪلاوت** آباد ٿيو. (جيهڪي اڄڪلهہ پشاور جو ويجهو آهي) ۽ ننڍي پٽ تڪش جي نالي تي تڪششلا (جا هن وقت راولپنڊيءَ کان ٢٠ ميلن جي فاصلي تي ٽيڪسلا (Taxila) نالي سان مشهور آهي) وسائي.*

بڪل (Buckle) ١٩ صدي جي وچ ڌاري سڀيتا جو اتهاس لکيو ۽ انهن ٻنهي پرسڌ پراچين شهرن کي ٻڌرين ناڳ ونشين، وري ٻوڌين ۽ **تڪن** جو آباد ڪيل ڄڻي سچائي جو هون ٿي ٻہ بلڪ مثالي جي اُديش کي ٿي صاف ظاهر ڪيو آهي. **تڪ** جاتي اهترو نئين آهي جو تازو ڪجھ ٿي صديون اڳ پنجاب جي گکڙ لوڪن کان ڌار ڪاٺي سنڌو جي ڪنارن تي وڃي وسي. وري اٺان ۽ اڪي ڪشمير جي شڪر ورما ماري پڄايو ۽ سموري علائقي کي پنهنجي اڌڪار ۾ ڪري ورتو. تڪششلا ان کان صديون اڳ ٻوڌين جي شاهي ودياپيٺ (يونيورسٽي) ٿي چڪي هئي. ٻوڌ ساهتيہ جي انيڪ

* (الو ڪاند سرڳ ١٠١ شلوڪ ١٠-١١-١٦)

چاڪاڻ تہ ڪين سکيا ني اهڙي ني ملي جڏهن ڪري هو
پنهنجو پاڻ کان نفرت تا ڪن ۽ فخر تا محسوس ڪن
تہ اگر ايشور اسانکي يورپ ۾ پيدا ڪيو هجي ها ؟...
ڪين ٻڌايو ٿو وڃي تہ توهين انهن جهنگلين جو اولاد آهيو
جي اتر اولهہ ايشيا کان عيسوي سنہ کان ٻہ هزار ورهيہ
اڳ هندوستان ۾ آيا ۽ اصلي رهاڪن کي ماري ڪٽي
ڀڄائي ڪڍيائون ۽ پاڻ آباد ٿي ويهي رهيا . هو لکي
پڙهي ڪو نہ ڄاڻندا هوا . ماس کائيندا ۽ شراب پيئندا
هئا . جهوپڙن ۾ رهندا ، ڪيترن ني ديوي ديوتائن جي
پوڄا ڪندا هئا . سندن ڪا حڪومت ڪا نہ هئي راجا
رواجي طرح هوندو هو انکي جيئن وڻندو ڪندو هو .
ڪيتي ڪندا هئا دل خوش ڪرڻ لاءِ گيت ڳائيندا هئا
جي پيڙ پٽن کي ياد ڪرائيندا هئا ۽ اهي جڏهين لکيائون
تہ انهن جو نالو رکيائون ويد - اتيادي :-

پنهنجي ابن جي اها حالت ٻڌي ڪير پاڻکي انهن
جهنگلين جو اولاد سڏائڻ پسند ڪندو مزو اهو تہ آريہ
ورت يا هي ديش پارت اسانجو تہ آهيئي ڪو نہ ! ان
کان وڌيڪ گراوٽ ڏانهن گهليندڙ سکيا ٻي ڪهڙي
ٿي سگهندي .

ڪنهن بہ ديش يا جاتي جي وديارٿين کي سندن
ٻزرگن (ابن) جو هڙو ڪريل درجو ڏيکارڻ سان ڪين
صفحي هستي تان مٽائڻ لاءِ ڪافي آهي . ۽ خاص ڪري

أن ديش ۽ حالي، لاء حا سعسارهي جيئي آهي ۽ سيني سيتائن جو آدي ۽ مول آهي.

ان آي وڌيڪ ۽ لکي ڪاڻ مٿين ڳالهہ جو جواب هتي ڏاو ويندو، پر انڪان اڳ اهو ڏسڻ ضروري آهي ۽ ڇا ڀارت جي سيتا سيني کان لئين آهي ڇا؟ جيئن عام طرح ٻڌايو ويندو آهي.

وديارٿين لي يوناني ۽ مصري سيتا جولي ڏيکو ڪري حادو چڙهيل آهي. ۽ جڏهن کان يورپ کي يونان کان ۽ مصري سيتا ٻرائي معلوم لي آهي ۽ هو ان ڏالهن پٺي وسوخ ٿيا آهن، ۽ جيڏانهن يورپ جو رخ هوندو ته هندوستاني اُن کان اڳ الي ڀيتا ٻيا هوندا، ان ڪري مصري سيتا خاص اهميت رکندي ۽ ٻراڻي هندي پٺي آئي آهي. ان ڪري اول هتي اهو ڏيکاريو ويندو ته مصري سيتا ۽ ٻري جي ڳالهہ مصري زمين جي ٿي عمر ابتري ڪالهي جو ڀارت جي سيتا کان ٻراڻي وڃي، هارمسورٿ هسٽري آف دي ورلڊ ۾ لکيل آهي ته:-

«مصر جي زمين هرڪ سؤ ورهين ۾ ۵ انچ جي حساب سان لٺل ندي، رستي مٿي ڏڪ ڪندي آهي. هن وقت ٿانين مٿي جو جيڪو سب کان وڏو لهہ ڪنو ٿي سگهيو آهي، ان جي مونائي ٢٦ فوٽن کان ٦٢ فوٽن ٿانئن آهي. ان ڪري ۳۵ فوٽ سراسري مٽيءَ ساڻ ٿيءَ زمين ٦٠٠٠ هزار سال ۾ اڀرو ٿلهي لي سگهي هوندي

پر ان کان ٻه وڌيڪ ان کي ١٠٠٠٠ هزار ورهين جو ٿيڻ گهرجي. ان کان اڳ اتي بلڪل ئي ميدان هو ۽ بشمئين جهڙا جهنگلي ماڻهو رهندا هئا...... مصر جو لکيل اتهاس اتي جي پهرئين راج ونش (dynasty) کان شروع ٿيندو آهي، جو عيسوي سن کان ٥٥٠٠ ورهيه اڳ ٿائين وڃي ٿو ۽ ڇهين، ٻارهين ۽ ارڙهين راج ونش سان ملي ٿو وڃي. ان لکيل اتهاس جي زماني کان اڳ جو سمو ٿئو ڇئي سگهجي ته اهو ڪيترو سمو اڳ ٿائين ٿو وڃي.“*

هاڻ ان جو مطلب اهو ٿيو ته مصر جي زمين فقط ڏهه هزار ورهين پراڻي آهي ۽ اتي جي لکيل سڀيتا ته اتي جي پهرئين راج ونش کان ئي آرنڀ ٿي ٿئي جا فقط (١٩٤٦+٥٥٠٠) ٧٤٤٦ ورهين ئي پراڻي ثابت ٿئيٿي ان کان اڳ جو زمانو انڌڪار ۾ آهي. جنهن جو مطلب ڪونه ٿو رکي. ان ڪري اتي جي سڀيتا جا لکيل حوالن مان ثابت ٿئيٿي اها ٧٤٤٦ ورهين جي پراچين آهي ۽ اسانکي ٻه منظور آهي. پر اسين ڏسون ٿا ته ڀارت جي آرين جي لکيل سڀيتا ان کان به گهڻو وڌيڪ پراچين ثابت ٿي ٿئي. ڇاڪاڻ ته سڀيئي اتهاسڪار ڄاڻن ٿا ته ڀارت جي آخري شهنشاهه سمراٽ چندرگپت جي دربار ۾ يونان جو راجدوت ميگسٿينز رهندو هو ۽ هن سرڪاري

*Harms worth History of the World.
PP. 233–234

لئروري مان هڪ ولشاولي (ChronologY) حاصل
ڪئي هئي، جا هن پنهنجي ڪتاب ۾ درج ڪئي هئي.
انهيءَ طرح ان ولشاوليءَ کي اوراين ۾ لکيو هو. ان ولشاوليءَ
جي باري ۾ ميگسٿنيز لکيو آهي ته ”ان ۾ بڪس جي
وقت کان سڪندر، چندرگپت، جي وقت تائين ۱۵۴
راجائن جو شمار آهي. جن جي راڄ جو عرصو ۶۴۵۱ ورهيه
۳ مهنا آهي.“ اوراين ايترو پيو چوي ته ان عرصي ۾
ٽي دفعا پرجا اتنتر (Republic) راڄ ۾ قائم ٿيا هئا.
ان بيان کي ڪيترن ئي ودوانن ڪجهه مٽ سٽ سان پنهنجي
پنهنجي ڪتابن ۾ درج ڪيو آهي.*

*Magasthenes, the envoy of Alexander to Kandragupto (Chandragupta), King of the Gangarides, discovered chronological tables at Polybhottra, the residence of this King, which contain a series of no less than 153 Kings, with all their names from Dionysius to Kandragupto and specifying the duration of the reign of every one of these Kings, together amounting to 6,451 years which would place the reign of Dionysius nearly 7,000 years B. C. and consequently 1000, years before the old King found, in the Egyptian tables of Manetho (viz. the head of the Tinite Thebaine dynasty) who reigned 5,867 years B. C. and 2,000 years before Saufi, the founder of the Gizeh Pyramid"

(Theogony of the Hindus by Count Bjornstjerna, P. 45.)

هي بيان سمرات چندرگپت جي زماني جو آهي. **چندرگپت** کي ٿئي اڄ تائين ٢٢٦٧ ورهيه ٿي چڪا اِن ڪري ٻنهي وقتن کي ملائڻ سان (٦٤٥١+٢٢٦٧= ) ٨٧١٨ ورهيه ٿين ٿا جي مصر جي سيپتا کان (٨٧١٨- ٧٤٤٦=) ١٢٨٩ ورهيه وڌيڪ ٿين ٿا. اگر مصر جي پهرئين راجا کان ٻارهن سؤ ورهيه اڳ تائين به اتي جي سيپتا کي مڃيو وڃي ته به اها هنتي جي سيپتا کان پراچين لڳي ٿي سگهي. اِن طرح هڪ ٻئي اتهاسڪ پرماڻ سان به آرين جي لکيل سيپتا ٨٠٠٠ ورهين کان به وڌيڪ پراچين ٿي ثابت ٿئي. اتهاس جا پڙهندڙ ڄاڻن ٿا ته **دبستان** نالي ليک جي ڪشمير ۾ مليا آهن، انهن ۾ بئڪٽيريا ۾ حڪومت ڪندڙ هندو راڄائن جي نالن جي وچور لکيل آهي. اها نالن جي فهرست سڪندر تائين ٥٦٠٠ ورهين جي ثابت ٿئيٿي *

*The Bactrian document, called Dabistan (found in Kashmir and brought to Europe, by Sir W. Jones) gives an entire register of Kings, namely of the Mahabadernes, whose first link reigned in Bactria 5,600 years before Alexander's expendition to India and consequently several hundred years before the time given by the Alexandrine text for the appearance of the first man upon the earth." Ibid. P. 134

انهن راڄائن لاءِ هل صاحب لکيو آهي ته "هي
راڄائون بي ڪتڪي ني هندو هئا." *

ان مان ته مصر جي سڀيتا ڀارت جي سڀيتا کان پراچين
ثابت نٿي ٿئي بلڪ ان کان واڌوي ني ثابت ٿئي ٿي.

مٿي ميگسٿينز ڊواران ڏيکاريل هندن ونشاولي جو
ذڪر ڪيو ويو آهي اها ڪيترو صديون جي ان جو
اندازو ان مان ئي ٿي سگهي ٿو ته ان ۾ ڪيترن ئي ڏال
آهن. ان کانسواءِ ان ۾ قبل ني ڏهه پرجا تنتر راڄ جو به
ورڻن آهي، جنهن مان هڪ ته اها ڳالهه چڱي طرح ثابت
ٿي وڃي ٿي ته ان ونشاولي جا سڀ راجائون هن ئي
(ڀارت) ديش ۾ ٿيا آهن. ٻين ڪواڻي ته آرين جي
ڪتاب ٻاهران اچڻ جو به وقت ان ۾ لکيل ناهي. ٻي ته
پرجا تنتر جهڙي اُدار نيتي جو به پتو ملي ٿو، جنهن مان
آرين جي ان زماني جي اوچ سڀيتا ۾ ڪو به شڪ
نٿو رهي.

مصر جي سڀيتا جي لاءِ ودوانن جي دل ۾ جيڪا
جڳهه آهي اها انهي جي پراهڻن ۽ انهن ۾ رکيل ممي
(مردن) جي ئي ڪارڻ آهي. پر ياد رکڻ گهرجي ته انهن

*That these Bactrian Kings were Hindus in now universally admitted. (Mill's History of India, Vol. II PP. 237,238)

جي ان سڀيتا ۾ به پارس جي آرين جو ساٿ آهي. مصر
جي الهن مردن (ممين) ۾ جيڪو نيل (نير) جو رنگ
لڳل آهي ۽ الهن مردن جي ڍڪڻ ۾ جيڪا گداموڙيءَ
جي لڪڙي ڪم ۾ آندي ويئي آهي، اهي ٻئي شيون
انهي هندستان کان ويون آهن. نير ۽ گداموڙي هندوستان کانسواءِ
دنيا ۾ ٻئي هنڌ ڪٿي به نه ٿيندي آهي. انگريزي ۾
نير کي انڊيگو (Indigo) چيو ويندو آهي جنهن جي
معنيٰ هندوستاني (پارس جي) ٿيندي آهي ۽ گداموڙيءَ
کي ٽيمرنڊ (Tamarind) چيو ويندو آهي جو تمري
هند جو بگڙيل آهي.

ان نيل (نير) رنگ جو واپار مصر جي جنهن انديءَ
دوران ٿيندو هو انکي به هتي جا آريه نيل کي چوندا
هئا، جو اڳي نائيل (Nile) جي نالي سان اڄان تائين
مشهور آهي. اهو نالو نه رڳو آريه لوڪ چوندا هئا بلڪ
اهو نالوئي آرين رکيو آهي. *

ان ڪري مصر جي سڀيتا پارس جي آرين جي سڀيتا

---

*The Greek and Roman name Neilos is certainly not traceable to neither of Egyption names of the river, nor does it seem philologically connected with the Hebrew ones. It may be like 'schichor' indicative of the colour of the river, for we find in sanskrit Nila 'blue' probably especially 'dark blue' also over black as nilapanka 'black mud'- (Ency-Brit, vol. VII, P. 705)

کان براچين ڪالهي ملڪ پارٿ جي الهاس جي آخري راڄ ولش کان به نشن آهي. ان حالت ۾ ان سڀتا جي براري ويدن جي زماني ـ ان تي ڪري سگهجي.

جتوڻيڪ تاريخ کوجنائن ودوانن کي ان کان اڳتي وڌايو آهي مسٽر هيرين شا پنهنجي دنيا جي تاريخ ۾ لکيئو ته:-

گذريل ڪجهه ورهين کان مصر جي پراچينتا ۾ وشواس وڌي رهيو هو. ان جي تاريخوار الهاس جو سلسلو ته گهٽو ڪري عيسوي سنه کان ۴۰۰۴ ورهيه اڳ کان هليو ۽ ان ته هزارين ورهيه اڳ کان انهي جا ماڻهو باقاعدي جيون گذاري رهيا هئا. هاڻي موجوده زماني جي کوجنائن ۽ معلوميت پراچينتا جو اڌڪار بئبيلونيا جي سڀتا کي ڏيڻ جو پڪو فيصلو ڏنو آهي. ان کانسواءِ بئبيلونيا جي سڀتا کان اڳ اڃا به ڪجهه وڌيڪ پراڻي سڀتا الام جي آهي *

*"Egypt until the last few years has been generally regarded as having the best title to priority; its calendar was fixed in are about 4001 B. C; and for a thousand years before that it had lived a more or less settled life. But the weight of modern evidence seems to the definitely establishing a claim to a still earlier antiquity on behalf of the civilisation of Babylonia, while behind the Babylonian civilisation there seems to lie still more primitive civilisation of Elam"

(World History; P. 33 by F. G. C. Hearenshaw)

ودوانن جا اهي رايا فقط کوٽائي تي ٿا مدار رکن جيئن جيئن کوٽائي ٿيندي ويندي تيئن تيئن انهن جا رايا ڦرندا گهرندا وڃن ٿا. هندوستان ۾ به جڏهين اڃا کوٽائي ڪجهه نه لڌو هو ته هي انڪل تي اڏامندڙ اتهاسڪار پارتي سڀيتا کي ويدن جي آڌار تي ئي بنياد ڳالهه ٿاهي چوندا هئا ته آرين جي سڀيتا عيسوي سن کان فقط ٻه هزار ورهيه پراڻي آهي. پر جڏهين پارت ۾ به کوٽائي ڪندي هڙپا ۽ موهن جي دڙي مان ڪجهه شيون هٿ آيون ته سڌن اڳين دنيا خواب ٿي ويئي ۽ سڀني سڀيتائن تي هٿ صاف ڪندڙ انهن تي انڪيا. ۽ اڄ اهي ساڳيا ئي اتهاسڪار يوناني، مصري، ٻئبيلونيا، سمرين وغيره سڀيتائن کي تلانجلي ڏيندا هاڻ اچي سندو سڀيتا تي پهتا آهن ته اهائي سڀ کان پراڻي سڀيتا آهي.

سر مارشل لکيو ته: جيئن جيئن کوٽائي جو ڪم وڌيڪ ٿيندو ويو ته اهو ثابت ٿيڻ لڳو ته پارت سان ميسو پوٽاميا جو لاڳاپو فقط سڀيتا جي سمانتا جي آڌار تي ڪونه هو، ليڪن ٻنهي ديشن ۾ گهاٽي واپار بين لاڳاپن جي ڪارڻ هو. ان ڪري ئي "اندو سميرين سڀيتا" لفظ کي هٽائي ان جي جاءِ تي "سندو جي سڀيتا" رکيو ويو."*

*"With the progress of exploration, however, it has become evident that the connection with Mesopotamia

ان طرح هاڻ ودوان ٻين هنڌن تان نظر هٽائي سنڌو سڀيتا تي ٻڌل آهن. جيتوڻيڪ اسان کي موهن جي دڙي کي خاص اهميت ڪانه ٿا ڏيون. پر يورپ جي انهن ودوانن لاءِ جيڪي اهڙن ڪوڙن پر ٿي فقط اعتبار ڪندا آهن تن لاءِ اسانجا اهي ڪجهه ٻڌڻ ۽ سُرڻ جا لڪر دماغ ۾ هلچل پيدا ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن. ۽ گهٽ ۾ گهٽ اهو ته ضرور ثابت ٿي ويو ته دنيا جي ڪا سڀيتا هندوستان جي سڀيتا کان پراڻي ڪانهي.

بس! ايترو ثابت ڪرڻ بعد هاڻ سکول ۾ پڙهايو ويندڙ تاريخن جي غلط ڳالهين يعني اعتراضن جا جواب ڏنا ويندا.

الياس ۾ مٿين لوڪلي ودياٿين کي جيڪي ڪجهه پڙهايو ويندو آهي ان ۾ پڙهايو ويندو آهي ته هندوستان جا اصلوڪا رهاڪو دراوڙ، ڪول، ڀيل وغيره آهن. جڏهن آريه لوڪ آيا ته هنن انهن کي ماري ڀڄايو ۽ انهن کي داسيو ۽ داس چوندا هئا. اليادي. هندو شاگردن کي اهو زهر پيارڻ جو مقصود ڪيو ويو آهي جيتوڻيڪ اهو بلڪل

was due, not to actual identity of culture, but to intimate commercial or other intercourse between the two countries. For this reason the term "Indo-Summerian" has now been discarded and "Indus" adopted in its place. (B. H. U. Magazine, 1933)

غلط ۽ ڏوکو آھي. پر يوروپين تاريخدان جيڪي ان لاءِ
سبب ڏيندا آھن اھي ھي آھن:-
١- ويدن ۾ آريہ ۽ دسيو ٻن ذاتين جو ورڻن آھي.
٢- دسين جي ڪاري رنگ ۽ انھن جي مليڇ
(اَڻ آريہ) ڀاشا جو ورڻن آھي.
٣- انھن سان جنگين جو ورڻن آھي.
٤- ھنديءَ جا اصل رھاڪو دراوڙ، سنٿال ڀيل آھن
جن ۾ ڪارو رنگ ۽ اناريہ ڀاشا ڀاتي وڃي ٿي ان ڪري
ويدن ۾ اھو سمورو ورڻن انھن آرين ۽ اَڻ آرين لاءِ ئي آھي.
ان جو جواب ڏيڻ کان اڳ اھو ڄاڻڻ ضروري آھي
تہ ويد ايشور جو گيان آھن ۽ ھي گيان اُن سمي جو آھي
جڏھن وقت انساني پيدائش اڃا شروع ٿي ھئي. ان ڪري
ويدن ۾ ڪنھن بہ قسم جو اتھاس ڪونھي ٻين جو تہ ڇا
پر خود آرين جو بہ اتھاس ڪونھي. ان ڪري جيڪي ماڻھو
ويدن مان اتھاس ثابت ڪن ٿا اصل ۾ اھي ويدن جي
ھستين ڪي نہ ٿا ڄاڻن انھن کي جيڪر سچائي جو خون
ڪندڙ تاريخدان چئجي تہ بلڪ ٺيڪ آھي. مان چٽليندي
لوڪريان ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ تيار آھيان تہ ويد ۾ اتھاس
جي بوءِ بہ ڪانھي. جيڪي اھڙي قسم جا تاريخدان
ويد ۾ سپت سندو لفظ ڏسي سنڌ جو اتھاس يا ٻيا لفظ
ڏسي ٻيو اتھاس تيار ٿا ڪن نہ اھي اگر يوروپين آھن تہ
انھن تي اسان جو اٿين ٿي اعتراض آھي ڇاڪاڻ تہ ھ...
سنسڪرت جي مڪمل ڄاڻ نٿا رکن جڏھن ۾ ويد سا...

ڳڌ ان جي ٻين الڳن جي ان سان ڳڌوڳڌ ڄاڻ جي
ضرورت آهي؛ اهي اڻ هوندو آهن نہ. انهن لاء سواء
افسوس ظاهر ڪرڻ جي ٻيو ڪجهہ نہ ٿو لکجي. جيڪي
ٻاڻ پنهنجي سر ويدن جي اڀيا قابليت نہ رکندي بہ
يوروپين ترجمن يا انهن جي انهاس جو ترجمو ڪري
مڙيئي تاريخدان ٿا بڻجن. اهي هندوجاتي لاء اڻاڻي
خطرناڪ ڪرڙا آهن جهڙي طرح ڪچن ۾ شاندار عمارت
لاء گهن. هي لکندي مان اوڪماش تلڪ لاء ڏاڍ لکڻ
ڪانسواء نٿو رهان جنهن يوروپين ترجمن جي آڌار تي
Arctic Home in the Vedas نالي پستڪ لکي
آرين ۽ ويدن جي وشيہ ۾ هڪ ناڪام ٿيوريءَ کي جنم
ڏنو. جيتوڻيڪ سندس جيئري ئي ۽ بعد ۾ اُن ٿيوري
کي بلڪل خارج ڪيو ويو آهي. جئين مهاراج تلڪ ٻاڙ
ٿرو ۾ آرين جي پيدائش لکي آهي. سندس وقت ۾ ئي
ان جي جواب ۾ فقط مهاراشٽر ۾ ٣ پستڪ ڇپيا هئا.
بابو اُمبش چندر انهن مان هڪ هو. اهو نہ اصل ويس
ويو ۽ سائنس جڏهين جوب بعد ڪمو لکندن ٻاڻ چائين
نہ مون مول ويد نہ پڙهيا آهن. مون نہ يوروپين ودوانن
جو ڪيل انواد ئي پڙهيو آهي ۽ بابو اميش چندر سندس
اهو جواب پنهنجي پستڪ (ماوبر آدي جنم ڀومي صفحي
۱۲۴).۾ ڏني اچي ڪابي شري تلڪ مهاراج وٽ موڪلي
هئي جنهنجو ٻاڻ جواب ڪونہ ڏنائين. ان ڪري جدو

شخص ويدن کي باقاعدي نموني پراچين رشين ان جا ايم ٺاهيا آهن نه ڪي پڙهي نيسين اهو اگر ويدن مان اتهاس ثو ثابت ثابت ڪري ته هو اتهاس سان هڪ ناجائز حرڪت ٿو ڪري ۽ اخلاقي طرح اتهاس لاءِ هو مجرم آهي.

اهڙو شڏ ۽ صحيح ۽ سچو ويدن جو ودوان هن موجوده زماني ۾ مهرشي ديانند ئي ٿيو. ان جي ترجمي جو هڪ هڪ لفظ مستند ۽ سچي سند آهي *

ان جي مقابلي ۾ ويدن جو ڪو به ودوان ڪوئي اگر آهي ته اهو معتبر سند نه سمجهيو ويندو.

اصلي وشئه تي اچڻ ڪان اڳ بهتر آهي ته همت ان ڳالهه کي صاف ڪيو وڃي ته ويدن ۾ اتهاس آهي يا نه؟ يا ان جي سمجهڻ جا ڪارڻ ڪهڙا آهن.

ويدن ۾ اتهاس جي مڃڻ لاءِ به ڪارڻ ٿيا آهن. ۽ اهيئي به ڪارڻ اصل ۾ ڀرم آهن. هڪڙو ته ويدن کي ايشور جو گيان نه سمجهي انسان جو ٺاهيل سمجهڻ ۽ ٻيو ته ويدن ۾ آيل ڪيترن نالن کي سنساري ماڻهن وغيره سان ملائڻ. پهرئين ڪارڻ لاءِ ته اسان هن ڪتاب ۾ هنڌ هنڌ لکيو آهي ته ويد ايشور جو گيان آهي. ان ڪري ايشور جو گيان هئڻ ۽ سرشٽي جي آرنڀ ۾ اهو گيان ملڻ ڪري ان ۾ ڪو به اتهاس ٿي نٿو سگهي.

* ان لاءِ ڏسو ديانند سرسوتي جو امولي طور رگ ويدن آدي ڀاشيه ڀومڪا.

باقي رهيو بيو سوال ته ويدن جي ڪن ٻين جو سنساري ماڻهن وغيره سان ملائڻ. بس، اهوئي بيو خاص سوال آهي جنهن جو جواب هيٺ ڏنو ويندو.

اهو خيال رهي ته جهڙي طرح هن ٻرلوڪ جي سنسار ۾ راجائون، رشي، نديون ۽ شهر وغيره آهن. ٺيڪ تهڙي طرح ويدن موجب هڪ ٻيو به آڪاش جو سنسار آهي جنهن ۾ بلڪل ان طرح ئي راجائون، رشي، نديون ۽ شهر وغيره آهن. ويدن ۾ فقط ان آڪاش جي سنسار جوئي ورڻن آهي. جنهنڪي ڏسي ويدڪ ڪال جي آريہ رشين ٻرلوڪ جي سنسار ۾ به ساڳين ئي نمونن جي شين جا نالا اهڙا ئي رکيا جهڙا ويدن ۾. هيڏانهن پوراڻڪ ڪال ۾ ٻارهن جي ڪن ودوانن ويدن جي انهن ئي آڪاش جي ڪن رهسين کي ٻرتوي جي ماڻهن وغيره سان ڳنڍي ڇڏيو ۽ نتيجو اهو نڪتو جو اهي ماڻهو هڪ ته ويچتر ٿي ويا ۽ عدم عام جنتا . اها پراڻي فالسفي د رهيل ڪري اهو ئي ويدن ۾ الهاس جو ڀرم انهن ئي ويو.

شريمد ڀاڳوت (١-٤-٢٨) ۾ ئي لکيل آهي:-

'भारत व्यपदेशेन ह्यामना यार्थश्चद शिंतः,

ارٿات:- پراڻن ۾ ڀارت جي اتهاس جي ذريعي ويدن جو رهسيہ ئي کوليو ويو آهي.

اهوئي ڪارڻ آهي جو مهاڀارت ۾ صاف چيو ويو آهي:-

'इतिहास पुराणा भ्यां वेदं समुपवृंहयत्'

ارٿ:- اتهاس پراڻن سان ويدن جو مرم ڄاتو ويندو آهي.

اِس اهو ئي هڪ رهسيہ جو سمجهڻ جهڙو آهي ته ويدن جي رهسيہ کي دلچسپ ۽ نگ سان کوليو ويو آهي. توهان پراڻن ۾ جيڪي به اهڙيون ڳالهيون پڙهو ٿا جي منش جي ڪرڻ کان ٻاهر آهن ۽ اهي ڳالهيون عام طرح پراچين مهاپرشن جهڙوڪ رام ۽ ڪرشڻ ايشور سمجهي انهن سان ملايل آهن ۽ چيو ويندو آهي ته رام ۽ ڪرشڻ کي ايشور جو اوتار هجڻ ڪري اهي ڳالهيون هنن شڪتيءَ سان ڪيون هيون. پر اها مورکتا آهي. حقيقت اها آهي جا خود پراڻن ۾ ئي لکيل آهي ته اهي سڀ ڳالهيون ويدن جي رهسيہ کي کولڻ لاءِ آهن.

مثال طور ويدن ۾ راجا **پُرُروا** جو ورڻن آهي. پرروا چندرونش جو مول پرش آهي. جو پرٿويءَ جو آهي. هوڏانهن ويدن ۾ پرروا ۽ اُروشي جو ورڻن ڏيئي هڪ النڪار جو امواو پڌايو ويو آهي. ويدن ۾ اهو پرروا سورج آهي ۽ **اُروشي** هڪ **ڪِرڻ** آهي (اصل شڌ لفظ ڪرڻ يعني ڪرڻو يا ڪرڻا آهي ان ڪري هت هر جسگهه **ڪرڻ** (جنس مونث) ڪري لکيو ويندو جو ڪرڻو يا ڪرڻا سمجهڻ گهرجي) ۽ ٻئي اگني آهن.

اهو مشهور آهي ته راجا اندر جون انيڪ اپسرائون

هجون. انهيءَ ۾ سورج (سج) جو نالو آهي ۽ اپسرائون
ان جون ڪرڻون آهن. انهن مان هڪ ڪرڻ ۾ اروشي
به هڪ ڪرڻ آهي. اول ڏسو ته ويد ۾ **پرورا** ۽ **اُروشي**
۽ **آيو** ٻنهي کي اگنيءَ جي نالي سان سڏيو ويو آهي.
يجرويد (٥-٢) ۾ اگنيءَ کي مخاطب ڪري چيو ويو آهي:-

"تون **اُروشي** آهين، تون **آيو** آهين، تون **پرورا**
آهين. توکي گائتري، ترشٽپ ۽ جگتي ڇندن مان ولوڙي
ڪڍان ٿو."

هتي **آيو** شبد خاص ڌيان ڏيڻ جهڙو آهي. اهو مشهور
آهي ته پرورا ۽ اُروشيءَ مان آيو نالي پٽ ڄائو. هتي
اُروشي ۽ پرورا اگني چيا ويا آهن. اگني مان اگني ٿي
اُٿي لڳندي آهي ان ڪري اهي ٻئي اگنيون مان پيدا
ٿيڻ وارو هيءُ **آيو** نالي ٽين اگني به اگني ئي آهي.
اهوئي آڪاش جي مسار جو وانر (chronology)
آهي. اگني ئي سورج آهي ۽ اگني ئي ان جون ڪرڻون
آهن. هن منتر ۾ صاف حل آهي:-

सूर्यो गन्धर्वं स्तस्य मरीचयोऽप्सरसः। (यजु० १७।३६)

ارٿات:- سورج ئي گندرو آهي ۽ ان جون ڪرڻون ئي
اپسرائون آهن.

يجرويد (١٥-١٥ ۽ ١٩) ۾ ٻن اپسرائن سان گڏ
اُروشي ۽ مينڪا به اپسرا چيون ويون آهن ۽ جيئن مٿي
لکيو ويو آهي ڪرڻون ئي اپسرائون آهن ان طرح هي
به آهن.

بعد ۾ اهائي ڳالهه چاڪاڻ ته سوريه ني راجا اندر آهي ۽ سج جون ڪرڻون ني ان جون اپسرائون يعني پريون آهن ۽ ڪرڻون آڪاش مان هيٺ اينديون آهن ان ڪري ان آڌار تي ڪهاڻيون ناٽڪون وغيره يعني راجا اندر ۽ ان جون پريون يا اندر سڀا ناٽڪ. انهن ناٽڪن ۾ جو لال پري ۽ سبز پري پڌايو ويندو آهي اهي سڀ سوريه جي ڪرڻن جا رنگ آهن چاڪاڻ ته سوريه جي ڪرڻن ۾ سڀ رنگ آهن ۽ انهن ني ستن خاص ڪرڻن کي سپت سندو ۾ چيو ويو آهي.

ڪيترن ڏيهن جي کوجنا ڪانهوءِ يورپين ودوان ۾ هاڻ ان نتيجي تي پهتا آهن. پروفيسر مئڪسمولر چويٿو:-

”هيءَ پرروا ۽ اُروشيءَ جي ڪٿا، اُس ۽ سوريه کي الڪارڪ ڀاشا ۾ ورنن تي ڪري.“*

رگ ويد جي جنهن سوڪت ۾ اُروشي ۽ پرروا جو ورنن آهي ان جي هڪ منتر ۾ چيو ويو آهي.

'अन्तरिक्षप्रां रजसा विमानी मुपशि चाम्युर्वशी

वसिष्ठः (ऋ०।६५।१७)

ارٿات:- ”مان وسشٺ (سوريه) آڪاش ۾ ڪهمندڙ اُروشيءَ کي پنهنجي وس ۾ رکان.“

هاڻ ته بلڪل صاف ٿي ويو ته آڪاش ۾ ڪهمندڙ شيءِ ڪاڏهين منش نٿي ٿي سگهي.

---

*(Selected Essays, Vol. 1, P, 408)

پروفيسر گلڊنر، روٿ، گولڊ سٽڪر ۽ ميور وغيره
ودوان به انهن تان چون. گرفت صاحب رگ ويد جي ڏهين
منڊل جي ٩٥ سوڪت جي نوٽ ۾ ڄاڻائي ٿو:- ”مئڪسمولر
جي مت سان هيءَ اُس ۽ سوريه جو ورڻن آهي ۽ ڊاڪٽر
گولڊ سٽڪر جي مت سان هيءَ پرڀات ڪال ۽ سوريه جو
ورڻن آهي.“ *

هاڻ پوري طرح ثابت ٿي ويو ته راجا پرروا ۽ اُروشي
پرٿوي جا راجا يعني پرروا مهاراجا منوءَ جي پرروا جو
ورڻن ويدن ۾ ڪونهي پر آڪاش جي راجا پرروا يعني
سوريه جو ورڻن آهي جنهن جو اتهاس سان ڪوبه واسطو
ڪونهي. پر پوراڻڪن ان الڪار کي راجا منو جي پرروا
سان ڳنڍي اتهاس ۾ پيدا ڪري ڇڏيو.

ٻي هڪ ڪٿا اگستيه رشيءَ جي مشهور آهي ته هو
سمنڊ کي پي ويو...... وغيره. اها حقيقت هيءَ آهي
ته اگستيه نالي تارو مشهور آهي جو برسات جي پڇاڙيءَ
۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ان جي ظاهر ٿيڻ تي برسات
بند ٿي ويندي آهي. بس ان ڳالهه تان اهو ناهيو ويو ته

---

*Maxmuller considers the story to be one of the vedas which express the correction of the dawn and the sun. According to Dr, Gold stucker, Urvasi is the morning mist which vanishes away as soon as Pururava, the sun, displays himself,

اگسٽ رشي يعني پرٿوي جو مدش آهي جو سمنڊ کي
پي ويو، ۾ اصل ڳالهه اهائي آهي ته اگسٽ آڪاش جو
تارو جنهن جي اڀرندي برسات بند ٿي ويندي آهي.
ڳوسائين تلسيداس پڻ پنهنجي راماين ۾ لکيو آهي:-

'उदय अगस्त पन्थ जल सोखा,

ارٿات:- اگسٽ (تاري) جي اڀرڻ تي جل سڪي
ويندو آهي.“ يعني برسات بند ٿي ويندي آهي يا
الڪار ۾ ائين سمجهو ته سمنڊ (جل) پي ويو.

**ايوڌيا!**

اٿرو ويد ۾ ايوڌيا جو ورڻ اچڻ ۾ ان جو مطلب
ان (موجوده) ايوڌيا سان ڪونهي جنهن کي راجا اڪشواڪو
وسايو هو. ته سو ويد جي ايوڌيا جو ڪهڙو اهڙو ورڻ آهي:-

अष्टचक्रा नवद्वारा देवानां पुरयोध्या ।
तस्यां हिरण्ययः कोशः स्वर्गो ज्योतिषा वृतः ॥
तस्मिन् हिरण्यये कोशे त्र्यरे त्रिप्रतिष्ठिते ।
तस्मिन् यद यक्षमात्मन्वत् तद्वै ब्रह्मविदो विदुः ॥

( अथर्व ० १०।२।३१-३२ )

ارٿات:- ”اٺن پاسن ۽ نون دروازن واري ديونگري
ايوڌيا آهي. ان ۾ هرڻيه ڪوش آهي جو سورڳ جي
جوتي سان پرڪاشمان آهي. هن ٽن آرن ۽ ٽن پرتشٺا
يڪش، آتما جي طرح ويٺو آهي جنهن کي برهم ود لوڪ
ڄاڻندا آهن.“

ڪھڙي ايوڌيا آهي؟ ڪھڙو نہ اُم ورڻ ۽ ڪھڙي هيءَ شريرروپي لڪري آهي. اُن شرير روپي لڪريءَ جو ٽي ويد ۾ ورڻ آهي. پر ان کي ۽ اتهاس سان ملايو ويو آهي. چيائين تہ آريہ راجا اڪشواڪو هڪ شهر آباد ڪيو هو ۽ ان جو نالو ويد جي آڌار تي هن ايوڌيا رکيو. هيڏانهن موجوده اتهاسڪارن ويدن جو رهسيہ نہ سمجهي ۽ ويد ۾ ايوڌيا ڏسي اهو سمجهيو تہ ايوڌيا جي آباد ٿيڻ کانپوءِ ئي ويد ۾ ان شهر جو ورڻن آيو هوندو. پر حقيقت اها آهي تہ ايشور ويد ۾ منش جي شرير جو ورڻن اُن سندر اصولي ڪيو آهي ۽ ان کي ايوڌيا چيو آهي. اُن ورڻن کي ڏسي ڪري ئي ان اصولي جو بنائي اون دروازن سان مهاراجا اڪشواڪو شهر آباد ڪري اُن جو نالو بہ ايوڌيا رکيو. جيئن موجوده جئپور شهر بہ ان ئي سڌانت موجب نون دروازن سان ٺهيل آهي. جو سوائي جئسنگهہ مشهور جوتشي جي صلاح سان وڏيءَ سان ٺهرائي وسايو هو.

ان طرح متي ٿورو اصولي طور راجا، رشي ۽ شهر جو ورڻن ڪري ڏيکاريو ويو تہ ويد ۾ اتهاس ڪونهي فقط رهسيہ کي نہ سمجهڻ ڪري اهو ڀرم ٿيو آهي. ان ڪري هاڻ باقي ندين لاءِ لکيو ويندو ۽ خاص ڪري سپت سندو لفظ تي بحث ڪيو ويندو ڇاڪاڻ تہ اهو خاص لفظ آهي جنهن جي آڌار تي ان ناڪام ٿيوريءَ کي گهڙيو ويو آهي تہ ويدن ۾ اتهاس آهي ۽ آرين اول سپت سندو

يعني سنڌ ۽ پنجاب ۾ آبادي ڪئي. ۾ توهان ڏسندا ته ويدن ۾ ان جي اوڻ ۽ ڪانهي.

### سپت سنڌو

ويد ۾ سپت ۽ سنڌو شبد آهن ۾ اهي هر هنڌ سنن الدين، واٽي ۽ سوريه جي ڪرڻن لاءِ ئي ڪم آيل آهن. ۾ اوي ۽ جي ڪن سنن الدين لاءِ بلڪل نه. جهڙي طرح سنن الدين (نه اکيون ٻه ڪن، ۽ اڪ (جا سوراخ) ۽ هڪ منهن، سان سرکي سپت سنڌو چيل آهي ۽ جهڙي طرح سنن ڪرڻن ڪري آڪاش سپت سنڌو آهي تهڙي طرح سنن ندان سان سپت سنڌو ديش ۽ ئي سگهيٿو. ۾ ڀارت ورش کي يا ان جي ڪنهن پرانت کي آرين سپت سنڌو جي نالي سان ڪونه پڪاريو. پنجاب ته ظاهر پنجن ندين سان نهيو آهي. رهيو سنڌ. اهو به اڄ تائين فقط سنڌ ئي سڏبو آهي. ڪنهن به ان کي سپت سنڌو ڪڏهين ڪونه چيو آهي نه ڪوهن وقت ئي ڪو چويٿو. پارسي ساهتيه ۾ سپت هند لفظ اچيٿو ۾ ڪنهن کي به خبر ڪانهي ته اهو ڇا آهي؟ ۽ ڪٿي آهي؟ هاڻ اسين ويد جي آڌار تي ڏيکاريون ٿا ته اصل ۾ سپت سنڌو ڇا آهي؟

رگ ويد ۾ لکيل آهي:-

या सूर्यो रश्मिभिराततान याभ्य इन्द्रो अरदद्गातुमूर्मिम ।
तेसिन्धवो वरिवो धातनानो यूयंपातस्वस्तिभिः सदा नः ॥
(ऋ०७।४७।४)

ارٿ- ”سوريہ جي ڪرڻن سان ڦهلائيندڙ جن سان اندر، ترنگ (Vibaration) پيدا ڪندو آهي. اهي سنڌو نديون اسانجو ڪلياڻ ڪن.“

هتي صاف ظاهر ٿي ويو ته هي اهي نديون آهن جن دواران ڪرڻون ڦهلجنديون آهن ۽ جن سان ترنگ پيدا ٿيندا آهن. موجوده وگيان سڌ ڪري ڇڏيو آهي ته ايٿر تت دوارا ڪرڻون اينديون آهن ۽ ترنگ پيدا ٿيندا آهن.

سوريہ جون خاص ڏهہ ڪرڻون آهن انهن ۾ ست ترڇيون آهن. انهن ستن لاءِ رگ ويد (۲-۱۲-۱۲) ۾ لکيل آهي:-

'यः सप्तरश्मिर्वृषभस्तुविष्मानवासृजत्सर्तवे सप्त 'सिन्धून्

ارٿ- جنهن سوريہ، ستن ڪرڻن سان سپت سنڌوئن کي ريڳائيندو (آواز اُٿس ڪندو) آهي.“

پڻ هنڌ رگ ويد (۵-۵۱-۷) ۾ صاف لکيل آهي:-

'निम्नं नयन्ति सिन्धव,

ارٿ- ”نديون (ڪرڻون) هيٺ اينديون آهن.“

بس! ظاهر ٿي ويو تہ مٿي کان هيٺ اچڻ واريون ۽ ايٿر ۾ ريڳڻ واريون نديون ڪرڻن کانسواءِ ٻيو ڪجهہ ٿي نٿيون سگهن. ۽ اهي سنڌ پنجاب جون نديون تہ ملڪ آڪاش جون نديون يعني سوريہ جون ڪرڻون آهن.

هڪ خاص مڙي ٿوڙي ڳالهہ اها آهي تہ جڏهن سپت سنڌو ديش ۾ پهريان آريہ رهندا ۽ ان جو ورڻن تہ ويد ۾ ڪيو

ارٿات- "سوريه جون ڪي ڪرڻن سان ڦهلائيندو جن سان اِندر، ترنگ (Vibaration) پيدا ڪندو آهي، اهي سنڌو نديون اسانجو ڪلياڻ ڪن."

هتي صاف ظاهر ٿي ويو ته هي اهي نديون آهن جن دوارا ڪرڻون ڦهلجنديون آهن ۽ جن سان ترنگ پيدا ٿيندا آهن. موجوده وگيان سڌ ڪري چڪو آهي ته ايٿر تت دوارا ڪرڻون اينديون آهن ۽ ترنگ پيدا ٿيندا آهن.

سوريه جون خاص ڏهه ڪرڻون آهن انهن ۾ ست ترڇيون آهن. انهن ستن لاءِ رگ ويد (٢-١٢-١٢) ۾ لکيل آهي:-

'यः सप्तरश्मिर्वृ ष भस्तुविष्मानवा सृजत्सर्तवे सप्त 'सिन्धून्

ارٿات- جيڪو سوريه، ستن ڪرڻن سان سمت سنڌون کي ويڪانيندو (آواز اُٿن ڪندو) آهي."

ٻي هنڌ رگ ويد (٥-١٥-٧) ۾ صاف لکيل آهي:-

'निम्नं नयन्ति सिन्धव,

ارٿات- "نديون (ڪرڻون) هيٺ اينديون آهن."

بس! ظاهر ٿي ويو ته مٿي کان هيٺ اچڻ واريون ۽ انهن ٿي ويڪڙ واريون نديون ڪرڻن کانسواءِ ٻيو ڪجهه ٿي نٿيون سگهن. ۽ اهي سنڌ پنجاب جون نديون ته ملڪ آڪاش جون نديون يعني سوريه جون ڪرڻون آهن.

هڪ خاص مزي جهڙي ڳالهه اها آهي ته جنهن سمت ديش ۾ پهريان آريه رهيا ۽ ان جو ورڻن ته ويد ۾ ڪسو

جيئن انهاسڪار ڄاڻين ٿا ته جيئن ايم آهي ته هر جائي
پنهنجي ديش جي سموري پيدا وار جو ورنن به ضرور
ڪندي آهي. اُن طرح آرين نه ڪيو. انهاسڪارن جي
راءِ موجب ته آرين ويد ۾ سپت سندو لکيو آن ڪري
پنجاب ۽ سنڌ ۾ رهندا هئا ته هن پنجاب ۾ ٿيندڙ خاص
مکيه شيءِ ڪپهه جو ورنن ني ڪونه ڪيو آهي. جڏهين ڪ
اُٺ ۽ ڪتن جو به ورنن آهي، باقي ڪپهه جو ذڪر ني
ڪونهي ۽ خاص ڪري جڏهن ڪ اهو معلوم ٿو وڃي ته
”ويدڪ ڪال ۾ ڪپهه جي به کيتي ٿيندي هئي.“*
پوءِ اهڙي ضروري ۽ روزانو ڪم ايندڙ شيءِ جو الو به
ويد ۾ ڪونهي. اهڙي ئي نه ٻلڪ روزانو ضروري ڪم ايندڙ
ٻي لوڻ جهڙي شيءِ ۽ ان جو الو به ويد ۾ ڪونهي.
۽ جڏهين انهاسڪارن جي چوڻ موجب آريه لوڪ سپت
سندو (پنجاب) جي لوڻ واري علائقي (Salt Range)
۾ رهندا هئا ليڪن رگ ويد ۾ انجو ذڪر به ڪونهي.“
عجب جهڙي ڳالهه آهي جنهن علائقي ۾ هو رهيا ا

*A fact which implies cultivation of the cotton plant
...ree probably in Vedic times. (Vedic India, P. 306)
Of the minerals in Sapta-Sindhu no intention is
of salt in the Rig-Veda, although the salt-range
in the very heart of the country.

(Rig-Vedic India, P. 88)

جي تمام ضروري شين جو نه نالو نه ڪوله پنهنجي گرنٿ ۾ لکيائون باقي مٿي جو سور پين سمت سنه وجوه جيڪو ويد ۾ گهڻو ڪري جدا جدا يعني سمت جدا سنه وجدا ڪم آيل آهي. اصل ۾ انهاسڪارن لٺ پنهنجو الؤسدو ڪرڻ لاء اوت پٽانگ پنهنجي مرضي سان آرين جي الهاس کي خراب ڪيو آهي ؛ ويدن جهڙي ڀولو گرلٿ سان ناجائز هٿ چراند ڪئي آهي.

ان طرح اهو ثابت ٿي ويو نه سمت سنه وڪهن ديش جو نالو نه آهي. اگر هجي ها، آرين پنهنجي ديش جو نالو سمجهي رکيو ؛ ورلن ڪيو هجي ها نه ضرور انهن بن شين جو نه وولن اچي ها ۾ ويد ۾ ڪٿي به لوڻ ؛ ڪٿهه جو ذڪر ڪولهي. ان ڪري ثابت آهي ته سمت سنه وڪو براوي؛ جون سمت ندين نه ٿي ڪري آڪاش جي سورنه جون سمت خاص ڪوٺون آهن ؛ مٿان ڪان هيٺ اجڻ ڪري انهن کي ندين جي روپ ۾ چيو ويو آهي. جنهن جي النڪار ؛ رهسيه کي نه سمجهي جيئن مٿي پرروا اگست ؛ ابوڊيا کي غلط سمجهي ويد ۾ اتهاس جو ۾ڙم ڏيکاريو ويو آهي تيئن هي نه آهي. اصل ۾ سنڌ يا پنجاب جو ويد سان ڪوبه واسطو ڪونهي اڪو ڪو ان جو ورلن آهي سنڌ ديش نه آرين بعد ۾ گهڻو پوءِ وچي آباد ڪيو. سڌو سنڌ ۾ آڌامي اچي ڪوله وينا.

س! ان طرح ثابت ٿي ويو نه ويدن ۾ ڪجهه به اتهاس

ڪونهي. اهو فقط ويدن جي رهسيه کي نه سمجهڻ جي
ڀرم جو ثبوت آهي جو انهن اندر اهي رهيو آهي. اصل ۾
ويد ايشور جو پوتر گيان آهي. جو ايشور سرشٽيءَ اڳين
رشين کي ڏنو جڏهن اتهاس جو پرڏوئي اڃا
سٽيج تي ڪونه آيو هو.

اهو ڄاڻڻ بعد ته ويدن ۾ اتهاس بلڪل ڪونهي. هاڻي
مٿين اعتراضن جو جواب ڏنو ويندو.
ان طرح جيئن مٿي لکيو ويو ته آرين ۽ اڻ آرين جي
لاءِ ودوان اهي سبب ٿا پيش ڪن. هاڻ اهو ڏسڻ جي
ضرورت آهي ته اهي سبب ڪيتري قدر صحيح آهن.
سڀ کان اول ڏسڻو آهي ته:-

١- آرين جي ٻاهران (اتر اولهه ايشيا کان هندوستان
۾) اچڻ ۽ انهن کان اڳ هتي جي اصلوڪن رهاڪن جي
باري ۾ ڪهڙا پرماڻ آهن؟

٢- دسين (اڻ آرين) جي رنگ، روپ، ڀاشا ۽
جنگين جو ويدن ۾ ڪهڙو ورڻن آهي؟

٣- اصلوڪن رهاڪن جي اصليت ۾ ڪهڙو راز آهي؟ هاڻ
انهن ٽن ئي جملن ۾ سڀ مطلب پورل آهي.

پهريون سوال آهي ته ڇا آريه لوگ ٻاهران آيا؟
ان سوال جي لاءِ آريه جاتيءَ جو ساهتيه ئي سچي
شهادت ڏئي سگهي ٿو. ڄاڻڻ ته اها ڳالهه پوريءَ طرح
سڌ ٿي چڪي آهي ته ويد ڪ ساهتيه (ويد) کان پراڻو

ساهتيہ آرين جي ڪٿهن ۾ شڪ وجهه ڪرائي. ان ڪري
سڀ کان اڳ اهو ڏسڻو آهي تہ آرين پنهنجي
ساهتيہ ۾ ڀارت ۾ اچڻ جي باري ۾ ڇا لکيو آهي؟ ۽
**آرين پنهنجي سموري ساهتيہ ۾ ڪٿي بہ ڪونہ**
**لکيو آهي تہ هو ڪٿان ٻاهران آيا.** آرين کي
ودیشي ثابت ڪندڙ (اهو ثابت ڪندڙ تہ آريہ لوڪ اتر
اولهہ ايشيا کان ڀارت ۾ آيا) ودوانن ۾ مسٽر ميور
(Muir) مشهور آهي. هو آرين جي سموري ساهتيہ کي
ڪافي عرصي تائين اٿلائي پٿلائي بعد لکيو تہ:-

”جيتري قدر مونکي معلوم آهي سنسڪرت جي
ڪنهن بہ پستڪ مان خواہ ڪيترن پراچين پستڪ جي
حوالي مان اها ڳالهہ ثابت نہ ٿي تہ ٻاهرواسي ڪنهن
ٻئي ديش کان آيا.“*

ڇڪوا آرين جي ساهتيہ مان نہ سهي، اصلي رهاڪن
جي ئي ڪٿهن ڪٿا مان اها ڳالهہ ثابت ٿئي تہ آريہ لوڪ
ڪٿان ٻاهران آيا؟ ڪن جهنگلن ۾ پڇائي ڪئي. چاڪاڻ
تہ هو پراچين جاتيءَ جي ان ڏس ۾ ڪا نہ ڪا ڪٿا موجود
آهي تہ هو اصل ڪٿان آيا. جهڙوڪ يونانين جو ڪرپت،

*That so far as I know none of the Sanskrit, not even the most ancient, contain any distinct reference or allusion to the foreign origin of the Indians.

(Muir's Sanskrit Text Book, Vol. II, P. 32"

مصرين جو پدمت ۽ چيين جو آهـ ـنو.
ان طرح هرهڪ ديش جي ڏند ڪٿا ۾ وجود آهي ته
هو فلاڻي ديش کان آيا يا فلاڻا، سندن آدي پرش آهي.
جنهن مان سندن اصليت جي خبر لڳي ٿي. پر دراوڙ
جن کي اصلي رهاڪو چيو ٿو وڃي تن ۾ ڪا به اهڙي
ڏند ڪٿا يا ساهتيہ جي ثابتي ڪانهي. اجا تائين ته ڪنهن
به ڪا ڪوجي ڪئي آهي. الڪانسواءِ اگر آرين کان اڳ
ڪول ۽ دراوڙ هتي جا اصلي رهاڪو هجن ها ته سندن
ڀاشا ۾ هن ديش جو ڪو نالو ضرور هجي ها. پر اڄ آرين
جي ٻوليءَ ۾ آريہ ورت ۽ ڀارت ورش نالن کان اڳ جو
ڪو به نالو ڪونہ ٿو ملي. ان مان ته اها ڳالهہ بلڪل
اڌامي ٿي وڃي ته هتي ڪو آرين کان اڳ دراوڙ وغيره
رهندا هئا.

ڪجهہ وقت کان پڙهيل لکيل دراوڙن پنهنجو ڪجهہ
اتهاس لکڻ شروع ڪيو آهي. پر هنن پنهنجو اتهاس
ڪن اڄ آريہ نالن سان شروع نہ ڪري **اگستيہ ۽ ڪٺو**
وغيره رشين جي چرتن کان ٿي شروع ڪيو آهي اگستيہ ۽
ڪٺو تہ خاطري سان آريہ نالا آهن. اتهاس جي آرنڀ ۾ انهن
نالن جي هئڻ سان تہ اها ڳالهہ بلڪل صاف ٿي ٿي وڃي
تہ دراوڙن کان اڳ بہ هتي آريہ ٿي رهندا هئا. ان وشئہ
تي هڪ دراوڙ پنڊت مدراس پرانت جو لکيتو تہ ـــ
”دراوڙن جي ڀاشا، روپ، وشواس، ڌرم ۽ اتهاس مان
معلوم ڪي پوري خاطري ٿي ويئي آهي تہ هو عيسوي سنہ

ته هو آريه ورت کان ويا يا سڀني آدي پرش منو آهي. جهڙوڪ يونانين جي چوڻ موجب سڀني آدي پرش **منوس** (Minos) يعني مهاراجا منو آهي ۽ هو ڪريٽ يعني ڪئليڪٽ (ڀارت) کان آيو. مصرين جي چوڻ موجب هو **پنت** ديش کان اچي اتي آباد ٿيا يعني ڀارت جي پنديه ديش کان. رومن ساهتيه انوسار پراچين رومن **سٽرن** ۾ وشواس رکندا هئا ۽ پارثي ساهتيه ۾ منوء کي **سنيورت** ۽ چيو ويو آهي ان ڪري رومن وشواس موجب ۾ سڀني آدي استان ڀارت آهي. جرمني ساهتيه انوسار سڀني آدي پرش **مانس** (Manus) آهي جو ۽ منو جو بگڙيل آهي. بئبلون ساهتيه انوسار سڀني آدي راجا **اُڪسي** آهي جو ۽ منو جو اولاد اکشواڪو آهي. چيني ساهتيه انوسار سڀني آدي پرش **آهم**-يو آهي جو منو جي ونش جو راجا **آيو** آهي.

ايران ۾ ته اچا تائين پڙهايو ويندو آهي ته هو آرين جو اولاد آهن ان طرح نسبت ان جي ته آرين خود پاڻ لاء لکيو هجي ته اسين ڪٿان ٻاهران آيا آهيون يا ڪنهن بيء آرين جي شاخ ائين چيو هجي ته آريه اسان کان جدا ٿي ڀارت ۾ ويا، اهو هر ملڪ ۾ ڀالو وڃيٿو ته هو پاڻ ڀارت مان ويا ۽ مهاراجا منو جو اولاد آهن. ان ڪانسواء جل پلاون (Deluge) جي ڪٿا جنهن کي طوفان نوح يا نوح جو طوفان چيو ويندو آهي اهو ب دنيا جي هر ملڪ

"مون رگويد جي دسيو يا اسر آدي نالن کي اڻ ڪري ڏٺو ته اهي اڻ آرين جي لاءِ (ڪم آيل) آهن يا اصلي رهاڪن جي. پر مونکي ڪو به نالو ڪونه مليو جو ان قسم جو هجي."‡

پروفيسر ميڪسمولر چوي ٿو:-

"دسيو جو ارٿ فقط شترو (دشمن) آهي."**

مئڊم راگوزن لکي ٿي:-

"دسيو جو ارٿ فقط ماڻهو آهي؛ ايرانين جي اوستا پستڪ ۾ انهن جو دهيو شبد (س جو هه ٿي) ان ئي ارٿ ۾ آيو آهي."†

زند اوستا جي ان پرماڻ سان راگوزن (A. Ragazin).

‡I have gone over the names of the Dasyus or Asuras mentioned in the Rigved with the view of discovering whether any of them could be regarded as of non-Aryan or indigincus origin, but I have not observed any that appear to be of this character.

(Eanskrit Text Bcok, Vol. II P. 387)

**'Dasyu simply means enemy.'

(Last Results of the Turanian Research, P. 344)

†Dasyu meaning simply people, a meaning which the word under the Iranian form 'Dahyu retain all' through the Awasthx and Akhaeminian Inscription.

(Vedic India, P. 113)

اصل ۾ آريہ آهن. جن مان پوءِ سڀ، دنيا ٿهي آهي.
اهي آدم انسان يعني آريہ لوڳ ڪيتري عرصي تائين
هماليہ جي ان ٽڪري تي ٿي رهيا جتي سندن اول اتپتي
ٿي. پر آبادي وڌي وڃڻ ڪري اهي هماليہ تان ٽورو
هيٺ لهي زمين جي تلاش ڪئي. جنهن رستي کان هو
هيٺ لٿا ان رستي جو نالو هنن هردوار (هر = هماليہ ۽
دوار = رستو) رکيو. هتي اچي هو ڪي ڏينهن رهيا
پر جهنگلي آب هوا جي ڪارڻ سڀ بيمار ٿي پيا ۽ وري
پنهنجي اصلي استان ڏي هليا ويا ڪي. سمي بعد هو وري
هتي آيا هن دفعي هنن هتي جي جهنگلن کي ڪاٽي
ديش کي آباد ٿيڻ جي لائق بڻايو ۽ هردوار، ڪروڪشيتر
ارٿات سرسوتي ندي کان وٺي اوير جي گنگ کي لڳي
(جنهن کي سدا نير ۽ درشدوتي چيو ويندو آهي) تائين
جهنگلن کي جلائي آباد ڪيو ۽ ان آباد ديش جو نالو
**برهما ورت** رکيو. ان کان اڳتي جي ديش جو نالو وديهہ
رکيو ارٿات لڄن يعني غير آباد زمين. *
ان اتهاس مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان کان اڳ هتي ڪوہ
نواس ڪولہ ڪندو هو. اگر آبادي هجي ها تہ جهنگل
نہ جلائڻا پون ها ۽ ديش جو نالو وديهہ (غير آباد) نہ رکڻو
پوي ها.

* (شت پت براهمڻ ڪانڊ ۱- اڌيائي ۴- براهمڻ ۱
شلوڪ ۱۴ ۽ ۱۷).

جن دسبن کی اصلي رھاڪو چيو ويندو اھي جنگ ڪري جاٿندا ھتا سندن وڏا شور ھوا. واپاري ھتا. اھڙن ماڻھن جھنگلن ۾ ٿي رھايش ڪئي ھجي اھو ممڪن ناھي. چاڪاڻ تہ ڪول ڀيل وغيرہ تہ جھنگلن ڪاڻ ۾ اڄ ڏاڻين ۽ تمام مضبوط آھن. ۽ آرين جي متعين وطن مان پالو ويندو تہ آرين کان اڳ ڪنھن جي آباد ٿيڻ لائق استان ٿي نہ ھو.

ان طرح نہ نہ ھتي آرين کان اڳ ڪنھن جي آباد ٿيڻ جو پتو ٿو لڳي ۽ نہ ٿي ھتي ڪو ڦاتح (آريہ) ۽ مفتوح (اڻ آريہ) ھو. پشچمي ودوانن جي ان واعتبات ٿيوري جي سخت مخالفت ڪندي مشھور ودوان نشيلد نہ صاحب لکيو:—

”پارلين ۾ آريہ فاتح (مثھ ڪول) ۽ اصلي رھاڪن جھڙا ڪي بہ ورباڱ ڪو ناھن. اھي ورباڱ بلڪل وچھڙائي جا آھن. ھتي تہ سيني ڀارلبہ جاتين ۾ بلڪل ايڪتا (ھڪجھڙائي) آھي براھمڻ کان وني رستو بھار ۽ ھنڊ ۾ ڀيڱن ڏاڻس جو روپ، رنگ ۽ رت ھڪ جھڙو ٿي آھي.“ *

---

*There is no division of the people as the Aryan conquerors of India and the aborigins of the country. that division is modern and that there is essential unity of the Indian races. The great majority of Brahmins are not of lighter complexion or of finer or better red

ايترين ثابتن هوندي نہ معلوم ڪهڙي آڌار تي چيو ته وچ ته آريہ لوڪ ڪٿان ٻاهران آيا ۽ هتي جا رهاڪو ڀيل دراوڙ آهن. ڇا ان جو اهو مطلب ڪولهي تہ فقط هندو ودياٿين کي پنهنجي ديش ۽ سيپتا کان نفرت پيدا ڪرائڻ لاءِ هي شيطاني جار پکيڙي ويئي آهي ۽ اها اتهاس بہ دوکيبازي جاٽي ٻجهي ڪئي ويئي آهي.

ان بعد هاڻ ان اعتراض جو جواب ڏاو ويندو تہ دسين (اڻ آرين) جي رنگ، شڪل، ڀاشا ۽ جنگين جو ويدن ۾ ڪهڙو ورڻن آهي جنهن جي آڌار تي هن بيهودي نيهري کي کڙو ڪيو ويو آهي:-

هڪ شخص پياز ڪندي پنهنجي يار کي چيو "هي ڏاڍو شيطان آهي." ان ڳالهہ تي پاسي ۾ ويٺل سندس دوست چيو نيڪ آهي ان جو ورڻن تہ باٽيبل ۽ قرآن ۾ بہ آيو آهي. جا ڳالهہ هن مذاق ۾ معلوم ٿئيٽي نيڪ اهائي ڳالهہ ويدن ۾ دسيو وغيره لفظ ڏسي دراوڙن ۽ ڀيلن لاءِ بڌائي وڃيٽي. ليڪن ويدن کي غور سان پڙهندڙ ان ڳالهہ کان انڪار ڪن. ويدن ۾ دسيو وغيره لفظن تي مسٽر مور (Muir) لکيٽو:-

feature than any other caste, or distined in race and blood from the scavengers who swept the road."

(Brief view of the caste system of the North-West Provinces and Oudh P. 271)

”مون رگويد جي دسيو يا اسر آدي نالن کي اُن کري پڙهيو ته اهي اڻ آرين جي لاءِ (ڪم آيل) آهن يا اصلي رهاڪن جي. پر مونکي ڪو به نالو ڪونه مليو جو ان قسم جو هجي.“‡

پروفيسر مئڪسمولر چوي ٿو:-

”دسيو جو ارٿ فقط شترو (دشمن) آهي.“*

مئڊم راگوزن لکي ٿي:-

”دسيو جو ارٿ فقط ماڻهو آهي ۽ ايرانين جي اوستا پستڪ ۾ انهن جو دهيو شبد (س جو ه ٿي) ان ئي ارٿ ۾ آيو آهي.“†

زند اوستا جي انترماڻ سان راگوزن (A. Ragazin).

---

‡I have gone over the names of the Dasyus or Asuras mentioned is the Rigved with the view of discovering whether any of them could be regarded as of non-Aryan or indigincus origin, but I have not abeerved any that appear to be of this character;

(Sanskrit Text Book, Vol. II P. 387)

*'Dasyu simply means enemy.'

(Last Results of the Turanian Research, P. 3/

†Dasyu meaning simply people, a meaning which word under the Iranian form 'Dahyu retain all' thro' the Awastha and Akhaeminian Inscrip'ion,

(Vedic Irdia, P. 11

ثابت ڪري چڏيو ته ايراني لوڳ پنهنجي ايراني لوڳن
کي ئي ڌهيو يعني دسيو چوندا هئا. مئڪسمولر صاف
ڪري ڇڏيو ته دسيو دشمن کي چئبو آهي. مطلب اهو
ته چاهي پنهنجي ڄاتي جو هجي خواهه ٻيءَ ڄاتي جو
جيڪو نفرت ڪرڻ لائق آهي اهوئي دسيو آهي. اگر
ائين ته هجي ها ته ايراني لوڳ پنهنجي ئي ڄاتي کي ڌهيو
نه چون ها. ڇاڪاڻ ته اهي به ته ڪوئي ڪاري رنگ
وارو ۽ جدا ٻولي ڳالهائيندڙ هوئي ڪونه.
هاڻ رهيو اهو سوال ته اڻ آرين جي ٻاشا جو ويدن ۾
ڪهڙو ورڻن آهي.
ٻاشا جي ٻاري ۾ جيڪي ورڻن ويدن ۾ آيل آهن اهي
۽ اصلي رهڪن (يعني اڻ آرين) جي لاءِ ڪوله آهن.
ويدن ۾ آيل مرڌرواچا آدي شبد جنکي اڻ آرين جي
ٻاشا کو چيو وڃي ڄاڃ سان ثابت لٿو ٿئي ته اهي اڻآرين
جي ٻاشا لاءِ آهن.
مسٽر موئر (Muir) لکيٿو:-
„ڪنهن به حالت ۾ 'मृध्रवाचा' (مرڌرواچا) اگر جو
مطلب اهڙو شڪي آهي جو اسان لاءِ اهو ڏايو ڏکيو
آهي جو اسين پڪ ڪري سمجهون ته ان جو لاڳاپو
اڻآرين (جهنگلي ڄاتين) جي ٻاشا سان آهي."*

*In any case the sence of the word
'मृध्रवाच' is too uncertain to admit of

ڪرشن يوني ۽ مرڏر واچا آدي شبد اصلي رهاڪن
ي لاءِ نه استعمال ٿيا آهن. الٽو اهو ثابت ٿي رهيو آهي
ه ويدن ۾ ڪاري چمڙي، مرڏرواچا ۽ دسيو
آدي شبد بادلن جي لاءِ استعمال ٿيا آهن ۽
جنگين جا ورڻن اندر ۽ ورتر جا آهن، جي
اصل ۾ وڄ، سج ۽ ميگهن ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه
نه آهن.

هتي دسيو ۽ ورتر آدي لفظن لئي وچار ڪرڻ سان ٿي
هيءَ ساري الجهن سلجهي ويندي ۽ معلوم ٿي ويندو
ته ديواسريا ورتر اسر جي جنگ اصل ۾ ڇا آهي جنهن
کي نه سمجهي غلط مطلب لڳائي ان جي آڌار تي هيءَ
بي بنياد ڳالهه ڪڙي ڪئي ويئي آهي ته آرين ۾ آرين ۽
دسين جون جنگيون ٿيون هيون آخر ۾ آرين اصلوڪن
رهاڪن کي ڀڄائي ڪڍيو

ويدن جا پڙهندڙ ڄاڻن ٿا ته ويدن ۾ اندر ۽ ورتر
جو ورڻن ڪثرت سان ايندو آهي. اهو ورڻن يڌ (جنگ)
جي شڪل ۾ ٻه ايندو آهي. بهتر ٿيندو ڪجهه ويدن جا
اهي واڪيه، جن ۾ اندر، ورتر، دسيو، مرڏر واچا،
ڪرشڻ يوني آدي شبدن جي وياکيا ڪئي ويئي آهي،
لکيا وڃن. جنهن مان صاف ٿي وڃي ته اهو سمورو ورڻن
زمين تي رهندڙن لاءِ ڪونهي بلڪ آڪاش جي شين

لاءِ آهي. رگ ويد ۾ هڪ سُوڪت فقط ان لاءِ اچيتو جنهن
مان اندر جو اصلي روپ سمجهه ۾ اچي وڃي. ان سوڪت
جو نالو **س جناس اندر** (सजनास इन्द्रः) آهي.

ان جا ضروري ٽڪرا هي آهن:-

"جيڪو سڀني کان اول ڄائو هو. جو زمين کي
ڏڪائي ٿو ڇڏي. جو پهاڙن ۽ اڏامندڙ بادلن کي ڪٽ
ڪندو (ڦاڙيندو) آهي جو بادلن ۾ اگني (بجلي) پيدا
ڪندو آهي. جو بادلن کي هيٺ ڪيرائيندو. جنهن جا
ڪرتا سڀني طرفن ڦهليل آهن. جو سج ۽ اُس کي اڀن
ڪندو آهي. حلن (ياڳين) جو نيتا آهي. جو سنسار جو
پيمانو آهي. جو دسين (بادلن) کي مارڻ وارو آهي. جو
شمبر (جل) کي پهاڙن يادلن ۾ ڇين ڀن ڪندو آهي،
جيڪو بادلن کي ماريندو آهي ۽ جيڪو **وجرهست**
آهي ان کي هي انسانو! اندر سمجهو." (رگ ويد ٢-١٢).

هاڻي وچار ڪري ڏسڻ گهرجي ته ڇا اندر جي ورڻن
ڪمل اندر ڪو پرٿوي جو شرير ڌاري (آرين جو) راجا
آهي يا آڪاش جي شڪتي. اگر اندر آڪاش جي شڪتي
آهي ته پوءِ اندر آڪاش جي شين کي ئي ماري سگهي ٿو ۽
اهي سان ئي جنگ ڪري ٿي. جتي جا پهاڙ، اهي داس،
دسيو، شمبر وغيره شبد سڀ آڪاش جون ئي شيون
آهن. دکشتو (آرين جو هڪ پراچين گرنٿ) ۾ اهي
سڀ ڳالهيون بادلن لاءِ ڪم آيل آهن. اندر جي لاءِ ئي ويد ۾
نيا وشيشڻ ڏسڻ لائق آهن. هڪ هنڌ لکيل آهي:-

وچر سان ورتر جا سؤ
„هن **مروت** جي متر **اندر**، اندر! ورتر کي
ٽڪرا ڪري ڇڏيا. هي مروت جا متر اندر، (رگ ويد-
ماري سمنڊ جي جلن (پاڻين) کي آتپن ڪر.“
٨-٧٦-٢ ۽ ٣).
هتي صاف ظاهر ٿي ويو ته اندر مروتن ارالت هوائن
جو متر آهي. جو ٻدلن کي ماري سمنڊ ناهيندو آهي.
رگ ويد (٨-٢٥-٢-٣) ۾ صاف چيل آهي ته **متر** ۽
**وروڻ** ٻئي ديون ۽ اسرن جا راجا آهن. **متر** سوريه آهي
۽ ورڻ جل جو سوامي آهي (جنهن ڪري ان کي
وروڻ ديو چئبو آهي) سوريه ديوتائن جو راجا ۽ وروڻ
اسرن جو راجا آهي. اهڙي اوستا ۾ اهو وروڻ بادلن
کالسواء ٻيو ڇا ٿو ٿي سگهي؟
رگ ويد (١٠-٢٣-٢ وغيره) ۾ صاف لکيل آهي ته:-
„**اندر** ٿي **مگهوا ورتر** جو مارڻ وارو آهي. **ورتن**
جو ماريندڙ ٿي **پرندر** آهي ۽ جيڪو **دسين** کي مارڻ
وارو آهي اهوئي **اندر** آهي“ هتي ورتر ۽ دسيو
هڪ ئي شيءِ **(بادل)** لاء ڪم آيل آهي. اندر ۽ دسيو
لفظن لاء مڪسمولر چوي ٿو:-
„تڏهين اندر جي استتي ڪئي ويندي آهي جاڪاڻ
ته هن دسين جو ناس ڪيو ۽ آرين رنگ جي رکشا ڪئي.*

*When Indra is praised because he destroyed the Dasyus and Protected the Aryan colour.
[Last Results of the Turanian Research P 344]

آيل آهي. جيئن ٿي لکيو ويو آهي. پر اهي ماڻهو جن کي الهام جو پيو مصالح هٿ پر نه ٿيو آهي اهي ان جو اثر قائدو ولي سبب جو الهام پا پيو ڪجهه ڪڍو ڪندا آهن. ڪمال وري اهو آهي جو ويدن سان هٿ چرالد اهي ماڻهو آ ڪن جن ويدن کي ڏٺوئي مس هوندو پڙهڻ نه پري رهيو. فقط اوت پنالڪ برهمڻ جي آڌار لي ڪم ڪڍائيندا آ ولن. (ويد پر الهام ڪولهي ۽ دلماجي پيدائش ڪيئن، ڪٿي ۽ ڪڏهن ٿي ان لاء مان جدا ڪتاب لکي اميد نه هن هندوستان جي مختصر تاريخ ڇپڻ سان ئي ڇپائي ظاهر ڪندس.) اصل ۾ ويد نه ايشور جو گيان آهي. جنهن جي آڌار تي لي دنيا ۾ هي سڀ ڪجهه گيان وگيان نظر اچي رهيو آهي.

ان طرح ثابت ٿي ويو نه ويدن ۾ آيل الدر ۽ ورلر جو التڪار لي داو ۽ اسر جنگ آهي جنهن کي آرين ۽ انا آرين جي جنگ سان ظاهر ڪيو ويو آهي. آرين جو وشواس آهي نه هتي دنيا ۾ جن به شين جو گيان حاصل ڪيو آهي الهن جو ذڪر ويدن جي شبدن سان ئي رکيو آهي. برڪاش جي خلاف اينڌڙ بادلن کي جهڙي طرح ويد ۾ دسيو ويو آهي تهڙي طرح شريشٽ آرين جي مخالفت ڪندڙ کي به دسيو ويو آهي پر اهي آريه ۽ دسيو سڀ آرين ۾ ئي لبندا آهن جيڪي سٺا ۽ خراب ماڻهو، دسيو هي هڪا حدا جاتي ڪانهي. ان ڪري آرين ويدن سان ئي ٿالن جي هٿ ڪرڻ جي ڪندي هٿ ڪري

پنهنجي جاتي کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏڻ چاڪاڻ ته يجر ويد ۾ لکيل آهي ته ”آرين ۽ دسين کي الڳ سمجهو.“ دسيو جي لاءِ ويد ۾ لکيل آهي:-

**ڪرم هيڻ، يگيه نه ڪندڙ، اوچا وچار نه رکندڙ. ناستڪ ۽ انسانيت کان ٻاهر واري کي دسيو سمجهڻ گهرجي.“***

**”ايشور ڀگت ۽ سداچاري آريه ٿيندو آهي.“**

چاهي اهو ڪير به هجي. مطلب ڇا ته جهڙي طرح بادل سوريه جي پرڪاش کي روڪي اندڪار ڦهلائيندا آهن. تهڙي طرح اناريه (دسيو) به آرين جي شيڪارين ۾ وگهن وجهندا آهن. ۽ جهڙي طرح سوريه پنهنجي ڪرڻن سان بادلن کي اشت ڪندو (برسات وسائيندو) آهي تهڙي طرح آريه به دشمن جو دمن ڪندا آهن جي دشمن، دسيو يا اناريه (اڻ آريه)، مڃهن ني ٿيندا آهن. ان ڪري ني پراچين آرين پنهنجي جاتي جي اندر ئي دشت سياه وارن ماڻهن کي اناريه ۽ دسيو چيو آهي. (جهڙي طرح مهاڀارت يڌ وقت شري ڪرشڻ گيتا ۾ ارجن جي ڪمزور ٿيڻ تي ني کيس اتي به اناريه چيو آهي) ۽ اتم سياه وارن کي آريه چيو آهي. ان ڪري هي پيو اعتراض به بي بنياد ثابت ٿو ٿئي.

* (رگ ويد ٨-٧٠-١١ ۽ ١٠-٢٢-٨)

ان بعد هڪڙي باقي ٽئين اعتراض جو جواب ڏيو ويندو ته اصلي رهاڪن جي اصليت جو ڪهڙو راز آهي؟

هاڻ جڏهين ڪان اها ڳالهہ پوري طرح ثابت ٿي ويئي آهي ته دراوڙ ٻاهران اچي هت آباد ٿيا آهن جنهن مٿي هڪ دراوڙ پنڊت جو حوالو ڏيئي ڏيکاريو ويو آهي ته دراوڙ عيسوي سن ڪان پنج سؤ ورهيہ اڳ پاڻ ٻاهران آيا آهن ان ثابت ٿيڻ بعد پڇيمي ودوان اصلي رهاڪن جا وڏي ٻوليءَ ڪري جڏا آهن الهن ٻنهي ٻولين ۾ هڪ جو نالو ڪولارين ٻولي آهي ۽ ٻئي جو دراوڊين ٻولي. ڪولارين ٻولي ڪئي دراوڊين ٻولي کان جدا مڃيندي ته ٻنهي کي ته ته جو صاف طور جدا نا ڪن ۽ نه هڪ ۾ نا ملائن. ڪجهہ وقت اڳ جو ٻنهي کي هڪ ئي مڃيندا هئا ۽ ٻنهي کي اصلي رهاڪو يعني ابار جنيز (Aborigines) چوندا هئا پر هاڻ اصلي رهاڪن جا ٻه ٻوليون نا مڃين. ان ڪري اسين هت اهو ڏسڻ ٿا چاهيون ته ڇا ڪولارين ۽ دراوڊين هڪ ئي نسل جا آهن يا جدا جدا؟ ساڻ اهو به ڏسڻ ٿا چاهيون ته الهن ٻنهي نسلن جي اصليت ڇا آهي؟

مسٽر هاڊسن (Mr. Hodgson) مسٽر ڊالٽن (Colonel Dalton) ۽ مسٽر ڪلاڊويل (Mr. Claudwel) وغيره ودوان دراوڙن ۽ ڪولن جي ڀاشا، روپ، رنگ ۽ سڀ ان اسلن جي بابت ۾ ڏاڍيون ڪوجنائون ڪيون آهن. وڏا وڏا گرنٿ لکيا آهن ۽ الهن ۾ پنهنجو

مت ظاهر ڪيو آهي. هتي مسٽر ڪلاڊويل جي گرنٿ مان ان مضمون جا حوالا پيش ڪيا وڃن ٿا ته دراوڙ ٻولي هڪ ئي جاتي جون ٻه سيهر ۽ اسيهر (مهذب ۽ غير مهذب) شاخون آهن. مسٽر ڪلاڊويل چوي ٿو ته:- ”دراوڙ ڀاشائن جا ١٢ وياڪرڻ آهن. جي هن طرح آهن:-

| سيهر | اسيهر |
|---|---|
| ١- تامل | ١- تودا |
| ٢- مليالم | ٢- ڪوٽا |
| ٣- تيلگو | ٣- گونڊ |
| ٤- ڪناڙي | ٤- کونڊ ياکو |
| ٥- تولو | ٥- آراؤ |
| ٦- ڪدگه (ڪورگ) | ٦- راج محال |

تودا، ڪوٽا، گونڊ ۽ ڪو وغيره ڀاشائون جيتوڻيڪ اسيهر ۽ غير مذهب آهن تڏهين به ٻي ڪنهن تامل، ڪناڙي ۽ تيلگو جي طرح دراوڙين آهن. ان ئي سلسلي ۾ راج محال ۽ آراؤ مليل آهن. تڏهين به مان انهن کي دراوڙين وياڪرڻ ۾ گو ڙڪان.“ (١)

آراؤ (اوڙيسا جي) ڀاشا لاءِ مسٽر هازسن جو خيال آهي ته اها دراوڙ ۽ ڪول ڀاشا جي وچ جي ڪڙي

(1) Comparative Grammar of Dravi-dian Languages.

(Link) آهي.(١)

ڪرال ڊالٽن ان ڪان نہ اڳتي وڌي چوي ٿو:- ”دراوڙ نسل (element) بنگال جي نواسين لائين قبليل آهي.“ (٢)

انهن حوالن مان هتي اهو صاف ٿي وڃي ٿو ته ڪول ڀيل ۽ بنگال جي سنٿالن کان وٺي ڏکڻ جا سمورا دراوڙ هڪ ئي جاتيءَ جا لوڪ آهن ۽ هڪ ئي مول ڀاشا جي شاخن کي ڳالهائين ٿا. اهو ئي نہ، بلڪ وديوان جي کوج مان اهو بہ ثابت ٿي ويو آهي ته هتي جي ڪولن ۽ دراوڙن کان وٺي لنڪا، ميڊاگاسڪر، افريڪا ۽ آسٽريليا تائين جيترا بہ رهاڪو اٿوپڪ وڃاڻ جا آهن، سڀ هڪ ئي ڀاشا ڳالهائيندا آهن ۽ سڀ هڪ ئي نسل جا آهن. (٣)

اٿوپڪ وڃاڻ جي سڃاڻپ ڪارو رنگ، گهنڊيدار وار، ويڪري ڪوڙي ۽ ننگ جاري آهي. [٤]

(1) I bid. P. 49.

(2) I bid P. 41

(3) I bid P. 80

(4) Ethiopic- one of the four great division of the human races, occupying Afrika, Australia and many islands of Eastern Ocean. Its members are typically black skinned and wooly

اهو وياڳ. انهن سڀني وياڳن کي هڪ ۾ آڻو ڳنڍي·
مٿين ان ورڻن مان اهو صاف ظاهر ٿي وڃو ته ڪول ۽
[د]راوڙن جون ڪڙيون ڳنڍيل آهن. سي· پيءَ جو گزيٽر
ان ٿي نتيجي تي پهتو آهي ايتروئي نه بلڪ ڀارت ورش
[جو] نهايت پراچين انهاس ۾ انهن ٿي ٿو چوي ته آنڌر، دراوڙ
[ش]ڀر ۽ ڪرات وغيره سڀ هڪ ٿي آهن. اسين هتي مسٽر
ڪلاڊويل جي هڪ تحقيقات درج ٿا ڪريون. هو صاحب
چويٿو:- مٿين ورڻن ڪيل دراوڙ ڀاشائن جي فهرست ۾
[ج]ون معلا، هو، ڪول ۽ شبر ڀاشائن کي ڪولہ رکيو،
جي ڪولارين ڀاشائون آهن.“ [1]

مسٽر ڪلاڊويل شبر جاتيءَ کي ڪولارين وڀاڳ ۾ ٿو
ڳڻي. هاڻي اسين ڏيکارڻ چاهيون ٿا ته دراوڙ ۽ شبر
ڪيئن هڪ ٿي نسل جا آهن.

ڪولن ۽ دراوڙن کي هڪ ئي نسل جو پڌائيندڙ ۽
ٻين جي اصليت جا پتو ڏيندڙ پرماڻ آريہ جاتي جي
تمام پراچين گرنٿن ۾ محفوظ آهن. ايتريہ براهمڻ ۾ لکيل
آهي ته ”وشوامتر نالي هڪ آريہ رشي هو. جنهن کي

---

haired with projecting jaws and broad skull.

(Harmsworth History of the World, P: 326)

(1) Com: Gra: of Dra: Lan: P. 42

هڪ سؤ شئيه (Pupils) هئا. انهن مان ٻہ ڄاڻا. چوڪڙا دشمنن لئي ويا ۽ پرجا کي دک ڏيڻ لڳا. وشوامتر انهن کي آريه سماج مان ڪڍي ڇڏيو. اهيئي سڀ آنڌر، پنڊر، شبر، پلند وغيره ٿي ويا ۽ دسيو چوائڻ لڳا." [1]

منو سمرتيءَ ۾ لکيل آهي ته "براهمڻ جي ۽ ملڪ جي ورشل ٿيل کتري حالي باهر ڪڍي ويئي، جا اوڊر، دراوڙ ڪمبوج، يون، شڪ، پارد، پهلو، چين، ڪرات، درد ۽ کش نالن سان مشهور ٿي ويئي." [2]

هي ٻئي حوالا آرين جي مستند (Authorized) گرنٿن جا آهن جن جي اٿارٽيءَ الاءِ ڪنهن کي به انڪار ڪونهي. انهن ۾ آيل نالن مان آنڌر، شبر، دراوڙ ۽ ڪرات لفظ خاص ڌيان ڏيڻ جوڳا آهن. آنڌر ۽ دراوڙ دروڙين وياڳ جا آهن شبر ۽ ڪرات ڪولارين وياڳ جا آهن. (ان شبر ڄاتي جي ئي مشهور شبري هئي جا شري رام جي سمي ۾ موجود هئي. جيءَ پلنبي [ڀيلڻي] به چئي ويندي آهي. ڀل [ڀيل] ۽ ڪول گڏوگڏ ئي ڪول ڀل چوائيندا آهن. ان ڪري شبر ڄاتي بہ ڪنڪي ڪولارين وياڳ جي آهي.) اهي ٻئي وياڳ کتري ڄاتيءَ مان الڳ ٿيا ويا آهن. کتري ڄاتي بہ ڪنڪي آريه ٿي آهي. ان ڪري هاڻي اسانجي زوردار دعوا آهي ته

[1] (اينريه براهمڻ ٧-١٨)

[2] (منو سمرتي اڌياي ١٠- شلوڪ ٤٣-٤٤).

ڪول [ڪولارين] ۽ دراوڙ [دراويڊين] ٻئي هڪ ئي آريه
جاليءَ جون شاخون آهن ۽ آريه ورت ۾ ئي آرين مان
پيدا ٿيون آهن.

اسان اول ئي مٿي ڏيکاريو آهي ته آريه لوڪ پنهنجي ئي
پٽ آرين کي ان طرح ئي دسيو چوندا هئا جهڙي طرح ايراني
پنهنجي ئي پٽ پاڻ کي ”دهيو“ چوندا هئا. اسان ئي رگو
نه بلڪ يوروپ جا ودوان به ان ڳالهه کي سوڪار ٿا ڪن
ته آرين، دشمن آرين کي ئي دسيو، راڪش ۽ ياتودان
وغيره چيو آهي. پروفيسر ميڪسمولر چويٿو ته ”وسشٽ
هڪ شڌ براهمڻ هو، پر وشوامتر ان کي ٻا ٽودان [راڪس]
ٿائين چئي ودو آهي.“ (۱)

ايترو ئي نه بلڪ شري ڪرشڻ ته ارجن جهڙي آريه
وير کي به جڏهن ڪاتر ٿا جون ڳالهيون ڪندي ڏٺو ته
هڪدم چئي ڏاو ته ”اناريه جشٽ سورگيم“ ارٿات
”نون اناريه سياڻ ڌارڻ ڪري رهيو آهين.“
وايو پراڻ ۾ صاف لکيل آهي ته ”اسرا بي ٿدا آسن
تيشام داياد يا اڌ واه ” ارٿات اسر به آرين جا داياد
[وارث] مٽر آهن.
ان طرح مهاڀارت شانتي پرو ۾ به لکيل آهي ته
”درشيتي مالشي لوڪي سرووز ٽيشو ڏ سيوه“ ارٿات
انيڪلهه ۽ سنيتي ورڻن ۾ دسيو نظر اچي رهيا آهن.

(1) Sanskrit Text-book, vol. II,
389, by Muir.

هاڻي سوچڻ گهرجي ته دسيو اگر ڪا غير جاتي هئي ها يا انهن جي روپ، رنگ، ڀاشا ۾ ڀيد هجي ها ته سڀني ورڻن [برهمڻ، ڪتري، ويش ۽ شودر] ۾ دسيو ڪٿي نظر اچن ها. ڳالهه ته اصل اها آهي ته آريه لوڪ سدائين دشمن کي دسيو چوندا رهيا آهن، چاهي اهي ٻڌمتي جاتيءَ جا هجن يا غير جاتي جا. منو مهاراج صاف شبدن ۾ چوي ٿو:-

”ورڻ آشرم هيٺ جاتيون، چاهي آريه ڀاشا ڳالهائيندڙ هجن چاهي مليڇ ڀاشا ڳالهائيندڙ هجن، سڀ دسيو آهن.“ [1]

وهي اها ڳالهه ته آرين جو دسين [انارين] کي مارڻ لکيو آهي. سا ڪا تعجب جي ڳالهه ڪانهي. ويدن ۾ ته آرين کي به مارڻ لکيل آهي. ۾ اهو راجا جي لاءِ آهي جاڪاڻ ته راجا ته هنگ ۾ دشمن کي سزا ڏيندو ئي آهي، چاهي دشمن آريه هجي يا دسيو. هيٺين منتر ۾ آرين جي مارڻ لاءِ لکيل آهي اهو هي آهي:-

त्वं तान् इन्द्र उभयाँ अमित्रान्दासा
वृत्राणि आर्या च शूर।
वधीःवन इव सुधितेभिः अत्कैः आपृत्सु दर्षि नृणां नृतम॥
(ऋ० ६।३३।३)

[1] (منو سمرتي).

ارڳاسي ”هي مسڻ ۽ سرسبز لپتا پراڪرمي اِندرا ٻون اهن ٻنهي پاپ آتما، شترن، دسيُن ۽ آرين کي مار. جيئن ڪهاڙن سان ٻن ڪاٽيا ويندا آهن تيئن تي ٻون اهن کي ستڙيل شستون سان جهنگين ۽ چڱيءَ طرح ڪاٽ.“

ان ورڻن مان صاف ٿي ٿو وڃي ته دسيو، اسر، راڪش، ياتوڌان وغيره لفظ ڪنهن غير جاتي لاءِ ڪم آيل آهن، بلڪ اهي لاءِ آهن جيڪي ورڻ آشرم ڌرم جي خلاف وهنوار ڪن، اڌرمي آهن، ناستڪ آهن ۽ بدمعاش آهن.

هاڻي اهو ثابت ٿي ويو بعد ته اڻ آريه - دسيو وغيره آرين جون ئي شاخون آهن ۽ دراوڙ، شبر وغيره پڻ آريه ئي آهن ۽ ويدن جي ورڻن سان انهن جو ڪو به واسطو ڪونهي. هاڻي فقط اهو ئي سوال رهجي ٿو وڃي ته جڏهين اهي آرين کان جدا جاتي جا لوڪ ناهن ته پوءِ انهن جو روپ، رنگ ۽ ڀاشا جدا ڇو آهي؟

اهو ڪو خاص سوال ڪونهي. ڇاڪاڻ ته هرڪو سمجهي سگهي ٿو ته ان جو ڪارڻ فقط هوا پاڻي جو اثر آهي. روپ رنگ جو گهڻي ڀاڱي فقط هوا جي ۽ پاڻي جي خاصيت تي مدار ٿو رکي. هتي ته هڪ ئي پرڳڻي ۾ به اهو روپ رنگ بلڪ ڀاشا به بدلجي ٿي وڃي. سنڌ جي سکر ضلع جو اترادي ماڻهو ۽ ڪراچي ضلع جو لاڙي ماڻهو ٻنهي جي روپ رنگ ۾ به فرق آهي ۽ ساڳئي وقت ڀاشا ۾ به ڪيترن لفظن جو فرق آهي. ان طرح هر پرانت

۾ آهي. ۽ اهو فقط هوا پاڻي تي ئي مدار رکي ٿو. ان ڪري اهو سوال ٿوري پرتي سمجهي ۽ سکهڻي.

ان طرح اسان بلڪل پوري تفصيل سان ثابت ڪيو ته دراوڙ وغيره ۽ آريہ هندوستان جا اصلوڪا رهاڪو ناهن.

محققين ساري ورلڊ مان اهو صاف ظاهر آهي ته دراوڙ وغيره آرين کان اڳ جا يعني اصلوڪا رهاڪو ڪونهن اصل ۾ اهي ۽ آرين جون نسل ۾ بگڙيل شاخون آهن جي بعد ۾ رت (Blood) جي ميلاپ ۽ آريہ سڀيتا کان جدا ٿيڻ ڪري هڪ ٻئي قوم ٿي پيا آهن. جهڙوڪ آفريڪا جا نيگرو. جهڙي طرح آفريڪا جا نيگرو ۽ آرين جي شاخ آهن (جيئن ٻئين ڪالبد ۾ ثابت ڪيو ويندو) ۽ اڄ هو آرين کان بلڪل جدا جاتي سمجهيا ٿا وڃن اهڙي طرح هي دراوڙ به آهن هي آرين جي ئي بگڙيل شاخ آهن. اڃا ٿائين سندن ڀاشا ۾ ڪيترا سنسڪرت جا شبد بالا وچن ۾ ئي بگڙي اچ هن شڪل کي پهتا آهن:-

| سنسڪرت | دراوڙ | ملتي |
|---|---|---|
| الپ | ان | نيو |
| متشم | مدجد | مش |
| تالو | تلا | سر |
| اهم | اي | هدي |
| رکي | اور | جهي |
| مغ | مچ | الر |

| سنسڪرت | دراوڙ | سنڌي |
|---|---|---|
| امبد | مب | بادل |
| نير | نيل | پاڻي |
| پتني | پيندائي | استري |
| گؤ | اؤ | گانءِ |
| ميش | ميڪ | ٻڪر |
| اُشٽر (اُولت) | ويٽت | اٺ |
| دُوم | ديم | ڌونڊ |
| راجا | راج | راجا |
| اٽوي | اڙوي | جهنگل |
| اُڊپ | اوڊ | جهاز |
| چنڊال | چڊا | بدمعاش |
| اتر | اترؤ | جواب |
| شردي | چلي | سردي |
| موڪ | موگا | گونگو |
| ڪاڪ | ڪاڪ | ڪانءُ |
| سمنڊر | سنڊرم | سمنڊ |
| چنڊر – الڊو | تسنڊرلڊ | چنڊ |
| ون | ونم | ٻن |
| ڏيؤ | دوم | سنج |

ان کانسواءِ هڪ خاص ڳالهه ڌيان ڏيڻ جهڙي هيءَ آهي ته ٽن اوڙ ديش جڏهن بر دراوڙن کي سمجهيو ويندو

اهو مدراس ٿائين آهي. ۽ اسين ڏسون ٿا ته چندن ۽
ڪافور (ڪپور) ٻئي شيون مدراس پرانت ۾ ئي پيدا
ٿينديون آهن ۽ دراوڙن جي ديش ۾ هوندي به انهن
ٻنهي شين جا نالا دراوڙ ڀاشا ۾ آهن ئي ڪونه. هو
چندن کي مڇي گندم چوندا آهن. اهي ٻئي لفظ به
سنسڪرت جا بگڙيل آهن. مڇي = مڇ ۽ گندم = سگند.
ٻئي گڏي ٿيا مڇو گندم جو بگڙي مڇي گندم ٿيو
آهي جنهن جو ارٿ آهي سٺي سگند. اهڙي
طرح ڪپور (ڪافور) کي ڪرپو چوندا آهن جو
سنسڪرت ڪرپور جو بگڙيل آهي. چندن جا ڪاٺ ته
لفظ آرين جي ديش جي پيدائش آهي ان ڪري چندن
کي سنسڪرت ۾ چندن، فارسيءَ ۾ صندل، ۽ انگريزي
۾ سينڊل چيو ويندو آهي. ۽ اهڙي طرح ڪپور کي
سنسڪرت ۾ ڪرپور، فارسيءَ ۾ ڪافور ۽ انگريزي ۾
ڪئمفر چيو ويندو آهي.

ان ڪانسواءِ ڪئي ٻيون شيون به آهن جا اصل ۾ دکن
(دراوڙ ديش) جي پيدائش آهي پر ان جو نالو سنسڪرت
آهي. جو آهي موتي، جنهنکي سنسڪرت ۾ مکتا چيو
ويندو آهي ۽ تامل ڀاشا ۾ انکي متا چيو آهي جو
سنسڪرت مکتا جو بگڙيل آهي.

ان مان سڌ ليو ته دراوڙن کان اڳ به آرين کي اهي
شيون معلوم هيون، انهن جا نالا معلوم هوا ۽ انهن ئي نالن

گڏ هي) جنهن ڪي ٿاريخون هنن اڄ کان ۲۵ ورهه اڳ پڙهيون هونديون يا اُهو ڪتاب اُهن ٿاريخدانن جو ٿاريخون لکندڙ هي مغز بدرجي وِيو ۽ سڪولن لاءِ اهڙيون ٿاريخون لکيون ۽ پاڙهيون ويون. تنهن کان پوءِ دنيا جڪ جي يي ئي ويئي. سڀ هڪ طرف کان ٻئي طرف اپر ظلهر شروع ٿي وِيو. زمين آسمان، ۽ آسمان زمين ٿي ويئي ليڪن ڪا مجال هو هنن جي ڪوڙين ڪو ڪُڙ ڪوڙ لڳي. ان عرصي ۾ ويچارن سائنس يوروپين ٿاريخدانن ڪيترين ڪوڄنائون ڪري ليون ليون ڳالهيون پڌريون سون جي ڍي ۽ مٽي. مان سون ٻڌائي جڏهن هيڏانهن اهائي اُهور جي مهرباني! چڱو!

هاڻ ڳالهه ڪا آهي ته اڄ کان ۲۵-۵۰ سال اڳ ٿائين يوروپ ئي مذهبي تعصب جو رنگ چڙهيل هو. جهڙي طرح اڄڪله مسلمانن ئي. ان ڪري هو صاحب پنهنجي مذهبي پابندي ۽ بائبل جي حڪم کان ٻاهر ڪوند اڪرلدا هئا. جاهي ڪا ڳالهه سچي ۽ عقل ئي سورهن آنا صحيح هوندي پر اسلامي مولوين جي ڪفر جي فتوئن جي يوسف جهان بادرين جي فتوئن جو يوسف اُهن ئي سوار هو. جاڪاڻ ته بائبل جي حساب موجب دنيا جي پيدائش کي فقط ڇهه هزار سال ٿيا آهن. ان ڪري ئي يوروپين ودوان سرشٽي (دنيا) جي عمر نخواه سن سڃائين کي اڻهنڊن دائري الدر بند ڪندا هئا. ڪمال ته اهو ته پروفيسر ميڪسمولر جي رگ ويد ڪسي

دنيا جي لئبرري ۾ سڀ کان پراڻو ڪتاب ثابت ڪندي ۽ ويدن جي زماني کي عيسوي سنه کان ٻه هزار ورهيه اڳ ٻڌايو ويو جڏهن ڪ فقط آرين جي ويجهي گرنٿ مهاڀارت جو زمانو ئي عيسوي سنه کان ٽي هزار سال اڳ جو آهي. ٻه اهو نه سمجهڻ گهرجي ته ڪو سڀ يوروپين هڪ جهڙي ڳالهه ٿا چون (ان ڪري ڪنهن يوروپين جي ڳالهه ۽ ڪوجنا تي هڪدم اعتبار نه ڪبو وندو آهي) گڏجي هڪ ڳالهه چون ته ٻه نيڪ- ۾ انهن ڪونهي. سندن هڪ گهور ۾ ئي گنگا جمنا ۽ گودواري گڏ وهنديون آهن. مثال طور:-

آرڪ بشپ آشر (Arch Bishop Ussher)، بليئر (Blair) وغيره عيسائين انجيل جي آڌار تي دنيا جي پيدايش عيسوي سنه کان ٤٠٠٤ ورهيه اڳ مقرر ڪئي آهي. هٽن (Hutton) صاحب عيسوي سنه کان ٤٠٠٧ ورهيه اڳ ۽ ڊاڪٽر هيلس (Dr. Hales) پيدائش دنيا جي تاريخ عيسوي سنه کان ٥٤١١ سال اڳ ٻڌائي آهي. ايترو چا بلڪ سرشٽي اُتپتي (پيدائش دنيا) جون اٽڪل ١٤٠ مختلف تاريخون ٻڌايون وڃن ٿيون جي عيسوي سنه کان ٦٩٨٥-٣٦١٦ جي درميان ۾ آهن. عيسائين جو اعتقاد آهي ته موسيٰ جو ڪتاب (توريت) عيسوي سنه کان ١٤٩٠ يا ٩٠٠ ۽ ٢٠٠٠ ورهيه اڳ جو آهي. گويا هي عيسوي سنه کان ٻه هزار ورهيه اڳ کان جو پراڻو ڪوبه ڪتاب نٿا مڃين. بس! انهن تنگ دائره عيسائي عالمن

مان ڪڏهن اها اميد رکي سگهجي ٿي تہ ڪو هو ڪڏهن بہ ڳالهہ کي ان کان اڳ جو قبول ڪري سگهن؟

•منهنجي دنيا جي پيدائش بابت ان مثال ڏيڻ جو مطلب فقط اهو آهي تہ جڏهين هو دنيا کي ٿي ايترو نزديڪ جو پيدا ٿيل ٿا قرار ڏين (جنهن کي آريہ لوڪ فقط انساني پيدائش کي ٿي ٻارهن ڪروڙ سال اڳ ٿا ٻڌائن) تہ پوءِ باقي وڃڻ جي زماني جي تہ ڳالهہ ئي ڇا رهي• هي تمام دلچسپ سوال آهي اچو تہ اول ان کي ڏسون•

عيسائين جي مذهبي عقيدي انوسار دنيا جي پيدائش کي ڇهہ هزار سال ٿيا آهن ڇاڪاڻ تہ بائيبل جي حساب سان حضرت يسوع مسيح جي جنم سرشٽي سنجت جي سنہ ۴۰۰۴ جي ڊسمبر مهني جي ۲۵ تاريخ ٿي ٿيو• يعني ۴۰۰۴+۱۹۴۶=۵۹۵۰ يعني هن ۱۹۴۶ ۾ فقط ۵۹۵۰ ورهيہ سرشٽيءَ کي اُپت ٿئي ٿيا آهن• ۽ اها آهي عيساني دنيا جي تاريخ•

پر ڪوجنا تہ ان کان اڳتي ٿي وڌي ڇاڪاڻ تہ مصرين جي پهرئين راج ونش جي تاريخ عيسوي سنہ کان ۵۵۰۰ ورهيہ اڳ جي آهي ان طرح ۵۵۰۰+۱۹۴۶=۷۴۴۶• يعني مصري زمانو ان کان بہ اڳتي هلي ويو۽ ان ڳالهہ سان ئي عيسائي عقيدو خارج ٿي ويو تہ ڪو سرشٽي کي اُٿپن ٿئي فقط ڇهہ هزار سال ٿيا آهن•

## آرين ۽ ويدن جو زمانو

هاڻ حقيقت ڇا آهي ته پراچين ڪال ۾ جڏهين آرين
ودنيا جي لاڳاپن کي هزارها سال گذري ويا تڏهين ودّيا
جي ڀنڊار ڀارت کان دور هئڻ ڪري دنيا مان علمي لياقت
۾ ويندي رهي. نتيجو اهو ٿيو جو ٻين ڳالهين سان گڏ ڳڻ
ڪاٿڻ انگن جو ڳڻڻ ۽ ڪم آڻڻ به وسري ويو.
اوستا اها وڃي ٿي جو سنسار جي ڪا به جاتي هزار
کان مٿي نه ڳڻي سگهي. ۽ اڄ تائين اهوئي حال آهي جو
دنيا جي ڪنهن به قوم خواه ٻوليءَ ۾ هزار کان مٿي
انگ ئي ڪونهي. يعني هزار کانسواءِ لک ڪروڙ ارب کي
ڇا چئجي اڄ تائين دنيا جي ڪنهن به قوم وٽ ان جو
نالو ڪونهي. Lac ۽ Crore انگريزيءَ جا نه اڄ جا
آهن جڏهين هندن ڀارت ۾ اچڻ تي اچي هندن کان سکيا.
عرب ته بلڪل جاهل ۽ بدو قوم هئي ان ۾ ته اڃا
تائين انگ ايجاد نه ٿي سگهيا. ان ڪري هو فقط اکرن
۽ نالن سان انگن جو ڪم هلائيندا آهن. هڪ کان ڏهن تائين
انگن لاءِ اکر مقرر ٿيل آهن ۽ سؤ هزار لاءِ به. پر عرب
جي جن سيمي جاتين ۾ انگ آهن ته اهي هندن وٽان تمام
ويجهڙائي ۾ خليفه هارون الرشيد جي وقت ۾ هندو پنڊتن
کان سکيو آهي ان ڪري هو ان کي علم هندسه يعني
هندن جو علم يا هند جو علم چوندا آهن. ۽ انهن ئي
انگن جو بعد ۾ يوروپ ۾ پرچار ٿيو جنهن ڪري انهن ج
نالو اريبڪ فگرس (Arabic figures) رکيو ويو

هت تي ڪندا آهن ۽ ايڪن ڏهاڪن جو شمار سڄي
هت تي. (١)
۽:- ”مرتبہ اول حساب:- اشارو اڪائي ڏانهن آهي
جو هڪ کان ڏهن تائين ليندو آهي.
۽:- مرتبہ دوم حساب:- اشارو ڏهائي لاءِ آهي ۽ اهو
ڏهن کان سؤ تائين ليندو آهي.“ (٢)
هنن ڪانسواءِ مٿين ڳالهه مان صاف ظاهر ٿي ويو ته هندن
کي هزار کان مٿي ڪو نه ڳڻي ڄاڻندو هو.
اڄ کان هزار سال اڳ جو مشهور مسلمان عالم **البيروني**
پنهنجي عالمانہ تصنيف ۾ لکيٿو:-
”جيتري قدر مونکي دنيا جي واقفيت آهي، ڪنهن
وٽ به هندن جي طرح ڳڻپ جا انگ ڪونهن دنيا جي
هر قوم وٽ ڳڻپ لاءِ فقط چار درجا (ايڪا - ڏهاڪا - سؤ -
هزار) موجود آهن ليڪن هندن وٽ ارڙهن درجا مقرر
آهن ۽ آخري درجي کي پرارده چئبو آهي.“
ليڪن عرب ۽ فارس يا يورپ وارن بہ ڪو خود

(١) شمار بدست چپ ڪردن- ڪنايہ از شمار صدها
هزاران چراڪہ در حساب عقد انامل حساب مائت والوف
بدست چپ ڪنند و شمار احاد و عشرات راست نمايند.“
(٢) مرتبہ اول حساب- ڪنايہ از احا و دست وآن ا
يڪہ تا ده باشدو-
مرتبہ دوم حساب- ڪنايہ عشرات وآن از ده تاصد.

حساب جي لاءِ يارت جا اينري قدر شڪرگذار آهيون جيتري قدر پنهنجي تقرير ۽ تحرير لاءِ مصر جا. جڏهين مونکي ڪڏهين چيو ويندو آهي ته هندو فقط سست هئا ۽ هنن اسانجي طرح ٻاهه جون انجڻيون ۽ برقي تار وغيره جهڙي ڪابه مفيد ايجاد ڪا نه ڪئي. تہ مان پنهنجن دوستن کي چوندو آهيان، انهن تہ اها چيز ايجاد ڪئي جنهن ڪانسواءِ اسانجو انجنيئري برقي علم هن درجي کي نہ پهچي ها جهڙي درجي تي اهو پهچي چڪو آهي. ۽ ان ڪانسواءِ ٻاهه جون انجڻيون يا برقي تار ڪڏهين به ايجاد نہ ٿين ها. انهن (آرين) ا کان ٩ تائين اسانجي لاءِ انگ ايجاد ڪيا ۽ ان کان به وڌيڪ اهو ڪيو جو ٻري (zero) ايجاد ڪيو جا ڪجهہ ناهي (٠) جي نشاني آهي. اڄ تائين ان کان زياده مفيد ايجاد (دنيا ۾) ڪا نہ ٿي سگهي. جنهن جي تصديق لاءِ سڀ حساب دان تيار آهن.٢٦

پروفيسر صاحب جو مٿيون بيان اهو ڄاڻڻ لاءِ ڪافي آهي تہ مٿي جيڪي لکيو ويو آهي تہ دنيا ۾ آرين ڪانسواءِ ڪو بہ هزار ڪان مٿي نہ ڳڻي ڄاڻندو هو. هاڻ جڏهين دنيا جو اهو حال آهي جو هزار کان ڳڻتي هلڻ مشڪل هو تہ هو ڪهڙي طرح دنيا جي پيدايش کي هزارن ڪان مٿي ثابت ٿي ڪري سگهيا. لک ڪروڙ بہ ڪو ڳڻي سگهي تہ چئي سگهي نہ تہ هيترا ڪروڙ سال دنيا جي

پيدا ش ڪي ليا. بس! انهيءَ ڪارڻ آهي عيسائي مذهب
جي محدودي ۽ انهن ڪري نسبت عيسائي عالمن حيرت
هاڻي ڏسڻو آهي ته دنيا جي سڀ کان سيمه ۽ سڌو پال
قوم آريه جو اڄ تاري مرچا علم آهي. ته دنيا کي پيدا ٿئي
ڪيترو عرصو ليو آهي.

ويدن موجب دنيا جي ڪل عمر هڪ ارب ڇٽيهه ڪروڙ
(٤٣٢٠٠٠٠٠٠٠) ورهيه آهي. جنهن مان ڪيترا گذري چڪا آهن؟

ڀارت جي هندن ۾ اڄ تائين هڪ ٻئي جو پرهت ڪرڻ ڪان
سنڪلپ ورتو ويندو آهي ۾ براهمڻ يجمان کي هٿ ۾
پاڻي ڏيئي هي پڙهندو آهي:- "دليپرا ڙدي ونو
سوت منونتري اشٽ وليتي ڪليوگي ڪاو پرٿما چرڻي
آريه ورت انترگت ٥٠٤٦ گتاندي." ارٿات آريه ورت
(ڀارت) ۾ ويو سوت منو جي اناويهون ڪليگ
آهي جنهن جي پهرئين حصي جا ٥٠٤٦ ورهيه گذري
چڪا آهن."

برهما جي هڪ ڏينهن کي ڪلپ يا سرشٽي سمو
سڏيو ويندو آهي. هڪ ڪلپ ١٤ منونترن يا هڪ هزار
چوڪڙين جو ٿيندو آهي. ويو سوت منو جون ٢٧ چوڪڙيون
گذري چڪيون آهن اناويهين مان ٿي (ڪرت،
ترتا، دواپر) يگ گذري چڪا آهن. (هتي حساب جي
ڏيئي وڃي ٿي) ان حساب سان دنيا
ٺهڻ کي ١٩٧٢٩٤٠٠٤٦ ورهيه گذري

ڏنو ويو آهي: ان طرح جڏهين دنيا پيدا ٿي ۽ ان ۾ جڏهن اول اول انسان پيدا ٿيا اهيئي آريہ هئا ۽ اهائي آريہ جاتي هئي جنهن مان سڄي دنيا آباد ٿي آهي. دنيا جو هوهر انسان ان آريہ جاتي جي نسل مان آهي. (جو نئين ڪالد ۾ وستار سان سمجهايل آهي). جڏهين اهي آدم انسان آريہ الس ٿيا تہ ايشور کين آتمڪ اُنتي (روحاني ترقي) ۽ دنيا جي وهنوار وغيره سمجهائڻ ۽ هر تعليم لاءِ پنهنجو گيان جو ڀنڊار ڏنو جو آهي ويد. اهي چارئي ويد ايشور جو اصلي ۽ سچو گيان آهن جنهن مان ساري دنيا کي علم مليو آهي. -

مٿين حقيقتن مان ثابت ٿي چڪو تہ اڄڪلهہ جي سڪولن جي تاريخن ۾ ڏيکاريل ويدن ۽ آرين جو زمانو بلڪل غلط ڄاڻايل آهي. ۽ اصل ۾ ويدن ۽ آرين جي زماني کي ٻارهن ڪروڙ سال گذري چڪا آهن.

آرٿر هومس (Arthur Holmas,B.Sc,A.R.C.S.) زمين جي عمر (The Age of the Earth) نالي ان مضمون جو هڪ تمام عمدو ڪتاب لکيو آهي. (اهو ڪتاب هارپر اينڊ برڊرس لنڊن نالي ڪمپنيءَ ظاهر ڪيو آهي) ان مضمون جي سائينسدانن ڪيترن ئي طريقن سان زمين (دنيا) جي عمر جو اندازو لڳايو آهي. انهن ۾ سڀ جي پتھر، زمين جي لسي، سمنڊ جو کارو پڻ. زمين جي اندروني حالت ۽ ريڊيو اڪٽوٽي ذريعا جا

عمر مقرر ڪيل آهي سا هن طرح آهي:-

١- سج جي تپت دواران ١٨ کان ٢٠ ملين سال
٢- زمين جي تپت دواران ٢٠ کان ٦٠ " "
٣- سمنڊ جي پاڻي دوارا ١٠٠ " "
٤- زمين جي اندروني حساب دوارا ١٠٠ " "
٥- ريڊيو ائڪٽوٽي دوارا ٣٧٠ " "

(هڪ ملين ڏهه لک ورهين جو ٿيندو آهي).

جيتوڻيڪ اسانجو سائينس جي حسابن تي پورو اعتبار ڪونهي ۽ دعوي سان چئي سگهجي ٿو ته سائينس ڪڏهين به دنيا جي صحيح تاريخ يا پورو ڪجهه به نيڪ نٿي ٻڌائي سگهي. فقط قياس ڪري سگهجي ٿي. مٿين مثال مان ٿي سمجهي سگهجي ٿو ته هيٺرن سائينسدانن جو نظور جو مٿي ڪيترو اختلاف آهي. ان ڳالهه کي ڏنو ويو آهي ان پر ٿي ليکڪ خود به قبول ڪيو آهي ۽ مٿين ڪتاب جي تجويزون ڏنيون لکيو آهي:-

”قدرتي جي عمر لهڻ لاءِ جيڪي تجويزون ڏنيون ويون آهن انهن مان فقط ٻه ڪاميابي سان ٻيهي سگهيون آهن هڪ جيالاجي ٻي ريڊيو ائڪٽوٽي- ٻين ثابتين کي بنيادي غلطين ڪري رد ڪري سگهجي ٿو.“ [1]

انهن ٻن پر به هو صاحب فقط جيالاجي (يوگريب شاستر) کي اهميت ٿو ڏئي ۽ ٻيءَ (ريڊيو ائڪٽوٽي) کي خارج ٿو ڪري ۽ لکيٿو:-

[1] The Age of the Earth, P. 66

پروفيسر ريڊ صاحب فرمائي ٿو:-
”پنجاهه ڪروڙ سال گذريا هوندا جڏهين کان يوروپ ۾ نباتات وغيره پيدا ٿيڻ شروع ٿي.“ (١)
پروفيسر هڪسلي مشهور جيالا جسٽ عمده تحقيقات بعد لکيٿو:-

”جڏهين کان دنيا ۾ نباتات اپڻ شروع ٿي آهي ان کان اڻٽائين هڪ ارب ورهيه گذريا هوندا.“ [١]
اسان مٿي ڏيکاريو آهي ته پنجين منونتر ۾ نباتات پيدا ٿي هئي. هيءَ سائينس ته ان کان به اڳتي هلي ويئي. ڪجهه به هجي پر مٿيئي آرين جي ويدن جي سچائي ظاهر ٿي رهي آهي. ۽ جيئن آرين جي اتهاس ثابت ڪيو ته دنيا کي پيدا ٿئي هڪ ارب ۽ ڪجهه ڪروڙ (اٽڪل ٻ ارب) سال ٿيا آهن ان مان هڪ ارب کي ته سائينس ٻ پهچي ويئي باقي ته ائين ئي ثابت آهي چاڪاڻ ته باقي عرصي ۾ زمين نري ۽ پيو ڪجهه ٿيو. بس! ويدن جيڪي ٻڌايو اهوئي سائينس به ثابت ڪيو. هاڻ ٻڌايو ته ڪٿي ٻ ارب سال دنيا جي پيدايش ۽ ١٢ ڪروڙ سال آرين جي پيدايش ۽ ڪٿي هيءَ بيوقوفي ته آرين ۽ ويدن جي زماني کي فقط ٣-٤ هزار سال ٿيا آهن. سچ

[1] Lecture delivered by him at geolagical socicty, Liverpool. in 1876

(2) world life, P. 180

ته اهڙن تاريخون اڪندڙن کي رگ سمد جي ڪاڙي ٻاٽي ۾ نيون ڏٺا آهن.

## آريه لکي پڙهي ڄاڻندا هئا!

اهو ثابت ڪرڻ بعد ته آريه ۽ ويدن جو زمانو تاريخ ۾ جيڪو ٻڌايو ويندو بلڪل بي بنياد ۽ غلط آهي. هاڻي اهو ڏيکاريو ويندو ته ڇا آريه لوڪ لکي پڙهي ڪونه ڄاڻندا هئا؟

سچ پچ ته هي ٻارنهو سوال آهي، ته آريه لکي پڙهي ڪونه ڄاڻندا هئا. دنيا جي هيڙي شائسته (سڀيه) قوم جنهن دنيا ۾ سائنس وغيره جون هيڏيون ايجادون ڪيو دنيا ۾ علم جو ڦهلاءُ ڪيو، سا لکڻ جي هنر کان ناواقف هجي اهو ناممڪن آهي. اهڙي قسم جو اعتراض ڪندڙ پروفيسر مئڪسمولر آهي جنهن هڪ دفعي ايشيائڪ ريسرچز ۾ لکيو هو ته "وئيدڪ يگ ۾ ڪوبه لکي ڪونه ڄاڻندو هو. پر پاڻيني جي سمي ۾ به ماڻهو ان علم کان محروم هئا ۽ باڻ پاڻيني جو زمانو عيسوي سن کان اٽڪل ٥٠٠ ورهيه اڳ قائم ڪيو اٿس. يعني اڄ کان ساڍا ٽيويهه سؤ سال اڳ.

هاڻ ان حساب سان ان کان اڳ مڃائما ته جو زمانو آهي ۽ هر ڪو ڄاڻي ٿو ته ان وقت به لکڻ جو هنر جاري هو ڇاڪاڻ ته ان زماني جا شلا ليکا. ٽامي جا تختيل پتر ۽ هٿ جا لکيل گرنٿ اڃا موجود آهن.

ان کان به اڳ اگر شڪر نيتي سار ڪال کي چار هزار
سال جو ٿي قبول ڪيو وڃي ته ان سمي به لکڻ جو هنر
انهايت ترقي تي هو، ايتري قدر جو آچاريه شڪر حڪم
ڪيو آهي ته ڪورٽ جي ڪارروائي لکڻ لاءِ ليکڪ
هجڻ ضروري. راجا گدي تي وهڻ شرط پهريدا حڪم
لکائي چوسولن تي لڳائي ڇڏي. ۽ هر حڪم تي راجا
جي **مهر** ۽ **صحيح** تيڻ گهرجي.

ان کان به اڳ يعني مهاڀارت جو زمانو جنهن کي پنج
هزار ورهيه ٿيا آهن، ان لاءِ به هرڪو کي خبر آهي ته
ڇڏ هين مهرشي ويد وياس کي مهاڀارت لکڻ لاءِ ليکڪ
جي ضرورت ٿي ته شري گڻيش ونس ويو ۽ شرط رکيائين
ته مان لکندو ويندس ۽ توهان چوندا ويندا توهان چوڻ
۾ رکجي ويا ته لکڻ اٽڪي نهيو. اهڙو قابل ليکڪ
جو اڄڪلهه جي شارٽ هئنڊ وارن کي به مات ڪري.
ڇڏي مهاڀارت ڪال ۾ موجود هو.

ان کان اڳ ٢١ هزار سالن جو پراڻو سوريه سڌانت موجود
آهي ان ۾ به لکڻ جو هنر موجود آهي.

ان کان اڳ براهمڻ گرنٿ ڪال، رامايڻ ڪال مدوسمرتي
ڪال هرڪو ۾ لکڻ جو ورڻن اچيتو.

انهن سڀني کان اڳ ويد آهن. ويد ۾ هڪ هنڌ
اڻ پڙهيل ماڻهو جو مثال ڏيندي لکيل آهي ته:- ڪي ماڻهو
لفظن کي ڏسندي به نه ڏسي سگهندا آهن ۽ ڪي
انهن کي ٻڌندي به نه ٻڌي سگهندا آهن." (رگ ويد ١٠-٧١-٤)

مطلب ته ان اڳ پڙهيل ماڻهو اکر اکر لکيل هوندا ته
ڪجهه نه ڄاڻي ڪري ڪيئن خبر ڪانه پوندي ته ڇا
لکيل آهي جڏهن ته لکيل ئي ڪجهه ڪونهي.

سنه ١٨٣٨ع جي انٽرنيشنل اوريئنٽل ڪانگريس لنڊن
(Leyden) ۾ "پراچين ڀارت ۾ لکڻ جو هنر"
نالي لڪ پڙهندي سر ايس. ڪي. ورما تمام
قابليت سان اهو ثابت ڪيو هو ته:-

"رگ ويد جون رچائون، سوترڪال جا گرنٿ، ويدڪ
ساهتيه جو اظهار اچارڻ ڪيترن محفوظ نه رهي ها اگر
ان زماني ۾ لکڻ جو هنر جاري نه هجي ها."

پروفيسر هيرين لکيو:-

"ڀارت ۾ ورڻ مالا جي لکڻ جو هنر انتهائي قديم
زماني کان جاري آهي. ان جو استعمال فقط شلا لکن
(Inscriptions) تائين محدود ڪونه هو بلڪل
زندگي جي سڀني رواجي وهنوارن ۾ ان جو استعمال ٿيندو
هو." [1]

شري جارنسچيرنا لکيو:-

"عيسيٰ کان ٢٨٠٠ ورهيه اڳ يعني ابراهيم کان ٨٠٠
ورهيه اڳ هندن وٽ لکيل ڌارمڪ پستڪ موجود هئا." [2]
انهن ڳالهين مان اهو اندازو لڳائڻ تمام سولو آهي

[1] Historical Researches Vol. II. P. [illegible]
[2] Theogony of the Hindus, P. 25

ڏاڍي، جيڪو پهچي وچار کي الي (لکڻ جي لاءِ
ناڙ ڇو پتر) تي لکي نٿو سگهجي. [1]

هاڻ اصل ڳالهه ڇا آهي ته يوروپ ۾ ڏاڍا ٿورن ٻيون
قومن خود لکي پڙهي ڪونه ڄاڻنديون هيون. خود
انگلنڊ جي پارليامينٽ جي ميمبرن کي سو ورهين صديءَ ۾
نه نقط صحيح ڪرڻ ڪانه ايندي هئي. سو اهڙا ماڻهو جي
آرين جهڙي نهايت مهذب قوم جو اتهاس لکندا اهي
اهو ڪيئن برداشت ڪري سگهندا ته هندو جن کي اسان
حبشي آهي ۽ حڪومت ڪري رهيا آهيون تن جا آبا
ڏاڏا ڪو پڙهيل يا سڌريل هوندا هئا. ان ڪري هنن
مهاشين نه اها مهرباني ڪري ڇڏي ۽ تاريخن ۾ اهڙيون
بي بنياد ڳالهيون لکي ڇڏيون حنڪي ويچارن وڌيارٿين
کي اکين تي رکيو. پر حقيقت اها آهي ته **آريه لوڪ
خوب لکي پڙهي ڄاڻندا هئا.** سنسڪرت جي
موجوده آنيوپتا جنهن کان نگڙي دنيا جون سڀ الفابيٽ
نڪتيون آهن اها وگيانڪ آنيوپتا انهن آرين جي تي آهي.
پر ويچارن يوروپ وارن جا ابا ڏاڏا جي لکڻ ۽ علم کان
مغرور هئا تن آرين کي لکڻ پاڻ جهڙو ڪيو. پر ڪان جو
بيمار سڀ ڪجهه پيلو ڏسندو آهي. ان طرح هي به
قصو ليو.

ڀاشا ۽ ويچارن جو پاڻ ۾ گهرو سنبنڌ آهي. ڀاشا

[1] Bible in India

اٿرو ويد ۾ لکيل آهي ته:-

"ڳائو جو ھي کير، ڏهي ۽ گيهه ئي ڳائڻ جي لائق آهن، ماس (بلڪل) نه." (١)

رگ ويد ۾ لکيل آهي ته:-

"جيڪو راڪشس منش جو، گهوڙي جو ۽ ڳائو جو ماس کائيندو هجي يا کير جي چوري ڪندو هجي ان جي سر کي ڪپي (ڇني) ڇڏڻ گهرجي." (١)

اٿرو ويد ۾ لکيل آهي ته:-

"ماس کائيندڙ، شراب پيئندڙ ۽ ويڀاري ھڪ سمان ئي ماري ڇڏڻ جي لائق آهن."

منوسمرتيءَ ۾ ته اصل لکيل آهي ته ماس کائيندڙ، رڌيندڙ، ڪائيندڙ، ٿالهيءَ ۾ پائي ڏيندڙ، آڻيندڙ، وغيره انهن قسمن جا سڀ ماس سان واسطو رکندڙ پاپي آهن.

ويدن ۽ ويدڪ ساهتيه ۾ ماس جي لاءِ سخت منع لکيل هوندي به اهو لکڻ ته آريه ماس کائيندا هئا، اها شيطان جي ڪوڙيءَ جي ايجاد آهي. شروع سرشٽيءَ ۾ انسان ماس نه کائيندو هو جاڪاڻ ته اهي آدم انسان آريه ان ڪم کي نهايت نفرت سان ڏسندا هئا السواءِ ڪاٻه ٿيتي ڪانهي جنهن جي آڌار تي اهو ثابت ڪري

(١) (اٿرو ويد ٩-٦-٩)

(١) (رگ ويد ٨-۴-١٨)

ڳوٺي نه آريه لوڪ ماڻس کائيندا هئا. برخلاف ان جي
ٿو ثابت ٿئيٿو نه اهي دنيا جا آدم انسان آريه ماڻس
کل نه کائيندا هئا.

''Primitive Arya (man) was not a cornivorous animally nature........... Primeval man was chiefly a vegitarian

"پراچين آريه سماءَ کان ماڻس پکشي (گوشت خور) نه هئا. آدي سرشٽي جو انسان خاص ڪري هڪ شاڪ آهاري (سبزي خور) هو." (۱)

پروفيسر اون (Owen) لکيٿو:-

"انسان جا ڏند، بن جي ڏاڙهن ۽ پولڙن سان گڏجي ڪڇ ملندڙ آهن ۽ انهن جو کاڌو به ڦل، ان ۽ ميوو هڪ ئي قسم جو آهي. انهن چوپائن ۽ ماڻهن جي ڏندن جي هڪجهڙائي مان معلوم ٿئيٿو ته دنيا جي شروعات ۾ ماڻهن جي لاءِ سڀ کان بهتر کاڌو ڦل ئي انهن کيو ويو هو" [۲]

شريمت لناڪس (Linnacus) چويٿو:-

"ڦل مول ماڻهن جي لاءِ نهايت فائديمند آهي. جو چوپائين دوارا (هر وغيره ڏيڻ سان) پيدا ٿيندو آهي. ۽ جهنگلي ماڻهن ۽ لنگورن جي هڪجهڙائي ۽ انهن جي

(1) (Rigvedic culture P. 49)

[2] Odonotography P. 471

مڙهن ۾ پڻ ته هنن جي بناوت مان ته ظاهر آهي. [1]
مسٽر جيمس (E. O. James) لکيو:-
”شروعاتي ماڻهن جون کاڌيون ۽ کوپڙيون اهو ثابت
ٿيون ڪن ته شروعاتي انسان گوشت خور نه هو.“ (٢)
ان طرح اهو ثابت ٿي ويو ته پراچين آريه مانس
بلڪل نه کائيندا هئا ۽ نه ته ويدن ۾ مانس
کائڻ لکيل آهي ۽ نه تاريخ کوجنا ئي ثابت
ڪري سگهي. ڀلا جڏهن مانس ئي نه کائيندا هئا
ته بليون ڪيئن چاڙهيندا؟ اها ته هر ڪنهن کي خبر
آهي ته رامائڻ ڪال ۾ مهرشي وشوامتر جڏهن مهاراجا
دشرٿ کان شري رام ۽ شري لڪشمڻ جي گهر ڪئي
هئي تڏهن اهو ئي سبب ڏنو هو ته راڪشس اسان جي
يگين ۾ ماس وجهي ۽ يگيه ڀرشٽ ٿا ڪن! اگر آريه
بلي چاڙهيندا هئا ته پوءِ يگيه ۾ مانس پوڻ سان يگيه ته
ڀرشٽ ٿيڻ گهرجي. ان ڪري ثابت ٿيو ته آريه مانس
بلڪل نه کائيندا هئا ۽ نه بليون چاڙهيندا هئا اهو ضرور
آهي ته تمام وچين زماني ۾ ودوانن ۽ الارين (پارسي
ڪان ٻاهر جي ماڻهن) جي ملاڻ سان اهي بليون رسمون جو

[1] (Linnasi Amoonitales Academics
vol. X, P.

(2) Introductory to the Anthropol
P.

رواج پيو. ليڪن آرين ۾ يعني وئيدڪ ڪال ۾ ان
ند تهذيب رسم جو رواج بلڪل ڪونه هو. نه ڪو ويدن
۾ ان جو ورڻن آهي. ڪن ماڻهن ويدن ۾ اشوميڌ يگيه
۽ گوميڌ يگيه جا نالا ڏسي ويد ۾ بلي ثابت ڪرڻ جي
ڪوشش ڪئي آهي. ڇاڪاڻ ته سنسڪرت ۾ اشو گهوڙي
کي به چئبو آهي ان ڪري ان لفظ جي اصليت ۽ رهسيه
کي نه سمجهي اهو سمجهيو ويو ته يگيه ۾ گهوڙي جي
بلي ڏني ويندي هئي. پر اصل ڇا آهي ته پراچين ڪال
۾ جيڪو چڪرورتي راجا ٿيندو هو سو هڪ وڏو يگيه
ڪري اني هڪ گهوڙو ڇڏيندو هو جنهنکي يگيه جو
گهوڙو چيو ويندو هو. يگيه سماپت ٿيڻ کان ٿوڙو اڳ، يعني
پورڻ آهوتي کان اڳ ان گهوڙي کي ساري راڄ ۾ آزاد
ڇڏيو ويندو هو. اهو گهوڙو جتان جتان لنگهندو هو، اتي جو
راجا اگر آڻ مڃڻ لاءِ تيار هوندو هو ته ان گهوڙي کي
پنهنجي راڄ مان لنگهڻ ڏيندو هو نه ته گهوڙي کي
روڪيندو هو جنهن ڪري ان گهوڙي جي پنيان
ايندڙ سينا سان ڪيس يڌ ڪرڻي پوندي هئي جا سينا
اهو چڪرورتي راجا ان گهوڙي جي پنيان حفاظت لاءِ
ڇڏيندو هو. اها سينا ان راجا کي جيتي آڻ مڃائيندي
هئي. هار کائڻ تي يگيه ناڪامياب سمجهيو ويندو هو ۽
جيتڻ تي سڦل. ان طرح اهو گهوڙو سينا سميت سڀني
ملڪن مان لنگهي وري موٽي ان يگيه تي ايندو هو ۽
ڪامياب ٿي اچڻ تي پورڻ آهوتي ڏني ويندي هئي

۽ يگيه مثل سمجهيو ويندو هو. اهو گهوڙو ٻڌو ان
چڪرورتي راجا جي خاص سواري لاءِ ڏيندو هو. بس!
اهوئي آهي **اشوميڌ يگيه.**

ان طرح **گئوميڌ** لاءِ به يگيه ڏيندو هو. سنسڪرت
۾ گئو جو ارٿ ڳانءِ به آهي. پر هن يگيه ۾ ان جو ارٿ
ڌرتي آهي. جنهن جو مطلب هو ڌرتيءَ کي اپجائو بڻائڻ
جهڙي ان ۽ ڦل جهڙي ٿي پيدا سگهي ٿي. راجا کي اهو
يگيه به ڪرڻو پوندو هو. يعني زمين کي اپجائو بڻائڻ جا
اپاءَ وٺڻ. بس اهوئي آهي گوميڌ يگيه. اهوئي **گوميڌ**
پارسين جي زند اوستا ۾ گوميز جي ڪم آيو آهي ۽
الي ۾ ان جو اهوئي مطلب زمين کي اپجائو بڻائڻ ئي آهي.

هاڻ اهو ٻڌايو ويندو ته ڇا آريه ديوتائن سوريه وغيره
جي پوڄا ڪندا هئا ڇا؟

## ديوتائن جي پوڄا ۽ سوم ٻوٽي!

ويدڪ ڪال کان وٺي مهاڀارت ڪالين ڀارت ۾ مورتي
پوڄا جاري نه ٿي سگهي هئي. نڪو ديوتائن جي پوڄا
ٿيندي هئي. مورتي پوڄا جو بنياد مهاڀارت ڪال کان
پوءِ الڪار جي زماني ۾ ڀارت ۾ پيو ته نه اڳي مورتي
پوڄا ڪرڻ مورکن جو ڪم سمجهيو ويندو هو. آريه فقط
هڪ ايشور جي اپاسنا ڪندا هئا. ويدن ۾ به فقط هڪ
ايشور جي اپاسنا لکيل آهي، ڪٿي به ديوتائن جي پوڄا جو

ورٽن ڪونهي. ان ڪري ڊ ٺ آريه لوڪ ديوتائن خواهه
سوريه جي پوڄا ڪندا هئا نه ان لاءِ ڪا ثابتي آهي نه
آريه ديوتائن جي اپاسنا ڪندا هئا. آريه فقط هڪ ايشور
جي پوڄا ڪندا هئا.

## سوم بوٽي!

ان بعد سوم بوٽيءَ جي شراب جو جواب ڏنو ويندو
اصل ۾ سوم بوٽي ٽالي ڪا دنيا ۾ بوٽي ٿيندي ٿي
ڪانه آهي. ويدن ۾ ٻ ابرويد جي گرنٿن ۾ جو سوم
بوٽيءَ جو ورڻن اچي ٿو اهو چندرما جي النڪار لاءِ آهي.
انهي سوم بوٽي چندرما کي ٿي چيو ويو آهي. سنسڪرت
۾ سوم چندرما کي چيو آهي ان ڪري چندرما واري
ڏينهن کي سوم وار يعني سوم چيو آهي جو انگريزيءَ
۾ مون ڊي Moon day يعني منڊي Monday ٿي
ويو آهي.

سوم بوٽيءَ جا جيڪي گڻ سنسڪرت گرنٿن ۾
ورڻن ڪيل آهن اهي سڀ چندرما سان ٺهڪندڙ آهن.
ٻ صاف لکيل آهي ته ”واڌ رهي، ٻي شڪر ٻ مورک
وغيره کي سوم جو بوٽو نظر نه ايندو آهي.“ بس
اهوئي آهي اندر جال!

هن وقت تائين نه سوم بوٽي ڪنهن کي ٻه هٿ
ڪاڻ آئي آهي. جن به ان شيءِ کي سچ پچ دنيا ۾
شيءِ سمجهي ڪي ڏکيو آهي تن کي ٻه انهين ضرور چ

هو آهي تہ دنيا ۾ اها ڪتي نظر ڪانہ ٿي اچي. نظر
۽ ڪيئن اچي جڏهن ڪ خود آهني ڪانہ ان ڪري
سوم بوٽي چندرما ٿي آهي. انہ ڪ ڏرلي جهي بوٽي
جنهن جو شراب ٿي سگهي. **آريہ شراب پيئڻ کي
بہ مهاپاپ سمجهندا هئا.**

## ويد!

ان طرح ڄاڻ باقي رهيو اهو سوال تہ ويد ڇا آهن؟
ڇا ويد آرين جا ڪتب آهن جي هو پڙهن ڪتي ياد
ڪرائيندا هئا؟

ان سوال جو جهم دانا ۽ پروفيسر مئڪسمولر آهي.
سچ پچ تہ آرين، ويدن ۽ وئديڪ ساهتيہ جي موجوده
هر معاملي ۾ شري پروفيسر صاحب هڪ وچتر ماڻهو
آهي اسان دل سان ٿا چئون تہ هوڙن عالمن کـــي
انڪار آهي ويدن لي ڪجھ راءِ رکڻ خواه ٽيڪا ٽپڻي
ڪرڻ جو. جنهن اسان جي دل ۾ ايمانداري آهـــي
ايمانداري سان وئديڪ ساهتيہ پڙهيو ۽ وقعت ۽ وقت
پهنجا وچار ڏنئو. اسان ڀارت واسين کي تہ سندس
شڪرگذار هئڻ گهرجي جو هن صاحب ويدن لاءِ خوب
کوج ڪئي آهي. اهي سندس شب شردا جا قول بہ
قيمتي آهن جي هن صاحب ڪئمبرج يونيورسٽي ۾ الهاس
ٽوڏ جي لفظ ٿي آرين لي ڇاڙهيا هوا سندس لڪچرن
جو مضمون هو "ڀارت! اسان کي ڇا ٿو سيکاري سگهي؟"

(1) India, What can it teach

ٺـي ليڪچر ڪتاب جي صورت ۾ ڇپجي چڪا آهن

هي اهڙي پروفيسر صاحب آهي جنهن اها راءِ ڏني
هئي ته ويد فقط ڳڀوارن جا گيت آهن. ان جو ڪارڻ
اهو هو جو ويدن ۽ ويدڪ ڀاشا ۾ لکيل هٿ پرتون ڪال ۾
ڪن موڙڪ پنڊتن جهڙوڪ سايڻ ۽ مهيڌر وغيره انهن
جو ترجمو ڪيو ۽ ٽيڪا به لکي. انهن ويدن جي ارٿن کي
خود غرضي ۽ ان وقت جي بيهودين رسمن جي آڌار
تي ويدن جي پوتر مترن جو گندو ارٿ ڪري ڇڏيو.
نتيجو اهو نڪتو جو يورپين ودوانن کي اهڙي گندا
ترجما هٿ آيا انهن جي آڌار تي اهڙي قسم جي راءِ
ڪڍڻ وڏي ڳالهه نه هئي.

پروفيسر صاحب کي به اهڙي ويد مليا جن جي آڌار
تي هن چيو ته ويد ڳڀوارن جا گيت آهن. ليڪن
جڏهن پاڻ پيا ويدڪ گرنٿ پڙهيائين تڏهن ارٿن جو
ڪمال ڏسي حيران ٿي ويو ۽ خاص ڳالهه اها جو هرڪ
گرنٿ ۾ اهو لکيل هجي ته هي جيڪي ڪجهه آهي سو
ويدن کان ورتل آهي. سڀ گيان ويدن ۾ آهي.
هيڏانهن پروفيسر صاحب واتڙو ته ويدن ۾ ته ڪجهه
ڪونهي هي گرنٿ ڇا پيا آکين. ان طرح ١٨٨٠ع تائين
سندس رايا ان طرح بدلجندا رهيا. آخر ۾ مهرشي
ديانند سرسوتي ويدن جو شڌ ۽ پوتر ڀاشيه
ڪيو ۽ ساڻ ساڻ ستيارٿ پرڪاش ڪانهوءِ رگ ويد
آدي ڀاشيه ڀومڪا نالي گرنٿ ڪڍيائين. جنهن ۾ ويدن
جون مکيه مکيه ڳالهيون لکيل هيون جڏهن اهو گرنٿ

پروفيسر صاحب وت پيتو ڻ واڱو لي وبو ۽ بي اختيار چئي ڏنائين ڻ ”سچ پچ هيلتائين مون فقط سمنڊ جي سطح تي پئي لٽو ڊوڙائي، فقط ڇولين کـــي پئي ڏٺو باقي ان سمنڊ جي اندر ڪهڙا رتن لڪل آهن اهـــي ڻ ڪي سگهيس.“ بس مچوشي ڊيائند جي ان شڌ ترجمي انقلاب پيدا ڪري ڇڏيو ودوان سانڍ جي پاشيہ کــان نفرت ڪرڻ لڳا. ۽ نتيجو اهو ٿيو جو اهو ئي پروفيسر صاحب جو ويدن کي ڳنوارن جـــا گيت چوندو هو سو بي اختيار چوڻ لڳو:-

”مهون جي دعوي آهي تہ سچي دنيا ۾ انسان ذات جي لاءِ ويد جي سمان پڙهڻ لائق ٻيو پستڪ ڪونهي.“

”ويدن کي اسين دنيا جي شروع ۾ ظاهر ٿيل چئي سگهون ٿـــا. ان کان اڳہ ۽ قديم هٿ جو لکيل ڪرنٿ دنيا ۾ ملي نٿو بلڪ ان جي ڀاشا، فلاسافي ۽ ڌرمي وچار ايترى قدر بي مثل، پراچين ۽ وسيع آهن جو اسين سوَ سالن جي اندر بہ انهن کي ماپي نہ سگهنداسون.“ (1)

تہ ڀي هيڪر پروفيسر صاحب ويدن کي انادي يعني

(1) India, what can it teach u

# PARADISE ON EARTH

If I were to look over the whole world to find out the country most richly endowed with all the wealth, power, and beauty that nature can bestow—in some parts a very paradise on earth—

I should point to India.

If I were asked under what sky the human mind has most fully developed some of its choicest gifts, has most deeply pondered on the greatest proplems of life, and has found solutions of some of them which well deserve the attention even of those who have studied Plato and Kant—

I should point to India.

And if I were to ask myself from what literature we, here in Europe, we have been nurtured almost exclusively on the thoughts of Greeks and Romans, and of one Semitic race, the Jewish may draw that corrective which is most wanted in order to make our inner life more perfect, more comprehensive, more universal, in fact more truly human, a life not for this life only, but a transfigured and eternal life—

Again I should point to India.




## ڪانڊ ٻيو - اڌياءُ پهريون

गायन्ति देवाः किल गतिकानि धन्यास्तु ते भूमि भागे।
स्वर्गापवर्गास्पदहेतु भूते भवन्ति भूयः पुरुषाः सुरत्वात ॥
(विष्णु पुराण २।३।२४)

”ٻڌو آهي تہ ديوتا بہ سرڳ ۾ اهو گيت ڳائيندا آهن:-

”ڌنيہ آهن اهي ماڻهو جيڪي ڀارت ڀوميءَ تي اُتپن ٿيا آهن. اها ڀومي سرڳ کان بہ بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ اتي سرڳ ۽ مڪتي ٻنهي جي ساڌنا ڪري سگهجي ٿي. جيڪي ديوتاپڻو ڀوڳي چڪندا آهن اهي موڪش (مڪتيءَ) جي لاءِ وري ڀارت ورش ۾ جنم وٺندا آهن، جنهن جو آدرش موڪش پراپتيءَ ۾ سهائڪ آهي.“

”اتهاس اها شيءِ آهي جا ڀارن جي هٿن ۾ سڀ کان اول ڏيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته ان سان انهن جي ڪومل هردن تي ديش ڀڳتيءَ اصلي عقل جي مهر لڳي ويندي آهي.“ ان ڪري ڪنهن به جاتيءَ لاءِ اتهاس اهڙوئي ضروري آهي جهڙو ڪنهن مڻش لاءِ پوڄن.

## برهما ورت يا آريه ورت!

جنهن پوتر پومي ڀارت ديش يعني هندوستان ۾ اسين رهون ٿا ان جو بلڪل پراچين ڪال ۾

## برهما ورت (١) يا آريه ورت (٢)

نالو هوندو هو. ارٿات آرين جي رهڻ جو ديش. شروع سرشٽيءَ کان ئي هن پوتر پومي تي آريه رهندا هئا ان ڪري انهن هن ديش جو نالو آريه ورت رکيو.

## ڀارت ورش!

آريه ورت ديش ۾ **ڀرت** نالي پراچين ڪال ۾ هن آرين جو ڀهريون راجا راجا تمام مشهور ٿي چڪو آهي. آريه ورت جو مشهور **وئيوَسوَت مٿوُ** هو جنهن کان آريه ورت جو پرسد راجا خاندان سوريه ونش هليو (جنهن ۾ رامايڻ جو پت **اِڪشواڪوُ** هو شري رام ٿيو.) مهاراجا مدوءَ جو پت **پرروا** نالي پت جنهن کي **اِلا** نالي ڌيءَ هئي جنهن جو

(١) (شت پٿ براهمڻ)
(٢) (مدوسمرتي)

ٿيو جنهن کان آريہ ورت جو ٻيو مشهور خاندان **چندرونش**
هليو (جنهن ۾ مهاڀارت جو ٻڌ ۽ راجا يڌشٽر ٿيو) ان ئي
چندرونش ۾ راجا **متينار** ٿيو جنهنکي **تنسو** نالي پٽ
ٿيو ان کي **اِلن** نالي پٽ ڄائو مشهور راجا **دشينت** ٿيو
جنهنجو پٽ ساري دنيا جو **شهنشاهه** (ورات) **ڀرت**
ٿيو. مهاراجا دشينت کي ٻه راڻيون هيون هڪ (مهاڪوي
ڪاليداس واري پرسڌ ناٽڪ) شڪنتلا ۽ ٻي لڪشمڻا.
**مهاراڻي شڪنتلا** مان هي سورهيه ۽ مشهور شهنشاهه
پٽ اڀريو ٿيو. هي ٻچپڻ کان ئي وڏو هو. ڇهن ورهين
جي ڄمار ۾ ئي ڏاڍو ٻلوان هو. جهنگل ۾ شينهن جي ٻچن
سان راند ڪندو ۽ انهن کي تنگ ڪندو هو. سندس منهن ۾
ڏاڍي ڏيا هوندي هئي. جهڙو هو سندر تهڙو ئي هو
سورهيه. ان ڪري کيس **سروَدمن** پڻ چيو ويندو هو.
راجا ٿيڻ تي هن ساري سنسار ۾ ڏاڪو وڄائي ڇڏيو ۽
ساري دنيا کي فتح ڪيو. هي چڪرورتي ئي نه بلڪ
**سارو ڀوم سمراٽ** يعني ساري دنيا جو شهنشاهه هو.
ساري سنسار تي سندس راڄ هوندو هو. ساري سنسار
جا راجائون سندس هٿ هيٺ حڪومت ڪندا هئا.
هن پنهنجي سمي ۾ سرسوتي ۽ گنگا نديءَ جي ڪنارن
تي ايڪ اشوميڌ يگيه ڪيا. هي ڏاڍو داني ۽ هوندو
هو جنهن ڪري کيس **مهاڪرم** ٻه چيو ويندو هو. هڪ
دفعي هن آفريڪا جي مشڪل حالتن ۾ هڪ وڏو يگيه

ڪيو. ان يگيه جو ڪرائيندڙ ديرگهتما مامتيه نالي
رشي هو. ان يگيه ۾ مهاراجا ڀرت هزارين هاٿي سون
ڏندن سان دان ڪيا هئا. چاڪاڻ ته اتي هاٿي ۽ سون
گهڻو ٿيندو هو ۽ هي ملڪ آفريڪا ۾ مهاراجا ڀرت جي
تابع هو ۽ سندس حڪومت هيٺ (اهو مشٽار نالي علائقو
اڃا تائين رابيشيا (ڏکڻ آفريڪا) ۾ آهي جنهنکي
مشنالند (Mashnaland) چيو ويندو آهي.) مهاراجا
ڀرت جو پٽ ڀمنيو ٿيو جو پورن جو پرسڌ راجا ٿيو.
مهاراجا ڀرت جي اُن پراڪرم جي ڪري هن آريه ورت
ديش جو نالو **ڀرت ديش** ٿيو جنهنکي ڀارت ديش يا
**ڀارت ورش** چيو ويندو آهي.

**هندستان!**

سنڌو (نَدي) هن ڀارت ديش جي تمام وڏي ندي
آهي ۽ مکيه آهي. ان ڪري پراچين ڪال ۾ ايران ديش
جا آريه يعني پارسي هن ديش کي سنڌو جي نالي سنڌو
ديش ڪري چوندا هئا جو سندن ڀاشا جي نيم موجب
**س** جو هه ٿي وڃڻ ڪري سنڌو مان هندو ٿي ويو ۽
جهڙي طرح گجرات وارا گجراتي، بنگال وارا بنگالي،
تهڙي طرح هندو ديش وارا رهاڪو هندو. ۽ انهن هندن
جي ڪري. ديش جو نالو پيو، **هند** ٿي ويو جو بعد ۾
هندستان ٿي ويو آهي. اهوئي هندو يا هند ديش يوناني
... هه جو I ٿي وڃڻ ڪري هندو مان اندو ٿي ويو

۽ وڌيڪ پاشائن مرد نه هنڌ ڪري ڏلي اندو مان اندو
ٿي ويو. جو اڄڪلهه انڊيا (India) مشهور آهي. ۽
نديءَ جو نالو نه سنڌو جو هندو ۽ ان جو اندو يا اندس.
(Indus) ٿي ويو آهي. ان طرح اهو لفظ پاشا جي ڦير
ڪري اڃا ليو آهي. ائين ڪوٺهي نه پارسي اسان کي
ڪارو ڏسي هندو معنيٰ ڪارو چئي نالو هندستان رکيو.
پارسي ڪو اسان کان سيٺا ڪوٺين. سچي ڏليام پارسي
جهڙي سنڌ تا ڪٿي نه ڪاليون. ان ڪري اهو ٻوليءَ
غلط آهي. پارسي نه پاڻ کي نه هندو چوندا هئا. هو
پاڻ کي سنڌو جي پٺيرم هنڌ ڪري پاڻ کي پنهنجي
هندو ۽ اسان کي پورب ۾ هنڌ ڪري پوروي هندو
چوندا هئا. (1)

اگر هندو جي معنيٰ ان طرح ڪارو يا خراب، ڏٺي
ته هو پاڻ کي نه هندو نه چون ها. ولي اهو نالو وراڻي
طرح لفظ سنڌو جو هندو لفظ ڪري ڏيش لاءِ استعمال
ڪيندو هو جو عيسوي سنه کان نه ڇهه سؤ ورهيه اڳ ايران
جي بادشاهه **دارياوهو** (سنسڪرت ڌاريه دوسو) جي
شلا ليکن (Inscriptions) ۾ پارت لاءِ هندو شبد
استعمال ٿيل آهي. پراچين شوشا (موجوده سوسا) جي
راڄ محل ۾ مليل راجا داريه وهو (جنهن کي اڄڪلهه دارا
چيو ويندو آهي) جي شلا ليک ۾ لکيل آهي.

---

(1) (پارسين جو پشمه گرنٿ اڌياءُ ١٠. شلوڪ ١٠۴)

”ڀرؤش هيز اِدا ڪرت هڀاڪش آ آنا هڀا هند
اَو اُنا هڀا هر اُوتيا اَوري.“ (ست ٤٣-٤٤)
ارٿات:- ”(هن راڄ محل لاءِ) هاٿي ڏند (Ivory)
چيڪو هت ناهيو ويو. اهو ڪش ديش کان ۽ هند کان
۽ هر هونيتي کان آندو ويو.“

## سند و ديش!

پراچين ڪال ۾ سندو جي ڪري هي ديش مشهور
هو ان ڪري پارسي ساهتيه ۾ سندو جو هندو ۽ يوناني
ساهتيه ۾ اندو يا اندوس (Indos) مشهور هو جو
اڄڪلهه اند يا مشهور آهي. چيني ساهتيه ۾ پڻ سندو
ديش ئي ڪم آيل آهي. چمني سفير هيون سانگ ٻه-
سندو جو شنڌو ڪري لکيو آهي. چيني سيداپتي پن-يوب
وڪري سمبت ١٨٢ (عيسوي سن ١٢٥) ۾ چيني
راجا جي پشچمي ديسن جو ورنن ڪندي لکيو آهي ته
”ت-اين-چ ديش (ديوتائن جو ديش) شن-ت نالي
سان به پرسڌ آهي.“ شن-ت سند جوئي چيني روپ
آهي. [١]

ان طرح مٿين ورنن مان سمجهي سگهيا هوندا ته
ديش جو اصل نالو برهما ورت يا آريه ورت آهي. جو
اصل ۽ شڌ ۽ آرين جو لکيل نالو آهي. بعد ۾ مهاراجا
ڀرت جي ڪري ڀرت ديش ٿيو جو اڄڪلهه ڀارت

(1) ( Foreign Notices of Southern India, P. 10 )

ورش ڇئو آهي. ۽ پارسين جي ڪري هندو ديش، هند يا **هندوستان** نالو هنن مان انگريزيءَ ۾ **انڊيا** ٿيو آهي ۽ ان کي ئي ڇيني ساهتيه ۾ **شن-تن** چيو ويو آهي.

## ديش جون حدون!

آريه ورت ٽالي وقت هن ديش جون حدون اوڀر کان اولهه بنگال ۽ پنجاب سنڌ جي وچ ۾ ۽ اتر کان ڏکڻ ڪشمير ۽ راجپوتانا جي وچ وارو علائقو هوندو هو ۽ اهولي شروع ۾ دنيا جو ٿلهو هو. بي سوري ڏولي پاڻيءَ هيٺ هئي. دکن وارو علائقو سمنڊ هوندو هو.

ڀارت ورش ٽالي وقت ساري دنيا گهٽي ڪتي ٻاهر نڪري چڪي هئي آرين ان کي وڃي آباد ڪيو هو. ۽ راجنيتي طور ايران، عربستان ۽ افغانستان وغيره ديش جون حدون هيون.

هندوستان يا سنڌو ديش وقت افغانستان ديش جي حدن ۾ هو.

هندستان وقت اهڙي حدون اهن جيڪي موجود آهن. اتر کان هماليه، اتر اولهه کان هندوڪش جبل، اولهه کان عربي سمنڊ، جنهن کي پراچين ڪال ۾ **رتناڪر** چيو ويندو هو. ڏکڻ طرف هندي وڏو سمنڊ، اوڀر طرف بنگال جي کاري، جنهن کي پراچين ڪال ۾ **مهودڌي** چيو ويندو هو. هي پورو ديش ساري سنسار ۾ سڀ ۽

سائو ديش آهي. هماليه پهاڙ پوتر ٻوٽين ۽ سيني نعمتن
جو پيدار آهي. وچهر سارو ديش سندر ۽ وڏين ندين ۽
تلائن ۽ چشمن سان ڇٽيو پيو آهي. سندر گل ڦل ۽ اناج
جي اُپتيءَ ۾ سنسار جو ڪوبه ديش ساڻس ڀيٽ نٿو
ڪري سگهي. آبادي ۽ سندرتا جي ڪري آريه ورت
ديش سنسار جو سرڳ آهي. هن ئي پوتر ڀوميءَ جا پوتر
ڦل ۽ گل سنسار جي سيني ديشن ۾ ويا ۽ انهن ديشن
کي سندرتا بخشي. ان ڪري هيءَ پوتر آرين جي پوتر
ماتري ڀومي ارٿات **ڀارت ورش سنسار جو آن**
**داتا آهي.**

**پراچين ڪال!**

سرشٽيءَ جي رنڀ ۾ هن آريه ورت ديش ۾ ٻئي
لوڪ رهندا هئا جتان پوءِ هنن ڌيري ڌيري ٻاهر
ري پيا ديش وسايا ۽ آباد ڪيا. جيئن ڌرتي ٻاهر
رندي آئي. دنيا ۾ ان کان اڳ ڪوبه منش ڪونه
ندو هو. پهرين پهرين جيڪي ماڻهو دنيا ۾ پيدا ٿيا
نيٺي اصل ۾ آريه هئا جن جو اسين سڀ اولاد آهيون.
رين جي ان زماني کي هن وقت تائين ٻارهن ڪروڙ
ال ٿيا آهن.

**ويد!**

آريه لوڪ پنهنجو سمورو وهنوار ويدن جي آڌار
هلائيندا هئا. آرين جي ڀاشا ويدڪ ڀاشا آهي (جن

ٻلهن جو پالڻ ئي فئشن آهي). ڦل ڦول جام اپندا هوا،
ڪاڻن جي گهٽي هٿڻ ڪري وٽن کير ڏڌ مکڻ جهجهو
ٿيندو هو جو خوب کائي رشت پشت رهندا هئا. ماس
۽ شراب جو استعمال بلڪل نه ڪندا هئا انهن شين جو
استعمال ڪرڻ وڏو پاپ سمجهندا هئا. وڏا وڏا ٻگي
ڪندا هئا. ٻليون چاڙهڻ به مهاپاپ سمجهندا هئا.

## آرين جو جيون!

آريه لوڪ گهڻو ڪري ڦل ۽ کير گهڻو کائيندا هئا.
جنهن ڪري هو بيمارين کي نه ٿيندا هئا. ان هوندي به
کين آيروويد (علم طب) جو پورو گيان هو. ويد ڪٽ جا
اوزار ٺاهڻ هو ڄاڻندا هئا. پراچين آيروويد جا گرنٿ اڄا
موجود آهن جي ويدن جو آڌار وٺي لکيا ويا آهن. انهن ئي
گرنٿن جو ترجمو اول عرب ۾ ٿيو جتان يوروپ ۾ ان جو
پرچار ٿيو. اڄ جيڪا به ڊاڪٽري وديا جي ڪماليت
سو تا سا سموري انهن پراچين آرين جي سنسڪرت
گرنٿن جي آڌار تي آهي:

آريه لوڪ کيتيءَ جي ڪم لاءِ ڪاٺ ۽ لوهه جا اوزار
ڪم آڻيندا هئا.

ان سمي جا آريه لوڪ يعني اسان جا ابا اسان ڪاڻ
وڏ ڪ سدا ر ۽ سڊول هوندا هئا. سندن رهڻي ڪرڻي
تمام شڌ ۽ سادي هوندي هئي. هڪ ايشور جي آپاسنا
ڪندا هئا، ديوي ديوتائن ۽ سوريه وغيره جي مورتي

هوجا اصل ڪونه ڪندا هئا. سوڙتي پوڄا
جو رواج پارس ۾ وڌيو ۽ وديشن مان پيو آهي،
جهڙي طرح قلب جولش جو رواج يونان مان پارس ۾ پيو.
آريه لوڪ روز ۾ دفعا صبح ۽ شام جو هون ۽ سنڌيا
ڪندا هئا. جنهنکي لکڻ جو وگيانڪ ڍنگ ايندو هو،
جو اڪثر هندي ۾ أ - آ - إ - اي وغيره ۾ ڏيکاريو ويندو
آهي. اهو سارو وگيانڪ ڍنگ آهي. ان ئي وگيانڪ اکرن
۽ شبد ويدڪ ڀاشا ۾ ويد لکيل آهن. جن ۾ سڀ گيان
وگيان ڀريل آهي. اهي ڪي گيت ڪونهن بلڪ گيان
جو اصلي ڀنڊار آهن.

## آرين جا گرنٿ!

ويدن کانسواءِ آرين جا ٻيا به ڪيترائي گرنٿ آهن.
ويدن سوڌو مکيه گرنٿ هي آهن:-

**چار ويد:-**

١. **رگ ويد-** هن ويد ۾ خاص طرح گيان ڪانڊ (Theories of all Sciences) جو ورڻن آهي.

٢. **يجر ويد-** هن ويد ۾ خاص طرح ڪرم ڪانڊ (Practice of useful Arts and Machines) جو ورڻن آهي.

٣. **سام ويد-** هن ويد ۾ خاص طرح اُپاسنا ڪانڊ (Practical spiritual science) جو ورڻن آهي.

**ويد-** هن ويد ۾ خاص طرح وگيان ڪانڊ

(Wisdom and solution of the riddles, pertaining to Nature, Man and God) جو ورنن آهي.

**چار اُپ ويد:-**

۱. **آير ويد**- يد ودیا (Physical Science)
۲. **ڌنر ويد**- يڌ ودیا (Military Science)
۳. **گانڌرو ويد**- سنگيت ۽ ارتيہ (Musical Science)
۴. **ارٿ ويد**- ڪلا ڪوشل وگيان (Material Science)

اُهن ۾ چرڪ ۽ سشرت آير ويد [چڪتسا] جا گرنٿ اڄا موجود آهن. ڌنر ويد گم ٿي ويو آهي. هن وقت ڪوئي ٿو ملي. گانڌرو ويد ۾ سام ويد جي منترن جو گائن ڪيو ويندو هو. هن ۾ سر ۽ راڳ سڀ سکيا ويندا هوا. ارٿ ويد ۾ وشوڪرما جا تيار ڪيل سمهتا وغيره گرنٿ آهن.

**چار براهمڻ:-**

ويدن جي رهسين کي کولي سمجهائڻ لاءِ چار براهمڻ گرنٿ آهن. هرهڪ ويد جو هڪ جدا جدا برهمڻ آهي.

چار ويد تہ چار برهمڻ:-

۱. **اَئيتَرِيہ برهمڻ** [رگ ويد جو] ۲. **شت پٿ برهمڻ** [يجر ويد جو] ۳. **سام برهمڻ** [سام ويد

پورو ميمانسا لاءِ شري مئڪسمولر لکيو آهي ته:- ”درشن ڪار (ڪتاب ناهيندڙ يا لاسفر) جا سوال جواب مون لاءِ انهايت ڪشش ڪندڙ آهن، ۽ انهن جو ترڪ (Logic) ودوتا جي درشٽي کان لاثاني آهي.“ (١)

شري ڪولبروڪ لکيو آهي:- ”ميمانسا جو ترڪ قانوني ترڪ آهي. ناگرڪ (Civil) ۽ ڌرامڪ (Logic) قانوني ترڪ آهي. ناگرڪ ودي بڌائي ويئي آهي. ايمن جي مطابق جانچ جي ودي بڌائي ويئي آهي. ميمانساڪار جاچ ڪري هرهڪ بحث واري وشيه جي (جي هر جڳهه ڪجهڙا تين) جي انهجو فيصلو عام نيمن برابر ڪيو آهي. ان طرح ٿيل فيصل ڪيل نيم درشن قانون ڪنا ٿيل آهن. انهن جي باقاعدي ترتيب سان گيان ٿيندو. سچ پچ جو دارشنڪ (Philosophical) ميمانسا ۾ اهوئي ڪرڻ جو يتن ڪيو ويو آهي.“ (٢)

(1) To me these Mimansik discussions are extremely attractive and for accuracy of reasoning they have no equal anywhere. (six systems of Indian Philosophy P. 146)

(2) The logic of the Mimansa is the logic of the law, the rule of interpretation of civil and religious ordinances. Each case is examined and determined upon general principles and from the cases decided, the principles may be collected. A well ordered arrangement of them would constitute the philosophy of the luco, and this is, in truth, what has been attempted in the Mimansa. (Colebrook's miscellaneous Essays Vol: I, P. 342).

٢- ڪڻاد منيءَ جو ويشيشڪ شاستر، جنهن ۾ گوتم منيءَ پرشسٽ پاد ڀاشيه ڪيو آهي. هن ۾ خاص طرح ڌرم اڌرم جو ورڻن آهي.

٣- گوتم منيءَ جو نياءِ شاستر جنهن تي **واتسياين رشيءَ** ڀاشيه ڪيو آهي. هن ۾ پدارٿ وديا جو ورڻن آهي.

٤- پتنجلي منيءَ جو يوگ شاستر جنهن تي **وياس منيءَ** ڀاشيه ڪيو آهي. ويشيشڪ ۽ نياءِ شاستر ۾ ورڻن ڪيل سڀني ڳالهين کي هن ۾ عملي طرح ۽ آپاسنا وغيره جو ڍنگ سڀ ورڻن ڪيل آهي. (بازار ۾ جيڪو يوگ وشسٽ سنڌي ۾ ترجمو ٿيل يا هندي وغيره ۾ ملندو آهي اهو واهيات گرنٿ آهي جو وشسٽ منيءَ جو لکيل ڪونهي بلڪ پاکنڊين جو لکيل آهي ان جي ٻڌڻ سان منش ڪائر ٿيندو آهي. ان ڪري اهو نه ٻڌڻ گهرجي).

٥- ڪپل منيءَ جو سانکيه شاستر، جنهن تي **ڀاڳوري منيءَ** ڀاشيه ڪيو آهي. هن ۾ سڀني تتون (تتن) جو تعداد ۽ وستار سان وياکيا ورڻن ڪيل آهي.

٦- **وياس منيءَ** جو ويدانت شاستر جنهن تي **ٻوڌاين رشيءَ** ڀاشيه ڪيو آهي. هن ۾ ايشور جو ورڻن ڪيل آهي. (عام طرح جو ويدانت شاستر يا ويدانت تي لکيل ڪتاب ڏسڻ ۾ ايندا آهن اهي پاکنڊين جا لکيل آهن
ڪي بيوقوف ۽ سمجهه ٿالهيندڙ آهن

اهي ۽ اصل ۾ پڙهڻ گهرجن). انهن اُپانگن ۾ ڏهه اُپنشد به شامل آهن جي هي آهن:-

**١- ايش ٢- ڪين ٣- ڪٺ ٤- پرشن ٥- منڊڪ ٦- مانڊوڪيه ٧- تيترية ٨- ايترية ٩- ڇانڊوگيه ١٠- برهدارڻيڪ.**

ان طرح چار ويد (ڇهني برهمڻ گرنٿن سميت) چار اُپ ويد ۽ ڇهه ويدانگ (ڇهن اُپانگن سميت) سڀني کي گڏي چوڏهن وديائون چئبو آهي. جنهن کي حاصل ڪرڻ هر انسان جو فرض آهي. انهن سڀني جي پڙهڻ سان منش پورڻ ۽ مهاودوان (عالم) ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ ڪوبه اهڙو علم ڪونهي جو انهن گرنٿن ۾ نه هجي. هونئن ته فقط چئن ويدن ۾ ئي سڀ ڪجهه آهي پر اهو ٿورڙي روپ ۽ تورڙي ۾ آهي، عام ماڻهو ان کي نه سمجهي سگهندا. ويدن کي پڙهڻ لاءِ اول سالن جا سال تياري ڪرڻي پوندي آهي تنهن ڪاڻ ئي ويد سمجهڻ ۾ ايندا آهن ان ڪري ويدن جي انهن رهسين ۽ ٿورڙي روپ کي پراچين آريه رشين منين وستار سان سمجهائڻ لاءِ اهي مٿيان بيا شاستر رچيا آهن جن کي درشن (Philosophy) شاستر چئبو آهي. انهن ئي سڀني گرنٿن ۾ جي پراچين آرين جا لکيل آهن سڀ ڪجهه سمايل آهي دنيا کي ان مان ئي سڀ گيان حاصل ٿيو. دنيا ۾ جيڪي به اڄڪلهه ڏسڻ ۾ اچيتو سائنس جون ايجادون

يا ٻيو ڪجهه، سڀ انهن جي ڳولهڻ ۾ آهي، جنهن مان دنيا
سکيو آهي. انهن جي شاسترن مان هوائي جهاز، موٽرون،
بجلي، ريڊيو، ٽيليفون، توپ، بندوق، بم، بارود،
گئس مطلب ته هر علم حاصل ٿي سگهي ٿو. پر سچ سچ
جي ضرورت آهي. محنت ڪري انهي پراچين ڳولهڻ
پڙهڻ گهرجن. جيڪو علم اڄڪلهه جي انگريزي پڙهيل
هڪ سؤ هڪ پستڪن مان به پورو معلوم ٿي سگهندو،
اهو سنسڪرت ۽ آريه شاستر جي فقط هڪ ٿي ڳولهڻ
مان مڪمل طرح معلوم ٿي سگهندو.
موجوده يوروپ جا ليکڪ ڪتاب هڪ ڳالهه صحيح [illegible]
لکي سگهون جا هميشه قبول ڪرڻ جهڙي هجي.
چاڪاڻ ته آرين جي پيٽ ۾ هو تمام تيز دماغ وارا
آهن. ليڪن آرين پنهنجن پراچين ڳولهڻ ۾ جيڪي ڳالهيون
اڄ کان هزارها سال اڳ لکي ڇڏيو آهي اهو اڄ ڏينهن تائين [illegible]
پرلڪ ڏنين به ان ۾ ڪو غلطي نه ڪڍي سگهيو. ڪو
انهن جي معني نه سمجهي ته اها ٻي ڳالهه آهي باقي آرين
جو علم هر زماني لاءِ صحيح آهي.

## چار آشرم!

آرين ۾ پنهنجي عمر کي ٻن پورڪ ۽ پولوتا سان
ترتيب لاءِ چار آشرم ٿيندا هوا:- (۱) برهمچريه (۲)
گرهست (۳) وان پرست (۴) سنياس.
برهمچريه- جن ۾ انهن سالن جي ٻار کي گروڪل
ليو ويندو هو. جتي اهو ٻالڪ
[illegible] هو ٿيندو هو ته موتي مانند [illegible]

گرهست آشرم ۾
ويندو هو ۽ ٢٥ ورهين ۾ وواهه ڪري گرهست آشرم ۾
ٿيندو هو. گروڪل شهرن کان ٥-٦ ميل پري ندي جي
ڪناري تي هوندا هوا. جتي خوب ساوڪ هوندي هئي.
گروڪل ۾ ئي کين اتي جو پيدا ٿيل اناج ۽ شڪ کير ملندو
هو. برهمچاري اتي ويد شاستر پڙهي پنڊت ٿي پوء
ٻاهر نڪرندا هئا.

**گرهست** - گروڪل مان نڪري ٢٥ ورهين جي
عمر ۾ شادي ٿيندي هئي. جتي هو پنهنجي ڌرم پتني
۽ ٻارن سان ٢٥ ورهين تائين آنند پوروڪ رهندو هو.
گرهست ۾ ئي کيس پنهنجي ورڻ موجب آچرڻ ڪرڻو
پوندو هو. روز ٻه دفعا صبوح ۽ شام هون ۽ سنڌيا ضرور
ڪرڻي پوندي هئي. برهمڻن ۽ برهمچارين جو آن وغيره
سان سنڪار ڪندو هو. چاڪاڻ ته برهمڻ جو ڪم فقط
ودياپڙهائڻ هوندو هو ۽ برهمچاريءَ جو ڪم وديا پڙهڻ.
ان ڪري هو ٻيو ڪو ڌنڌو ڪو نه ڪندا هئا ان ڪري
انهن جو گذارو گرهستين تي هوندو هو ۽ اهو سندن لئه
ضروري فرض هوندو هو.

**وان پرست** - پنجاه ورهيه پورا ڪري هو وان پرست
۾ پرويش ڪندو هو. هن آشرم وارا گهڻو ڪري گروڪل
جا آچاريه ٿيندا هئا جي برهمچارين کي پڙهائيندا هئا.
ڪي وري تپسوي ۽ يوگي ٿيندا هئا. ودوان ماڻهو ئي
سچو يوگي ٿي سگهندو هو (اڄڪله جي طرح نه ته زال سان

يا مائٽن سان وسيو ڏ مڃين ۽ ڏوڙ لڳائي مٽي ۾ پوکي سڏائيندا وٽن اهي مائٽ اصل ۾ ماڻهي آهن) هن آشرم ۾ ۽ ۲۵ ورهيه پورا ڪري پوءِ سنياس ۾ ويندو هو.

**سنياس**- ۷۵ ورهين جي عمر ۾ وان پرست آشرم کان سنياس آشرم ۾ ويندو هو. هن آشرم ۾ هو شهر شهر ۾ وڃي ماڻهن کي اپديش ڪندو هو. ڪنهن ۾ شهر ۾ ٽن ڏينهن کان مٿي نه ترسڻو پوندو آهي. ان طرح ديش ۾ ماڻهن جو آچار وهنوار ڏسي ان طرح کين اپديش ڪرڻ سنياسي جو فرض هوندو هو. ڪي سنياسي جهنگل ۾ ڪٽيا ٺاهي تپسيا ڪندا هئا جتي ۾ وڏا وڏا راجائون ۽ پيا، وٽن گيان پراپت ڪرڻ ۽ ويندا هئا. ان طرح سؤ ورهيه عمر جا پورا ڪيندا هوا.

## چار ورڻ!

آرين ۾ پنهنجي سماج کي سوکٽي سان هلائڻ لاءِ چار ورڻ ۾ هوندا هوا. (۱) برهمڻ (۲) کشتري (۳) ولشيه (۴) شودر.

**برهمڻ**- هن جو ڪم هو ودايا پڙهڻ ۽ پاڙهڻ. هون سنديا ۽ يگيه ڪرڻ ۽ ڪرائڻ ۽ دان وٺڻ.

**کشتري**- هن جو ڪم هو ودايا پڙهڻ، راڄ ڪرڻ. هون سنديا ۽ مهايگيه ڪرڻ ۽ دان ڏيڻ.

**وئشيه**- هن جو ڌرم هو ودايا پڙهڻ، واپار ڪرڻ، ڪرڻ ۽ دان ڏيڻ.

شودر- هن جي درجه ۾ هو جيتري ود يا پراپت ڪري
...گهي اوتري پراپت ڪرڻ ۽ انهن جي شيوا ڪرڻ.
... ان ۾ ڪوبه اوچ نيچ ڪونه هوندو هو سڀ هڪئي
... ملي هلندا هئا.

## سورهن سنڪار!

آرين ۾ پنهنجي جيون کي مضبوط ۽ پورو بڻائڻ لاءِ
سورهن سنسڪار ٻڌايا ويا آهن ۽ هي آهن.

(١) گرڀادان- اهو سنتان اتپن ڪرڻ لاءِ ٿي هي
سنسڪار ڪيو ويندو هو. گهٽ ۾ گهٽ ٢٥ ورهين جو
ڇوڪرو ۽ ١٦ ورهين جي ڇوڪري هئڻ گهرجن. تڏهين
هي سنسڪار ڪيو ويندو هو ان کان اڳ بلڪل نه. ٢٥
ورهين جو ڇوڪرو ۽ ١٦ ورهين جي ڇوڪري ان عمر
... ان اڳ جي وواهه (شادي) کي وڏو پاپ سمجهيو ويندو
ويندو هو. ڇاڪاڻ ته ان حالت ۾ انسان جي عمر تمام
گهٽ ۽ شرير ڪمزور ٿيندو آهي ۽ اولاد جلد مري
ويندو يا ڪمزور ٿيندو آهي. گرڀادان جو سمو رجو
درشن (ماهوار) جي ڏينهن کان ٤ راتيون ڇڏي (اٺهن
ڏينهن ۾ استري کي ڇهڻ به نه). پنجين ڇهين راتين
کان سورهين رات تائين استري سماگم ڪيو ويندو هو.
اهو بلڪل وگيانڪ طريقو آهي. اڄ جي سائنس ان کي
پوري طرح سويڪار ڪيو آهي.

(٢) پنسون- گرڀ ٿيڻ جي ٽئين مهيني جي اندر

گرڀ جي رکشا لاءِ هي سنسڪار ڪيو ويندو هو. هن
سنسڪار ۾ استري پرش ٻئي پرتگيا ڪندا هئا تہ هن
ڏينهن کان پوءِ هو ڪو بہ اهڙو ڪم نہ ڪندا جنهن ڪري
گرڀ کي ڇيهو پهچي. ان لاءِ استري پرش کي گرڀ
ليڻ کانپوءِ سمڀوڳ ملڪل نہ ڪرڻو پوندو هو.

(٣) سيمنتونين- هي سنسڪار گرڀ ٿيڻ جي
چوٿين مهني ۾ ٻار جي مانسڪ شڪتين جي واڌاري لاءِ
ڪيو ويندو هو. ان ۾ اهڙا ساڌن ڪيا ويندا هوا. جنهن
ڪري استري جو من پرسن رهي. هي سنسڪار وڏي
اهميت وارو هوندو هو ڇاڪاڻ تہ ٻار جي بڻائڻ جي
ذميواري ماتا تي آهي. جهڙي ماتا هوندي تهڙو ٻار بہ
ٿيندو. ماتا جا سنسڪار ٻار تي گرڀ ۾ ئي اثر ڪندا آهن
ان ڪري ٻار کي اُتم بڻائڻ لاءِ هي سنسڪار ڪيو ويندو
هو جيئن ٻار گرڀ کان ئي اُتم بڻجڻ آرنڀ ٿئي.

(٤) جات ڪرم- هي سنسڪار ٻار جي جمندي ئي
ڪيو ويندو هو. ٻار جو پتا ان جي جڀ تي سون جي
سرائي سان گيهہ ۽ ماکي سان اوم شبد لکندو هو ۽ ان جي
ڪن ۾ ويدو آسي شبد چوندو هو. هي سنسڪار ٻار
جي شڌيءَ لاءِ ڪيو ويندو هو.

(٥) نام ڪرڻ- ٻار جي جنم جي ٻارهين ڏينهن يا
١٠١ ڏينهن يا ٻئي ورهيہ جي آرنڀ ۾ هي سنسڪار
ڪيو ويندو هو (پوئين لمبو عرصو ان ڪري آهي تہ
اگر ٻار جو پتا ڪٿي پرديس ويو هجي تہ سندس استري

عرصي بعد اچڻ تي اهو سنسڪار ڪيو ويچي. ڇو ته پراچين ڪال ۾ ڪو به پرش استريءَ کي جدا نه ڇڏيندو هو. استري ڳوٺ ۾ ۽ پاڻ پرديس ۾ رهڻ اهو تمام برو سمجهيو ويندو هو. جتي پاڻ تتي استري به ساڻ هجڻ ضروري آهي. پر لاچاري حالت ۾ گرڀ ٽيڻ ڪالپوءِ پتي پرديس وڃي سگهندو هو ۽ وڏ ۾ وڏ اهو سميه هوندو ته جڏهن اندر هو ضرور موٽي ايندو هو ان ڪري ان سميه تائين نالو نه رکيو ويندو هو). ان شنسڪار ۾ ٻار جو نالو رکيو ويندو هو نالو تمام منوءِ مطلب وارو رکيو ويندو هو جهڙوڪ ڪپل، ڪڻاد، گوتم، پتنجل، ايمنيو، ارجن، رام، ڪرشڻ، آگستيه، وشوامتر، وشسٽ، اجاتشترو، وڪرماديه ۽ چندرگپت وغيره. اڄڪلهه جي طرح بيهودا ۽ گندا نالا ڀڳڙو، ٽيڪون، ٽوپڻ، ٽنڊڻ، واڳڻ، وڪيو، ٻيل، ڪودڙو، ميهو، پينڊي، ٽوري، الب گدڙو وغيره واهيات نالا ڪونه هوندا هوا. ڇاڪاڻ ته انسان جي نالن جو به من تي اثر پوندو آهي. اگر ڪنهن کي ڇٽي ته ٽون وڪرماديه، ايمنيو يا چندرگپت آهين ته هو قوليجي ويندو پر ٽيڪون، ٽوپڻ، ٽنڊڻ نالن ڪري ان جي ماسڪ شڪتي ڪمزور ٿي ويندي آهي. ان ڪري پراچين ڪال ۾ نالا تمام سندر ۽ وٽندڙ رکيا ويندا هوا.

(٦) نشڪرمڻ- هي سنسڪار جنم کان چوٿين مهني

جي ان ٽاريءَ لئي ڪيو ويندو هو جنهن ۾ ٻار جو جنم ٿيو هوندو. ان جو مطلب ٻار کي ٻاهر جي شُد وايو جو استعمال ۽ سُرشٽي جي درشن جو پهريون ڏاڪو آهي، يعني ٻار کي گهر کان ٻاهر ڪڍڻ.

**(٧) آن پراشن-** هي سنسڪار ڇهين يا اٺين مهيني ۾ جيستائين ٻار جي شڪتي آن پچائڻ جهڙي لائق ٿئي تڏهين ڪيو ويندو هو.

**(٨) چوڙاڪرم-** (مُنڊن يا مُنڍڻ)! هي سنسڪار ٻئين سال يا ٽئين سال جي ٻار جي وارن ڪاٽڻ لاءِ ڪيو ويندو هو. هن سان ٻار جا وار جي گرڀ ۾ ڄاوا، جدا ٿي وڃي ۽ ان شُد اُڀرندا هوا. اهي وار (مَنڊ وارا) لاهي جهنگل ۾ دفنا ڪري ڇڏبا آهن.

**(٩) ڪرڻ ويڌ-** هي سنسڪار ٽئين يا پنجين سال ڪيو ويندو هو. هن ۾ ٻار جي ٻنهي ڪنن ۾ ڇيد ڪيا ويندا هوا. سوراخ ڪري ڪنن ۾ سون جا لُڙا ڪُنڊل لڳايا ويندا هوا. ان سنسڪار ڪري انسان کي مرڻ لائين ڪن جي ڪاڻ بيماري نه ٿيندي آهي. هي ڇيد ڪنن ۾ ٻاہرين جي خاص نس ۾ ڪيا ويندا آهن (جتي آيُرويد ۾) خاص نسن ۾ ڪوڙ سان ٿي فائدو ٿي سگهندو آهي.

**(١٠) اُپنين** (ڄڻيو پائڻ) ڄڻيو- جنم جي ورهيه کان ستين کان ٻارهين سال جي اندر هي سنسڪار ڄڻيو ڪري ۽ ڄڻيو ڪري ٻڌهي جو ڪيو ويندو هو. هن ۾ مُٺي جا سب وار لاهي فقط چوٽي رکي ۽ ڄڻيو ٻڌايو ويندو هو.

جڏهن ٻر تي تندون تيندڙيون آهن جنهن وسيلي ٻار کي سندس فرض سمجهايا ويندا آهن، ته ڪيس ڇا ڪرڻو آهي. شرير جي چوگرد ٽيڙائي ٻائڻ ڪري کيس سمجهايو ويندو هو ته ٽون انهن فرضن سان جڪڙيل آهين. ٽوڪي اهي فرض اوس پورا ڪرڻا آهن جهڙوڪ **ماتا، پتا، گرو ۽ وڏن جي سيوا، رشين منين جي سيوا، عام جي ڀلي جا ڪم.** اهي فرض پورا ڪرڻ سان ئي انسان، انسان ٿي سگهيٿو. هي سنسڪار سيني کان اهميت وارو آهي. چوٽي رکڻ ڪري چوٽي جو جيڪو وارن جو ڳچو مٿي تي ٿيندو آهي اهو شرير جي سيني نسن جي رکيا ڪندو آهي. خاص ڪري ويرج کي مضبوط ڪري رکندو آهي.

(۱۱) **ويد آرنڀ**- جڏهن جي ڏينهن يا هڪ سال جي اندر ٻار کي گروڪل ۾ ويدن جي گيان پراپت ڪرائڻ لاءِ موڪليو ويندو هو. ويد آرنڀ گايتري منتر سان ڪيو ويندو هو جو هي آهي:-

ओं भूर्भुवः स्वः तत्सवितुर्वरेण्यं भर्गो देवस्य धीमहि। धियो यो नः प्रचोदयात्॥

(यजुर्वेद ३६। ३)

اوم ڀوُر ڀوُه سوُه تت سويتر وُرينيم ڀرگو ديوَ سيه ڌيمهي ڌيو يو ناه پرچودياتـ

(يجر ويد ۳٦-۳)

چٽڻي ۾ ئي تندون ٽيندڙون آهن جنهن وسيلي ٻار کي ٽندن فرض سمجهايا ويندا آهن. ته ڪيئن ٽا ڪرڻو آهي. شرير جي چوگرد ٽيڙائي پائڻ ڪري ڪيئن سمجهايو ويندو هو ته توهان انهن فرضن سان جڪڙيل آهيو. توکي اهي فرض اوس پورا ڪرڻا آهن جهڙوڪ **ماتا، پتا، گرو ۽ وڏن جي سيوا، رشين منين جي سيوا، عام جي ڀلي جا ڪم.** اهي فرض پورا ڪرڻ سان ئي انسان، انسان ٿي سگهيٽو. هي سنسڪار سيني کان اهميت وارو آهي. چوٽي رکڻ ڪري چوٽي جو جيڪو وارن جو گڇو مٿي تي ٿيندو آهي اهو شرير جي سيني نس جي رکشا ڪندو آهي. خاص ڪري ويڙهه کي مضبوط ڪري رکندو آهي.

(۱۱) **ويد آرنڀ**- جٽڻي جي ڏينهن يا هڪ سال جي اندر ٻار کي گروڪل ۾ ويدن جي گيان پراپت ڪرائڻ لاءِ موڪليو ويندو هو. ويد آرنڀ گايتري منتر سان ڪيو ويندو هو جو هي آهي:-

ओं भूर्भुवः स्वः तत्सवितुर्वरेण्यं भर्गो देवस्य
धीमहि। धियो यो नः प्रचोदयात् ॥

(यजुर्वेद ३६। ३)

اوم ڀور ڀوه سوه تت سويتر ورينيم ڀرگو ديو سيه
ڌي مهي ڌيو يو نه پرچو ديات (يجر ويد ٣٦-٣)

**(١٢) سماورتن** - ودیا سماپت ٿيڻ تي برهمچريه آشرم ۾ ٢٥ ورهين جي عمر ۾ سماپت ٿيندو هو تڏهين هي سنسڪار ڪيو ويندو هو. ان سمي برهمچارين کي ڏگريون ڏنيون وينديون هيون. ان بعد برهمچاري گروڪل ڇڏي گهر ايندو هو.

**(١٣) وواهه سنسڪار** - وديا سماپت ڪري جڏهين ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گهر ايندا هئا تڏهين هي سنسڪار ڪيو ويندو هو. گروڪل ۾ برهمچارين کي ٢٥ ورهين تائين ۽ ڇوڪرين کي ١٦ ورهين جي عمر تائين وديا گرهڻ ڪرڻي پوندي هئي. ٢٥ ورهين ۾ ڇوڪرا ۽ ١٦ ورهين ۾ ڇوڪريون گروڪل مان وديا سماپت ڪري ڪرندا هئا. پوءِ ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جا گڻ ڪرم سڀاءُ ڏسي ماتا پتا ۽ آچاريه چڱي طرح جاچ ڪري پنهنجي ڪي هڪبئي جي لائق سمجهي پوءِ انهن جو وواهه ڪندا هئا. ماتا پتا ۽ آچاريه تمام گهڻي جاچ ڪندا هئا ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جو سڀاءُ ڏسندا هئا ته برابر هي پاڻ ۾ هڪجهڙا آهن يا نه، تڏهين ئي وواهه ڪندا هئا. (اڄڪلهه جي طرح الله ٻڪود هر ڇوڪرو هڪ طبيعت جو ۽ ڇوڪري ٻئي طبيعت جي، مائٽن کي گهرجن رويا. پوءِ زال مڙس نهن يا مڙس تنهن سان سندن مطلب ڪونهي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو هر گهر ۾ جهڳڙا جهيڙا لڳا پيا آهن نتيجو نه تمام خوفناڪ ٿو نڪري. اسواءِ نوجوان، مائٽن جي ان ظلم ڪري ڪائين انڀرڻ ڪرڻ لڳيو ويجن جن جي

ڇوڪري ان ڪري ڇوڪري
...اداڻيءَ سندن جيون برباد ڪيو. ان ڪري ڇوڪري
جي لياقت ۽ سڀاءُ ڏسڻ گهرجي.
۽ ڇوڪريءَ ٻنهي جي ... ڇوڪري هجي
چڱي طرح ڏسي ڪم ڪرڻ گهرجي. ڇوڪرو
ايم. اي ۽ ڇوڪرو هجي الف - بي جو استاد يا ڇوڪرو
هجي يونيورسٽي جو گرئجيوٽ ۽ ڇوڪري هجي رڳو
سسو ميو گڏجو ڪندڙ ته اهڙن جوڙن کي ته ڪنهن ۽ سرس
هٿي گهڻو پولڊو باقي ته ڪو علاج ڪوانهي سواءِ ان جي
ته ڪنوار پيڪن ۾ گهوٽ مائٽن ۾. ان ڪري هي نازڪ
ناتو اهميت وارو سمجهي گهڻو گهرجي) اڄڪلهه جي
شادين جا مثال ۽ انهن جا نتيجا ته اخبارن مان معلوم
آهن. يوروپ ۾ طلاق جون خاص ڪورٽون ٿي ڪافي
آهن. ليڪن پراچين ڪال لاءِ؟ شڪنتلا ۽ دشينت، ال
۽ دمينتي، وڪرم ۽ اروشي، مالتي ۽ ماڌو. اڃا ٻ؟
چڱو! ٻڌو!! ڀڳوتي سيتا ۽ شري رام!!!

(۱۴) **وان پرست**- گرهست آشرم ٥٠ ورهين تائين
هوندو هو ۽ پوءِ بس! بعد ۾ هرڪو گهر ٻار وڏي پٽ
جي سنڀال هيٺ ڇڏي ٻاڻ جهنگل ۾ تپسوي لي ايشور
جي ڀڳتي ۽ آتما جي اُنتي ڪندو هو. ان جي تياري
لاءِ هي سنسڪار ڪيو ويندو هو.

(۱۵) **سنياس**- ٧٥ ورهين تائين وان پرست ۾ رهي
پوءِ سنياسي ليڪو پوندو هو. هيتري عمر ۾ جڳ کي
هي پرايو هوندو هو. عام جنتا کي اپديش ڪندو هو.

جيون سٺو ڪندو هو. (اڄڪلهه جي طرح مڻس جا ٽڪر پڻ مڻس ۾ ساڻن ڇڪرڻ ڏيٺو پوندو هو اهي لاءِ حرام خوري جا پتلا آهن) تن ۾ رهي ڪنهن جي ساڻن لاءِ ڪوشش ڪندو هو.

(١) انتيشٽي- منش جي جيون جو هي انتم (آخري) سنسڪار آهي جو مرڻ کان پوءِ مردي کي گيهه ۽ چندن ۾ جلائي ڇڏيو ويندو هو.

ان طرح اهي ١٦ سنسڪار استرين ۽ پرشن ٻنهي لاءِ هوندا هوا. جن جي ڪرڻ سان منش هڪ پورو منش ٿيندو آهي. انسان جو هر ديه شڌ ۽ اوچو ٿيندو آهي، هو سماڄ ۾ پوري طرح اُتي ڪري جيون سٺو ڪري سگهندو هو. اڄ مغرب جي بيوقوف تهذيب اساڄي دل ۽ دماغ تي ترو اثر ڪري اهڙو ٻٽاڻي ڇڏيو آهي ۽ مغربي تهذيب ۾ پيل نوجوان انهن سنسڪارن کان نفرت ڪرڻ ٿا ليڪن ان نتيجو ۾ اهڙو ئي آهي جو پورت سڪل نوري جهڙو بدن اڄ جي ڪالي جهڙو ڪمزور ۽ دل دماغ کي طاقت وٺائڻ لاءِ اسپتالن جا غلام. ليڪن پراچين ڪال ۾ اهي سورهن سنسڪار ڪري شرير مضبوط ٺاهيندا هئا، انسان ته ڇا لوهه کي به جهٻون ڪري ڇڏيندا هئا. رام، ارجن ڀيم ۽ پورت اسان لاءِ سندر مثال آهن.

پنڇم مهايگيم!

آرين ۾ روزانو نته ڪرمن ۾ پنڇ مهايگيه به هوندو

هو. جيڪو اهي يگيه نه ڪندو هو تنهن کي پاپي يا اڻاڻ سمجهيو ويندو هو. ان ڪري هرهڪ آريه اهي پنج روزانا ڪرم اوس ڪندو هو جي هي آهن:-

(١) **برهم يگيه**- روزانو ٻه دفعا صبوح جو سج اڀرڻ کان گهڙو اڳ ۽ شام جو سج لهڻ ۽ تارن نڪرڻ کان اڳ جي وچ ۾ سنڌيا ڪئي ويندي هئي.

(٢) **ديو يگيه**- روزانو ٻه دفعا صبوح ۽ شام هون ڪيو ويندو هو. جنهن ۾ سڳنڌت شيون ۽ گيهه وڌو ويندو هو. ان ڪرڻ سان واءُ شڌ رهندي آهي ۽ واءُ (هوا) شڌ رهڻ ڪري بيماري نه ٿيندي.

(٣) **بلي وئشو ديو يگيه**- هوم يعني هر کاڌي جي کائڻ وقت جيڪي ڪجهه کاڌو ويندو هو ان مان هر دفعي ڪتي، ڪانءَ، ڪوڙهي، ڪئلي وغيره ساهوارن لاءِ حصا جدا ڪري ڪڍيا ويندا هوا ۽ ٻوءِ تي ڀوڄن ڪيو ويندو هو. جيئن اڄڪلهه ٻه ڪيترا هندو کاڌي کائڻ سمي گرهيون ڪڍندا آهن جو پراچين رواج آهي. پراچين ڪال ۾ ڀوڄن کي ايشور جو ڏنل سمجهي ورهائي کاڌو ويندو هو اڪيلو کائڻ کي نهايت برو سمجهيو ويندو هو.

(٤) **پتري يگيه**- وڏوان، برهمڻ، رشي، مني وغيره جيڪي جيئرا پتر آهن تن جي شرڌا سان سيوا ڪرڻ انهن کي ڀوڄن ڪرائڻ. اهو پراچين رواج هو جو اڄڪلهه

بگڙي مري ويلن جا شراڌ ڪارايا ٿا وڃن جا موڙڪتا آهي.
اصل ۾ شراڌ يا پتري يگيه ويدڪ شاسترن موجب اهوئي
آهي ته رشين منين ۽ ودوانن کي گهر ۾ آڻي انهن جي
سيوا ڪجي انهن کي ڀوڄن وغيره سان ترپت ڪري
ڪاڻن گمان پراپت ڪجي. باقي مري ويلن لاءِ سال ۾ هڪ
دفعو شراڌ ڪري ڪارائڻ نه فقط ديش جو ڌن مٽيءَ ۾
ملائڻ آهي ان ڪري ان پاکنڊ کي تياڳ ڪرڻ گهرجي.
ڪو ودوان هجي چاهي اهو ڪمر نه هجي نه ان جي ني
جيئري سيوا ڪجي نه سچو ڦل ملندو ۽ اهوئي سچو پتري
يگيه آهي جو پراچين ڪال ۾ ڪيو ويندو هو.

(٥) اتٿي يگيه - جڏهن ڪو ودوان جتيندريه يا ڪو به
انسان اوچتو ڏهر ۾ اچي وڃي نه ان جي ڀوڄن وغيره
سان سيوا ڪرڻ گهرجي. اتٿي (مهمان) چاهي ڪهڙو
نه ڏهر اچي ته ان کي ڀوڄن کانسواءِ گهر مان ڪيڻ پاپ
سمجهيو ويندو هو. اگر ڪو غريب آهي نه ڀوڄن نه نه
لذو جل ني ڪيس پياري سڳهيتو اها نه سيوا آهي. ان
طرح هو اتٿي جي سيوا ڪرڻ هرڪو آريه پنهنجو ڌرم
سمجهندو هو. اج نه ساري دنيا ۾ هندو مهمانوازي سڀني
کان آدرش آهي. بس اهوئي اتٿي يگيه آهي.

ان طرح اهي پنج مها يگيه هوندا هوا جي هر آريه
هرڪو ڌرم هوندو هو ۽ اهيئي آريان جا نتيه (روزانا)
ڪرم يگيه هوندا هو.

آرين ۾ روزانو نير هوندو هو تہ هرهڪ ويد جو پاٺ ڪندو هو جيڪو ويد پاٺ نہ ڪندو هو ان جي عزت ڪانہ ڪئي ويندي هئي؛ ان کي شودر سمجهيو ويندو هو. ان طرح آريہ لوڪ پراچين ڪال ۾ تمام اوچي درجي جا هوندا هئا.

## اڊياڻو ڀينو

### برهمڻ گرنٿ ڪال!

(ازڻالف:- برهمڻ گرنٿن جي آڌار تي ان سمي جي سڀيتا جو اتهاس)

ويد ايشوري گيان آهي. جنهنڪي هرهڪ منش سولائيءَ سان نٿو سمجهي سگهي. ان ڪري ويدن جي ٽيڪائن لکي وستار سان سمجهائڻ لاءِ براهمڻ رشين، برهمڻ گرنٿن جي رچنا ڪئي. اهي برهمڻ گرنٿ هرهڪ ويد لاءِ جدا جدا ۽ ڪل چار آهن:- (۱) ائيتريه برهمڻ (۲) شت پٿ برهمڻ. (۳) سام برهمڻ. (۴) گوپٿ برهمڻ.

برهمڻ گرنٿن جي آڌار تي اهي گرنٿ پاڻ هزار ورهين جا پراڻا آهن. يعني هتي اٽڪل ۲۲۰۰۰ ورهيه اڳ جي سڀيتا لکي ويندي.

ودياڻون! جنهن ڪال ۾ رشين ويدن جي سمجهڻ لاءِ هي گرنٿ تيار ڪيا ان ڪال ۾ پاڻ ۾ ڪيترين تي ودياڻون چالو هيون جي ودياڻن کي پڙهايون وينديون هيون جن ۾ مکيه هي آهن:-

(History) انهاس "اتهاس پراڻ"- (١)
"ويدا نام ويدم"- ويدن جا ارٿ جن (٢)
نروڪت ۽ وياڪرڻ :- جهڙوڪ وچن جهڙوڪ جاڻا داران وديائن
دوارا (Grammar & Philology) وغيره ۽
"پنريم"- وڏن جي سيوا چاڪري دوارا (٣)
(Anthropology) پرسن رکڻ جي وديا
(Mathematics) "راشم"- گڻت وديا (٤)
زلزلو ، جهڙوڪ :- وديا اتپات "دئيوم"- (٥)
(Physical وغيره. طوفان ۽ ڪرڻ جو بجلي ، بوڏ
(Geography
(Minerology) "نڌم"- کاڻين جي وديا. (٦)
(Logic) "واڪو واڪيم"- ترڪ شاستر (٧)
(Ethics) "ايڪايڻم"- نيتي وديا. (٨)
(Physical Science) "ديو وديام"- (٩)
"براهم وديا"- ايشور جي وياکيا (١٠)
(Brahma Vidya)
"ڀوت وديا"- پراڻين جي وديا ارٿات (١١)
پراڻين جا قسم ۽ انهن جي بناوت آدي
(Zoology, Anatomy etc)
"کشتر وديام"- ڌنر وديا ۽ راج شاسن وديا (١٢)
(Military Science & Art of Government)
(Astronomy) "نکشتر وديام"- جيوتش

(١٤) ”سرپ ديوجن وديا“- Science,)
(Treating of Venomous reptiles, etc

اهي مکي وديائون هولديون هيون جي وديارٿين کي پڙهايون ويندڀون هيون.

**وديا جي ريتي!** ان ڪال ۾ باقاعده اوچي آدرش تي وديا پڙهائي ويندي هئي. ان سمي لعين لعين گروڪلن ڪانسواء وڏا وڏا وشو وديالي (يونيورسٽيون) به هوندا هوا. پرپنڌ هوندا هوا جن ۾ ٢١-٢١ اپاڌيايہ (پروفيسر) پڙهائيندا هئا. ڪاڏي پيتي (بورڊنگ) جو سمورو خرچ راجا (سرڪار) جي طرفان ٿيندو هو. راجا (سرڪار) جو اهو فرض هوندو هو ته هو پرجا جي هڪ هڪ ٻار کي وديا پڙهائڻ جو پربنڌ ڪري.

**راج پربنڌ! راجا-** راجا ان کي چئبو آهي جو ويدن جو گنڀير گياني هجي، ويدن جو ودوان تي ڌرم سان راڄ ڪري سگهندو. گنڀير گياني ان کي چئبو آهي جيڪو سنسار جي لاهين چاڙهين جو پورو واقف هجي ويدن ۽ ان جي انگن جو اڀياس ڪيو هجي. ارٿ شاستر (Logic) الهاس ۽ براهمڻ جو پورو ڄاڻو ۽ ماهر هجي ۽ ويدن کي تي سڀ ڪجهه سمجهندو هجي ۽ اهو سچ جيون هلائيندو هجي. برهمڻ گرنٿن موجب ...ريئي آهي ته:- راجا جو مکيہ ڪم اهو ...ي براهمڻ جي رکشا ڪري، جيتوڻيڪ

پرجا راجا کي پوڄيه درشٽيءَ سان ڏسندي هئي پر راجا
پاپ ڪرڻ کان تمام ٻچندو هو. سڀا (دربار) ۾ راڄ
سنگهاسن تي ويهندي هو سمجهندو هو ته اگر مون کان
انياءِ ٿي ويو ته مان به پاپي بڻجندس؛ ان جو ڦل ڏک
مونکي ئي ڀوڳڻو پوندو (ائين ڪونهي جيئن اڄڪلهه
تاريخن ۾ پڙهايو ويندو آهي ته راجا کي جيئن وڻندو هو
تيئن ڪندو هو). راجا جي مٿان برهمڻ هوندا هئا جي
ڪيس ڌرم انوسار هلائيندا هئا. راجا کي پرجا جي ڀلي
موجب ئي سڀ ڪجهه ڪرڻو پوندو هو. راجا جيترن
قسمن جو دوشي سمجهيو ويندو هو تن مان هڪ هي به
هوندو هو. „(جڏهين) نياءِ سڀا (ڪورٽ) ۾ طرفداري
ڪري انياءُ ڪيو ويندو آهي تڏهين اَڌرم جا چار حصا
ٿيندا آهن. ان اَڌرم مان هڪ حصو اَڌرم ڪندڙ، ٻيو
شاهد ٽيون ڪورٽ جي ججن ۽ چوٿون حصو راجا کي
ملندو آهي.“

ان ڪري راجا کي تمام سڀيال سان پرجا جي انصاف
جو بندوبست ڪرڻو پوندو هو جيئن ڪنهن سان انيا
نه ٿئي. ان وقت جي رشين راجا لاءِ نيم ٺهرايو هو ته
„راجا جا وچن ۽ ڪرم پوتر هئڻ گهرجن. انکي ويد
ترڪ شاستر ۾ ماهر ۽ جتيندريه هئڻ گهرجي. انکي اه
ساٿين (وزيرن) سان گهڙيو رهڻ گهرجي جن ۾ اُتم
گڻ ۽ راڄ جي انتظام کي قائم رکڻ جي شڪتي ه
راجا کي هوشيار هئڻ گهرجي ۽ پنهنجي پرجا مان بي ط

ورتاءُ ڪرڻ گهرجي ۽ پرجا کي لاڀ پهچائڻ گهرجي.
راجا کي براهمڻ راڄ ليہ سنبنڌي لکيتن، گذريل فيصلن
مان واقف هئڻ گهرجي. چاڪاڻ تہ انهن موجب ئي
اپراڌين کي سزا ڏيڻ جو فيصلو ڏيڻ گهرجي. اهڙن ڪٺن
وارونئي راجا ئي سکهيتو. جنهن پراهي گڏن هڻ اهو راجا
نہ ئي سکهندو هو. اهڙي قسم جو جيڪو ماڻهو هوندو
هو ان کي يگيہ جي اڳيان وڏاري پروهت عام حتا جي
پاران ڪبس راجا بڻائيندو، اختيارون ڏيندو، گادي تي
وهاريندو ۽ نيون سکيائون ڏيندو هو تہ ڪهڙي طرح
پرجا کي سکي رکڻو آهي، مرضي موجب ڪجھ بہ نہ ڪرڻو
آهي وغيره. راجا جي من مانئي ڪرڻ ئي ڪبس گادي ۽
تان لاهڻ جو اڌڪار پرجا کي هوندو هو.

**راڄ تلڪ!** يگيہ شالا (جتي يگيہ ڪيو ويندو آهي ان)
جي هڪ پاسي سنگهاسن رکيو ويندو هو جنهن ئي سندر
گادي وڇائي ويندي هئي لڌهين ان پرش کي جنهن
کي پرجا راجا بڻائڻ لاءِ چوندي هوندو ان کي راڄ پروهت
هن طرح چوندو هو ۽ ان چوڻ سان راڄ تلڪ جي ڪارروائي
آرنڀ ٿيندي هئي:-

*”ايہ ٿي راڌ ٿي“* هي راڄ تنهن جي لاءِ آهي
ارثات هي راڄ توکي ڏاو وڃتو (راڄ پروهت جي ان
چوڻ ڪالپرء اهو پرش راجا ٿيندو هو).

ان بعد ڪيس سنگهاسن تي وهاريو ويندو هو ۽ راڄ

پروهت چوندو هو تہ:- „ينتا سيہ مں اتي" تون
ينتا ارٿات راڄ ڪندڙ ۽ يم ارٿات پرجا کي نيم پوروڪ
هلائڻ جي لائق آهين. (ان چوڻ بعد راجا راڄ ڪندڙ
ٿيندو هو).

ان بعد راڄ پروهت چوندو هو „**ذروُو آسي ذروڻ**
**اتي**" ارٿات تون ذروُ (تاري) وانگر ذرم تي پڪو
آهين تون راڄ جي بارکي کڻي سگهين ٿو. (ان چوڻ سان
هو راجا مشهور ٿيندو هو).

ان بعد راڄ پروهت چوندو هو „**ڪرشئيتوا ڪشما**
**يتوا ريئيتوا پوشا يتويتى ساذو يتويتي**".
(ڪرشي) ارٿات توکي کيتي جي اتيءَ لاءِ (ڪشيم)
توکي پرجا جي ڪلياڻ ۽ سک لاءِ (ريئي) توکي مهمائن
جي واذاري لاءِ (پوش) دکي پرجا جي پالڻ پوشڻ لاءِ
(ساذو) توکي مهاتمائن جي واذاري ۽ سيوا لاءِ راجا بڻايو
ٿو وڃي. (ان چوڻ بعد ئي اهو پرش راجا ٿي مٿيان سڀ
ڪم ڪرڻ جو اذڪاري ٿيندو هو. (۱)

ان بعد ٻيون بہ ڪيترين ئي رسمون ادا ٿينديون
هيون. ان راڄ تلڪ وقت سيني ماڻهن برهمڻ، ڪشتري،
وئشيہ شودر وغيره جي رضامندي سان ان پرش کي

(۱) (شت پٿ برهمڻ، ڪانڊ ۵- اذياءُ ۲- براهمڻ
۱- پرواڪ ۲۵).

راجا نڈابو ويندو هو. ۽ وري جڏهن بہ ڪارروائي
آراب تمدي هئي تہ راج پروهت جل سان ان راجا جي
شرير جو مارجن ڪندو (ڇنڊا هڻندو) هو ۽ چوندو
هو "هي' فلاڻي ماڻهو جو پٽ ۽ فلاڻي استري جو پٽ
آهي ارٿات جنهن مان جنم ورتو اٿس تن کي ٻڌائيندو هئي
فلاڻي ۽ "وش" ارٿات پرجا جو آهي يعني ان پرجا کي
ٻڌائيندو جنهن جو هو راجا بڻجيندو" ان بعد وري ٻيا
سنسڪار ٿيندا هوا.

ان بعد راج پروهت راجا جي چالي کي ڇهي چوندو
هو:- "پرجا جي رکشا، پالڻ پوشڻ ۽ واڌاري لاءِ ڌارمڪ
ٿيو رهڻ پولو راج اسم جي آگنا پالڻ ڪرڻ ڪرائڻ جو
ورت جنهن ڌارڻ ڪيو آهي اهو) ڌرت ورت راجا
سنگهاسن تي ويٺو آهي . راجا جو ڌرم آهي تہ هو پنهنجي
ڌارڻ ڪيل ورتن جي پالنا اوس ڪري، هاڻي هيءَ (راجا)
تہ تہ ٻين جي طرح من مالي ڳالهيون چئي سگهيتو ۽ نہ
من ماني ڪم ڪري ٿو سگهي (يعني سندس طاقتون
هاڻ محدود آهن) ڪيس واجب آهي تہ هاڻي هي انهن تي
ڳالهين کي چئي جي ساڌو ارٿاپ (راج نيم انوسار هئڻ
جي ڪارڻ) شريشٽ ۽ ڪلياڻ ڪاري هجن ۽ انهن تي
ڪمن کي ڪري جي ساڌو (ارٿات شريشٽ راج نيم
موجب) هجن. جاڪاڻ تہ منشن جي وچم راجا ۽ ويدن
جو ڄاڻو ڪنتري برهمڻ اهي ٻئي ڌرت ورت يعني

رڃا جي ڪلياڻ لاءِ ڏاڍي ڪيل ورتن ۽ راڄ نيمن جي
العا پلي پالتي ڪندا آهن ۽ ان الڪري چيو ويو آهي
ته ڌرت ورت راجا راڄ سنگهاسن تي ويهي ويو آهي“.

ان بعد وري ڪجهه بيا سنسڪار تيڻ بعد راڄ پروهت
۽ سندس وڏوان ساٿي راجا جي پٺيءَ تي آهستي آهستي
ڏنڊي سان چوٽ ڪندا هئا جنهن جو مطلب اهو هوندو
هو ته راجا به ڏنڊ ارڻات سزا کان آجو ڪونهي اگر راجا
به ڪو پاپ يا انياءِ ڪندو ته ان کي به برهمڻ سزا ڏيندو.
(اهڙيءَ اتم ۽ آدرشي ڳالهين کي ڏسي ڪن اهو بلڪل
غلط انداز و لڳايو ته اهو برهمڻن جي زماني جو دور هو
جڏهين سندن زور هو ۽ ان لاءِ آريه به هڪ خاص زمانو
برهمڻن جو زمانو پڙهايو ويندو آهي جو بلڪل غلط
۽ بي بنياد آهي).

ان طرح راڄ تلڪ ٿيندو ۽ راجا گادي تي ويهندو ۽
ان سمي کان راجا ٿيندو ۽ راڄ ڪندو هو.

## راجا لاءِ ڏنڊ!

اگر راجا راڄ ۾ ڪا غلطي ڪندو هو ته ان کي به ڏنڊ
ملندو هو. اگر راجا ڪنهن ڏوهيءَ کي سزا نه ڏيندو هو
ته راجا خود اپراڌي سمجهيو ويندو هو ۽ ليکيو ويندو هو
ته:- ”جيڪو راجا انياءِ پوروڪ ڏنڊ ڏيڻ فرض ادا نٿو
ڪري ان کي پرائشچت ڪرڻ گهرجي. ان طرح اگر ڪو به
سزا جي لائق ڏوهي ڇٽي وڃي ته راجا کي هڪ ڏينهن ۽

هڪ رات بکيو وڃڻ گهرجي ۽ راڄ پروهت کي ٽي ڏينهن
۽ ٽي راتيون بکيو رهڻ گهرجي. اگر ڪنهن بيڏوهي کي سزا
ملي وڃي ته راڄ پروهت کي ڪرڇ ورت ڪرڻ گهرجي
۽ راجا کي ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون بکيو رهڻ گهرجي.
اگر راجا چور کي سزا نه ڏني ته چوريءَ جو پاپ راجا
تي آهي."

راجا کي ان طرح انتظام ۾ هلائڻ لاءِ ودوان براهمڻن
جي سڀا هوندي هئي. جنهن جي صلاح مصلحت سان
راجا راڄ ڪندو هو ۽ اهڙن سخت نيمن هيٺ ڪري راجا
نياءِ سان راڄ ڪندو هو.

هاڻ ٻڌايو دنيا ۾ اهڙو ڪو ٻيو آدرشي راڄ ٻڌو اٿو؟
۽ هي آهي انهن آرين جو راڄ جي عيسوي سن کان فقط
ٻه هزار ورهيه اڳ هندوستان ۾ آيا ۽ لکي پڙهي ڪونه
ڄاڻندا هئا؟

واهه ڙي واهه! اسڪولن جي تاريخ لکندڙ عالمو!!
تنهنجي جيءَ!!!

**پرائشچت ۽ سزا** ان سمي هيٺيون سزائون ڏنيون
وينديون هيون ان جا ڪجهه نمونا هي آهن:-

اگر ڪو براهمڻ ڪنهن براهمڻ جي هتيا ڪندو هو
ته راجا ان هتيا ڪندڙ جي نرڙ (لڙ) تي تتل لوهه سان
سا سر جي مٿي ڏڙ جو نشان ڪرائي ڇڏيندو هو.

اگر ڪو ڪنهن براهمڻ جو ڌن چورائيندو هو ته ٽاز
ڪتيءَ جو نشان ۽ اگر شراب پيئندو هو ته ان جو نشان تتل

...وهه سان ڪرائي ان کي پنهنجي ديش مان نيڪالي ڏيئي ڇڏيندو هو.

اگر ڪو براهمڻ ڪنهن ڪشتري کي گار ڏيندو هو تہ انکي ۵۰ ڪارشاپڻ (سڪو) ڏنڊ ڏيڻو پوندو هو.

اگر ڪوئي شودر اڌرم سان يعني چوري سان ڪنهن جي شيءِ چورائيندو هو تہ ان شيءِ جي اٺوڻي قيمت ڏنڊ طور ان کي ڏيڻي پوندي هئي. پر اگر اها ساڳي قيمت جي شيءِ ڪنهن براهمڻ، ڪشتري يا وئشيہ چورائي هوندي تہ ان کي ان (شودر واري ڏنڊ) جي ٻہ ڀيڻ يعني سورهون ڀيڻ ڏنڊ ڏيڻو پوندو هو. پر اگر ڪو وڏو ودوان اهڙو پاپ ڪرم ڪري وجهي تہ ان کي ان کان وڌيڪ ڏنڊ ڏيڻو پوندو هو. (ان هوندي بہ ائين چئي سگهبو تہ برهمڻن جو زور هو؟ اگر هو اهڙا هئا تہ قانون بہ پاڻ ناهيندا هئا تہ پاڻ لاءِ اهڙي سزا ڪيئن مقرر ڪيائون؟)

## موت جي سزا ۽ پرائشچت

پراچين ڪال ۾ خونيءَ کي گهڻو ڪري موت جي سزا نہ ڏني ويندي هئي. اهڙي ڏوهيءَ کان پرائشچت ڪرايو ويندو هو. حقيقت ۾ خونيءَ کي موت جي سزا ڏيڻ هر ويرو ڪارائتي ڪانهي. سزا جو مطلب آهي ڏوهيءَ کي سبق سيکارڻ. اگر ڪنهن کي موت جي سزا ڏني ويندي تہ هو پنهنجو پاڻ کي بہ نہ سڌاري سگهندو. بهتر آهي اگر کيس سڌارڻ جو طريقو اختيار ڪرايو وڃي. ليڪن خون جي ڏوهي...

کي دليا لاءِ سبق لمڻ لاءِ ان کي ٻري لمواي ڇيڇلائي
برانڇيمه ڪرائڻ هڪ سبق آموز سزا آهي. اح اگر ائين
ظاهر ڪيو وڃي ته فلاڻي هوليءَ کي قاسي ملي لسه ان
ڪري جبتا ۽ ان ٻاپ لاءِ ڪا خاص لثرسه ڪانه پيدا
ٿيندي ۽ اگر ان کي ٻرانڇيمه ڪرايو وڃي جيڻ براڇين
ڪال ۾ هولدو هو ته عام جبتا ان ٻري ۽ قياس جوڳي
حالته ڏسي لبرس ڪائيندي ۽ ان ٻاپه کان لثرمه پيدا
ٿيندي ۽ سچ پڇ اهو هڪ طريقو آهي جو براچين ڪال
۾ هولدو هو جنهن ڪري خون لمڻ مشڪل هولدو هو
۽ اح قاسي جي رواجي سزا کان ته ٻجي احسان جا ڪالم
خونن سان لطر اچن لا ۽ ڪوه لتيجو ڪوه لو اڪري
برالڇيمه ان کي روڪڻ جو هڪ سندر طريقو آهي. ۽
اهو ته آرين جي راح ۾ ئي ممڪن آهي!

جيڪو براهمڻ، ٻار ۽ استريءَ جو خون ڪندو هو
ان کان هن طرح برالڇيمه ڪرايو ويندو هو:-

”ان کي جهنگل ۾ هڪ جهوپڙي (پنهنجي رهڻ لاءِ)
خود ٺاهڻ گهرجي. لمام لوڙو ٻاالهائڻ گهرجي. هڪ لسه
لي ان مڏشه جي کوپڙي (جنهنجو خون ڪيو هجيس)
رکي اها جهندي جي طرح ڪم آڻڻ گهرجي. ڏن کان
گوڏي لائين هڪ لڪرو ٻڌڻ جهڙي ڪپڙي جو ٻهرڻ
گهرجي. هڏهين هو شهر ڏالهن وڃي ته ڳاڏين جي ڦيٽن
جي لشالن جي وڇم علي. رستي ۾ اگر ڪوئي آره ملي
وڃي ته ڪيس ۽ ڳو ٻري هٽي وڃڻ گهرجي. شهر ڏالهن

ويندي هاڪي ڏاڍو جوکو پگهل ٽنل برتن پڌجي هٿن
۾ ڪٺي واري سان ستن گهرن ۾ ڀکي چوندو ته ”ايپشٽ
کي ڀکشا ڪير ڏيندو؟ ڀکشا گهري، ڀکشا سان پڌجو
جيون گذاري. اگر ستن گهرن مان به ڀکشا نه ملي ته اُپواس
ڪري. ۽ ان طرح پرائشچت ڪندڙ ڳاين کي چاري شام
جي وقت جهنگل ڇڏي. جڏهين ڳايون شهر ۾ داخل
ٿين ڳاين کي شهر ۾ پهچائڻ لاءِ ايپشٽ به شهر ۾ وڃي
سگهيتو. يعني ايپشٽ فقط ٻه دفعا شهر ۾ وڃي سگهيتو
هڪ ڀکشا وقت ٻيو ڳاين کي، شهر ۾ پهچائڻ وقت.
ٻارهن ورهين تائين ان طرح پرائشچت ڪندو آئت ۾ ان
سنسڪار کي ڪري جنهن دوارا وري آرين جي پنگتيءَ ۾
داخل ٿي سگهي. يا ٻارهن سالن تائين پرائشچت ڪري
هو ڀٽڪجي جهوپڙي ان هنڌ ٺاهي جتان چور ايندا ويندا
هجن ۽ ان جهوپڙي ۾ رهندي چورن کان براهمڻ جون
ڳايون ڇڏائڻ جو يتن ڪندو رهي. اگر هو انهن چورن
سان وڙهندي ٽي دفعا هار کائي يا جڏهين هو چورن
کي ماري ڀڄائي ته ان جا پاپ ڇٽي ويل سمجهڻ گهرجن.
پر اگر ايپشٽ اهڙو هجي جنهن اهڙي گروءَ يا براهمڻ
جي هتيا ڪئي هجي جنهن ويدن جو سوادياءُ ڪيو هجي،
۽ سوم ياڳ جي ڪريائن کي پورو ڪيو هجي ته هو مٿين
طرح پرائشچت پڌجي انتم گهڙي تائين ڪندو رهي
جاڪاڻ ته هو هن جنم ۾ شُڌ نه ٿي سگهندو. هاڻ، مرڻ
کانپوءِ ان جي پاپن جي نورتي ٿي ويندي آهي.

”ننڍڙن ڪڙب هنيا ڪئي هئي ان کي ڳڌهه جي ڪل (ڪل تجا وار ٻاهرين طرف هئڻ گهرجن) ٻهري ۽ مٿل منشيہ جي ڪوڙي ٻنهي ٻاٽي ٻيڻ جي ڪم آڻڻ گهرجي ۽ ان نال هنا ڪندڙ کي ڏندي، جي ندران ڪف حو ٻاٻو هٿ ۾ ڪئي ٻنهي ڪڪرم جو اعلانُ ڪندي ۽ اهو چوندي:- ”ٻال هنبا ڪندڙ کي ڪير پکشا ڏيندو؟“ پکشا گهرڻ گهرجي ۽ شهر کان پکشا حاصل ڪري ان کي شهر کان ٻري ڪٺهن وڻ جي ميدان خالي هنڌ (جهوپڙي) ۾ واس ڪرڻ گهرجي. ڪيس آرين سان ڪٺهن ۾ قسم جو وهنوار نہ ڪرڻ گهرجي ۽ ٻنهي اُنتم سميہ تائين ان طرح آچرڻ ڪندو رهڻ گهرجي ان جي شڌي هن جنم ۾ تہ نہ ناٿي مرڻ ڪانپوءِ ٻاپ ڇٽي ويندو آهي.“

ٻر ايشمہ (مهاڀالڪي) شهر کان ٻاهر جهوپڙين ۾ ئي گڏ رهي سگهندا هئا، اهو سمجهندي تہ اهو لٻاڻ اُڪول آهي هي هڪبئي لاءِ پکہ نہ ڪري سگهندا هئا. هڪبئي کي ٻاڙهي نہ سگهندا هئا ۽ هڪبئي ۾ وواهہ ٻہ ڪري سگهندا هئا. اگر سندن اولاد ٿيندو هو تہ هو ٻنهي اولاد کي ڇوندا هئا تہ لوهنُ اسان وٽان هُنا وڃو چاڪاڻ تہ آريہ توهانکي ٻاڻ ۾ شامل ڪري نہ سگهندا. چاڪاڻ تہ منشيہ سان ان جا انگ اُشڌ نہ ليندا آهن جهڙي طرح انگ جيڻ (لعڪڙو) منشيہ اهڙو اولاد ڪري سگهيئو جنهن جا سڀ انگ (عضوا) ٻرابر هجن.

پوڄن ڪري ورتي تن ڏينهن لاءِ فقط اُن پوڄن
لي گذارو ڪري جو ڪيس بنا گهرڻ جي ملي وڃي.
ورتي ٽن ڏينهن لاءِ بلڪل اُپواس ڪري. ان طرح اِن
ٻارهن ڏينهن جي ورت کي ڪرڇر ورت چئبو آهي."
ٽن ڏينهن لاءِ گرم جل پيئي. ٽن ڏينهن لاءِ گرم
کير پيئي. اُن ڏينهن لاءِ گرم گيهه پيئي ۽ ٽن ڏينهن لاءِ
گرم گيهه پيئي ۽ ٽن ڏينهن لاءِ هوا تي گذارو ڪري.
ان طرح جي ٻارهن ڏينهن جي ورت کي تپت ڪرڇر
چئبو آهي."
"اگر ڪوئي آتم هتيا جو وچار ڪري ته اُن کي ٽن
ڏينهن لاءِ اُپواس ڪري پرائشچت ڪرڻ گهرجي."
اهي مثيان پرائشچت آهن جي پراچين آرين جي ڌرم
آچارين دوارا مقرر ڪيل آهن. جن تي ماڻهو ازخود عمل
ڪندا هئا. الڪالسواءِ سرڪاري طرح سزائون ۽ مقرر ٿيل
هونديون هيون جن مان ڪجهه هي آهن:-
جيڪو پنهنجي ورڻ يا آشرم ڌرم کي ٽوڙي يا ڀڃ
ڪو اعتراض ڪري ته اُن کي لستائين اڪيلائي جي
جيل جي سزا ڏيڻ گهرجي جيستائين ڪ هو شد نه ٿئي
يعني سڌري وڃي. اگر هو شد نه ٿي سگهي ته الڪي
ديش نيڪالي ڏيڻ گهرجي."
"اگر ڪو ماڻهو جنهن کيتي ڪرڻ لاءِ زمين ان جي
مالڪ کان ورتي هجي، معلوم ڪري ۽ ان ڪري
اُن ۾ مرقل (اناج) اُپجي نه ٿئي ته ان ماڻهو کي اگر هو

شاهوڪار هجي ته ان جي قيمت ڏيڻي پوندي ۽ اگر نوڪر هاريءَ جي ڪمري ڇڏي ڀڄي وڃي ته ان نوڪر کي ڦٽڪن جي سزا ملڻ گهرجي.“

”پابندي (Ban)، اپراڌ جو اعلان، ديش نيڪالي ۽ تتل لوهه سان نشان اهي سزائون آهن جي برهمڻن کي ڏيڻي سگهبيون هيون.

”ڪوئي ڪنهن کي خون ڪرڻ جي ارادي سان وڃي ته ان خون جي ارادي واري ماڻهو کي (پنهنجي رکشا لاءِ) ماري ڇڏڻ ۾ پاپ ڪونهي.“

”اگر ڪوئي ڪنهن کي خون جي ارادي سان وڃي پوءِ چاهي اهو سمپورڻ ويدن ۽ اپنشدن جو به ڄاڻو ڇو نه هجي ته به ان خون جي ارادي واري کي (پنهنجي رکشا لاءِ) ماري سگهجي ٿو، مارڻ سان برهم هتيا جو پاپ نه لڳندو.“

”(ڪنهن ماڻهو جا) ڍور پنهنجي جڳهه (واڙي) کي ڇڏي پوک کي خراب ڪن ۽ ڪائين ته به جو مالڪ انهن ڍورن کي پڪڙي ڪجهه دير تائين پاڻ وٽ رکي سگهي ٿو.“

”ٻيلن جو اڌيپتي (Forest officer) اهو ڏسي ته ڪنهن ڳوٺ جا ڍور ٻيل کان سرڪاري ٻيلي ۾ اچي ويا آهن ته هو انهن کي ڳوٺ ڏانهن موٽائي ڇڏي ۽ انهن کي سندن مالڪ جي سپرد ڪري. پر اگر وري ٻيل ڌڻي يعني ڍور وري سرڪاري ٻيلي ۾ اچن ته ٻيلن

جو عملدار انهن کي پڪڙي ڪجهه دير تائين پاڻ وٽ رکي سگهيتو."

**ٻيا وهنواري نيم!** "ابائي جائداد، وڪرو ڪيل شيءِ، گروي رکيل شيءِ، استري ڌن، دان ڪيل شيءِ، ٻڪيه ڪرڻ جي لاءِ مليل شيءِ، وراثت ڪيل ابائي ملڪيت جا ورهاڱي ڪئي بيٺي هجي پرمزوري، اگر ٻئي جي هٿ ۾ ڏهن سالن تائين رهي پئي هجي ته اصلي اڌڪاري جو اڌڪار ان تي رهندو. پر ڪن ان سميه جي ڌرم آچارين جي راءِ موجب گروي رکيل شيءِ، سرحد، نابالغ جي ملڪيت، استري ڌن، سرڪاري ڌن، ودوان جو ڌن اگر ٻين وٽ رهي ته به ان جو مالڪ لٽي سگهي."

"ڪنهن ماڻهو جي ملڪيت، جو اڃا ته ٻي سمجهه ۾ نابالغ هجي اگر ان جي سامهون ٻيا ماڻهو ڏهن سالن تائين استعمال ڪندا رهن ته ان ملڪيت تي انهن استعمال ڪندڙن جو ئي اڌڪار آهي. پر اگر ڪنهن ٻئي جي ملڪيت کي ودوان، سياسي يا سرڪاري عملدار استعمال ڪندا هجن ته ان تان اصلي اڌڪاري جو اڌڪار نه هٽندو."

"انهن ماڻهن جي ملڪيت جو پربنڌ، جيڪي خود قاعدي موجب پنهنجي ملڪيت جو پربنڌ ڪرڻ ۾ لائق نه هجن (جيئن ودوا يا نابالغ وغيره) پرڀو منڊل (ٽرسٽين)

کي ڪرڻ گهرجي ۽ جڏهن نابالغ پنهنجي عمر کي پهچي
ته انکي سندس ملڪيت سونپي ڏيڻ گهرجي."

"وياج جو اگهه ويهن ڪارشاپڻن تي پنج ماشڪ
ماهوار جي حساب سان هئڻ گهرجي (يعني ١٥ روپيا
سيڪڙو ساليانو حساب سان هئڻ گهرجي) ۽ اگر قرض
وٺندڙ ڏيهن تائين نه چڪايو وڃي ته مول ڏن پيٽو تي
سگهيٽو ۽ ان بعد وياج جو چڙهڻ بند ٿي ويندو."

ڀورن مان اُٺن، ٿيندڙ شيون جهڙوڪ اُن، اناج ۽
بار ڀونيندڙ ڀورن تي ايترو وياج وٺڻ گهرجي جو شيءِ
جي اصلي قيمت جي پنجوڻ کان وڌيڪ نه وڃي."

مري ويل ماڻهو جي پٽن کي مري ويل جا قرض
چڪائڻا پوندا پر مري ويلن جي انهن قرضن جو چڪائڻ
پٽن جو فرض نه ٿيندو جن جو لاڳاپو پر تيهو واپار،
سيڻ کي ڪچ، ڏيڻ، شراب، جوئا يا سرڪاري ڏنڊ سان
سنبنڌ رکندڙ هجي.

**ملڪيت جي وراثت!** پراچين آريه وواهه جو
آدرش فقط اُتم سنتان اُتپن ڪرڻ ۽ منشيه جاتي جو واڌارو
سمجهندا هئا. ان ڪري هو وواهه کي به هڪ وڏو يگيه
ڪري سمجهندا هئا، ان جو يگيه نالو ان ڪري آهي
جو استري ۽ پرش ملي ڪري منشيه جاتي جي اُپڪار
لاءِ اُتم سنتان اُتپن ڪن ٿا. استري ۽ پرش جي سنبنڌ
کي اٽوٽ ۽ آتمڪ ميلاپ سمجهندا هئا. برهمڻ، ڪشتري

۽ ونشيہ ۾ فقط ان استري ۽ پرش جو وواهہ ٿي سگهندو جيڪي پورڻ برهمچاري هوندا هئا. ويچار مهاپاپ سمجهيو ويندو هو. ويچاري کي تمام سخت سزا ڏني ويندي هئي. اگر ڪوئي برهمڻ، ڪشتري يا ونشيہ ڪنهن شودرا استريءَ سان ويچار ڪندو هو تہ ان ويچاري کي ديش نيڪالي ڏني ويندي هئي ڪن حالتن ۾ تہ موت جي سزا بہ ڏني ويندي هئي.

پتا جي مرڻ کانپوءِ يا پتا جي جيئري (جڏهن ماتا جي اولاد اپڻ ڪرڻ جو سمبہ گذري وڃي) ۽ پتا چاهي، تڏهين پٽن کي گهرجي تہ پتا جي ملڪيت وراهين يا سموري ملڪيت جو سنڀاليندڙ وڏو پٽ بڻجي ۽ هو ٻين جي پتا جي طرح پالنا ڪندو رهي. اگر وراهست ڪرڻي هجي تہ وڏي پٽ کي (وڏو هئڻ ڪري) سموري ملڪيت جو ويهون حصو وڌيڪ ملڻ گهرجي (۽ ٿورڙو ڪجهہ بيو بہ) وچين پٽ کي خاص ڪجهہ لب سب کان ننڍي کي پتيءَ کان (ٿورڙو ڪجهہ بيو بہ) ملڻ گهرجي. وڏي پٽ کي وڌيڪ ملڻ جو ڪارڻ اهو آهي تہ وڏو هئڻ جي ڪارڻ ان جي اولاد جو اندازو وڌيڪ ٿي ويو هوندو جنهن ڪري سندس خرچ وڏي ويسو هوندو ۽ ننڍي پٽ کي گهر جي جاءِ ۽ ٻيو ڪجهہ ان ڪري وڌيڪ ڏنو ويندو هو جو هو ننڍو هئڻ ڪري پنهنجي روزگار پيدا ڪرڻ ۾ پورو لائق نہ هوندو. ٻيو ان طرح

پٽيون هر حالت ۾ نه ڪيون ويندڙيون هيون. ڪٿي وڏي ڀاءُ ڪانسواءِ باقي سڀني کي برابر پٽيون ملنديون هيون.

”موروثي ملڪيت جي ورهاست تي وچڻ بعد اگر ڀائر جدا جدا ٿي رهندا هجن ۽ انهن مان ڪوئي بنا سنتان جي مري وڃي ته انجي ملڪيت وڏي ڀاءُ کي ملڻ گهرجي. پر باقي ملڪيت جي ورهاست ٿيڻ بعد به اگر ٻه ڀائر وري گڏ رهن ۽ انهن مان هڪ بنا سنتان مري وڃي ته انجي ملڪيت ان گڏ رهندڙ ڀاءُ جي ٿيندي.“

”اگر موروثي ملڪيت جي ورهاست بعد وري ٻه ڀائر گڏ ٿي وڃن ۽ انهن ۾ هڪ ودوان ۽ هڪ اَودوان هجي ۽ ودوان پنهنجي لياقت جي ڪارڻ وڏيڪ ڪمائي ته ودوان ڀاءُ کي اڌڪار آهي ته هو پنهنجي وڏيڪ ڪمائيءَ مان پنهنجي اودوان ڀاءُ کي پتي نه ڏئي. پر اگر موروثي ملڪيت ورهائجي وڃڻ تي وري ٻه اَودوان ڀائر گڏجي وڃن ته هو پنهنجي ڪمائي کي برابر برابر ورهائي سگهندا.“

”اگر پنهنجي ورڻ واري استري مان ٻه سنتان اتپن ٿئي ۽ اهو دراچاري (بدمعاش) هجي ته ان کي پتا جي ملڪيت نٿي ملي سگهي.“

”اگر براهمڻ بنا سنتان مري وڃي ته انجي ملڪيت ودوان کي ورهائڻ گهرجي. پر اگر ٻين ورڻن جا ماڻهو بنا سنتان مري وڃن ته انهن جي ملڪيت راجا جي

ٿيندي. ٻيئي ۽ ناموردن (جنکي موروثي ملڪيت نه ملندي) جو پالڻ پوشڻ لهڻ گهرجي. ۽ اگر ڪنهن بي عقل کي اولاد ٿئي ته ان پٽ کي موروثي ملڪيت جو اڌو حصو ملڻ گهرجي جو سندس پتا کي اگر ٺيڪ هجي ها ته ملي سگهي ها."

"پٽ جي نه رهڻ تي ڏوهٽو وارث ٿيندو يا ڪنيا وارث ٿيندي."

"نابالغ جي ٻچن ۽ ان جي ٻچيءَ ماءُ ڪُهه وادارو ٿئي ان سڀ جي سرداري سان رکڻا ٿيڻ گهرجي. جيڪي قانوني طور پنهنجي ملڪيت ٻجي رکڻا نه ڪري سگهندا هجن جيئن ڪ:- انڌا، ٻوڙا، ديوانا، دائم المريض وغيره ان جو پالڻ پوشڻ به ٿيڻ گهرجي."

پڻ جا نيم! "راجا ۽ انهي سينا کي وڙهڻ پوري مان ڪڍڻ ۽ منهن نه موڙڻ گهرجي. ڪنهن پڻ به مضبوط ۽ بي خوف رهڻ گهرجي پڻ به شترو کي گهائل ڪرڻ يا ماري ڇڏڻ پاپ ڪونهي."

"پر پڻ به شخص کي نه مارڻ گهرجي:- جن جا گهوڙا مارجي ويا هجن يا ڪري پيا هجن، بي هٿيار هجن، سامهون هٿ ٻڌي ڪڙا ٿي بيٺا، پنهنجا وار کولي پڇندا ويندا هجن مٿين موڙي ارڙات پٽ ڏيکاري ويهي وڃن ٻجي پيڙت يا وڙهي ٿي جڙهي وڃن، ڏوڙي ارڙات انهن ماڻهن کي جيڪي شترو سينا جي طرفان سماچار آڻيندا

ھجن ۽ اُھن کي جيڪي انھن ڇون تہ مان براھمڻ يا
گئو آھيان.“

”راجا کي گھرجي تہ خوفناڪ ھٿيارن اٿوا زھر ۾
وسايل (زھريلن) ھٿيارن سان شترو تي حملو نہ ڪري.
جيڪي خوفزده ھجن، نشي ۾ ھجن، پاڳل يا جن جو
ڌيان يٽ ڪانسواءِ ٻئي ڪنھن طرف لڳل ھجي، جنھن
ڪوچ (زره) نہ پيو ھجي، استري، ٻار، ٻڍو ۽ براھمڻ
انھن تي بہ حملو نہ ڪري.“

”يٽ ۾ وجئي ٿيڻ تي وجئي يوڌن کي ھارايلن جو
جنگ جي ميدان ۾ پيل جيڪو ڌن ملندو اھو سندن
ٿيندو، پر رٿ ۽ سواري جا جانور راجا جا ٿيندا. اگر
ھڪ ئي يٽ ۾ يوڌا وجئي نہ ٿيا ھجن ارٿات ڪيترن
جنگين ڪانپوءِ وجئہ پراپت ٿي ھوندي؛ تہ ھارايلن جي
ڌن مان راجا جو ٻہ خاص حصو ٿيندو ۽ باقي ڌن کي
راجا سيني يوڌن ۾ برابر ورھائي ڏئي.“

”يٽ ۾ جيڪي مارجي ويندا تنھجي وڌوائن (۽ ٻارن)
جي رکشا راجاڪرڻ ۽ پالي پوالدي.“

نياءِ آليم! جڏھين بہ ڪنھن کي ڪنھن قسم جي
پڪار (فرياد) ڪرڻو ھجي تہ ان کي گھرجي تہ نياءِ
اڌيش (جج) جي سامھون حاضر ٿئي. ابيوگ (مقدمي)
۾ سچائي جو فيصلو شاھدين دوارا ٿئي. خود راجا يا جج
يا شاسترن جو ودوان براھمڻ شاھدين جي پريکشا ڪري
اھڙا شاھد ھئڻ گھرجن جيڪي پڌھنڄو ڪرتويہ پالن

ڪندڙ هجن راجا جن تي وشواس ڪري سگهي ۽ جي ٻنهي طرفن مان ڪنهن ڏانهن پاسخاطري نہ ڪن. شودر ٻہ شاهدي جي لائق ٿي سگهيا. براهمڻ کي آبراهمڻ جي مقدمن ۾ شاهدي ڏيڻ لاءِ مجبور ڪري سگهجي. جيستائين ان براهمڻ جو نالو ٻڌارڻي (فريادي) پنهنجي ٻڌارڻا پتر (فرياد) ۾ نہ لکيو هجي ۾ براهمڻ ڪالسواءِ ٻين کي شاهدين لاءِ فرياد ۾ نالو لکڻ نہ هئڻ جي حالت ۾ بہ انهن کي ضرورت پوڻ تي شاهدي ڏيڻي پوندي، شاهدن کي اڪيلو ڳالهائڻ گهرجي. براهمڻ ڪالسواءِ شاهدن کي راجا يا براهمڻ جي سامهون قسم کائڻ گهرجي. اگر پڇڻ تي شاهد جواب نہ ڏين تہ اهي ابراڌي سمجهيا ويندا. جيڪو شاهد ڪوڙ ڳالهائي تنهن کي سزا ضرور ڏني وڃي. نياءُ ڪرڻ وقت اگر سرڪاري نيم يا جنتا جا نيم ٺهڪ نہ ٿيندا تہ انهن جو ابراڌ شاهدن ۽ مقدمي هلائڻ لاءِ مقرر ٿيل نياءُ سڀا (ڪورٽ) جي جورن، راجا ۽ ابراڌيءَ (جوابدار) تي پوندو".

**سرڪاري ڍل!** هيٺئين ڪان سرڪاري ڍل (محصول) وصول نہ ڪئي ويندي هئي:-

"ودوان براهمڻ، سڀئي ورڻن جون استريون، ٻار، وديارٿي (جيڪي پنهنجي گروءَ سان پڙهڻ لاءِ رهندا هجن) ٻوڙو اسر پورڻ ڪرڻ لاءِ جيڪو تپ ڪندو هجي، شودر جيڪو سيوا چاڪري ڪري گذارو ڪندو هجي،

انڌا، گونگا ۽ ٻوڙا هجن، روڳي (جيستائين سندن بيماري جي اوستا ٻڌي رهي)، تتا اهي ماڻهو جنجي لاءِ ملڪيت جو ڪنو ڪرڻ منع آهي جيئن سڀياسي."

هيٺين کي ڀل (محصول) ڏيڻي پوندي هئي:-

"(١) هارين کي پنهنجي اُپت جي ڏهين پتي، اٺين پتي يا ڇهين پتي (٢) ڀور رکندڙ يا سون واري (سون ڪاٽين مان ڪيندڙ يا واپار ڪندڙ) کي پنهنجي ڏيري ۽ جي پنجاهين پتي (٣) سوداگري جو مال وڪڻندڙن کي آمدني جي ويهين پتي (٤) ٻوُل، ڦل، ڦوُل، اوشدين (دوائن) سڀندي ٻوٽيون، ماکي، مٺائي، گاهه، ٻارڻ جون ڪاٺيون وڪڻندڙن کي پنهنجي پنهنجي شيءِ جي سٺين پتي ڏيڻ گهرجي."

جهاز راڻن ۽ گاڏين رکندڙن کي بہ محصول ڏيڻو پوندو هو.

"هرهڪ ڪاريگر کي مهني ۾ هڪ ڏينهن سرڪاري ڪم ڪرڻ گهرجي ۽ راجا کي انجي بدلي ڪم ڪندڙن کي ڀوجن ڏيڻ گهرجي."

"هرهڪ سوداگر هر مهني سوداگري جي ڪا بہ هڪ شيءِ (اگر راجا کي انجي ضرورت هجي تہ) راجا کي خريدي اگهہ تي ڏئي."

"اگر ڪنهن گم ٿيل شيءِ کي (جنهنجو مالڪ معلوم نہ هجي) ڪوئي ليي، تہ ان کي گهرجي تہ انجي سوچنا راجا کي ڏئي. راجا ان شيءِ [illegible] اطلاع عام ۾ ڪرائي.

ڏنهين ته اگر ان شيء جو مالڪ نه ملي ته ان کي هڪ سال تائين پنهنجي سنڀال هيٺ رکي، پوءِ به اگر اصل مالڪ جو پتو نه لڳي ته ان شيء جي جيڪا قيمت هجي تنهنجي چوٿين پتي ان شيء لهندڙ کي ملڻ گهرجي ۽ باقي راجا جو۔

"اگر ڪوئي روپيه يا قيمتي رتن جو خزانو ڪٿي ملي ته اهو راجا جو آهي پر ڪوئي خزانو اگر ڪنهن ودوان براهمڻ کي ملي ته اهو انجو ٿيندو۔"

ڪن حالتن ۾ اگر اهڙو خزانو ڪنهن ٻئي کي نه ملندو هو ته انجي ڇهين پتي انکي ملندي هئي ۽ باقي سرڪاري خزاني ۾ داخل ڪيو ويندو هو۔"

"چوري جو مال جڏهين به ملي وڃي ته اهو اصل مالڪ کي ڏنو وڃي (ان مان راجا ڪو به حصو نه ڪٽي) ۽ اگر چوري ٿي مال جو پتو نه لڳي ته راجا ان مال جي قيمت پنهنجي سرڪاري خزاني مان پري ڏئي۔"

لڏين، سڪل ڳاهه، پلن ۽ ٻوٽن مان فائدو وٺڻ تي ڪو به محصول نه ورتو ويندو هو۔

"جيڪي شيون ديش ۾ جيازن رستي وڪامڻ اچن تان هڪ خاص شيء ۽ ڏهين پتي محصول طور وٺڻ کپي پر وڪامڻ جي شين تي به انهن جي اصلي حساب سان محصول لڳائڻ گهرجي۔"

## پر اينرو محصول ڪڍهين به نه ونڻ گهرجي جو واپارين کي انياچار محصوس ٿئي!

**ورڻ آشرم اوستا!** براچين ڪال ۾ وديارٿين جو وڏو مان هوندو هو. سماج جو هرهڪ منش کين گهري مان ۽ وڏي برابر جي درشٽي سان ڏسندو هو هرهڪ گرهست ان ڳالهه جو ڏاڍو خواهشمند هوندو هو ته پنهنجي سنتان کي شڪشا ڏياري، اهو ان سمي هڪ فرض سمجهيو ويندو هو. جڏهن ڪان پنج سال کي گروڪل ۾ موڪليو ويندو هو جتي گهٽ ۾ گهٽ ۱۲ ورهين تائين برهمچارين کي رهڻو پوندو هو ۽ وديا پراپت ڪرڻي پوندي هئي. پڙهائيندڙ آچاريه به وڏا ودوان هوندا هئا جي ڌرم ڪرم کي پوري طرح ڄاڻندا هئا. منشيه کي منشيه بڻائڻ جي هو ڪوشش هوندا هئا.

**برهمچارين لاءِ نيم!** "برهمچاريءَ کي لازم آهي ته هو پنهنجي گروءَ جي ڌرم انڪول آگيا پالن ڪري. انجي برابر آسن تي نه ويهي. ڏيهن جي سمي نه سمهي، سينگار جي سڳنڌت شين جو استعمال نه ڪري، تيل جي مالش نه ڪري، سدائين شيتل جل سان سنان ڪري، ترندي سمي جل ڪريڙا (راند) نه ڪري، حالتن موجب چاهي جتائون رکائي يا فقط چوٽي رکائي باقي سڀ وار ڪوڙائي ڇڏي. ڏاڙهي رکي، گهڻا وستر نه پهري، نرتيه (ناچ) نه ڏسي، نه اهڙن جلسن ۾ شريڪ ٿئي جي عياشيءَ جا هجن.

مبدلي يا گپ شپ نه ڪري، استرين سان فقط ايترو
ڳالهائي جيترو ڪيس پڇڻجي (يڪشا) لاءِ ضروري هجي،
وٺڻ جي سدا وڪشا ڪري، پڇڻجي فرض ادا ڪرڻ
۾ ڪڏهين به سستي نه ڪري. اندرين ڄو دمن ڪري،
لڄا شيل (لڄارو)، پرشارٿي، ڪنما شيل (ڏياوان)،
ڪروڌ ۽ ڏوکي ڪان دور هجي. ڏينهن ۾ شام جي پوڄن
لاءِ ٻه دفعا يڪشا وٺڻ جي لاءِ وڃي. مهاپالڪ ۾ اهارين
جي گهرن کي ڇڏي ٻين جنهن گهر ۾ چاهي يڪشا وٺي
اچي. يڪشا جي سمي مڌر شبدن ۾ گرهه پتنيءَ (گهر جي
استري) کي چوي پوتي! يڪشام ديهي. يڪشام
پوتي! ديهي. يا يڪشام ديهي پوتي! يڪشا ۾ هيڪي
ڪڇ. ملي اهو آڻي گروجي سوا ۾ رکي ۽ چوي آدم
آتتم آهر تم ارثات هي هيترو مون آندو آهي. ان يڪشا
مان اول گرو کي کارائي باقي پاڻ کائي. اگر گرو جي اڄا
ان ڏنل پوڄن مان کائڻ جي نه ڪري ته برهمچاري کي
چوي سوميه! ڏومدو يڪشو. سوميه! تون ئي پوڄن ڪر."

مٿين يڪشا جي وشيه ۾ اڄڪلهه مختلف وچار پيش
ڪيا ٿا وڃن. جيڪي انين ٿا چون ته برهمچاري رواجي
بکارين جي طرح يڪشا وٺندا هئا اهي براچين آرين جي
براچين سماجڪ رچنا جي وچترتا ۽ وشين جا ان باري
۾ وچار اڃا تائين نه سمجهي سگهيا آهن. جتي برهمچارين
لاءِ اهو اپديش هو ته هو نمرتا پوروڪ يڪشا وٺن تتي

گرهستين کي اهو ٻڌايو ويو آهي ته برهمچارين کي ڀڪشا ڏيڻ ۾ سندن نمان آهي، جتي برهمچارين ۾ لنديون هونديون استري پوڄا (سنمان) ۽ لمرتا جا پاڙ وڌا ويندا هوا، تتي گرهستين لاءِ ڀڪشا هولدي هئي ته آريه جاتي جو هرهڪ سنتان سيني جو سنتان آهي. انهن جي آچرڻ لاءِ جهڙي طرح سندن ماتا پتا جوابدار آهن تهڙي طرح پيا به سڀ آهن. ان سميه جا وديارٿي ڏنيه هٿا ڇاڪاڻ ته هرهڪ گرهڻي (گهر جي استري) سندن ماتا هئي. جڏهين ڀڪشا جي لاءِ برهمچارين جي اچڻ جو شپ سميه تيندو هو ته هرهڪ گرهڻي انهن جو انتظار ڪرڻ لڳندي هئي ۽ سندن ڀڇمد ٻئي ڏاڍي پريم سان سندن لائق شد ۽ ساتوڪ ڀوڄن ڏيندي هئي. آپستمب سوتر ۾ لکيل آهي:-

”جيڪا گرهڻي پنهنجي درتي آيل برهمچاري کي ڀڪشا نتي ڏئي انجو ويد جو يگيه، گهر جي اگنيءَ ۾ ڪيل هون جو پچهه نشت ٿي ويندو آهي انهن جو سنتان، گئو وغيره پشو، انهن جي وديا ويرت سمجهي ويندي آهي. ان ڪري ڪنهن به گرهڻي کي واجب ڪونهي ته هوءَ برهمچارين جي منڊليءَ کي ڀڪشا کان موٽائي.“

اهي آهن آريه رشين جا پوتر وچار! ۽ انهن پوتر ٻڪارين لاءِ!!

ان طرح جڏهين ڪ برهمچارين کي ڀڪشا ڏيڻ اينترو ضروري ٻڌايو ويو آهي ته ڪوبه ماڻهو ڪيئن چئي ٿو سگهي ته پراچين سمي جي برهمچارين جو درجو رواجي

بکارين جهڙو هو؟ شريمان! رواجي ماڻهو نہ ڇا، لاچ ۽ لکشمي جو مالڪ شهنشاهہ نہ الهن پراچين ۽ پوتر آما ودياٿين (برهمچارين) جي عزت ڪندو هو واشسٽ سوتر ۾ لکيل آهي:-

”اگر سنالڪ برهمچاري ۽ راجا هڪ ئي رستي تي ايندي هڪٻئي جي سامهون ٿي وڃن نہ راجا کي گهرجي تہ سنالڪ برهمچاريءَ لاءِ رستو ڇڏي هٽي وڃي. (ارٿات راجا بہ سنالڪ برهمچاري کي مان ڏئي)“

## ان سمي جا برهمچاري پوتر آتما وديارٿي هئا!

”برهمچاري روزانو گروجا چرن ڇهي پرڻام ڪري شريڻي (ڪلاس) ۾ جڏهين گرو ڪو سوال پڇي تہ برهمچاري اٿي بيهي جواب ڏئي. جڏهين گروجي سامهون پاٺشالا ۾ وديارٿي وڃن تہ الهن مان ڪن جي پيرن ۾ ڪنهن ضروري ڪارڻ ڪان جتي پيل هجي تہ لاهي ڇڏڻ گهرجي. پاترا جي سمہ جتي پائڻ جي منع ڪالهي ۽ خاص حالتن ڪانسواءِ جتيءَ جو پائڻ جتي ڪٺڻ رستي تي چڙهڻ برهمچارين لاءِ سخت منع آهي. شريڻيءَ ۾ اگر وديارٿي وڏيڪ هجن تہ اهڙي طرح وهڻ گهرجي جو سڀ پاٺ پڙهي سگهن. اگر خاص عزت جي لائق ڪو ودوان گروڪل ۾ اچي تہ برهمچاري ان ودوان کي اهڙي طرح ئي پرڻام ڪن جهڙي طرح پنهنجي گروءَ کي. گروجي لاءِ ونيا وڪٽڻ (ڏن تي پڙهائڻ) پاپ

آهي، پر برهمچاري جو اهو فرض آهي ته شڪشا جي سماپت ٿيڻ تي گروءَ کي دڪشڻا ڏين. گروءَ ششيه جو سڀڪجهه مرڻ تائين قائم رهندو آهي. گروڪل ڇڏڻ تي به ششيه گرو جي سيوا ڪندو رهي. آلسيه ۽ آلڊ جي ارادي سان ڪنهن به وديارٿي کي سواري نه ڪرڻ گهرجي. اگر گروءَ سان سواريءَ تي چڙهڻو هجي ته گروءَ جي پهريائين سوار ٿيڻ تي وديارٿي سوار ٿئي."

آچاريه (گرو)! "گروءَ لاءِ به لازم آهي ته هو ششيه (برهمچاري وديارٿي) کي ابن پٽ جي طرح پيار ڪري ۽ ان ڏانهن پورو ڌيان رکندي نشڪپٽ ڀاؤ سان پوتر وگيان (ويد) سڀندي سڀ وديائون کيس پڙهائي ۽ ڪا جيڪي ڪڇ ڄاڻندو هجي ششيه کان ڪڏهين به ڳجهو نه رکي. آپت ڪال (تمام ضروري حالتن) کانسواءِ ڪڏهين به پنهنجي ششيه کان اهڙو ڪم نه ڪرائي جنهن ڪري انجي پاٺ ۾ تڪليف درپيش اچي. اگر وديارٿي اپراڌ ڪري ته گرو کيس ڌمڪائي ٺيڪ ڪري، ڏنڊ ڏيکارڻ، اپواس ڪرائڻ، خاص لڏي پاڻي سان سنان ڪرائڻ يا پنهنجي سامهون اچڻ تي ڪجهه سميه لاءِ روڪي رکڻ اهي سڀ ڏنڊ آهن جي اپراڌ جي آڌار تي وديارٿي کي ڏيڻ سگهجن ٿا. پر ڪوبه آچاريه يعني گرو وديارٿي کي ڌڪ نه هڻي ان ڳالهه جو خاص ڌيان رکڻ گهرجي."

جيڪي برهمچاري وديا سماپت ڪندا هئا تنکي

سنسڪار جي پدوي ڏني ويندي هئي، ان پدوي ڏيڻ کان اڳ گروڪل ۾ انهن برهمچارين جو سمسڪار ٿيندو هو جنهنکي سماورتن سنسڪار چيو ويندو آهي. (اڄڪلهه گريجوئيٽن (Gradutes) کي ڊپلوما (Diploma) ڏيڻ وقت ڪانووڪيشن (Convocation) جو جيڪو جلسو ٿيندو آهي اهو به ان پراچين سماورتن سنسڪار جو بگڙيل روپ آهي). ان سمي سنالڪ ٿيندڙ برهمچارين کي سنسڪار ۾ حاضر ودوانن جي سامهون آچاريه اُتم اُپديش ڪندو هو. جنهن جا ڪجهه اُڪرا هيٺ ڏنا وڃن ٿا:-

”سدائين سچ ڳالهائيندو ڪر. ڌرم جوڻي آچرڻ ڪر. سواڌيايه ارٿات برهم وچار برهم اُپاسنا ۽ اُتوا ويدن جا سرهسر وديا وغيره وشش جيڪي ڪجهه اون پڙهي چڪو آهين تنهن جي بار بار ياد ڪرڻ ۾ آلس نه ڪجهه. آچاريه جي لاءِ پريه ڌن آڻي ارٿات گرو دڪشڻا ڏئي اهڙو ڪم ڪر جنهن ڪري پرجا جسي واڌاري جو سلسلو ٽوڪان نه ٽٽي ارٿات وواهه ڪري سنتان اُتپن ڪر. (ان گرهست آشرم ۾ رهندي به) لوڪي سچ جي ٻاڻ ڪرڻ ۾ آلسيه نه ڪرڻ گهرجي. ڌرم جي ڌارڻ ڪرڻ، جيڪي ڪشل ڪرم آهن ارٿات جنجي ڪري سنهنتوءَ پيدا ٿيو ڪلياڻ ٿئي، جن ڪمن ڪرڻ ڪري سنهنتوءَ پيدا جوڙن دولت وڌي تنهجي ڪرڻ ۾ ڪڏهن ڪسب ڪرڻ گهرجي. سواڌيايه ارٿات برهم وچارءِ برهم

اُپاسنا ۾ ۽ ويد وشيڪ آتمڪ تتا پرا ڪرتڪ (قدرتي) وگيانن جي وچار ۾ تتا بدڻ ۽ ويدن جي پڙهائڻ ۾ ۽ وڏن وياکيانن دوارا انهن جي مطلبن يعني آتمڪ ۽ پراڪرتڪ وگيانن کي سمجهائڻ ۾ ڪڏهين به آلسي نه ڪرڻ گهرجي: ويد ارٿات ڌارمڪ ودوانن ۽ پترن ارٿات بزرگ گياني مهاتمائن جي سيوا وغيره ڪرڻ ۾ ڪڏهين به آلسي نه ڪرڻ گهرجي. **ماتا کي ديوتا سمجهه، پتا کي ديوتا سمجهه، آچاريه کي ديوتا سمجهه، آتٿيءَ کي ديوتا سمجهه،** جيڪي آنند ڇهڙا ڪم هجن اهيئي ڪرڻ گهرجن. پيا خراب ڪم نه ڪرڻ گهرجن. اسان (آچارين) جا به جيڪي اتم آچرڻ هجن اهيئي گرهڻ (اختيار) ڪرڻ تو لاءِ سٺو ڪم آهي. انهن کانسواءِ جيڪي اسانجا برا ڪرم هجن تنجي توکي پيروي ڪڏهين به نه ڪرڻ گهرجي. اسان کان پيا جيڪي به ويدن جا ڄاڻندڙ ڌارمڪ پرش براهمڻ آهن تنجو ستڪار ڪرڻ به تنهنجو فرض آهي. دان ڪرڻ ۾ سڪوچ (دل سست) نه ڪجِ. شرڌا سان دان ڏيڻ گهرجي، عزت ۽ سوڀيا کان، لوڪ لڄا کان ۽ ڊپ کان به دان ڏيڻ گهرجي. پين دکي منشين جي ضرورت ڄاڻي جڏهين توکي دکه تٿي ته انهن پراڻين جي دکه نورتيءَ لاءِ ۽ پنهنجي دکه نورتيءَ لاءِ دان ڏيڻ گهرجي. اگر توکي ڪن ڪمن جي اُلم يا خراب هئڻ ۾ شڪ هجي ۽ ڌارمڪ يا اُڌارمڪ هئڻ ۾ شڪ

هجي ته ان اوستا ۾ جيڪي ويدن جا ڄاڻو پرش وچار شيل هجن اهي چاهي گرهست آشرم ۾ هجن چاهي پوڳي هجن خواهه سياسي هجن، ڪروڙ ڪان خالي هجن، جنجي خواهش فقط ڌرم جي وڌي هجي تنجي آچرڻ ڪي ڏسي، جنهن وشيه ۾ لوڪي شڪ ٿيو هجي ان وشيه ۾ اهي مهاتمائون جيئن آچرڻ ڪن ان وشيه ۾ تون به اين ئي ڪر. جيڪي پوم پرسد برهم راج رشي يا ڌارمڪ راجائون ٿي گذريا آهن تنجي الهاس، چريتر، ڪمن ۽ ايديش جي باري ۾ اگر لوڪي ڪنهن پرڪار جي شڪا هجي ته ان وشيه ۾ تنهن جي سمي ۾ جيڪي ويدن جا ودوان وچار شيل پرش هجن چاهي اهي گرهست آشرم ۾ هجن چاهي سياسي هجن انهن جي آچرڻ کي ڏسي تون به انهن ئي مجب، چئه ۽ ڪر. بس! اهو جيڪو ايديش تنهن جي لاء ڪيو ويو اهوئي تنهن جي لاء منهنجو آديش آهي.

اهو تنهنجي لاء منهنجو ايديش آهي. اهوئي ونيدڪ ڌرم جو مرم آهي. اهائي منهنجي وري تنهنجي لاء آگيا آهي. ان طرح ورتاءُ ڪندو ڌرم موجب آچرڻ ۽ پرمالما جي اُپاسنا ڪرڻ گهرجي"

ڏلو! ڪهڙو نه سندر اُپديش آهي!!

اسين وڏي طاقت ۽ وشواس سان چئي سگهون ٿا ته منش جاتي جي سيتا جي الهاس ۾ هن کان وڏيڪ سندر ڪارائتو ايديش ڪڏهين به ڪنهن يونيورسٽي جي

گرئيجوئيٽ ڪي ڏ. ڏاو ويو. اڄ وديا جو درجو بلڪل گهٽجي ويو آهي. وديارٿي فقط ڊگرين جا بکيا ۽ يونيورسٽين ۾ چڪر ڪاٽيندا نظر اچن ٿا. جتي سائنس جا ڪجهه چنڊڪا پڙهي ٻاهر نڪري پيٽ لاءِ پريشان پيا ڦرن اخلاق تي ڪوبه ڌيان ڪونه ٿو ڏنو وڃي. وديارٿي پڙهي نڪرڻ بعد نوڪري جي تلاش ۾ سرگرداني نظر ايندو سندس اخلاق ۾ ڪا به خوبي نظر نٿي اچي ۽ هر سمے زبان تي فاحش گارا ئي ڪيس ڪشش ڪندڙ ٿيندا آهن ان طرح زندگي هلائيندا نظر ايندا پنهنجي اتهاس يا اخلاق تي سندس ڪوبه ڌيان نه ويندو ۽ شاعر اڪبر جي لفظن ۾:-

چهوڙ لٽريچر ڪو اپني هسٽري ڪو ڀول جا!
شيخ مسجد سي تعلق ترڪ ڪر، اسڪول جا!!
چار دن ڪي زندگي هي ڪوفت سي ڪيا فائده!
کا ڊبل روٽي ڪلرڪي ڪر خوشي سي ڦول جا!!

۽ بس!

ليڪن پراچين ڪال ۾ انسان کي انسان بڻائڻ ئي مقصود هو. اگر ڪو ماڻهو وڏو عالم آهي پر سندس اخلاق هڪ بدمعاش کان بدتر آهي ته اهڙي انسان کي ته ڪتن کان چيرائي ڦاڙائڻ گهرجي اهڙي عالم کان هڪ بي علم بهتر جنهن ۾ سادگي ۽ شرافت آهي. ان ڪري پراچين ڪال ۾ سڀ کان اول وديارٿي جو اخلاق (ڪئريڪٽر) بڻايو

ويندو هو تہ هين تي ان کي انسان ٿيڻ سکيو هو. ان زماني جا گروڪل ۽ يونيورسٽيون انسان ڪي انسان بڻائڻ جا ڪارخانا هوندا هوا.

مٿين ان مختصر پر اثرائتي اپديش ۾ برهمچارين کي پڙهائڻ ويندو هو تہ اصل ۾ سواڌيايہ (Study) ڪرڻ سان ئي مشهور وِدوان ٿيڻي ٿو ۽ سماڄ ڪي ئي شڪشا هي سماپتي ڪا تہ ئي ٿئي ملڪ گهوڙي ڪوڄنا هي شروعات ٿيندي آهي. ڪن اهو بہ پڙهائڻ ويندو هو تہ سماڄڪن مان اها آشا ڪئي ٿي وڃي تہ سواڌيايہ جي ال سان هو سرهيو هو ۽ پرڪرتي هني ڪٺن ڪني چڱي طرح سمجهندا ۽ پيهنجي آتمڪ وچار ۽ اپديش سان ماڻهن کي آتمڪ شانتي ۽ پراڪرتڪ ڪوڄنائن سان منس جاتي جي واداري جا اُپاءِ ٻڌائيندا. ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڪندي بہ سنتان پالن ۽ اتثي سنڪار وغيره ٿي د پورو ڌيان رکندا.

**گرهست آشرم!** برهمچريہ آشرم پورو ڪرڻ بعد ٢٥ ورهين جو ٿي برهمچاري گروڪل ڇڏيندو هو ۽ اچي وواهہ ڪندو هو. هوڏانهن برهمچارڻي ڪنيا بہ ١٦ ورهين جي عمر ۾ گروڪل ڇڏي اچي وواهہ ڪندي هئي. ارٿات پرش ٢٥ ورهين جو ۽ استري ١٦ ورهين جي ٿيندي هئي تڏهين وواهہ سنسڪار ٿيندو هو. ان عمر ۾ گهٽ ۾ وواهہ کي پاپ سمجهيو ويندو هو. وواهہ

ڪي آدرش ڪاري سمجهي ڪيو ويندو هو. وواهه ڪاپوءِ
استري پرش جو سنبنڌ بلڪل مضبوط ٿي ويندو آهي.
استريءَ کي پتي ورت ٿي رهڻو پوندو هو؛ پرش کي
پتني ورت. ائين نه هوندو هو جيئن اڄڪلهه آهي ته
استري ته پتي ورت ٿي رهي پر پتي کي جيئن وڻي
تيئن ڪري. ائين نه هوندو هو پتي کي به استري جي
پوري پوري عزت ڪرڻي پوندي هئي ٻئي جدا جدا
اهڙي طرح ڪم ڪندا هئا جڻ ته هڪ ڪري رهيو
آهي. وواهه سمي ويد منترن دوارا ٻنهي کي هڪٻئي
جو هٿ جهلي هي پرتگيائون ڪرڻيون پونديون هيون:-

”پرش - هي ورانتي! مان مهما، لائق سنتان آدي
سؤڀاڳيه جي واداري لاءِ تنهن جي هٿ کي گرهڻ ٿو
ڪريان. مون پتيءَ سان گڏ ٻڍاپي جي اوستا تائين پراپت
ٿي ڪري به سک سان نواس ڪر.“

استري - هي وير! مان سؤڀاڳيه جي واداري جي لاءِ
تنهنجي هٿ کي گرهڻ ڪريان ٿي. تون مون پتنيءَ
سان گڏ ٻڍاپي جي اوستا تائين ميل ميلاپ سان رهه،
توکي مان ۽ مونکي تون اڄ کان پتي پتني جي ڀاو سان
پراپت ٿياسون. سڀ ايشوريه يڪت، نيايه ڪاري،
ساري جڳت جي اتپتي ڪرتا، گهڻن پرڪارن سان جڳت
جي ڌرتا پرماتما ۽ هي سڀ سڀا منڊپ ۾ ويٺل ودوان
گرهست آشرم ڌرم جي ڪرڻ لاءِ توکي مونکي ڏين ٿا.
اڄ کان مان تنهنجي هستي ۽ تون منهنجي هستي وڪامي

ڇڪاسون. ڪڏهين ۾ هڪبئي جي ناراضگيءَ جو ڪارڻ نہ ٿيندا سون."

پرش- هي اَلکهي! ڏيرِ ٻڪمه مارگ ۾ پرپرڪ مان لهمجي، هٺ ڪري ڪيان ٻوروڪ (سمجهہ سان) ڪرهڻ ڪري ڇڪو آهيان، جنهن جڳت پتي پرمالما لوڪي مولڪي ڏنو آهي انجي ڪرپا سان سڄو ورهين تائين ٿون ٻسڪ ٻوروڪ مون پتي سان ڪڏ هون ڏارڻ ڪر."

استري- هي پدر ويرا پرميسور جي ڪرپا سان نون نولڪي پراپت ٿيو آهين. مون لاءِ توکان سواءِ ٻين جڳت ۾ پيو پتي ڪونهي، نہ مان توکان سواءِ ٻئي ڪنهن کي مڃيندي س. مان خوشي سان توکي پراپت ٿيان ٿي. گيان ٻوروڪ توکي گرهڻ ڪريان ٿي. منهنجي. جيت جي الڪول لهمجو چمه سدا رهي، نون ايڪاگر ٿي منهنجي واڻي جو جيڪي ڪڇ مان توکي چوان اهو عمل سدا ڪندو رهج. ڇاڪاڻ تہ اڄ کان پرجا پتي پرمالما توکي منهنجي آڏين ڪيو آهي جيئن مولکي لهمجي آڏين ڪيو آهي."- وغيره.

ان طرح پتي سان گڏ رهندي استري انجي داسي (نوڪرياڻي) ڪانہ ٿي رهندي هئي بلڪ انجي ارڌانگني (اڌ شرير) سمجهي ويندي هئي. پتي پتنيءَ جي رکشا ۾ رهندو هو ۽ پتني پتي جي رکشا ۾ رهندي هئي. هڪٻئي جي خوشي ۾ پنهنجي خوشي سمجهي ويندي

هٿي جنهن ڪري براچين آرين جا گهر سچ پچ سرڳ هوندا هوا. پتي ۽ پتنيءَ کي گهر ۾ پورا اڌڪار هوندا هوا. ڪڏهين ٻه اتفاق سان ڪو پرش پنهنجي سداچارڻي استري کي تياڳ ڪندو هو ته اها استري پتت نه سمجهي ويندي هئي بلڪ اهو پرش ئي پتت سمجهيو ويندو هو ۽ جيستائين هو پنهنجي ان پاپ جو پرانشچت نه ڪندو هو ليستائين گهرڻمه (قابل نفرت) پرش ئي سڏبو هو. پتنيءَ کي تياڳڻ جو پرانشچت هي هوندو هو:-

”جنهن پنهنجي استري کي انيايه سان تياڳيو آهي اهو گڏهه جي کل (کل جا وار ٻاهرئين طرف) پائي روزانو ستن گهرن ۾ اهو چوندي ڀکشا گهري ته ”ان پرش کي ڀکشا ڏيو جنهن پنهنجي پتنيءَ کي تياڳي ڇڏيو آهي.“ ان طرح ڀکشا سان هو ڇهن مهنن تائين گذارو ڪري“

ان طرح اگر ڪا استري پنهنجي (سداچاري) پتي کي ڇڏي ڏيندي هئي ته اها پتت سمجهي ويندي هئي ۽ جيستائين هوءَ پنهنجي ان پاپ لاءِ پرانشچت نه ڪندي هئي تيستائين نهايت بري نظر سان ڏٺي ويندي هئي ان ابراڌ لاءِ استري لاءِ هي پرانشچت هو:-

”جيڪڏهن ڪائي استري پنهنجي پتي کي ڇڏي ڏئي ته ان کي ٻارهن ڏينهن وارو ڪرڇ ورت ڇهن مهنن تائين ڪرڻ گهرجي.“

ان طرح براچين آرين پنهنجو گرهست آشرم اهڙن

ٿيون اندر رکيو جو ان آشرم ۾ رهي مُستيہ سورڳ جو آنند
ڀوڳي. **سنسار ۾ سچو سورڳ بس! اهوئي آهي تہ
پتي پتني آنند سان رهن.** مرڻ کانپوءِ سورڳ لاءِ
ڪجهہ نہ ٿيندو آهي. ايشور جو لوڪ اهوئي آهي، اگر
گهر ۾ پتي پتني جي ڪلهہ ۽ ڪهپي آهي تہ لوڪ ڪان نہ
ليڪ اهو گهر آهي. ۾ جي پتي پتني آنند ۽ سداچار سان
رهن ٿا ۽ سڀئو سنتان اهڙي ڪن ٿا تہ اهو گهر سورڳ کان
بہ وڌيڪ سندر آهي. اسان جي ويدن شاسترن سورڳ ۽
ديوتائن جو گهر ان گهر کي چيو آهي جنهن گهر ۾ پتي
پتني ماتا پتا سنتان سڀ آنند سان رهن هڪبئي ۾ سيني
جو گهاٽو پريم هجي. بس، اهوئي آهي سچو سورڳ ۽
ايشور جو اصلي نواس استان!

پراچين ڪال ۾ استري پرش جي سداچاري هئڻ
ڪري سندن سنتان نہ سداچاري ٿيندو هو. استرين کي
سچي آزادي (ليڪن اڄڪلهہ جهڙي اگهاڙپ ۽ بي غيرت
آزادي نہ) هوندي هئي. وڏيون وڏيون ودوان استريون
ان زماني ۾ ٿي چڪيون آهن ان طرح جهڙيون هيون
ديويون تهڙو هو سندن اولاد ديوتا، ان سمي جي آريہ
ورت (هندوستان) لاءِ ديوتائون سان رهڻ ڪندا هئا.

**گرهستين جا روزانا نيم!** هوءِ نہ جيترا شڀ
ڪرم آهن تن سڀني جي ڪرڻ جو اڌڪار گرهستين کي
هو، تہ ۾ انهن جا سمان ڪرڻ هيٺيان هوندا هوا:-

(١) لنيه سنان ڪري اگني هوتر (هون) ڪرڻ. اگر ٻنا سنان جي اگني هوتر ڪري ته ان لاءِ پرائشچت ڪرڻو پوندو هو.

( ) ديو پوڄا ۽ پتري پوڄا وغيره اهم پوروڪ ڪرڻ.

(٣) اتٿي ستڪار- جيڪو اتٿي (مهمان) شام جي سمي اچي اڪي رهڻ جي جاءِ ضرور ڏيڻ گهرجي. ٻکايل ۽ اڃايل کي اَن جل هڪدم ڏيڻ گهرجي.

اگر گرهست (ارٿات پتي پتني) سوريه اُڀرڻ کانپوءِ ستو پيو هجي (ارٿات پراتہ ڪال جي سنڌيا نہ ڪري سگهي) ته هو سڄو ڏينهن ٻنا ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي ٻکيو رهي. اگر سنڌيا جي سمي سمهي پوي (ارٿات شام جي سنڌيا اُپاسنا نہ ڪري) ته هو سڄي رات ٻنا ڳالهائڻ جي ٻکيو ويٺو رهي ۽ پرڀاتہ ڪال سنان ڪري پرماتما جي اُپاسنا ڪري، (اهو پرائشچت آهي).

روزانو ايڪالت پرويد جي ڪن پاڻن جو پاٺ ڪري.

جڏهين ڀوڄن تيار ٿي وڃي ته **ٻلي وئشو ديو** ٿي وڃي ته ان ڀوڄن مان سڀ کان اول ڪنهن کي دان ڏئي، ان بعد ان ڀوڄن مان اتٿين کي، پنهنجي نندين ٻارن کي، ٻيءِ يا روڳيءَ کي، پنهنجي گهر جي ٻين استرين کي تٿا گرڀوتي استريءَ کي ڀوڄن ڪرائي. پتي پتني کي واجب آهي ته هو ڪڏهين ڀوڄن گهرانڌرن کي واپس نہ ڪري جڏهين ته ٻلي وئشو ديو ٿي چڪو هجي. اگر

ٻين کي ڏيڻ لاءِ پوڄن جي لاءِ ڪجهه باقي نه بچي تہ
استان جل آسڻ ۽ مٺو وچن نه هڪ سني ماڻهو جي گهر
مان ڪڏهين به نه ٿا گهٽجن."

"گهر ڌڻي چاهي خود بکيو رهي وڃي، پنهنجي
استري ۽ ٻارن کي بکيو رکي ڇڏي پر اُن داس (نوڪر)
کي ڪڏهين به بکيو نه رکي جو سندس روزانو ڪم
ڪري ٿو."

"ڌرم سان ڌن ڪمائي ۽ لائق مسڪين کي ڏئي يا
سٺين شين لي خرچ ڪري. نالائق ماڻهو کي ڪڏهين
به ڪجهه نه ڏئي."

"جيڪو گروءَ جي لاءِ، وواهه سنسڪار جو خرچ هلائڻ
لاءِ، بيمار جي دوا درمل لاءِ، غريب هٿڻ ڪري، يگيه
ڪرڻ لاءِ، وديارٿي، ياتري وغيره دان گهري انهن سڀني
کي ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڏيڻ گهرجي.

"گرهستين کي پنهنجو ڪو به سمو ڪڏهين به ورٿ
نه وڃائڻ گهرجي. پر پنهنجي يوڳيتا انوسار هر سمي مان
لاڀ وٺڻ گهرجي. پنهنجي اندرين کي پوري طرح وس
۾ رکڻ گهرجي. سدائين گهر ۾ ٿي ۽ ويٺو رهڻ گهرجي.
سدائين سچ ڳالهائڻ گهرجي. هڪ آريه جي طرح ڪيس
آچرڻ ڪرڻ گهرجي. ڌرماتما پرش کي ٿي وديا دان
ڏيڻ گهرجي. شاسترن ۾ لکيل نيمن جو پالن ڪرڻ
گهرجي. ويدن جي سواڌياءِ ۾ خاص دلچسپي رکڻ گهرجي.
ڪنهن به ساهوڪاري کي ڪڏهين به هاڃي لـ پهچائڻ

گهرجي. ڪيس نمرتا ڀاؤ نہ ڇڏڻ گهرجي پر مضبوط ٿي، سدائين اندرين کي وس ۾ رکي اُدارچت ٿيڻ گهرجي."

"گرهستين کي گهرجي تہ ويد پڙهڻ، يگيہ ڪرڻ ۽ سنتان اُتپن ڪرڻ ۽ پنهنجي نتيہ ڪرمن ڪرڻ ۾ پوري ڪوشش ڪرڻ گهرجي. ڪيس گهرجي تہ پاڻ وٽ آيل ماڻهن جو اتي ڀيٽي ستڪار ڪري. ڪمن وهڻ لاءِ آسڻ ڏئي ۽ سندن تعريف ڪندو مٺن شبدن سان ڳالهائي ۽ سيوي کي پنهنجي شڪتيءَ سارو ڀوڄن ڏئي."

"ڌورتن، دشٽن، ناستڪن ۽ مورکن جي وچن کي پڌي ڪروڌ نہ ڪري ۽ نہ انهن جي وچن تي نگهي وڃي."

"ڌرم ۽ اڌرم اهو چوندا ڪونہ ٿا ڦرن تہ اسين هتي آهيون يا هتي، ڌرم اهوئي آهي جنهن جي آچرڻ (عمل) جي سيمي ورڻن جا ودوان ۽ گيالي پرش ساراهہ ڪن ۽ جنهن جي هو نندا ڪن اهوئي اڌرم آهي."

"آتم هتيا ڪڏهين بہ نہ ڪري ۽ نہ ڪنهن ٻئي جي هتيا ڪجي."

ڪائڻ ۽ نہ ڪائڻ لائق! "رڌل ڀوڄن جو سڄي رات پيو هجي (يعني ٻاروڻو) اهو نہ کائڻ گهرجي نہ پيئڻ گهرجي، نہ اهو رڌل ڀوڄن جو ڪنهن ڪارڻ ڪڙو ڪسارو ٿي وڃي. هر قسم جي اهڙي شيءِ جنهن مان نشو ٿئي، اهڙو ڀوڄن جو اهڙي قسم جي پدن مان جن

ماڻ شراب نه پيندو آهي ليار ٿيل هجي اهو سڀ اصل نه کائڻ گهرجي.٣٣

”اهو ٻوجهه نه نه کائڻ گهرجي جنهن ۾ وار يا جيت ڪري پيا هجن، جو هڪ دفعي وجهڻ ڇڪو هجي ۽ ٻيهر رڌو وڃي (يعني ٿڌو ٿيل گرم ڪري نه کائڻ گهرجي)٣٤.

- ”جونو ٻوجهه ڪنهن جو به نه کائڻ گهرجي. اهو ٻوجهه نه نه کائڻ گهرجي جو گهڻي ڏير رکڻ ڪري بي سواد ٿي ويو هجي، جو خراب، متواه خراب ٿي ٻيو هجي، جو هڪ دفعي کان وڌيڪ رڌو ويو هجي، جو ڪچو هجي يا تورڙو ڪچو يعني جو سهڪ نه هجي.

ان طرح گرهست آشرم جو ورڻن سماپت ٿيو.

**وان پرست!** برهمچريه ۽ گرهست آشرم پورو ڪري ٥٠ سالن جي عمر ۾ وان پرست ۾ وڃڻو پوندو هو. وان پرستي لاءِ نيم:-

”جناور رکاني ۽ ڪنهن جانور جي کل پهري، شهر ۾ نه وڃي ۽ نه ويندي پنيءَ ۾ پير رکي، فقط بن جي ڦلن ۽ مُول تي گذارو ڪري. سدائين اندر ٻاهر پوتر رهي. پنهنجي هردي کي دَيا سان ڀرپور رکي جيڪو اتي سندس آشرم ۾ اچي ان جو ڦول مُول سان ستڪار ڪري، ٻين کي ڏني ٻلي ۾ ڪنهن کان وٺي ڪجهه به نه. صبوح مذهبند ۽ شام جو سنان ڪري پنهنجي آشرم جي نيم انوسار اگني هوتر (هون) ڪري، ان طرح جيڪي مهينن

تائين گذارو ڪري ڪتيا ۽ اڳيءَ کي تياڳي وڻن جي ڇانوَ ۾ اواس ڪري. ڦل وغيره تي گذارو ڪرڻ ڪانپوءِ فقط جل تي پوءِ هوا تي پوءِ ڪجهه ڏينهن تائين فقط ساهه کڻي بنا کاڌي پيتي جي رهي ان طرح پاڻ کي تپسوي بڻائي."

**سنياس!** وان پرست پورو ڪري ۷۵ ورهين جي عمر ۾ سنياس اختيار ڪري. ان جا نيم:-

"سنياسي کي گهرجي ته گهر ٻار ڇڏي ۷۵ ورهين جي عمر ۾ سنياس آشرم ۾ هليو وڃي (اڄڪلهه جو ڪيترا ماڻهو انهن ئي گهر کان رسي وڃي سنياسي ٿيندا آهن ۽ فقط گيڙو ڪپڙا پائي پيندا آهن اهو ادرم ۽ پاکنڊ آهي اهي سنياسي نه پر پاپي آهن اهڙن ماڻهن کي دان اصل نه ڏيڻ گهرجي) اهو سنياسي جو سڀني سان نرويرءِ شانتي سان ورتاءُ ڪندو آهي انکي ڪنهن به پراڻيءَ جو ڀئه نه ٿيندو آهي."

"سنياسي کي گهرجي ته هو ٻين سڀني سنسڪارن کي ڇڏي ڏئي پر ويدن جو سواڌياءِ اصل نه ڇڏي، ڇاڪاڻ ته ويدن جي پاٺ وچڻ ڪري هو شودر تي ويندو ان ڪري ويدن جو سواڌياءِ ڪڏهين به نه ڇڏي، سنياسي کي پنهنجا واز سڀ ڪوڙائڻ گهرجن. ڪنهن به قسم جو ڌن پاڻ وٽ نه رکي ۽ نه پنهنجو گهر رکي، روزانو اهڙن سٺن گهرن مان ڀکشا وٺي جنکي هن

اڳ نه سوچي رکيو هجي. لنگوٽي ٻڌي يا ڪک وستر
پائي، زمين تي آرام ڪري، ڀڄڻجي نواس استان کي
سدا بدلائيندو رهي. شهر جي ڪنهن ديو مندر يا ڪنهن
اڪيلي جڳهه ۾ يا ڪنهن وڻ جي هيٺان نواس ڪري.
ڀڄڻجي هرديه ۾ وشو وياپڪ برهم جو گيان کوجيندو رهي.
جڏهين ڪيس پوڄن وغيره لاءِ ڪجهه نه ملي ته ڪيس اداس
ٿيڻ نه ڪونهي ۽ نه ڪيس پرسن ٿيڻ گهرجي جڏهين
ڪيس ڪجهه ملي وڃي. ڪيس فقط ايترو توهڻ ڪرڻ جي
ڪوشش ڪرڻ گهرجي جيتري ۾ سندس گذارو ٿي
سگهي. ٻيو بار جي ڪيس ڪاٻ چنتا نه ڪرڻ گهرجي.
سنياسي کي ڪنهن ۾ وشيه ڀوڳ کي ويجهو نه وڃڻ
گهرجي. ڪيس لال پيلي رنگ جو ڪپڙو ڌارڻ گهرجي.
سنيد اصل نه ڌارڻ ڪري، سنياسي کي هي ورت
ضرور ڌارڻ گهرجن:-

”پرائي مال کي هاجي ڀوڳائڻ جي اڇا کان رهت،
سچائي، من جي ملڪيت جي ڪامنا کان سدا دور رهڻ،
پوترتا ۽ ادارتا.“

”ڪيس يڪشا لاءِ فقط ايتري دير ترسڻ گهرجي جيتري
دير ۾ ڪک ڳئو ڏهي سگهجي. سنياسي کي گهرجي نه
ا ، گهر، نواس ۽ رکشڪ نه رکي. ويد روپي وڻ جو
اوم“ آهي ان ڪري اوم ويد جو سار آهي اوم

جي ارٿن جي وچار يعني ڌيان سان سنياسي برهم پراپتيءَ جي لائق بڻجي ويندو آهي."

"جو دراچار کان دور ناهي، جنهن کي شانتي ناهي. جنهن جي آتما يوگي ناهي ۽ جنهن جو من شانت ناهي اهو سنياس وٺي به پرماتما جي پراپتي نه ڪندو."

ان طرح ورڻ آشرم ڌرم سماپت ٿيو.

**راجنيتڪ وستار!** ان سمي ۾ جيڪو آرين جو راج **اُتر ڪروَ** يعني راجنيتڪ وستار هو ان ۾ اُتريون پاڳو **ڪرو** ۽ **اُتر مدر راج** سڌ بو هو. راج جو وچون پاڳو **ڪرو** ۽ **اُشينر پنچال** راج هوا ۽ انهن سان ٿي ليکه **وش** ۽ ڏکڻ ۾ **ديش** به هوا. اوڀر طرف **پراچيم** سڌ بو هو. **پؤچيم راج** هو. اولهه ۾ **نيچين** ۽ **اُپاچين** جا راج هوا. ان طرح ان سمي جو آريه جڳت تمام ڪشادو هو. ڪرو ۽ پنچال نالي راج تمام پرتاپي ۽ سٺيه هوا. انهن ڪالسواه **ڪوسل** جي **اَوَڌ** (آئوڌ) ۾ رهندا هئا ۽ **وديهه** جي **اتر وهار** (بهار) ۾ رهندا هئا ۽ **ڪاشي راجيه** ۾ جيڪي آريه هئا اهي به تمام سٺيه ۽ پرتاپ وان هئا. سدا نير نالي ندي ڪوسل راجيه ۽ وديهه راجيه جي وچ ۾ هئي ان ٿي سدا نير ندي جي اوڀر طرف وديهن جو ۽ اولهه طرف ڪوسلن جو راج هو. وديهن سدا نير جي اوڀر حصي کي جو دلدل ۽ پيلن سان ڀريل هو ڪائي ساڙي رهڻ لائق

ڀائبو ودیيھن حو راجا جنڪ وڏو گيانی ھولد و ھـو سعدس وڏائي ڀڏي بري بري جا ودوان سعدس سيا ۾ ايندا ھئا.

الکالسواء آنگ، مگڌ، ڪاشي، متسيہ، شوُرسين وغيرہ راج د ھرلدا ھوا.

(ان طرح برھمڻ گرنٿ ڪال جو الياس سماپت ٿيو).

ٺاہو، ودیھن جو راڄا جنڪ وڏو گياني ھوندو ھو
سندس وڏائي ٻڌي ٻري ٻري جا ودوان سندس سڀا
۾ ايندا ھئا.

انڪالسواءِ انگ، مگڌ، ڪاشي، متسيہ، شؤرسين وغيره
راڄ بہ ھرندا ھوا.

(ان طرح برھمڻ گرنٿن ڪال جو اتہاس سماپت ٿيو).

## اڌياءِ ڏهون

### منو سمرتي ڪال!

(ارتاب منوسمرتيءَ جي آڌار تي اُن سمي جي سڀيتا جو اتهاس).

**ڪال نرنيہ!** منوسمرتيءَ جي زماني کي هن سمي تائين ٻارهن ڪروڙ ورهيه ٿي ويا آهن. منوسمرتيءَ ۾ ڪال نرنيہ ڪرڻ لاءِ هيءَ سهائتا ملي ٿي:-

"سوايمڀو ڪان وٺي موجوده ستين منونتر تائين، ستي منونترن ۾ مختلف سڀاءَ وارو چراچر (جڙ چيتن) جڳت ايشوري انتظام موجب اُپن ٿيندو آهي."
(منوسمرتي اڌياءِ ١- شلوڪ ٦٣)

ان مان سڌ آهي ته منوسمرتي لکڻ تائين ڇهه منونتر گذري چڪا هئا ۽ انهن ڇهن منونترن ۾ منش جي اُتپتي ڪا ذ ٿيندي آهي. باقي ستين ۾ جنهن ۾ مهاراجا منوءَ هي گرنٿ لکيو منش جي اُتپتي ٿي چڪي هئي. ان ڪانپوءِ اڳتي لکيل آهي:-

"وئيوسوت منونتر جي پورڻين ستي يگ ڪان ڏهه

هزار ورهيه گذري وڃڻ لي ندي مهني جي پورٹما لي هي گرلت سماپت ٿيو.»

منونتر ڪل ۱۴ آهن. منو سمرتيءَ ۾ ڇهن جو نالو ۽ لکي فقط ڇهن جي هلندڙ ونيو سوت منونتر جو ورڻن ڪيو ويو آهي. جنهن موجب اڄتائين جو حساب هن طرح آهي:-

| | |
|---|---|
| هلندڙ منونتر جي ۲۷ چتر يگين جا ورهيه | ۱۱۶۶۴۰۰۰۰ |
| هلندڙ ۲۸ چتر يگيءَ جي ٽن يگن جا ورهيه | ۳۸۸۸۰۰۰ |
| هلندڙ ڪلجگ جا ۱۹۴۶ تائين جا ورهيه | ۵۰۴۶ |
| ڪل | ۱۲۰۵۳۳۰۴۶ |
| منوسمرتي انوسار ستجگ جا گذري ويل ورهيه | ۱۰۰۰۰ |
| باقي | ۱۲۰۵۲۳۰۴۶ |

اوڻات منوسمرتيءَ کي هن ۱۹۴۶ع ۾ ڪل ٻارهن ڪروڙ پنج لک ٽيويهه هزار ڇائيتاليهه ورهيه گذري چڪا آهن.

**سمرتيون ڇا آهن!** ڌرم گيان جي سيني ڪسوٽين ۾ ويد کانپوءِ سمرتين جو درجو آهي. سمرتين کانسواءِ سماج جو هلڻ ڪٺن آهي ڇاڪاڻ ته سمرتين ۾ جتي ويد انوسار ورڻ آشرم ڌرم سمجهايل ٿيل آهي، اتي وهنوار آديءَ جو به گيان مليل جو ويدن انوسار ليندو آهي. ان کي ٻيان ۾ رکي اگر منش سماج جا سڀ نير (قانون) ۽ وهنوار هلن ته سنسار ۾ پاپ ۽ دک ناس ٿي وڃن. ٻر

انهي اُبتڙ هلڻ ڪري سنسار ۾ ڪ سمان تي پهتل آهي.
سمرتيون گهڻيون آهن پر سڀني ۾ منو سمرتي مکيه ۽ سڀ کان پراچين آهي. هت انهي آڌار تي ان سميه جو انهاس ۽ تات سيپتا لکي ويندي.

**راج ڌرم!** راجا جا گڻ! ويدن جي گيان، ڪرم ۽ اپاسنا انهن ٽنهي ودياڻن جي ڄاڻندڙ کان، انهن ٽنهي ودياڻن، سناتن ويد ليتي، نياء وديا، آتم وديا، جيو آتما ۽ پرماتما سمجهڻ ۾ ودوا، ماڻهن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي وديا ڄاڻندي، راجا راس ڏينهن اندرين کي وجه ڪرڻ ۾ لڳو رهي ڇاڪاڻ ته جنهنجون پرش ئي پرجا کي وس ۾ رکي سگهيئو."

**راجا ۽ پرجا!** "ڏنڊ (سزا) تمام ليڇ وارو آهي. اهو اڪيلي اُودوان ۽ آڌرماتما ئي تو ڌارڻ ڪري سگهي. اهو ڏنڊ ڌرم کان ٽڙيل راجا جو ناس ڪري ڇڏيندو آهي. ارتات ڏنڊ سڀ کان وڏو آهي جنهن جي خلاف راجا به نه هلي سگهي."

"جيڪو ڏنڊ آهي اهوئي اصل ۾ راجا، اهوئي پرش اهوئي ليتا اهوئي راج ڪندڙ ۽ اهوئي چئني آشرمن جو به ضامن آهي. ڏنڊ ئي ساري پرجا تي راج تو ڪري، ڏنڊ ئي سڀني جي پلي پالني رکشا ڪريتو. سنتل پرجا جي اندر ڏنڊ ئي ڄاڳندو آهي (جنهن جي خوف کان ئي سنتل پرجا کي چور وغيره ستائڻ جي همت نه ٿا ڪن)

گيالي ڏنڊ کي ٿي ڌرم سمجهندا ۽ چوندا آهن. جاهي راجا جو پتا هجي يا آچاريه، مترهجي الوا مائٽ، استري هجي خواه پٽ يا پروهت هجي، انهن مان جيڪو سو ڌرم ورُوڌ ڪم ڪري راجا کي ان کي ڏنڊ ڏيڻ گهرجي. پر اگر راجا خود اپراڌ ڪري ته جهڙن اپراڌ لاءِ عام ماڻهن کان هڪ ڪارشاپڻ ڏنڊ ورتو وڃي ان ئي اپراڌ لاءِ راجا کان هڪ هزار ڪارشاپڻ ڏنڊ ورتو وڃي."

ڏنڊ وصول ڪرڻ لاءِ براهمڻ ئي هوندا هئا جي راجا کان مٿي هئڻ ڪري راجا کان به ڏنڊ وٺي سگهندا هئا. جاڪاڻ ته براهمڻ جو پرجا تي تمام سٺو اثر هوندو هو ان ڪري براهمڻ کان راجا ڊڄندو هو ۽ ڌرم موجب آچرڻ ڪندو هو. پر ساڳئي وقت راجا کي تمام پوڄيه درشٽي سان ڏٺو ويندو هو پرجا راجا کي پتا سمان سمجهندي هئي. پرجا لئي به راجا جا فرض هوندا هوا ۽ راجا لئي به پرجا جا فرض هوندا هوا ان ڪري ٻئي برابر ان نيمن پر رهي آچرڻ ڪندا هئا. راجا جو مکيه فرض هو پرجا جي رکشا ڪرڻ. جيڪو راجا پرجا جي رکشا نه ڪندي به ٻل (محصول) وصول ڪندو هو ان کي پتت سمجهيو ويندو هو.

**راجا ۽ منتري سڀا!** راجا راڄ جو اڪيلي سر ڪاره ڪم نه ڪندو هو. ڪيس هر ڪم ۾ صلاح ڏيڻ لاءِ صلاحڪار منترين (وزيرن) جي سڀا هوندي هئي، جنهن ۾ پرجا جي سک جي ڳالهه سوچي ويندي هئي. اهي

منتري اوچي خاندان (ڪل) جا ودوان، يڪ ودويا جا
ڄاڻو هوندا هئا جن تي راڄ جي هر نفعي نقصان جو بار
هوندو هو. ۽ راجا کي اهيئي صلاح ڏيندا هئا. راجا انهن
جي صلاح ٻڌي وچار ڪري پرجا لاءِ نيڪ سمجهي ان
تي عمل ڪندو هو. راجا جو روزانو نيم پوروڪ پروگرام
هوندو هو. گهڙي به هو اجائي نه وڃائي سگهندو هو.
روز منترين سان اڪيلي جاءِ تي ويهي صلاح مصلحت
ڪندو هو. راجا جيتوڻيڪ سيني ڪمن تي نظر رکندو
هو پر خزانو خاص ڪري سندس هٿ هيٺ رهندو هو
۽ نياءَ جو ڪم به خاص طرح ڪيس ئي ڪرڻو پوندو هو.
راجا جي اچڻ کان اڳ دربار لڳندي هئي راجا جي مقرر
تيل وقت تي اچڻ وقت ساڻس ويدن جا ودوان براهمڻ
۽ منتري ايندا هئا. نياءَ آليه (ڪورٽ) ۾ اچڻ وقت
راجا کي فوجي وردي نه پهريل هوندي هئي بلڪ سادي
پوشاڪ ۾ ايندو هو. مقدمن جي سموري ڪارروائي بعد
وچار ڪري راجا جيڪو فيصلو ڏيندو هو تنهن لاءِ ڪيس
قانوني ثابتي ڏيڻي پوندي هئي (جيئن ته فلاڻي ڏوهه
لاءِ فلاڻي سزا فلاڻي 'قلم هيٺ') دنڊ شاستر ۽ قانون
کان خلاف من ماني سزا راجا نه ڏيئي سگهندو هو

**راجا ۽ ڌرما سڀا!** اگر وڏا وڏا مقدما جيڪي
راجا وٽ فيصلي لاءِ ايندا هوا ته انهن کي اگر راجا
ڪنهن ڪارڻ خود نه ڪري سگهندو هو ته انجي فيصلي
لاءِ هو پنهنجو هڪ عيوضي مقرر ڪندو هو. اهو پرتيڌي

(عوضي) ويدن جو ڄاڻو ۽ پورو ڌرماتما ؛ وڌوان براهمڻ هوندو هو (ڪشتري بلڪل ١.). ان براهمڻ پرتيندي جي سڀاپتا لاءِ ٽن تن وڏن وڏن ويدن جي وڌوان براهمڻن جي هڪ سڀا مقرر ٿيندي هئي انهن ٽن براهمڻن جي سڀا جو نالو "برهما جي سڀا" رکيو ويندو هو. مقدمن ۾ انجو فيصلو راڄا جي فيصلي طرح سمجهيو ويندو هو.

**راڄ جا جدا جدا وڀاڳ!** راڄ پربند کي ٺيڪ ٺيڪ هلائڻ لاءِ جدا جدا وڀاڳن (کاتن) لاءِ جدا جدا منتري (وزير) هوندا هئا جي پنهنجي پنهنجي کاتي جي سنڀال ڪندا هئا.

**شاسن وڀاڳ!** راڄا جي آڌين شاسن وڀاڳ (جو ڳجهڪي کاتو) ۾ ڪم ڪندڙن ۾ جيڪو مکيه هوندو هو اهو راڄيه اڌڪاري سڏبو هو. جنهن جو ڪم پنهنجي ماتحت عملدارن جي ڪمن جي جاچ پڙتال ڪرڻ هو. ان عهدي لي راڄا جو منتري مقرر ڪيو ويندو هو. ان اڌڪاري کانپوءِ شاسن وڀاڳ ۾ هر شهر جي **مکيءَ** جي عزت هوندي هئي ان کانپوءِ **سهسر گراما ڌيپتي** (هزار ڳوٺن جو عهديدار)، **شت گراما ڌيپتي** (سؤ ڳوٺن جو عهديدار)، **ونشتيش** (ويهن) ۽ **دشگراما ڌيپتي** (ڏهن) ۽ ***ايڪگراما ڌيپتي*** (هڪ ڳوٺ لاءِ عهديدار) نالي عملدار هوندا هئا انهن جو ڪم هوندو هو ته ڳوٺ ۾ جيڪي ڪجهه ٿئي الڪي هر هڪ پاڻ کان وڏي عملدار

کي رپورٽ موڪلي ۽ آخر ۾ سموري رپورٽ راجا کي ملڻ گهرجي.

**يڪ ويا ڳهه (جنگي ڪاٺو)!**

ان سمي ڪيترن قسمن جا قلعا ٺهندا هوا جن مان ڪجهه هي آهن:-

**ڌنر درگم**- ڌنر ڌاري (تير ڪمان وارن) سپاهين سان محفوظ قلعو.

**مهي درگم**- زمين جي اندر مٽي سان ٺهيل.

**ابد رگم**- جل سان گهيڙيل.

**وڪشم**- چئني طرف جهنگلن سان گهيڙيل.

**نردرگم**- مضبوطي سان محفوظ تيل فوجي قلعو.

اهي قلعا هٿيارن ۽ اوزارن (شسترن استرن) ڌن، اناج، سوارين، ودوان براهمڻن، ڪاريگرن، ڪلن، گاهه چاري ۽ جل سان ڀرپور هوندا هوا.

**راج پون!** مکيه قلعي ۾ جيڪو انهن سڀني ۾ مضبوط هوندو هو ان ۾ راجا رهندو هو ۽ ان ۾ ٺئي راجڌاني ٺهندي هئي.

**ويوهه!** ان وقت يڌ ۾ وجئه پراپت ڪرڻ لاءِ سينا کي نمونن اموان جي ويوهن (مورچن) ۾ ٺاهيو ويندو هو. جي ويوهه ڪيترن قسمن جا هوندا هوا مکيه هي آهن:-

ڊنڊ، شڪٽ، وراهه، مڪر، سوچي، گرڙ، پدم ۽ وجر

ٿالي ويوهه ھوندا ھوا. اُنھن جي ڪرڻ سان توڙي سڀني
جي ھوندي بہ وجھہ پراپت ٿي سگھندي ھئي.

**وڃيہ ڪالپوءِ!** شترو جي ديش کي وڃہ ڪري
راجا وڃيہ ڪل ديش ۾ گمالي مھالمائن ۽ ڌارمڪ براھمڻن
جي عزت ڪندو ھو. شترو ديش جي اُنھن ماڻھن کي
جيڪي يڌ جي ڪري بلڪل غريب ٿي ويا ھوندا،
لٽي پوشاڪ ۽ خوراڪ راجا ڏيندو ھو. وجئہ ڪيل
ديش جو راجا مارجي ويو ھجي تہ انجي مکيہ ماڻھن، منترين
۽ پرجا جي باعزت ماڻھن جي مرضي موجب اُنهيءَ جي
سنگھاسن لي ڪنھن لائق پرش کي وھاريو ويندو ھو،
۽ ان سميہ جيڪي ڪجھہ واجب ۽ ضروري ڪرڻو ھوندو
ھو ڪيو ويندو ھو. ڌرم انڪول جا راجنيتي آھي
ان موجب ان راجا ۽ منترين کان پرلکيا پتر (اقرارنامو)
لکائي ورتو ويندو ھو ان بعد مکيہ ماڻھن کي ساڻ ڪري
ان نئين راجا جي عزت (سواگت) ڪيو ويندو ھو. ان
بعد راجدانيءَ ڏانھن ڪوچ ڪيو ويندو ھو.

**ڪرو ياگم** (رويعيو ڪالو)! ديش ۾ جيڪا پوک ۽ واپار
ٿيندو ھو راجا ان تي ٽول ۽ محصول وٺندو ھو. جانورن
۽ سون جي واپار جي نفع جو پنجاھون حصو اناج جي
نفع جو پنجاھون حصو اناج جي ايت جو اٺون ڇھون
يا ٻارھون حصو وٺن، مساکي، گيھہ، خوشبوءِ،

ڏ واڻون، رس، ڦول، ٻوُل، ميوات، ٻن، ڀاڄي، ڇمڙي، بانس جي ٿهيل شين، مٽي جي ٻاسڻن، ۽ پٿر جي ٺهيل شين جي وڪري تي جيڪو نفع ٿئي انجو ڇهون حصو محصول طور ورتو ويندو هو. بيرين رستي ندين جو پار (پتڻ) اُڪارڻ يا سفر ڪرڻ انجو محصول حالتن موجب گهٽ وڌ ٿيندو هو. پر اهو نمونو فقط ندين لاءِ هوندو هو، ندين وارو طريقو سمنڊ ياترا سان لاڳو نه هوندو هو.

**نياية آليه** (عدالتي ڪاتو)! نياية آليه (ڪورٽ) ۾ جيترن قسمن جا ڪيس ايندا هوا تن جا ١٨ مکيه قسم هوندا هوا:-

(١) قرض (٢) امانت (٣) ٻئي مال کي وڪرو ڪري انتي جهڳڙو (٤) ٻئي سان ملي ڪا سازش ڪرڻ؛ (٥) ڏنل مال جي موٽائي وٺڻ تي جهڳڙو (٦) پگهار يعني ڪنهن جي نوڪريءَ مان ڪڇه وٺڻ يا گهٽ ڏيڻ تي جهڳڙو (٧) پرتگيا ڪري انجي خلاف يعني انجام شڪني (پرتگيا ڀنگ) (٨) (پٽسي جي) ڏي وٺ (٩) ڀوزن جي مالڪ ۽ ڏرار جي وچ جهڳڙو (١٠) زمين جي حدن جو جهڳڙو (١١) ڪنور واڻي (سخت ڪلامي) (١٢) مارڪٽ (١٣) چوري (١٤) زوري ڪنهن ڪم جو ڪرڻ (١٥) ٻانهن ڀڄائڻ يا پرائي استري سان وڀچار ڪرڻ. (١٦) استري ۽ پرش جو هڪٻئي ۾ لاڳاپو بگڙڻ (١٧) وراهست ۾ جهڳڙو (١٨) جوئا ڪرڻ.

انهن سڀني مقدمن ۾ سچن ڏوهن کي ڏوهه جي
آڌار تي جدا جدا سزائون ڏنيون وينديون هيون جي
سڀ منوسمرتي ۾ لکيل آهن. انکانسواءِ ٻيا هر روز جا
ٿيندڙ عام ڏوهه انهن سڀني جو ورڻن ۽ انهن مان هرهڪ
لاءِ جدا جدا ڏوهه جي آڌار تي سزائون وغيره سڀ جو
منوسمرتيءَ ۾ ورڻن آهي.

**شاهديءَ لاءِ نيم!** ”نياءِ آليه (ڪورٽ) ۾ وادي
(مدعي) ۽ پرتي وادي (مدعاليه) کي پنهنجي مقدمي
کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ شاهد پيش ڪرڻ گهرجن. پر
زوري، چوري، ويڀچار، سخت ڪلامي وغيره جي مقدمن
۾ شاهدن لي هروڀرو پروڙ نه ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ
ته اهي ڪم ڳجهه ٿيندا آهن. استرين جي مقدمن ۾
استرين جي شاهدي ضروري آهي. لالچي واري ماڻهن
جي شاهدي معتبر نه ٿيندي آهي. ڪورٽ ۾ شاهدن
سوڌو مدعي ۽ مدعاليه جڏهن حاضر ٿين ته وڪيل شاهدن
کي خبردار ڪري چوي:- ”هنن ٻنهي (مدعي
۽ مدعاليه) هن ڪم ۾ جيڪي ڪجهه ڪيو ۽ ان باري ۾
جيڪي ڪجهه تون ڄاڻين تو اهو سڀ سچ سچ چئه
ڇاڪاڻ ته تنهن جي هتي شاهدي آهي آهي. جيڪو
شاهدي ۾ سچ چوندو آهي اهو اُتم ۽ سکدائي جنم پائيندو
آهي ۽ هن جنم ۾ اُتم ڪيرتيءَ کي پائيندو آهي. ڇاڪاڻ
ته جا سچي واڻي آهي اها وڏائي وڌڻ ڪئي آهي،

سچ چوڻ سان شاهد پوتر ٿيندو آهي ۽ سچ چوڻ سان ڌرم وڌندو آهي اِن ڪري سڀني ورڻن جي شاهدن کي سچ ئي چوڻ گهرجي. آتما جو شاهد آتما آهي (ارٿات پنهنجو ڪلياڻ مش پاڻ ئي ڪندو آهي) ان ڪري تون مشين جو اُتم شاهد پنهنجي آتما جو اُپمان نه ڪر (ارٿات جيڪي پاڻ تنهنجي آتما ۾ هجن تنهجي خلاف نه چئه) هي ڪلياڻ جي اڇا ڪندڙ! تون جو "مان اڪيلو آهيان" ائين پنهنجي من ۾ ڄاڻين ٿو اهو نيڪ ناهي ڄاڪاڻ ته تنهنجي هردي ۾ پڇي پاپ کي ڏسڻ وارو گيائي پرماتما سَيه موجود آهي." وڪيل جي ان طرح خبردار ڪرڻ بعد نيايا ڌيش (جج) شاهدن جون شاهديون وٺي ۽ انهن شاهدين ۾ جيڪي معتبر هجن تن ۽ قانون جي آڌار تي نيايه اڌيش فيصلو ڏئي. انهن شاهدين ۾ جيڪي شاهد ڪوڙ ڳالهائين تن کي به سزا ملڻ گهرجي."

**ڪوڙي شاهدي!** لوڀ، موهه، ڀئو، مترتا، ڪام، ڪروڌ يا اگيان ڪان ڪوڙ ڳالهائيندڙ شاهدن کي کي جدا جدا قسمن جون سزائون ڏيون ويديون هيون. ڪن حالتن ۾ ته ڪوڙي شاهد جي زبان کي ڇيد ڪيو ويندو هو. راجا، ڪاريگر، نت ويد پڙهندڙ براهمڻ، برهمچاري ۽ سنياسي انهن سڀني کي به (لاچار حالتن ۾) شاهد بڻائي سگهبو هو.

"وينيندي ڏاڍي کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ قسم نہ کائڻ گهرجي. اگر لاچار شاهد نہ هجي تہ ٻيءَ قسم کائڻ گهرجي."

ان زماني ۾ ڏوهين کي سزا تمام سخت ڏني ويندي هئي جنهن ڪري ڏوهہ تمام گهٽ ٿيندا هوا. اگر ڪنهن ويچاري کي موت جي سزا ملي تہ ٻيو ويچار ڪرڻ کان اڳ ان مصيبت کي ياد ڪري ڪنبندو ۽ ويچار کان باز اچڻ جي ڪوشش ڪندو. پر جي انهي جاءِ تي ٻہ-ٽي مهنا جيل جي سزا هجي تہ ويچاري انهي ڪرڻ ۾ پرواهہ نہ ڪندو. ان ڪري اڄ جيل اندر ڏوهين سان ڀريا پيا آهن جي عادتي ڏوهاري آهن ۽ سزا پوري ٻاهر نڪرڻ تي چوندا آهن تہ يار! جهڙي دال روٽي هتي تهڙي جيل ۾ ٻيءَ ڪهڙي پرواهہ! پر انهي ننڍي ننڍي ڏوهہ لاءِ وڏي سزا مقرر ڪري اهي ڏوهہ بند ٿي ويندا هوا.

**وديشڪ وياپار** (غير ملڪي ڪارو)! هي ڪاروبار ان دوت جي آڌين هوندو هو (جنهنکي اڄڪلهہ پرديشي معاملن جو وزير چيو ويندو آهي) انهي ماتحت ٻيا ٻہ ڪيترائي دوت هوندا هوا جي ٻين ٻين ديشن ۾ راجدوت (پوليٽيڪل ايجنٽ) جي حيثيت ۾ ڪم ڪندا رهندا هئا.

**گپت چر** (سي. آءِ. ڊي)! ان زماني ۾ گپت چر (خفيہ پوليس) C.I.D. جو خاص بندوبست

هوندو هو. راجا پنهنجي راڄ جون اوٺايون ۽ پيون سڀ
نديون وڏيون ڳالهيون انهن دوارا معلوم ڪندو هو:

**سڪن جا نمونا!** ان زماني ۾ واپار وغيره ۾ سولائي
لاءِ مدرائن (سڪن=Coins) جو رواج هوندو هو جي
چاندي، سون ۽ ٽامي جا ٺهيل هوا. ڪجهه هي آهن:-

٣ ٻڙ برابر هڪ ڪرشڻپل - ٥ ڪرشڻپل برابر هڪ ماش
١٦ ماش برابر هڪ سورڻ - ٤ سورڻ برابر هڪ پل
١٠ پل برابر هڪ ڌرڻ - ١٠ ڌرڻ برابر هڪ (چاندي
جو) شتمان.
ان ڪانسواءِ:-
٢ ڪرشڻپل برابر هڪ چاندي جو ماشڪ - ١٦ ماشڪ
برابر هڪ چاندي جو ڌرڻ يا چانديءَ جو پراڻ - ٽامي
جي ڪرشيرڻ کي ڪارشاپڻ يا تامرڪپڻ چيو ويندو
ويندو هو. ٤ سورڻ برابر هڪ نشڪ - ۽:-
٢٥٠ پڻ جو هلڪو ساهس - ٥٠٠ پڻ جو مذير
ساهس - ١٠٠٠ پڻ جو اُتم ساهس ٺهندو هو.
اهي سڀ سڪا ۽ وٽ هوندا هوا.

**اُتم راڄ!** اُتم راجا ۽ اُتم راڄ چاڪي ڇڏجي ان لاءِ
مدو سمرتي ۾ ڪيترا نيم آهن هڪ نيم سيلي جو
نچور آهي:-
"جنهن راجا جي راڄ ۾ نه چور نه پرائي استري دانهن
ٻري لظر ڪندڙ، نه دشت وچن ڳالهائيندڙ نه ڌاڪو نه
راجا جي آگيا جو الٽگهن ڪندڙ آهي، اهو راجا ان آنند

وديائن جي دان ڏيڻ سان، ويدن موجب ڪرم، آپاسنا ۽ گيان انهن ٽنهي وديائن جي گرهڻ ڪرڻ سان، لائق سنتان اُتپن ڪرڻ، برهم، ديو، پتري، وئشوديو ۽ آتٿي جي سيزا انهن پنجن مهايگين ڪرڻ سان، شلپ، وديا وگيان (سائينس) وغيره جي ڄاڻڻ سان ئي هن شريرکي براهمي ارٿات ويد ۽ پرميشور جي ڀڳتي جي آڌار روپ براهمڻ جو شرير ڪيو ويندو آهي (ارٿات انهن ڪرمن ڪرڻ سان ئي ان کي براهمڻ چئي سگهبو نه ته نه).

ان طرح جيڪو برهم چريه ورت ڌارڻ ڪري، سخت تپسيا ڪري، پورڻ ڌارمڪ ۽ ودوان ٿيڻ جي گرهست آشرم ۾ داخل ٿيندو ۽ گرهست ۾ رهندي به وديا دان آدي ڪرم (جيڪي مٿي لکيا ويا آهن) ڪندو اهوئي براهمڻ آهي. اهڙن براهمڻن لاءِ هيٺيون ڳالهيون به ضروري آهن:-

”براهمڻ کي گهرجي ته هو سنمان (عزت) کي زهر سمجهندو ان کان سدا ڊڄندو رهي ۽ اپمان (بيعزتي) کي امرت سمجهندو سدا انجي ڪامنا ڪندو رهي، ڇاڪاڻ ته جيڪو (براهمڻ) اپمان ٿيڻ تي به دکي نٿو ٿئي سو سک سان آرام ڪندو ۽ سک سان جاڳندو آهي ۽ ماڻهن جي وچ ۾ سک سان هلندو چلندو آهي ۽ جيڪو اپمان ڪندڙ آهي اهو ناستي کي پراپت ٿيندو آهي.

خاص تپ جي اِڇا رکندڙ براهمڻ کي گهرجي ته هو سدائين ويد ابياس ۾ لڳو رهي ڇاڪاڻ ته براهمڻ جي لاءِ ويد ابياس ئي سڀ کان اوچو تپ آهي. اگر سڪ چاهي ته

ڪي پوڄيندو هئن شڪر ڪالي لڇمي راڄا پوڄڻ جي راڄ
۾ پوڄيندو آهي."

اڪالسواءِ منوسمرتي ۾ هر قسم جي آچار وهنوار جا
اهڙا راڄ جا قانون بہ ۽ نياءَ جا لم سڀ موجود آهن.
منوسمرتي آريہ جو امام براهمڻ گرنٿ آهي. پاڙسي
ورش ڪالسواءِ بہ باقي ساري سنسار ۾ سڀ قاعدا ۽ قانون
منوسمرتي جي آڌار تي ئي تيار ڪيا ويا آهن.

**ورڻ آشرم ڌرم!** ويدڪ ارتاب براهمڻ ڪال ۾
ورڻ، جنم تي نہ مڃيو ويندو هو. يعني براهمڻ جو پٽ
براهمڻ يا شودر جو پٽ ئي شودر نہ مڃيو ويندو هو
بلڪ جيڪو جهڙا ڪرم ڪندو هو اهو ان ورڻ جو
سمجهيو ويندو هو. اگر ونشيہ جو پٽ براهمڻ جهڙو دماغ
رکي ۽ اهڙا ڪرم ڪري تہ اهو براهمڻ سمجهيو ويندو
هو ۽ اگر براهمڻ جو پٽ چٽ دماغ هجي ۽ اڪرشٽ
ڪرم ڪندو هجي تہ اهو شودر سمجهيو ويندو هو. جيڪو
براهمڻ ويدن کي نہ جاڻي ۽ ان موجب آچرڻ نہ ڪري
اهو تہ شودر کان بہ ليچ آهي. هتي منوسمرتي جي آڌار
تي ورڻ ڌرم جو ورڻن ڪيو ويندو:-

**براهمڻ!** براهمڻ ڪجھ لاءِ هي ساڌن آهن:-
سڀني ويدن جي پڙهڻ پڙهائڻ سان، برهم چريہ،
...اشڻ وغيره ورتن پالڻ سان، اگني هوتر (هون)،
ڪرهڻ ڪرڻ، آسنن جي تياڳ ڪرڻ ۽ ستيہ

ودياڻن جي دان ڏيڻ سان، ويدن موجب ڪرم، اُپاسنا ۽ گيان انهن ٽنهي ودياڻن جي گرهڻ ڪرڻ سان، لائق سنتان اُتپن ڪرڻ، برهم، ديو، پتري، وشو ديو ۽ اَتٿي جي سيوا انهن پنجن مهايگين ڪرڻ سان، شلپ، ودّيا وگيان (سائينس) وغيره جي ڄاڻڻ سان ئي هن شريرکي براهمي ارٿات ويد ۽ پرميشور جي ڀڳتي جي آڌار روپ براهمڻ جو شرير ڪيو ويندو آهي (ارٿات انهن ڪرمن ڪرڻ سان ئي ان کي براهمڻ چئي سگهبو نه ته نه).

ان طرح جيڪو برهم چريه ورت ڌارڻ ڪري، سخت تپسيا ڪري، پورڻ ڌارمڪ ۽ ودوان ٿي گرهست آشرم ۾ داخل ٿيندو ۽ گرهست ۾ رهندي به وديا دان آدي ڪرم (جيڪي مٿي لکيا ويا آهن). ڪندو اهوئي براهمڻ آهي. اهڙن براهمڻن لاءِ هيٺيون ڳالهيون به ضروري آهن:-

”براهمڻ کي گهرجي ته هو سنمان (عزت) کي زهر سمجهندو ان کان سدا ڊڄندو رهي ۽ اَپمان (بيعزتي) کي امرت سمجهندو سدا انجي ڪامنا ڪندو رهي، ڇاڪاڻ ته جيڪو (براهمڻ) اپمان ٿيڻ تي به دکي نٿو ٿئي سو سک سان آرام ڪندو ۽ سک سان جاڳندو آهي ۽ ماڻهن جي وچ ۾ سک سان هلندو چلندو آهي ۽ جيڪو اپمان ڪندڙ آهي اهو ناستي کي پراپت ٿيندو آهي. خاص تپ جي اِڇا رکندڙ براهمڻ کي گهرجي ته هو سدائين ويد ابياس ۾ لڳو رهي ڇاڪاڻ ته براهمڻ جي لاءِ ويد ابياس ئي سڀ کان اوچو تپ آهي. اگر سک چاهي ته

کي پوڄيندو هيئن شڪر ٿالي ڀڄسوي راڄا پنهنجي راڄ
۾ پاڙيندو آهي.“

الڪالسواءِ منوسمرتيءَ ۾ هر قسم جي آچار وهنوار جا
نيم، راڄ جا قانون پڻ ۽ نياءِ جا نيم سڀ موجود آهن.
منوسمرتي آرين جو امام پراچين گرنٿ آهي. پارسيءَ
ورش ڪانسواءِ ٻه باقي ساري سنسار ۾ سڀ قاعدا ۽ قانون
منوسمرتيءَ جي آڌار تي ئي تيار ڪيا ويا آهن.

**ورڻ آشرم ڌرم!** ويدڪ ارتات پراچين ڪال ۾
ورڻ، جنم تي نه مڃيو ويندو هو. يعني براهمڻ جو پٽ
براهمڻ يا شودر جو پٽ ئي شودر نه مڃيو ويندو هو
بلڪ جيڪو جهڙا ڪرم ڪندو هو اهو ان ورڻ جو
سمجهيو ويندو هو. اگر ونشيه جو پٽ براهمڻ جهڙو دماغ
رکي ۽ اهڙا ڪرم ڪري ته اهو براهمڻ سمجهيو ويندو
هو. ۽ اگر براهمڻ جو پٽ چٽ دماغ هجي ۽ ڪرشٽ
ڪرم ڪندو هجي ته اهو شودر سمجهيو ويندو هو. جيڪو
براهمڻ ويدن کي نه ڄاڻي ۽ ان موجب آچرڻ نه ڪري
اهو نه شودر ڪان به ليکيو آهي. هتي منوسمرتيءَ جي آڌار
تي ورڻ ڌرم جو ورڻن ڪيو ويندو:-

**براهمڻ!** براهمڻ نڄڻ لاءِ هي ساڌن آهن:-
سڀني ودياڻن جي پڙهڻ پڙهائڻ سان، پوهم ورت،
ستيه پاشڻ وغيره ورتن پالڻ سان، اگني هوتر (هون)،
ستيه جي گرهڻ ڪرڻ، اُستيه جي تياڳ ڪرڻ ۽ ستيه

وديائن جي دان ڏيڻ سان، ويدن موجب ڪرم، اُپاسنا ۽ گيان انهن ٽنهي وديائن جي گرهڻ ڪرڻ سان، لائق سنتان اُتپن ڪرڻ، برهم، ديو، پتري، وشوديو ۽ اَتٿي جي سيوا انهن پنجن مهايگين ڪرڻ سان، شلپ وديا وگيان (سائينس) وغيره جي ڄاڻڻ سان ئي هن شرير کي براهمي ارٿات ويد ۽ پرميشور جي ڀڳتي جي آڌار روپ براهمڻ جو شرير ڪيو ويندو آهي (ارٿات انهن ڪرمن ڪرڻ سان ئي ان کي براهمڻ چئي سگهبو نه ته نه).

ان طرح جيڪو برهم چريه ورت ڌارڻ ڪري، سخت تپسيا ڪري، پورڻ ڌارمڪ ۽ ودوان بڻجي گرهست آشرم ۾ داخل ٿيندو ۽ گرهست ۾ رهندي به وديا دان آدي ڪرم (جيڪي مٿي لکيا ويا آهن) ڪندو رهوئي براهمڻ آهي. اهڙن براهمڻن لاءِ هيٺيون ڳالهيون به ضروري آهن:-

”براهمڻ کي گهرجي ته هو سنمان (عزت) کي زهر سمجهندو ان کان سدا ڊڄندو رهي ۽ اُپمان (بيعزتي) کي امرت سمجهندو سدا انجي ڪامنا ڪندو رهي، ڇاڪاڻ ته جيڪو (براهمڻ) اپمان ٿيڻ تي به دکي نٿو ٿئي سو سک سان آرام ڪندو ۽ سک سان جاڳندو آهي ۽ ماڻهن جي وچ ۾ سک سان هلندو چلندو آهي ۽ جيڪو اپمان ڪندڙ آهي اهو ناستي کي پراپت ٿيندو آهي. خاص تپ جي اِڇا رکندڙ براهمڻ کي گهرجي ته هو سدائين ويد اڀياس ۾ لڳو رهي ڇاڪاڻ ته براهمڻ جي لاءِ ويد اڀياس ئي سڀ کان اوچو تپ آهي. اگر سک چاهي ته

نقصان جي سوچنا راجا کي نہ ڏني بلڪ پنهنجي گيان سان انکي اهڙي طرح سمجهائي جو هو اڳتي ڪرڻ کان بلڪل دور رهي. ويد ابياس، تپ، گيان، اندرين جو سنيم، اهنسا، گرو سيوا اهي سڀ اتم ڪرم آهن پر انهن سڀني ۾ آتم گيان اتم آهي. اهو سڀني وديائن ۾ مکيہ آهي ڇاڪاڻ تہ ان دوارا ئي پرماتما جي پراپتي ٿيندي آهي. جن ڌرم جو آچرڻ ڪري ويدن جي انگن اپانگن دوارا ويدن کي چڱي طرح پڙهيو آهي اهيئي شريشٽ براهمڻ چوائڻ جي لائق آهن ڇاڪاڻ تہ انهن دوارا ئي ويدن جا ڳوڙها رهسيہ ظاهر ٿي سگهندا آهن.“

## انکي چئبو آهي سچو پڪو براهمڻ!

ڪشتري! پرجا جي رکشا ڪرڻ، دان ڏيڻ، يگيہ ڪرڻ، ويدن جو سواڌياءِ ڪرڻ، وشيہ ڀوڳ ۾ نہ ڦاسڻ اهي مختصر ڪشتري جا ڪرم آهن.

وئشيہ! پشن (چوپاين) جو پالڻ پوشڻ ڪرڻ، دان ڏيڻ، يگيہ ڪرڻ، ويدن جو سواڌياءِ ڪرڻ، واپار ڪرڻ، وياج وٺڻ ۽ کيتي ڪرڻ اهي وئشيہ جا مکيہ ڪرم آهن.

وئشيہ کي گهرجي تہ هو مڻيا، موتي، مونگا، لوهہ (ڌاتو)، ڪپڙا، خوشبو شيون، رس (مٺي کاري کٽي وغيره ڇهن سوادن واريون شيون) انهن سڀني جي سستي مهانگي هئڻ جي ڪارڻن کي ڄاڻي. سڀني قسمن جي ٻجن جي پوکڻ جو طريقو، ٻجن جا نقص ۽ خوبيون،

سڀني قسمن جي مالڪن ۽ اورن کي بہ چڱي طرح ڄاڻي،
وڪري جهڙي شين جي خوبين ۽ نقصن، ملڪن جا
گهٽ اوگهٽ (اولات ڪهڙي ديش ۾ ڪهڙين خاص شين
جي وڪري مان لاڀ ٿيندو ۽ ڪهڙن ديشن ۾ وڪري
ڪري هاڃي ٿيندي) خاص شين جي وڪري ڪري
ڪيترو لاڀ يا ڪيتري هاڃي ٿيندي. پڻ (ڏورن)
جي واڌاري جي وڌي ڄاڻي. ڪهڙي ڏوجهي جهڙي
نوڪرن کي ڪيترو پگهار ملڻ گهرجي (يا ڪهڙي ڪام
تي مزور ڪيترو روزانو يا ماهوار وٺي ڪم ڪري سگهن
ٿا) ان ڳالهہ کي (جدا جدا ديشن جي) ماڻهن جي مختلف
ڀاشائن کي، وڪري جي شين کي ڪهڙي ڪهڙي
طرح محفوظ رکڻ گهرجي، ان ڳالهہ کي ۽ خريد وڪري
جي اصولن کي ڄاڻي. (ونشيہ کي گهرجي تہ) ڌرم سان
مال وڌائڻ لاءِ سنهن اپائن ۾ لڳو رهي (اڌرم سان ڪڏهين
نہ ڏن نہ ڪمائي) ۽ پوري ڪوشش سان سڀني پراڻين
کي اَن ڏيندو رهي ٣٠.

ڪهڙو نہ اوچو اپديش آهي. اهڙن سماجي ونشين
جي موجودگي ۾ ديش جو ڪو پراڻي بک مري سگهندو؟
۽ ان پراچين اوچي آدرش جي ڪارڻ ئي ديش سکي
هوندو هو. ڀارت ۾ ڪوبہ بکيو ڪنگال ڪونہ هوندو هو
ڏڪار اصل ڪونہ پوندو هو. ساميواد جهڙين تحريڪن
جي ضرورت ڪانہ هوندي هئي. ليڪن جڏهين کان
آريہ جي ان اوچي آدرش کي وساريو ويو آهي تہ اڄ

ڏسو ته ڀارت ڪي بڪ ۾ برباد ٿي رهيو آهي. اگر اڄ به
ان پراچين اوچي آدرش تي دنيا عمل ڪري ته ساميواد
جهڳڙن آڊ ڳيڪون سڀ هوا ٿي وڃن ۽ سنسار ۾ سک ۽
شانتي جي لهر ڊوڙي وڃي. پراچين آرين منشيه سماج
کي سکي رکڻ لاءِ هرهڪ ڳالهه تي پورو پورو ڌيان
ڏنو هو.

**شودر!** پراچين ڪال ۾ جيڪي به ماڻهو آچاريه جي
شڪشا کي ڌارڻ ڪري شريشٽ بڻجي ويندا هئا تنکي
آريه چئبو هو ۽ جي شڪشا گرهڻ نه ڪري سگهندا هئا
تنکي شودر چئبو هو. ليڪن اهو ضروري ڪونه هو ته
انهن شودرن جو اولاد به ڪو شودر ٿيندو يا آرين جو
اولاد هرويرو آريه ٿيندو. اگر آرين جو اولاد به مند ٻڌي
تي ويد نه پڙهي سگهي ته اهو به شودرن جي درجي ۾
هليو ويندو هو ۽ شودر جو اولاد اگر ذهين تي ويد وغيره
پڙهي ودوان ٿي ويو ته اهو براهمڻ ٿيندو هو. هرهڪ
ٻار خواهه براهمڻ جو يا ڪنهن جو به هجي جيسين ويد
نٿو پڙهي تيسين شودر ٿي آهي. وديا پڙهڻ ڪانپوءِ ٿي
سندس دماغ تي مدار آهي ته هو براهمڻ ڪشتري ويشيه
يا شودر ٿئي. اهو سڀ وديا ۽ دماغ تي منحصر آهي،
ڪنهن جو اولاد ٿيڻ تي ڪواهي. اهو آهي منو سمرتي
جو فيصلو.

شودرن جو ڪم خاص ڪري سيوا چاڪري ڪرڻ
هوندو هو.

۾ نہ ٿو ڪليندو ھو. ان ڪري ھر ھڪ پار ودیا پڙھي
پنھنجي جيون کي ٺاھيندو ھو.

**گروءِ برهمچاري!** گروءِ برهمچاريءَ کي پنھنجي
آشرم ۾ اُتم گيان ڏيئي انجو پرلوڪ ۽ سڌاري ٿو ڇڏي
۽ ڪيس ھن جنم جا سڀ سک ٿو ڏئي اھڙيءَ گروءَ جي
جيتري سيوا ڪجي ٿوري آھي. گروءَ جو لوڙو ھن جنم
۾ لاھي نٿو سگھجي. گرو برهمچاريءَ کي ٻيو جنم ٿو
ڏئي ان ڪري سمسار ۾ ماتا پتا کانپوءِ گروءِ مان (عزت)
جي لائق آھي. جيڪو گرو برهمچاري جي ٻنهي ڪلن
کي ستيہ وديا سان پرپور ويدن جي شڪشا سان پريتو
اھو ماتا پتا جي برابر آھي. ان سان ڪڏھين ۾ دروھہ نہ
ڪرڻ گھرجي. گرو چاھي تاڪيد ڪري يا نہ ڪري
پر برهمچاري کي گھرجي تہ ھو يتن ڪري پنھنجي پڙھائي
۽ گرو سيوا ۾ لڳو رھي.

شرير، وچن، ٻڌي، اندرين ۽ من کي وس ۾ رکيدي
نمرتا سان گرو جي ادن جو ڌيان رکيدي گرو جي
نزديڪ نواس ڪري. گرو جي نزديڪ رھندي سدا
گرو جي پوجن کان ھلڪو پوجن ڪري، انجي وسترن
کان ھلڪا وستر پھري، گرو جي سمھي اٿڻ کان اڳ
سمھي اٿي ۽ انجي سمھڻ کانپوءِ سمھي. اگر گرو وينو
ھجي تہ وديارٿي کي اٿي بيھي ۽ گرو بيٺو ھجي تہ ويجھو
وڃي، گرو پنھنجي طرف ايندو ھجي تہ سندس طرف

ڪڏهين نشت نہ ڪري، چاهي سڀ وار رکائي جٽائون
ڪري يا فقط چوٽي رکي باقي وار نہ رکي، شهر ۾ ڪڏهين
بہ کيس سج نہ لهڻ گهرجي. نہ ڪڏهين سج اُڀرڻ
گهرجي. يعني ضرورت سان شهر ۾ وڃڻ برهمچاري رات
ڪڏهين بہ شهر ۾ نہ ترسي، پڙهڻ جي جاءِ اپوتر هجي
يا پڙهڻ وارو من يا شرير کان اپوتر هجي انهن ٻنهي حالتن
۾ پڙهڻ منع آهي."

اهڙي طرح پوتر وايو منڊل ۾ رهي برهمچاري پاڻ
کي منش بڻائڻ جو بنياد پڪو ڪندو هو.

**گرهست آشرم!** برهمچريہ آشرم کانپوءِ ۲۵ ورهين
جي عمر ۾ گرهست آشرم ۾ داخل ٿيو هو. ان آشرم جي
وياکيا براهمڻ گرنٿ ڪال ۾ ڪيل آهي. هت ڪن خاص
نيمن جو ورڻن ڪيو ويندو:-

**گرهستين جا فرض!** "گرهستي پنهنجي آچاريہ،
پتا، ماتا ۽ وڏي سڀني ڀاءُ کان تڪليف ملڻ تي بہ انهن
جو اپمان (بيعزتي)؛ نہ ڪري، (براهمڻ تہ ان ڳالهہ جو
خاص ڌيان رکي). منش جي اتپتيءَ ۾ جيڪو ڪليش
ماتا پتا سهن ٿا انجو بدلو سؤ ورهين ۾ بہ ڪوئي لٿو ڏئي
سگهي. ماتا پتا ۽ آچاريہ جي هميشهہ مرضي موجب ڪم
ڪري انهن ٽنهي جي خوش هئڻ سان ئي منش جا سڀ
تپ پورڻ ٿيندا آهن. انهن ٽنهي جي سيوا چاڪري
کي وڏي تپسيا چيو آهي. ڌرم سنبڌي ۽ پيا ڪاريہ

نقصان جي سوچنا راجا کي نه ڏني بلڪ پنهنجي گيان سان انکي اهڙي طرح سمجهائي جو هو اڳتي ڪرڻ کان بلڪل دور رهي. ويد ابياس، تپ، گيان، اندرين جو سنيم، اهنسا، گرو سيوا اهي سڀ اتم ڪرم آهن پر انهن سڀني ۾ آتم گيان اتم آهي. اهو سڀني ودياڻن ۾ مکيه آهي ڇاڪاڻ ته ان دوارا ئي پرماتما جي پراپتي ٿيندي آهي. جن ڌرم جو آچرڻ ڪري ويدن جي انگن اُپانگن دوارا ويدن کي چڱي طرح پڙهيو آهي اهيئي شريشٽ براهمڻ چوائڻ جي لائق آهن ڇاڪاڻ ته انهن دوارا ئي ويدن جا ڳوڙها رهسيه ظاهر ٿي سگهندا آهن.

## انکي ڇڏبو آهي سچ پچ براهمڻ!

**ڪشتري!** پرجا جي رکشا ڪرڻ، دان ڏيڻ، يگيه ڪرڻ، ويدن جو سواڌيايه ڪرڻ، وشيه ڀوڳ ۾ نه ڦاسڻ اهي مخصتو ڪشتري جا ڪرم آهن.

**وئشيه!** پشن (چوپاين) جو پالڻ پوشڻ ڪرڻ، دان ڏيڻ، يگيه ڪرڻ، ويدن جو سواڌيايه ڪرڻ، واپار ڪرڻ، وياج وٺڻ ۽ کيتي ڪرڻ اهي وئشيه جا مکيه ڪرم آهن.

وئشيه کي گهرجي ته هو مٽيا، موتي، مونگا، لوهه (ڌاتو)، ڪپڙا، خوشبو شيون، رس (مٺي کاري کٽي وغيره ڇهن سوادن واريون شيون) انهن سڀني جي سستي مهانگي هئڻ جي ڪارڻن کي ڄاڻي. سڀني قسمن جي ٻجن جي پوکڻ جو طريقو، ٻنين جا نقص ۽ خوبيون،

سيني قسمن جي مائن ۽ اورن کي به چڱي طرح ڄاڻي، وڪري جي شين جي خوبين ۽ نقصن، ملڪن جا گڻ اوگڻ (ارٿات ڪهڙي ديش ۾ ڪهڙن خاص شيء جي وڪري مان لاڀ ٿيندو ۽ ڪهڙن ديشن ۾ وڪري ڪري هاڃي ٿيندي) خاص شين جي وڪري ڪري ڪيترو لاڀ يا ڪيتري هاڃي ٿيندي. پشن (ڍورن) جي واڌاري جي وڌي ڄاڻي. ڪهڙي درجي جي نوڪرن کي ڪيترو پگهار ملڻ گهرجي (يا ڪهڙي ڪاء جي مزور ڪيترو وزااو يا ماهوار ولي ڪم ڪري سگهن ٿا) ان ڳالھ کي (جدا جدا ديشن جي) ماڻهن جي مختلف ڀاشائن کي، وڪري جي شين کي ڪهڙي هنڌ ڪهڙي طرح محفوظ رکڻ گهرجي، ان ڳالھ کي ۽ خريد وڪري جي اصولن کي ڄاڻي. (وئشيہ کي گهرجي تہ) ڌرم سان مال وڌائڻ لاء سٺن اپائن ۾ لڳو رهي (اڌرم سان ڪڏهين نہ ڌن نہ ڪمائي) ۽ پوري ڪوشش سان سيني پراڻين کي أن ڏيندو رهي ۱۰.

ڪهڙو نہ اوچو اپديس آهي. اهڙن ڌرماتما وئشن جي موجودگي ۾ ديش جو ڪوء پراڻي بکہ موي سگهيٿو؟ ۽ ان پراچين اوچي آدرش جي ڪارڻ ئي ديش سکي هوندو هو. پارس ۾ ڪوء نکيو ڪنگال ڪوء هوندو هو ڏڪار اصل ڪون پوندو هو. سامبواد جهڙين تحريڪن جي ضرورت ڪا نہ هوندي هئي. ليڪن جڏهين کان وئشن جي ان اوچي آدرش کي وساريو ويو آهي تہ اڄ

ڏسو ته ڀارت ني ٻکه ۾ برباد ٿي رهيو آهي. اگر اڄ ٻه ان ٻراچين اوچي آدرش تي دنيا عمل ڪري ته ساميواد جهڙيون انهڪون سڀ هوا ٿي وڃن ۽ سنسار ۾ سک ۽ شانتي جي لهر ٻوڙي وڃي. ٻراچين آرين منشيه سماج کي سکي رکڻ لاءِ هرهڪ ڳالهه تي پورو پورو ڌيان ڏنو هو.

**شودر!** ٻراچين ڪال ۾ جيڪي ٻه ماٿهو آچاريه جي شڪشا کي ڌارڻ ڪري شريشٽ بڻجي ويندا هئا تنکي آريه چئبو هو ۽ جي شڪشا گرهڻ نه ڪري سگهندا هئا تنکي شودر چئبو هو. ليڪن اهو ضروري ڪونه هو ته الهن شودرن جو اولاد به ڪو شودر ٿيندو يا آرين جو اولاد هرويرو آريه ٿيندو. اگر آرين جو اولاد به مند ٻڌيءَ تي ويد نه پڙهي سگهي ته اهو به شودرن جي درجي هليو ويندو هو ۽ شودر جو اولاد اگر ذهين تي ويد وغيره پڙهي ودوان ٿي ويو ته اهو براهمڻ ٿيندو هو. هرهڪ ٻار خواهه براهمڻ جو يا ڪنهن جو به هجي جيسين ويد نٿو پڙهي تيسين شودر ٿي آهي. وديا پڙهڻ ڪانپوءِ ٿي سندس دماغ تي مدار آهي ته هو براهمڻ ڪشتري ونشيه يا شودر ٿئي. اهو سڀ وديا ۽ دماغ تي منحصر آهي، ڪنهن جو اولاد ٿيڻ تي ڪونهي. اهو آهي منو سمرتي جو فيصلو.

شودرن جو ڪم خاص ڪري سيوا چاڪري ڪرڻ هوندو هو.

**چئني ورڻن جا سمان ڌرم!** ”اهنسا (ڪنهن ساهه نہ دويش يا ڪنهن براڻي جي هتيا نہ ڪرڻ)، ستيہ (سچ ڳالهائڻ سچ چوڻ ۽ سچ ڪرڻ)، استيہ (ڪنهن ڪاڻ خالي رهڻ ٻئي جو مال آنياءَ يا چوري سان نہ کڻڻ)، شؤچ (جل وغيره سان شرير کي شڌ رکڻ ۽ ابرشيا دويش کي ڪيائي من کي پوتر رکڻ)، اندريہ نگره (اندرين کي سڀ ڪرمن ۾ لڳائڻ جي لاءِ انهن کي برن ڪمن ڏي وڃڻ نہ ڏيڻ)، اهي سڀ چئني ورڻن براهمڻ ڪشتري ويشيہ ۽ شودرن جا مختصر ڌرم (سمان) آهن.“

**آشرم ڌرم!** جهڙي طرح منشيہ سماج جو بنياد چئن ورڻن تي ٽڪيل آهي تهڙي طرح هر هڪ منشيہ جي جيون جو بنياد چئن آشرمن تي بيٺل آهي. انهن چئن آشرمن جي پوري ڪرڻ سان ئي منش سچو منش ٿي سگهي ٿو. پهريون آشرم برهمچريہ آهي جو نهايت ضروري آهي ان تي ئي منش جي جيون جي بنياد ٽڪيل آهي. ان آشرم ۾ منش ٻالڪ کي گيان ۽ بل سان ڀرپور ڪري ان ڪري اهو آشرم منش جو بنيادي آشرم آهي. پراچين ڪال ۾ راجا جي فرض ۾ اهو بہ ضروري هو تہ هو راڄ جي هر هڪ ٻار جي پڙهائڻ جو بندوبست ڪري ڪن خالق ۾ اهو سرڪاري طرح ڏوهہ ڄاتو ويو ۽ ان ماڻهو کي سزا ڏني ويندي هئي جيڪو پنهنجي ٻار کي گروڪل

۾ نہ موڪليندو هو. ان ڪري هرهڪ ٻار ودِيا پڙهي پنهنجي جيون کي ناهيندو هو.

**گروءَ برهمچاري!** گرو، برهمچاريءَ کي پنهنجي آشرم ۾ اُتم گيان ڏيئي اهڙو ٻراوڪ بہ سڌاري ٿو ڇڏي ۽ کيس هن جنم جا سڀ سک ٿو ڏئي اهڙيءَ گروءَ جي جيتري سيوا ڪجي ٿوري آهي. گروءَ جو لوڙو هن جنم ۾ لاهي نٿو سگهجي. گرو برهمچاريءَ کي ٻيو جنم ٿو ڏئي ان ڪري سنسار ۾ ماتا پتا کانپوءِ گرو، مان (عزت) جي لائق آهي. جيڪو گرو برهمچاري جي ٻنهي ڪنن کي ستيہ ودِيا سان ڀرپور ويدن جي شڪشا سان ڀريٿو اهو ماتا پتا جي برابر آهي. ان سان ڪڏهين بہ ڌوهہ نہ ڪرڻ گهرجي. گرو چاهي تاڪيد ڪري يا نہ ڪري پر برهمچاري کي گهرجي تہ هو پنهنجي پڙهائي ۽ گرو سيوا ۾ لڳو رهي.

شوتر، وچن، ٻڌي، اندرين ۽ من کي وس ۾ رکندي نمرتا سان گرو جي ادارن جو ڌيان رکندي گرو جي نزديڪ نواس ڪري. گرو جي نزديڪ رهندي سدا گرو جي ڀوڄن کان هلڪو ڀوڄن ڪري، اهي وسترن کان هلڪا وستر پهري، گرو جي سمهي اٿڻ کان اڳ سمهي اٿي ۽ انهي سمهڻ کانپوءِ سمهي. اگر گرو وينو هجي تہ وديارٿي کي اٿي بيهي ۽ گرو بيٺو هجي تہ وڃهو هجي، گرو پنهنجي طرف ايندو هجي تہ سندس طرف

وڃي، گرو ڪلندو هجي تہ انجي ٻنيان ٻنيان ويندي
جهڪي ضروري هجي ڳالهائي. گرو جو منهن پيوهجي
طرف نہ هجي تہ انجي سامهون وڃي، گرو پري هجي
تہ ويجهو وڃي، گرو ليٽيل هجي يا ويٺو هجي تہ ڪمر
پرڻام ڪري ان سان ڳالهائي. گرو جي نزديڪ وڌ بارئي
جو بسترو يا آسڻ (گرو جي بستري يا آسڻ کان) سدا
هيٺ هئڻ گهرجي. گرو جي سامهون خودداريءَ سان
وهڻ گهرجي. پريت بہ گرو جو غرسه جي شبدن ڪانواء
نالو نہ وٺي. جتي گرو جي نندا ٿيندي هجي اتان هٽي
وڃي ڪنڌهين بہ گرو جي گلا نہ ٻڌي. جهڙي طرح ڪلاءِ
يا ڪوهہ کوٽڻ وارو پراوڙي جي هيٺ جل لائين پهچي تو
وتي تهڙي طرح گرو جي سٺي طرح سيوا ڪندڙ
برهمچاري بہ گرو جي اندر جيڪا وديا آهي الڪي پراپت
ڪندو آهي. گرو جي سيوا ليستائين ڪندو رهجي
جيستائين وديا سماپت نہ ٿئي. پڪشا ولي آڻي گرو جي
اڳيان رکي گرو جيڪي ڪٽي باقي برابر سان کائي. ماکي،
مانس، خوشبو، مالها، رس، استري، سڀني قسمن جي
کٽائي، پراڻين جي هنسا، الڳن جي مالش، اکين ۾
سرمو، جتي ۽ ڇٽي جو استعمال، ڪام، ڪروڌ، لوڀ،
لالچ، ڳائڻ ۽ ٻاجو وڄائڻ، جوئا، ٻئي جي بچار، نندا،
ڪوڙ ڳالهائڻ، استرين جو خاص طرح درشن يا سپرش
(ڇهڻ) ٻئي جي هاڃي وغيره ڪڪرمن کي برهمچاري
اِل نہ ڪري. هر هنڌ اڪيلو سمهي، ويرہ کي

ڪڏهين لشٽ نہ ڪري، چاهي سڀ وار رکائي ڇڏائون ڪري يا فقط چوٽي رکي باقي وار نہ رکي، شهر ۾ ڪڏهين بہ ڪيس سڄي نہ لهڻ گهرجي. نہ ڪڏهين سڄي اُگهاڙو ڄاڻ گهرجي. يعني ضرورت سان شهر ۾ ويل برهمچاري راسته ڪڏهين بہ شهر ۾ نہ ترسي، پڙهڻ جي جاءِ اپوتر هجي يا پڙهڻ وارو من يا شرير کان اَپوتر هجي انهن ٻنهي حالتن ۾ پڙهڻ منع آهي."

اهڙي طرح پوتر وايو منڊل ۾ رهي برهمچاري پاڻ کي منش بڻائڻ جو بنياد پڪو ڪندو هو.

**گرهست آشرم!** برهم چريہ آشرم کانپوءِ ۲۵ ورهين جي عمر ۾ گرهست آشرم ۾ داخل ٿيو هو. ان آشرم جي وياکيا براهمڻ گرنٿ ڪال ۾ ڪيل آهي. هت ڪن خاص نيمن جو ورڻن ڪيو ويندو:-

**گرهستين جا فرض!** "گرهستي پنهنجي آچاريہ، پتا، ماتا ۽ وڏي سڳي ڀاءُ کان تڪليف ملڻ تي بہ انهن جو اپمان (بيعزتي)؛ نہ ڪري، (براهمڻ تہ ان ڳالهہ جو خاص ڌيان رکي) منش جي اتپتيءَ ۾ جيڪو ڪليش ماتا پتا سهن ٿا انجو بدلو سؤ ورهين ۾ بہ ڪوئي لٿو ڏيئي سگهي. ماتا پتا ۽ آچاريہ جي هميشهہ مرضي موجب ڪم ڪري انهن ٽنهي جي خوش هئڻ سان ئي منش جا سڀ تپ پورا ٿيندا آهن. انهن ٽنهي جي سيوا چاڪري کي وڏي تپسيا چيو آهي. ڌرم سمبنڌي ۽ ٻيا ڪاريہ

جڏهن ٻوڄن ۾ وار يا جيت پيو هجي يا جڏهن ڪي ڪنهن
ٻاٽي ٻڇهي پير هڻيو هجي اهو به نه کائڻ گهرجي. پراڻين
جي هنيا ڪاسواءِ ماس ڪڏهين پيدا نٿو ٿئي ۽ پراڻي
جي هنيا سڪ ڏيندڙ ناهي ان ڪري ماس (ڪڏهين
به) نه کائڻ گهرجي. ماس جي پيدايش ۽ ساهوارن جي
هنيا، اهو سمجهي ته اهي ديا رهت ڪم آهن ماس کائڻ
کان بچيو رهي.

مارڻ جي صلاح ڏيندڙ، انگن کي وڍي جدا ڪندڙ،
ماريندڙ، ماس خريد ڪندڙ، ماس وڪڻندڙ، ماس
(ٿالهي ۾ کائڻ لاءِ) پائي ڏيندڙ، ۽ ماس کائيندڙ سڀيئي
ات گهاتڪ آهن. جيڪو موهه ۾ ڦاسي شراب پيئي ان
کي گهرجي ته شراب کي باهه جيان گرم ۽ لال ڪري
پيئي جنهن ڪري سندس شرير جلي ۽ پرائشچت ڪري."

**صفائي جا نيم!** گهر کان پري مل موتر (پائخانه
وغيره) ڪري، پري ئي پير ڌوئي ۽ جونو ان به پري ئي
ڦٽو ڪري، جو بنا لاچاري حالت (بيماري وغيره)
جي راج مارگ (شاهي رستي) تي گند ڦٽو ڪري ته ان
تي ٢ ڪارشاپڻ (ميونسپالٽي طرفان) ڏنڊ پوڻ گهرجي،
۽ پڻ گند ڪڍي ڇڏي، جل (ندي) ۾ مل موتر، ڪف
۽ زهر نه وجهي، ڪوٽ يا ديوار سان گهيريل شهر يا گهر
۾ دروازي کان ئي وڃي (يعني ديوار ٽپي نه وڃي) ۽

۽ سنڪار ۽ ڄاڻڻ جي موقعن تي پوشڻ، وسنر ۽ پوڄن
سان استرين جو هميشه سنڪار ڪن.“
”اگر خاص ڪلياڻ جي اڇا هجي ته پتا، ڀاءُ، پتي
۽ ڏير کي استرين جي پوڄا (سڀ پرڪار سان سنڪار)
ڪرڻ گهرجي.“

ان طرح پراچين ڪال ۾ استرين جي پوڄا ٿيندي
هئي پر اڄڪلهه، ٿوري گهٽي تي پتي ڏيو پاڳل ٿئي ته
ڪڻ ڏيندو. پڇ زال جو ڪندو، حال ته ڪريس منبو
پوءِ ڏنو ويندو. پتني (زال) کي مارڻ ڪري
اولاد بگڙي پوندو آهي. گهر ارڪ بڻجي ويندو آهي.
استري دکي هئڻ ڪري سنتان خراب اتپن ٿيندو.
استري خوش هوندي ته اولاد تندرست ۽ سندر اتپن
ٿيندو. ماتا تي ئي سنتان جي سٺي ۽ خراب هئڻ جو مدار
آهي. ان ڪري پتيءَ کي گهرجي ته پتنيءَ کي ڪڏهين
به نه ماري نه گار گندي ڪري. سدا انجي عزت ڪري
ان طرح پاڻ ۾ ملي هلڻ سان گهر ۾ سورگ جي خوشبو
اچڻ شروع ٿيندي.

## وان پرست ۽ سنياس!

گرهست آشرم پورو
ڪري ٥٠ ورهين جي عمر ۾ وان پرست ۽ وان پرست
پورو ڪري ٧٥ ورهين جي عمر ۾ سنياس ۾ وڃبو هو. انجو
رڻن براهمڻ گرانٿ ڪال ۾ ڪيو ويو آهي.

ان طرح منوسمرتي ڪال جي سڀيتا جو اتهاس سماپت ٿيو)

مسٽر گرفٿ، رامايڻ جي انگريزي ترجمي جي پڇاڙيءَ
۾ لکيو ته:-

”رامايڻ ۽ اليڊ جهڙا پستڪ، جيئن اسانکي پنهنجي ويچار
مان معلوم ٿيندو، نهايت ئي پراچين سرشٽيءَ سان سنبنڌ
رکن ٿا. جيئن اسين بمبئي شهر جي ڪنهن گهر ۾ گهرون
تيئن اسين هن ۾ به پرويش ڪريون ٿا. جيتوڻيڪ ڪيترا
رنگ اچا ٿائين به تازا معلوم ٿين ٿا ۽ انهن تي وناش جو
ڪوئي اهڙو نشان ڏيکائي نٿو ڏئي جو اسانکي ان سمي
جي ياد ڏياري. پر اهو اسانکي اوس معلوم ٿيندو ته
هي، نه ته اسانجي سمي جا آهن ۽ نه اسانجن ابن ڏاڏن
جي سمي جا پر اسانجي ۽ اسانجي لکش ارٿات رامايڻ
جي وچ ۾ لا انتها سمو پيو آهي.“

ان طرح سان رامايڻ اسانجي لکڻ موجب انهايت پراڻو
ثو ثابت ٿئي، پر اسڪولن ۾ پڙهايو ويندو آهي ته رامايڻ
عيسوي سنه کان ١٤٠٠ ورهيه اڳ جو آهي، جو بلڪل
غلط ۽ ڪوڙ آهي، ۽ حقيقت اها آهي ته رامايڻ کي اڻ
لکه ورهيه ٿي چڪا آهن.

**شري رام ۽ رامايڻ!** رامايڻ ڪال جو سمور و اتهاس،
مهرشي **والميڪ** جي لکيل گرنٿ رامايڻ مان ملي ٿو.
والميڪي رامايڻ ئي اصلي رامايڻ آهي. جنهن ۾ شري رام
جي سمي جو اتهاس ملي ٿو. هي هڪ سونهري زمانو هو
جڏهين ان سمي جي آرين يورپ وغيره ديشن کي آباد

ڪيو ۽ آمريڪا کي نئين يگ ۾ تبديل ڪيو. شري رام
ان سمي جو هڪ تمام آدرشي انسان هو ۽ ساڳ ساڳ
مريادا پرشوتم ٻه هو (شري رام کو پرماتما ڪوٺ هو،
لکو اوتار وٺي سنسار ۾ آيو، جيئن اچڪلهه موڪتا ڪان
مڃيو وڃيٿو.

شري رام کي پرماتما تو مڃيو وڃي، اها نه موڪتا
آهي. شري رام ته اسان جهڙوئي شريرڌاري انسان هو.
پر ان سمي جو هڪ آدرشي انسان هو جنهن ڪري
سندس ڏاڍي عزت هئي سندس لوڪ وهنوار ماڻهن
جي دلين تي اهڙو اثر ڪيو جو سڀ سندس آدرشي
راڄ مان ڏاڍو پرسن ٿي سندس گڻ ڳائيندا هئا والميڪي
جهڙي رشي وري سندس اتهاس کي رامائڻ جي روپ
۾ چمڪائي ڇڏيو ۽ عزت ايڏي وڌي جو زماني
جي گردش بعد راجا رام پرماتما بڻجي پيو ۽ اڄي موڪ
ماڻهو سچي پرماتما کان منهن موڙي اتلي پرماتما بڻائي
مورتون ڏاهي پوڄڻ لڳا. اصل ۾ شري رام کي پرماتما
جو اوتار سمجهڻ پرماتما جي مهانتا کي ۽ شري رام جي
ٻه مهانتا کي گهٽائڻ آهي. پرماتما پرماتما آهي ۽ شري
رام رام آهي.

**شري رام ڪير هو؟** شري رام آرين جي مشهور
ڪل سوريہ ونش ۾ مهاراجا **اڪشواڪو** جي ٦٣ پيڙهي ۾
۾ آيو. ان ونش ۾ مشهور راجا هرشچندر ٿيو آهي. ان

ڪانپوءِ پيو راجا **دليپ** ٿيو جو بہ ڏاڍو پراڪرمي هو. ان
جو پٽ **رگھو** ٿيو جو وڌيڪ پرتاپي هئڻ ڪري سندن
ڪل جو نالو بہ **رگھو ڪل** ٿي ويو ان ڪري شري رام
کي رگھونندن يا **رگھو ڪل رام** چيو ويندو آهي. ان
مهاراجا رگھو کي **اَج** نالي پٽ ٿيو جنهن مان راجا **دسرٿ** هو
ان ڪري دشرٿ کي دشرٿ آتمج چيو ويندو آهي. ان ٿي
مهاراجا دشرٿ جو پٽ **شري رام** هو ان ڪري شري
رام کي داشرٿي رام چيو ويندو آهي ۽ اهو ٿي شري رام
جو صحيح نالو آهي يعني **داشرٿي رام.** ڇو تہ رام تہ
گهڻا ٿيا آهن ان داشرٿي رام ڇوڻ سان راماڻ وارو رام
سمجهيو ويندو. ان طرح راوڻ بہ گهڻا ٿيا آهن. ان راماڻ
هڪ راوڻ کي لنڪا ۾ وڃي پڌي مهشمتي پريءِ ۾
وٺي آيو هو. ان ڪري شري رام کي نشاني طور داشرٿي
رام ۽ راوڻ کي دشگريو راوڻ چوڻ صحيح آهي.

**شري رام جنم!** مهاراجا دشرٿ کي ٽي رائيون
هيون. (١) مهاراڻي ڪوشليا (دکڻ ڪوسل جي
راجڪماري) (٢) سمترا (مگڌ جي راجڪماري) (٣)
ڪيڪئي (ڪيڪيہ ديش جي راجڪماري)، (ڪيڪيہ
ديش موجوده افغانستان جي هندوستان طرف واري
سرحد تي هو. اڃان تائين اتي ڪيڪزش پٺاڻ رهندا

آهن، اسلام کان اڳ اهي ئہ شري رام جي هندن جي طرح پوڄا ڪندا هئا).

ٽيهي سال کيس ڪوبہ اولاد ڪونہ هو. تڏهين وڏو يگيہ ڪيائين جنهن ۾ ساري ڀارت جا راجائون شامل ٿيا هئا. سنڌ جو راجا پڻ ان يگيہ ۾ شامل ٿيو هو. يگيہ ڪالوءِ ڀارهين مهني چيٽ جي شڪل پکش جي نومي (ٽائين تاريخ) تي راڻي ڪوشليا جي گرڀ مان هڪ تيجسوي پٽر ڄائو. ان بعد راڻي سمترا مان ٻہ پٽر ۽ راڻي ڪيڪئي مان هڪ، ڪل چار پٽر ڄاوا. راڻي ڪوشليا جي پٽ جو نالو **رام**، سمترا جي ٻن پٽن جا نالا **لڪشمڻ** ۽ **شترو گهن** ۽ ڪيڪئي جي پٽ جو **ڀرت** رکيو ويو.

چارئي ڀائر اڃا ننڍا سنهڙا وڏا جڏهين وديا گرهڻ ڪرڻ لائق ٿيا تہ جيڪر ٻارائي سندن وديا پڙهائڻ جو بندوبست ڪيو ويو.

**شري رام ۽ وشوامتر!** انهن ڏينهن ۾ مهرشي وشوامتر ايوڌيا ۾ آيو ۽ راجا دشرٿ سندس پوري شوا ڪئي. مهرشي وشوامتر راجا دشرٿ کي شرڌالو ڏسي چيو هي راجن! اسانجي يگيہ ڪرم ۾ ڪجهہ ڏينهن کان وگهن پيو لڳو آهي. جڏهين اسين يگيہ ٿا ڪريون تہ ماريچ ۽ سباهو نالي راڪس جي ڏاڍا ٻلوان آهن ۽ شستر استر وديا جا ماهر آهن، يگيہ ويديءَ ۾ ماس، رت ۽ اُبوتر شيون وجهي يگيہ ڀرشٽ ٿا ڪن. (جيڪي تاريخدان

اهو ته چون ته آريه مانس کائيندا هئا ۽ يگيه ۾ ٻليون
چاڙهيندا هئا تنکي اکيون کولي پڙهڻ ۽ سمجهڻ گهرجي
ته جڏهن مهرشي وشوامتر يگيه ۾ رت ۽ مانس وجهڻ
سان يگيه جو اپوتر ٿيڻ ٿو چوي ته ٻليون چاڙهي مانس
وجهڻ ڪيئن صحيح ٿي ٿو سگهي؟ ان مان اهو پوري
طرح نٿو ثابت ٿئي ته آريه مانس نه کائيندا هئا ۽ نه يگين
۾ وجهندا يعني ٻليون نه چاڙهيندا هئا.) جنهن ڪري
اسانجو يگيه نشٽ ٿو ٿئي. اسانجو وشواس آهي ته اهي
ٻئي راڪس رام جي ساهمون يڌ ۾ نه ٽِڪي سگهندا ۽ رام
ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه انهن جي مارڻ لاءِ تيار به نه ٿيندو
ڇاڪاڻ ته رام وڏو يوڌو آهي، ان ڪري هي راجن!
رام جي ٻانهن اسانکي سونپي ڏيو. راجا اول ته آنا ڪاني
ڪئي پر مهرشي وشسٽ جي چوڻ تي لاچار ٿيو. مهرشي
وشوامتر رام سان گڏ لڪشمڻ کي به ساڻ ڪري اول تاڙڪا
بن ۾ آيو جتي تاڙڪا کي ماريو. ان بعد وشوامتر رام ۽
لڪشمڻ کي شستر استرن جون ڳجهيون خاص ڳالهيون
سيکاريون ۽ يگيه شروع ڪيو. ٻهريان پنج ڏينهن ته
ڪوبه ڪونه آيو. ڇهين ڏينهن راڪشس آيا. شري رام پري
کان ئي ماريچ کي **جا جوليمان ماڻو استر** سان گهايل
ڪيو ۽ پڇاڻي ڪڍيو. وري آگنيا ستر سان سباهو کي
ماريو ۽ باقي راڪشسن کي وايو يا ستر سان ختم ڪيو. (۱)

---

(۱) اهي سڀ استر آرين جا ايجاد ڪيل هوا جهڙي

ان طرح راڪشسن جي خاتمي لاءِ سان ٻڪبہ سقلتا سان
سمايبہ ڪيو ۽ مهرشي وشوامتر بہ خوش ٿيو.

**رام سويمورا ۾** پانسر وشوامتر سان ڪڏهن
جنڪ پريءَ ڏانهن روانا ٿيا ۽ راجا جنڪ سان مليا. ٿن
ڏينهن ۾ راجا جنڪ پنهنجي ڪنيا سيتا جي لاءِ
سويمور رچيو هو، جنهن ۾ ڌنش ڪٽڻو هو. هو هڪو بہ
ڪٽي سگهيو. شري رام ۽ شري لڪشمڻ جي اچڻ تي
ڌنش گهرائي راجا جنڪ وشوامتر کي چيو تہ شري رام
ڌنش ڪٽي. شري رام آگيا وٺندي
کي آگيا ڪريو تہ هي ڌنش ڪٽي. شري رام آگيا وٺندي
ڌاش ڪٽي ڏيکاريو ۽ جيئن ئي لير ٿي چڙهيو تہ ڌنش ٽٽي
پيو. شرط پورو ٿيو. راجا دشرٿ کي اطلاع ڏيڻ لاءِ
ماڻهو موڪليو ويو. راجا دشرٿ مترين سان صلاح
ڪري سڀدن رضامندي سان جنڪ پري ڏانهن روانو

طرح وڏين ٿورن مان وڏا وڏا گولا لڪري جڏهن جڏ
ڪرلدا آهن الي ڦاٽي پنهنجي لوهہ يا شيءِ جي ٽڪر
سان آسپاس جي ماڻهن کي ختم ڪندا آهن اهڙي طر
الهن استرن مان لڪرلدڙ لهر وغيره شترو سڀنا جو خا
ڪندا هوا. ۽ چاڪاڻ تہ شري رام اهڙن اليڪ استر
جي علائق ۾ ماهر هو ان ڪري اڪيلو ئي اليڪ راڪش
سان ڪاميابي سان ٻڌ ڪري ٿي سگهيو. برمالما ڪ
رجو شڪتي سان ٿي الهن ڪيائين. برمالما ڏجي
... ڪري ها).

ٿيو. جنهن شري رام جو وواهه پڳوتي سيتا سان ٿيو. ساڳئي ڏينهن شري لڪشمڻ جو وواهه پڳوتي سيتا جي ڀيڻ شري اُرملا سان ٿيو ۽ باقي ٻن ڀائرن جو وواهه به راجا جنڪ جي ننڍي ڀاءُ ڪشڌوج جي ڪنيائن سان ٿيو. ڀرت جو مهاراجا جنڪ جي ڀائٽيءَ ماڏوي ۽ شتروگهن جو شرت ڪيرتيءَ سان وواهه ٿيو. وواهه ڪاڄوءِ سڀ موٽي ايوڌيا آيا ۽ چارئي ڀائر جدا جدا پنهنجي استرين سان رهڻ لڳا.

ٿوري سمي بعد ڀرت ۽ شتروگهن پنهنجي (ڀرت جي) مامي يڌاجت سان گڏ جي ناناڻن ڪيڪيه ديش ڏانهن هليا ويا. شري رام ۽ شري لڪشمڻ پتا جي آڱيا سان راجڌاني ۾ رهڻ لڳا.

يوراج آڀشڪ! اهڙي سمي جڏهن پرسن پرجا هئي ۽ شري رام انيڪ گڻن سان ڀرپور هو. (۱)

(۱) (پراچين ڪال ۾ جيڪو راجڪمار انهن گڻن کي ڌارڻ نه ڪندو هو جن گڻن ڪري پرجا انکي راجائيءَ جي لائق سمجهندي هئي، اهو راجڪمار راجا نه ٿي سگهندو هو. ايترو ئي نه بلڪ جيڪو راجڪمار بد صحبت يا بد اخلاق ٿي پوندو هو تنهن کي راجائي پد تہ ڇا ان کي ان اپراڌ اوسار سخت ۾ سخت سزا ڏاي ويندي هئي. پراچين ڪال ۾ مهاراجا سگر پنهنجي پٽ اسمنجس

راجا دشرٿ بہ ٻُڍو ٿيو تہ هن اهو وچار ڪري تہ پنهنجي جيٺي ٽي رام کي ٻوراج بڻائي ڇڏيان پنهنجي پرجا جي راءِ ڄاڻڻ لاءِ هن ساري راڄ جي مکيہ ماڻهن جي وڏي سڀا ڪوٺائي جنهن ۾ رشي، مهرشي، براهمڻ، کشتري، وئشيہ سڀني جا پرتينڌي اچي شامل ٿيا. ٿڌهين راجا سڀني کي مخاطب ٿي چيو:-

”توهان کي معلوم آهي تہ منهنجو راڄ ڪيڏو اُتم آهي. اسان جي اکشواڪو ونش راجائن راڄ جي سڀني نيمن کي پوري طرح سان پالن ڪيو آهي. مان ڇاڪاڻ تہ هاڻي ٻڍو ٿيو آهيان ان ڪري چاهيان ٿو تہ راڄ جو بار پنهنجي پٽ رام تي وجهان جو هينئر بلڪل لائق آهي. پرجا بہ ان کي چاهي ٿي، هو جتيندريہ آهي راڄ جي بار کي سولائي سان کڻي سگهندو. ان ڪري مان چاهيان ٿو تہ سڀاڻي صبوح هو رام کي راڄ تلڪ ڏنو وڃي. اگر منهنجو اهو ارادو جو مون ٺيڪ سمجهيو آهي ۽ چڱي طرح سوچيو آهي توهان جي پسند جيئن، توهين

کي جنم ڀر لاءِ ان ڪري ديش نيڪالي ڏني هئي جو هن ايوڌيا جي ڪيترن ٻارن کي سرجو (ندي) ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو هو. پر اسمنجس جي پاپي هئڻ ڪري ڪو انجو پٽ پاپي ڪونہ ٿيو پر سندس پٽ انشومان تمام لائق هئڻ ڪري راجا ٿيو جنهنجو پٽ مشهور آهي راجا دليپ ٿيو جنهنجو پٽ شري رام جو پڙڏاڏو هو.)

چاهيو ٿا تيئن هجي ته توهين به منهنجي رائي جي تائيد ڪريو يا ٻڌايو ته اسانکي ان باري ۾ ٻيو ڇا ڪرڻ گهرجي. جيڪو وچار مون ظاهر ڪيو آهي ان سان منهنجي همدردي آهي تڏهين به توهانجي سمجهه ۾ انڪاسواء اگر ٻي پلي جي ڳالهه هجي ته اها پاڻ ۾ چڱي طرح وچار ڪريو. توهانجو جيڪو ٻيو وچار هوندو اهو سوچ وچار بعد مکيه زهبدو.“

ان مٿئين بيان مان ٢-٣ ڳالهيون خاص معلوم ٿين ٿيون:-

(١) مهاراجا دشرٿ پنهنجي سميه جو وڏو راجا هو جنهن جي ماتحت ننڍا ننڍا راج به هوندا هوا.

(٢) پر ايڏو وڏو مهاراجا ٿي ڪري به راج پربنڌ ۾ من ماني ريتي سان ڪجهه نه ڪري سگهندو هو. شري رام جهڙي سپوت کي به پنهنجي مرضي سان راجا نٿي بڻائي سگهيو جنهن لاء کيس پرجا جي سڀا ڪوٺائي صلاح وٺڻي پيئي.

(٣) راجا جي صلاح مصلحت لاء منتري ته هوندا هئا پر خاص وڏن ڪمن لاء پرجا جي خاص سڀا (House of Commons) به هوندي هئي جنهن ۾ پرجا جي هر ورڻ جا پرتينڌي به شامل ٿيندا هئا. ۽ ان سڀا جي منظوري کانسواء ڪو به راجا نه ٿي سگهندو هو.

**ڪيڪئي ۽ منٿرا!** راجا دشرٿ جي اٺين چوڻ سان چڻ ته ماڻهن کي سوڳ ٿي مليو سو سڀني يڪمشت

ٿي راڄا جي تائيد ڪئي. پرجا جي منظوري ملي، دشرٿ
شري رام کي سڏائي سموري ڪارروائي ٻڌائي. شري
رام انهن سڀني مڙني ۾ آيو سڀني کي ٻڌايائين. سڀ ٻڌي
ڏاڍو خوش ٿيا. ساري ايوڌيا ۾ آنند منگل ٿيڻ لڳو.
پر هيڏانهن ڪيڪئي جي داسي منٿرا ٻيولي ڪُٻڙي، سوچي
رهي هئي. سندس اڇا هئي ته سندس راڻي جو پٽ
ڀرت راڄا ٿئي سو اچي ڪيڪئي کي رام جي راڄ تلڪ
جو ٻڌائي چيو ته رام کي سڀاڻي راڄ تلڪ ملندو ۽ تون
ٻي ڪنهن ڪي وٽي آهين. رام جي راڄ ٿيڻ کانپوءِ تون
ڪوشليا جي برابري ڪري سگهندينءَ؟ اهو سڀ ٻڌي
راڻي ڪيڪئي چيو هي داسي! رام جي راڄ تلڪ جي
ڳالهه ٻڌائي تو مونکي خوشيءَ جي وڌائي آهي ان ڪري
هي موتين جو هار توکي انعام طور ڏيان. رام ۽ ڀرت ۾
مان ڪو خاص فرق ڪونه ٿي ڏسان ٻئي مونکي دوشتي
۾ هڪ سمان آهن. ان ڪري راجا اگر رام جو راڄ تلڪ
ٿو ڪري ته مان ان ۾ خوش آهيان. پر ان ٻڌي داسيءَ
راڻيءَ ڪيڪئيءَ کي اهڙيون هيٺيون مٿيون ٻڌايون جو
لاچار ويچاري ڪيڪئي جو من ڏڪائجي ويو ۽ ڀرت کي
راڄ تلڪ ڏيارڻ لاءِ ڪوپ ڀون (١) ۾ وڃي ويٺي.

---

(١) پراڻي ڪال ۾ راڻين وٽ هڪ جدا محل هوندو
هو جنهن کي ڪوپ ڀون چئو ويندو هو جنهن ۾ راڻي
ناراض ٿيڻ جي حالت ۾ وڃي رهندي هئي.

راجا دشرٿ محل ۾ آيو ته کيس اها خبر ملي ۽ سڌو ڪيڪئي وٽ ويو ۽ کانئس ڪوپ ڀڳن ۾ وهڻ جو سبب پڇيائين. ڪيڪئي کانئس هڪڙا ٻه وچن ياد ڪرائي چيو ته هڪ ته رام جي جاءِ تي ڀرت جو راج تلڪ ٿئي ۽ ٻيو ته رام چوڏهن ورهين تائين دنڊڪ آرڻيه ۾ گيڙو ڪپڙا پائي هرڻ جي کل پهري تپسوي بڻجي رهي. اهو ٻڌي راجا اول ته چنتا ۾ اچي ويو پوءِ ڪروڌ ۾ ڀرجي چيو، هي دشٽ! هن ڪل جي نشٽ ڪرڻ واري! رام تنهنجو ڇا بگاڙيو آهي. رام ته تنهنجي ماتا جي طرح عزت ڪندو آهي. تون نشچيه رکه مان رام کانسواءِ بلڪل جيئرو نه رهي سگهندس. پر ڪيڪئي نه مڃيو. راجا گهڻيئي ورلاپ ڪيا.

**رام بنواس!** پهر رات رهندي شري رام ۽ ڀڳوتي سيتا اٿيا ۽ سنڌيا وغيره کان واندا ٿي راج تلڪ سمبندي ڪمن جي باري ۾ وچار ڪرڻ لڳا. نگرواسي به پوئين پهر اٿي سنڌيا وغيره کان واندا ٿي پنهنجي گهرن کي سينگارڻ لڳي ويا. ٿوري دير ۾ سڀ مندر صاف ۽ سندر بڻجي ويا. نوان نوان ۽ رنگين اوم جا جهنڊا هر گهر جي مٿان ڦڙڪڻ لڳا. جڳهه جڳهه جي يگين ڪري سارو شهر خوشبو سان ڀرجي ويو. شاهي رستا صاف ڪري چندن جي پاڻي جي ڇڻڪار ڪئي ويئي. ايتري ۾ سڄه ايريو ۽ لکين نر ناريون آنند ۾ ڀرجي شري رام جو راج تلڪ ڏسڻ لاءِ دربار ڏانهن ڊوڪڻ لڳا.

ڀپ اچي. ... ڪيترا درشڪ
... ٽري مندل ۽ ٻاهر جا آيل ... ڏانهن. اُنهو
... ڪنا ليا. تڏهين مهرشي وشسٽ راجا ڏانهن
... موڪليو. ٻر هوڏانهن. نہ معاملوئي مندو پيو هو. راجا
... شري رام ڏانهن ماڻهو موڪليو جو اچي حاضر ٿيو. پتا
... ڪي وياڪل ڏسي حال پڇڻ لڳو راجا ڪوبہ جواب ڪونہ
... ڏلو باقي ڪيڪئي چيو هي رام! تون ٻر لڳا ڪرين نہ
... پتا جي ڪيل ٻرلڳيا کي پورو ڪندين نہ مان ٻڌائي
... سڳهان ٿي. اهو ٻڌي شري رام کي خيال ٿيو تہ مالا
... ڪيڪئي انين چولي خيال ڪري نہ رام پتا جي آگيا
... پالن نہ ڪندو ۽ چيو آهو ڏڪ! مهنجي ٻاري ٻر هي
... ديوي! اهڙا وچن نہ چئي سڳهو. مان پتا جي وچن
... الوسار ٻاهر ٻر نبي سڳهان ٿو! تيز زهر ڪاڻي سڳهان ٿو!
... سمند ٻر نبي سڳهان ٿو!!! جو مهنجو گرو پتا ۽ راجا آهي
... انجي آگيا پالن لاءِ مان سدا تيار آهيان. اهو نوڪ جاڻو
... نہ رام جيڪي ڪجهہ چئي چڏيندو آهي انجي خلاف
... ڪڏهين نہ ڪندو آهي. اهو ٻڌي ڪيڪئي ڪيس
... سمورو حال چئي ٻڌايو. اهو ٻڌي ڏيرج جي ديوتا شري
... رام کي درو بہ دک ڪونہ ٿيو. (عجب جو مڪان آهي
... هڪ اهو شخص جو ڪالهہ ڪالبوءِ ملڪ جو والي ٿيڻو
... آهي سو ڪالهہ جي اندر فقير ٿي جهنگلن جي خاڪ
... چاڻڻ جو حڪم ٻڌي بہ ذرا نٿو لڏي. پتا جي
... جي سامهون دنيا جي تخت کي بہ تچ ٿو سمجهي:
... ٻر اهڙو مثال آريہ جاتي ئي پيدا ڪري سگهي).

ڪيڪئي ۽ پتا کي پرڻام ڪري شري رام ٻاهر نڪتو ۽ ڏکڻ کي ۽ سندس چهرو ڏسي ڪو گمان ڪونه ٿيو. ۽ ٿوري ئي سمي ۾ محل مان هاهاڪار جو آواز اچڻ لڳو ۽ رام بنواس جي خبر هوا جيان ڦهلجي ويئي سڀني، ۾ مها دک ڇانئجي ويو سڪ روئي وايو منڊل دک جي سمنڊ جيان لهرون مارڻ لڳو. شري رام سڌو ماتا ڪوشليا وٽ آيو. جا ماتا ڪڇه مدت اڳ پنهنجي پٽ کي مڪٽ سان شوڀاوان ٿيندو ڏسڻ لاءِ هردي ۾ اُمنگ ڀري ويٺي هئي سا هيءَ ٻڌي، شوڪ ساگر ۾ ٻڏي ويئي، ماتا گهڻو ڪجهه روڪيو ۽ شري رام پنهنجي ارادي تي مضبوط هو، مجبور ٿي ماتا آشيرواد ڏني. اتان تي شري رام پڳو تي سيتا وٽ آيو جا ان وقت مهاراڻي ٿيڻ جا سپنا ڏسي رهي هئي سا اهو ٻڌي ويچاري ڪومل هردي ديوي! دکي ٿيڻ لڳي. ۽ پيو ڪو حيلو نه ڏسي پتي سان وڃڻ لاءِ تيار ٿي. شري رام ڪيس گهڻوئي سمجهايو ۽ پڳو تي سيتا پارت جي پوتر آتما ديويءَ! نه مڃيو. مجبور شري رام وٺي هلڻ لاءِ لاچار ٿيو. هوڏانهن پراتري پڳنيءَ جو ديوتا! شري لڪشمڻ اهو حال ڏسي نه ماتا سيتا کي ۽ موڪل ملي ويئي سو ۽ پاڻ کي مدت ڪرڻ لڳو ته مونکي ۽ ساڻ وٺي هلو. شري رام جي گهڻي سمجهائڻ تي ۽ جڏهين شري لڪشمڻ نه مڃيو ته شري رام لاچار ٿي انکي ۽ ها ڪئي. ان طرح ٽيئي

تيار آهي اتي ان پراچين آرين جو اهو آدرش هو، شاهي تاج، ڌرم ۽ ياءُ جي پريم جي اڳيان قدمن ۾ پيو ٺڪرائجي ڪو ۽ انهي پرواهه نه تو ڪري. ڌنيه! آريه سڀيتا!! ڌنيه!!!). آخر ۾ شري رام جي نه مڃڻ تي شري ڀرت، رتن سان جڙيل چاکڙيون زمين تي رکي شري رام کي چيو ته هن تي پنهنجا چرڻ رکو. شري رام ائين ڪيو. تڏهين شري ڀرت ادب سان اهي چاکڙيون کڻي چيو هي ويرا! ايوڌيا جي سنگهاسن تي چاکڙين جو هي جوڙو رکيو ويندو ۽ پيلا (جهڙا توهانکي آهن) وستر ڌارڻ ڪري ڦل مول (توهان جيان) کائيندو چوڏهن ورهين تائين مان به (توهان وانگر) ايوڌيا کان ٻاهر نواس ڪندس ۽ اتان ئي راڄ جو سمورو ڪاروبار هلائيندس. اگر چوڏهن ورهيه سماپت ٿيندي ئي توهان ايوڌيا نه پهتا ته مان اگني ۾ پرويش ڪري ڀسم تي ويندس. شري رام اهو ٻڌي روئي ڏنو. ان سميه جو درداڪ درشيه ۽ ڀائرن جو پريم ڏسڻ وٽان هو. دنيا ۾ شريءَ رام شري لڪشمڻ ۽ شري ڀرت جهڙو ڀراتري پريم نه ٿيو نه ٿيندو!!!

ان طرح نااميد ٿي مهاتما ڀرت موٽي ايوڌيا آيو ۽ جيئن شري رام کي چيائين تهڙي طرح چوڏهن ورهين تائين برابر ڪيائين.

**رام بن ۾!** هيڏانهن بن جا رشي ۽ مهرشي شري رام وٽ آيا ته راڪشس اسانکي ستائين ٿا. بس! شري رام کي پيو نه ڪم ڪونه هو. رشين جي اڳيا ٻڌي سندن

رکنا ڪرڻ لڳو. ڪجهن ئي راڪشسن کي آسترن سان
ناش ڪيائين. (استرن ۾ اها طاقت آئي جو ڪوبه
هڪ هوشيار ۽ هلائڻ ۾ ماهر ماڻهو هڪ ئي وقت سون
سان مقابلو ڪري سگهيٿو.)
ان طرح ٿن مرڪندي هڪ دفعي سوروپ لڪا ٿالي
راڪشڻ شري رام کي ڏسي مٿس موهت ٿي پيئي ۽ پر
شري رام جي انڪار ڪرڻ تي هن شري لڪشمڻ کي
پرارٿنا ڪئي پر جڏهن ان نہ ڪنس ٽڪرايو نہ ڪروڌ
ئي پڪوتي سيتا کي مارڻ لاءِ هلي تڏهن شري رام
شري لڪشمڻ کي ان کي سزا ڏيڻ لاءِ چيو. شري لڪشمڻ
ڪيس ڪروپ (بدزيبو) ٺاهي ڇڏيو. يعني لڪ ڇپ
ڪٽي ڇڏيو. انجو بدلو وٺڻ لاءِ ڪيترا راڪشس آيا پر
سڀني کي شري رام ناش ڪيو. جڏهن اها خبر سندن
اڳا راوڻ کي پهتي تہ ڏاڍو غصي ٿيو ۽ ماريچ ٿالي
اڪيس کي تيار ڪري هڪ سازش سٽي. ماريچ کي
هرڻ جو روپ ٺاهڻ ايندو هو. هڪ ڏيئون هو هرڻ
جهڙي شري رام جي ڪٽيا پيج وٽي وٽان لنگهيو.
پڳولي سيتا ان کي قاسائڻ لاءِ چيو. شري رام ان جي
پسان ويو ۽ ڪنس تير هڻي گهايل ڪيو تڏهن هن هر
جي ڪل لاهي هاءِ سيتا! هاءِ لڪشمڻ! پڪارون ڪيو
پڳولي سيتا سچ پچ اهي رام جا ولاپ سمجهي. شر
لڪشمڻ کي اوڏانهن موڪليو. اصل ۾ نہ اهو دوکو
پنهان راوڻ جو اڳيئي تيار ٿي آيو هو سو ساڌو جو

ڪياڻون آخر ۾ شري هنومان لنڪا ۾ وڃي راوڻ وٽ سندس پتو لڳايو.

**رام راوڻ يڌ!** اهو معلوم ڪري شري رام وانرن جي سينا وٺي سيناپتي هنومان سان لنڪا تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. سمنڊ پار ڪرڻ لاءِ ان سمي جي وڏن انجنيئرن نل ۽ نيل ۾ سندس مدد ڪئي. ڪيس شاهي پل ٺاهي ڏناڻون. (۱)

پهريون دفعو جڏهين شري هنومان لنڪا ويو ته ٿوري ويو هو چاڪاڻ ته هو بهادر هو ۽ انهن ٿي وڃي ٿي سگهيو ۽ اهڙو تيز ويو هو جيئن پَوَن (هوا) لهرن کي چيڙيندي آهي (ان ڪري شري هنومان کي پون (هوا) جو پٽ چيو ويندو آهي). پر هن دفعي شاهي سينا هٿي جنهن ڪري پل ٺهرائي وڃڻو پيو. لنڪا وڃڻ تي يڌ آرنڀ ٿي جنهن ۾ راوڻ جي هار ٿي. ان يڌ هلندي راوڻ جو ڀاءُ ويڀيشڻ ڀاءُ جي ڪُڪرمن ڪري ۽ لوڏڻ ڪري اچي شري رام سان مليو ان ڪري راوڻ جي موت ٿيڻ تي ۽ لنڪا جيتڻ تي، شري رام' لنڪا جو راجا ويڀيشڻ

---

(۱) اهو ڪپوڙو آهي ته سمنڊ هٿ جوڙي اچي شري رام جي اڳيان بيٺو ۽ پاڻي املهو تي ويو وغيره. اهڙين ڪوڙڪٿا جي ڳالهين ڪري ته پاڻ شري رام جي مهانتا تي گهٽجي چاڪاڻ ته تدبير جي اڳيان تقدير هٿ جوڙي ڪٽري بيندي آهي.

کي ڪيو ۽ ڪيس گاڏي تي وهاري ياڻ پڳولي سيتا کي وٺي ڪچ. رام سمنا ۽ شري هنومان کي سڄ ڪري ڳراوڻ جي سندر وِمان (هوائي جهاز) تي سوار ٿي ايوڌيا روانو ٿيو. (۱)

**پرت هلاپ!** جاڪاڻ ته بنواس جا چوڏهن سال پورا اچي ٿيا هوا ان ڪري ديرسان اچڻ ڪري متان شري پرت ڪچه ڪري وجهي ان ڪري شري هنومان کي پرت ڏانهن اطلاع لاءِ روانو ڪيو ويو. هوڏانهن شري رام شري لڪشمڻ پڳواڻ سيتا رستي تي رشين جا آشرم گهمندا اچي ايوڌيا پهتا جتي سندن خوب سواگت ٿيو. خوب شهر کي سينگاريو ويو. ان ڏينهن کان وٺي ساري ڀارت ۾ اهو ڏينهن اچا خوشي ۾ ملهايو ويندو آهي نه فقط ڀارت ۾ ساري دنيا ۾ ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ ملهايو ويندو آهي. جنهن کي ڏياري (ديپ مالا) چيو وڃيتو!

**ايوڌيا ۾ راڄ تلڪ!** ايوڌيا ان وقت ڪوشل راڄ

---

(۱) پراچين ڪال ۾ جيڪي هوائي جهاز (وِمان) ٺهندا هوا اهي گهڻو ڪري مختلف شڪلين جا ٺهندا هوا. جيڪي وِمان چيو ويندو هو اهي وِمان ڪي پکين جي شڪلين گرڙ ۽ سوڻ جهڙا ۽ ڪي ٻين شين ڪلن وغيره جهڙا هوندا هوا. راوڻ جو وِمان ڪلاب جي گل جي شڪل جهڙو هو ۽ ان هوائي جهاز جو نالو پشپڪ وِمان هو.

جي گادي جو هنڌ هو. جتي مهاراجا دشرٿ راڄ ڪندو
هو. ايوڌيا ان سمي هڪ شاهي شهر ۽ ڪيترن ميلن ۾
هوندو هو. انجي چوطرف نهايت اونهي پاڻي جي کاهي
کوٽيل هئي. چوطرف مضبوط قلعا ٺهيل هوا، جن تي
سؤ شتگهنيون (تمام وڏيون توبون جي هڪ دفعي جي
ڇڏڻ سان سؤ ماڻهو ماري سگهنديون هيون) شهر جي رکشا
لاءِ سدائين چڙهيون پيون هونديون هيون. شتگهنين کانسواءِ
ڪيترن قسمن جا يڌ جا هٿيار ۽ اوزار به ضروري هنڌن
تي قلعن تي ۽ بارود خاني ۾ موجود هوندا هوا جن ذريعي
يڌ جا ماهر شهر جي رکشا ڪندا هئا. شهر جو اندريون
حصو سنڌر ڪشادن ۽ شاهي رستن سان ڇانيو پيو هوندو
هو. انهن شاهي رستن تي روزانو پاڻي جو ڇٽڪار ٿيندي
هئي. رستن جي ٻنهي طرف ڪنارن تي سنڌر گلن
جون ٻاريون لڳل هونديون هيون. انهن شاهي رستن جي
ٻنهي ڪنارن تي هڪ قطار ۽ سڌائي ۾ ايڪ شاهي
عمارتون هونديون هيون. انهن مان ڪيتريون تمام اوچيون
۽ هيرن جواهرن سان جڙيل هونديون هيون. شهر جي
... تي سنڌر باغيچا هوندا هوا جن ۾

مزوري لاءِ سون ڏيڻ جي ڪندڙ هئا. مزور کي سڀ ڪو ملندو هو. سڀ راجائي ۾ ڪوبہ اهڙو انسان ڪونہ هو جو بک کان ڏکي، غريب يا ڪنگال هجي، گهڻو ڪري ماڻهو سون ۽ رتن پائيندا هئا. قسمن قسمن جا رٿ، هاٿي، گهوڙا، ڳئون وغيره پشو رکندا هئا. شڪتا ۽ رکشا جو بندوبست اهڙو اعليٰ هوندو هو جو شهر ۾ ڌامي، ڪاتل، ڪروڌي، اوڌوان (اٺيڙهيل) لاسنڪ، اگهي هولر (روڙائو هون) نہ ڪندڙ ۽ چور وغيره جو نالو مشڪل سان ٻڌڻ ۾ ايندو هو. سڀ ۾ ٿاريون ڌرم شيل هوندا هئا. پرجا هر طرح سکي هئي. ساري ايوڌيا ۾ ڪوبہ اهڙو ڪونہ نظر ايندو هو جو راڄ آگيا (سرڪاري حڪم) نہ پاليندو هجي ۽ راڄ جو پڪست (Loyal) نہ هجي."

اهو هو رام راڄ!!!

ان بعد شري رام جو رخ تلڪ لڳو ۽ پڇڻجي پرجا سان آئندہ ۾ رهڻ لڳو (ان ڪالاءِ شري رام جو پڳواڻي سيتا کي ڪيبار هي جوڙ تي ڪلڏي جاڏڻ وغيره سڀ ڪوڙ آهي).

مکيہ گهٽنائون! شري رام ٣٢ ورهين جي عمر ۾ گادي تي ويٺو ۽ اٽڪل ٢٣ ورهيہ راڄ ڪيو. رام راڄيہ جي آرلب هي هڪ گهٽنا لوڻ وڌ آهي. ان راڪشس راجا (لوڻ) مڌو ٻن جي قلع ۾ رهائش ڪئي هئي. هو مڌرا (متڙا) جو راڄ نہ سنڀالي چڪو هو. جمنا جي ڀرسان رهندڙ رشين کي هولنگ ڪندو هو اهن جي

پرارٿنا تي شري رام جي آگيا سان شري ڀرت اوڻ کي ماريو ۽ شتروگهن مترا ۾ نئي راڄ ڪرڻ لڳو.

**گنڌرو وجئہ!** ٻي گهٽنا **ڀدا جت ۽ گنڌرو ديش** وجئہ آهي. پيشاور کان وٺي موجوده ڊيره غازيخان تائين جو سارو علائقو اڳي گنڌرو ديش سڏبو هو. جو پوء تورو وٽي ويو ۽ االو گانڌار ٿيو (جو بگڙي قنڌار ٿي ويو آهي). ڀداجت آشوپتي ان کي وجئہ ڪرڻ ٿي چاهيو. ان ڪري هن پنهنجي پروهت **گارگيا نڪرس** کي ان ڪم ۾ سهايتا وٺڻ لاءِ شري رام وٽ موڪليو.

شري گارگيہ شري رام کي چيو "سندو (ندي) جي ٻنهي طرف هي گنڌرو ديش ڏاڍو خوبصورت آهي ان کي توهين وجئہ ڪريو." عام رائي سان شري ڀرت جي پٽن **ٿڪش ۽ پشڪل** پنهنجي پتا سان ڪيڪيہ ديش ڏانهن ڪوچ ڪيو. گنڌرو ديش وجئہ ٿيو. انهيءَ ٿڪش پشڪل جي نالن تي ٻ مشهور شهر آباد ڪيا ويا، ۽ **ٿڪشلا ۽ پشڪلاوت** (پيشاور) شهر انهيءَ آهن. اهي شهر گانڌار پرديش جي گنڌرو راڄ ۾ هئا. ڀارتيہ اتهاس ۾ انهن ٻنهي شهرن جي ڏاڍي مشهوري رهي آهي.

**لَوُ ۽ ڪش!** شري رام کي ٻہ پٽ ٿيا لوُ ۽ ڪش، ڪوسل ۾ ڪش جو راڄ ڪيو ويو ۽ راڄڌاني سندس نالي تي **ڪشاوتي** ٺاهي ويئي. ڪش جي پوين بعد ۾ ڀارت مان هلي آفريڪا ۾ هڪ ڪالوني آباد ڪئي جنهنجو نالو ڪش دويپ رکيو.




## شڪر نيتي سار ڪال جو اتهاس!

### شڪر نيتي ڇا آهي؟

تمام پراچين ڪال ۾ هڪ نيتي گرنٿ هو جو آچاريه شڪر مختصر ڪري لکيو هو اهو ئي گرنٿ مهاڀارت ڪال ڪانپوءِ وڌيڪ اضافو ڪيو ويو ۽ اهو ئي **شڪر نيتي سار** رکيو ويو. ڇاڪاڻ ته اهو ڳنڍيل زمانو آهي ۽ ساڳئي وقت دلچسپ به آهي ان ڪري راماڻ ۽ مهاڀارت جي وچ ۾ ان کي رکيو ويو آهي. **شڪر نيتي سار** وارو زمانو عيسوي سنه کان اٽڪل ٻه هزار ورهيه اڳ جو آهي. هي اهو زمانو آهي جنهن کي اڄڪلهه جا اتهاسڪار آرين جو هندوستان ۾ اچڻ ٿا ٻڌائين. هاڻ ڏسو، جڏهين اڄڪلهه تاريخدان اهو ٿا لکن ته عيسوي سنه کان ٻه هزار ورهيه اڳ آريه لوڪ هندوستان ۾ آيا ۽ ان وقت هو لکي پڙهي ڪو نه ڄاڻندا هئا، راڄا هوندو هو جنهن کي جيئن ايندو هو مرضي موجب ڪندو هو. جنگ لاءِ وٽن ڪي سٺا هٿيار ڪو نه هوا. ڏوهن جا فيصلا پڙهيو مڙس ڪندو

هو. قاعدي قانون جي ڪن خبر ڪاله هئي وغيره، ۽
هي اهڙيءَ عيسوي سن کان ٻه هزار ورهيه اڳ جو زمانو
آهي جو هت لکيو وڃي ٿو، ۽ ڏسندا ته ان سمي آريہ
لوڪ يعني هند وارا ڪيترو ڪمال ترقي کي حاصل ڪيل
هئي. سندن قانون اهي قانون آهن جن تي موجوده قانون
جو بنياد رکيو ويو آهي. سندن جسڪي لڳتي ۽ هٿيار
اهي ڪمال درجي جا هوا جن جو اڄ جي زماني ۾ نشان
نه ڪرلهي. جيڪي ڪجهه آهي انجو بنياد ان تي رکيو
ويو آهي. قاعدي قانون هلائڻ ڪورٽن جو سرشتو اهڙو
آدرشي آهي جو اڄ جي ڪورٽن ۾ ان آدرش جو حصو
به مشڪل ملندو. جيترقدر طريقا اهڙي قائم ڪيا
ويا آهن.

جڏهن وقت مغرب جي مهذب قومن ۾ خون جون
نديون وهنديون هيون، بادشاه رعيت تي مرضي موجب
راڄ ڪندو هو، تباهيون ڪندو هو، رعيت بادشاه کي
تباهه ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هوندي هئي. هر انسان جا
هٿ خون سان لال هوندا هئا. رعيت تباهي! تباهي!
ڪندي ٿڪبندي هئي نه انجي آه زاري کي ڪو ٻڌڻ
وارو ڪو نه هوندو هو. ان زماني ۾ هندوستان ۾ کير جون
نديون وهنديون هيون، هر انسان خوش ۽ سکي هوندو
هو، هر طرف سک شانتي لڳي پئي هوندي هئي.
راجا پنهنجي فرض ادائي ڪندي پرجا جي مرضيءَ سان
راڄ ڪندو، پرجا کي هر طرح خوش رکندو هو. پرجا کي

راجا لاءِ شڪايت جو موقعو ئي ڪو نہ ملندو هو، حڪومت
جو سرشتو بلڪل باانتظام هلندو هو. سڄي ديش کي
پوريءَ طرح وڙهي رعايا جي راڄن کي مدنظر رکندي
انهو پورو انتظام ڪيو ويندو هو ان طرح هر طرح سان
پرجا خوش ۽ آسودي هوندي هئي.

پليٽو جو ان سمي جو ورڻن ۽ يوناني راجدوت ميگستنيز
جو بيان اسانجي سامهون آهن. عيسيٰ کان سوين سال اڳ
اهو راڄ پربند جو چٽو پيش ٿو ڪري جنهن ۾ اسيمبلي
۽ پرجا جي پرتينڌين (عيوضين) جو روپ اهڙو سندر
ٿو ملي جنهنجو نشان بہ اڄ جي سڀيہ سڏائيندڙ ملڪن
۾ ڪونهي.

ان طرح جنهن زماني کي اڄڪلهہ جيڪي تاريخدان
جهنگلي زمانو ڪا سڏين ٿا، اهو تہ آرين جو عجيب زمانو
آهي جنهن تي دنيا جي تهذيب جي انگن جو اڄ بنياد
رکيو ويو آهي. هاڻ هيٺ ان شاهي گرنٿ **شڪر
نيتي سار** جي آڌار تي جو آرين جي وڏي ودوان
مهاڀيتي وان قاعدي قانون جي مها پنڊت، **آچاريہ شڪر**
جو لکيل آهي، ان زماني جي سڀيتا لکي ويندي:-

## راجا ۽ راڄ پربند!

شڪر نيتي سار هڪ نيتي (قانوني) گرنٿ آهي
جنهن ۾ آچاريہ شڪر جي سياسي ۽ سماجڪ اصولن جو
ورڻن آهي. ان دوارا اسين ان سمي جي راجائن جو

الهاس نٿا معلوم ڪري سگهون پر ايترو معلوم ٿي سگهيٿو
ته ان سمي سماج ۾ راڄا جو ڪهڙو درجو هو، راڄ پرپد
ڪهڙو هو، ڪهڙو راڄ آدرش سمجهيو ويندو هو. شنڪر
ليتي مان معلوم ٿيئيٿو ته ان سمي ٻجو راڄنيتي انتظام
انهايت اعليٰ هو. ان سمي هڪ قسم سان هندوستان ۾
"مڪٽ ڌاري پرجا تنتر راڄ" (Crowned
Republic) هو."

**راڄا!** آچاريہ شنڪر جي موجب:- "راڄا جي پد
(عهدي) لي موجود انسان جي شخصي طرح ڪجهہ ۾
حيثيت ڪانهي. راڄا پرجا جو جوابدار پرليندي (عيوضي)
ٿيندو آهي. ان ڪري ان آلرپد لاءِ آچاريہ شنڪر خاص
عزت ۽ لمرتا جا وچار پرگهٽ ڪيا آهن. پر اهو راڄا
سدائين پرجا جو آگيا ڪاري ٿي هئڻ گهرجي جاڪاڻ ته
ايشور راڄا کي پرجا جي سيواداري جي روپ ۾ ٿالپن
ڪيو آهي. ان ڪري شيوا جي بدلي راڄا کي پگهار
طور پرجا پنهنجي آمدلي جو ڪجهہ حصو (ٻل) ڏئيتي.
انڪري راڄا کي سدائين پرجا جي ڀالنا لي ڪرڻ گهرجي."

راڄا کي سدائين پنهنجي منترين (وزيرن) درٻارين
۽ صلاحڪارن جي صلاح وٺي راڄ جو ڪاروبار هلائڻ
گهرجي. خود پنهنجي مرضي سان ڪوبہ ڪم ڪرڻ
گهرجي. جيڪو راڄا فقط پنهنجي مرضي موجب لي راڄ
ڪاروبار هلائيندو ان کان پرجا ناراض ٿي ويندي ۽ انکي
سدائين ٿادي تان لهڻ جو ڊپ بنو رهندو آهي.

"راجا جو درجو جوڙجڪ ڪاتي جو مکيه (Executive Head) آهي، ان ڪري اهو سمجهي راجا کي سداچاري هجڻ گهرجي. راجا کي سدائين خبردار ٿي اندرين تي قابض رهڻ گهرجي ڪيس ڪڏهين به پنهنجي اڇائن (خواهشن) جو غلام نه بڻجڻ گهرجي. جيڪو ماڻهو پنهنجي من کي وس ۾ نه آڻي سگهي سو سمنڊ تائين ڦهليل ڌرتيءَ جو راڄ ڪهڙي طرح ڪندو. ان ڪري راجا کي اِي عيب ۽ سداچاري رهڻ گهرجي.

"جيڪو راجا خود پنهنجي عيبن کي لڪو ڄاڻي اهو خود پنهنجو خاتمو ڪري رهيو آهي. ان ڪري راجا کي سدائين گپت چرن (C.I.D) دوارا اهو معلوم ڪرڻ گهرجي ته پرجا سندس ٽيڪاٽپڻي ڪهڙي لموني تي ڪري. جڏهين ڪا به پرجا راجا کان ڏوڙوئي ناراض ٿئي ته ڪيس گپت چرن (سي. آءِ. ڊي) دوارا پرجا جي پاڻ ڏانهن ناراض ٿيڻ جا ڪارڻ ڄاڻڻ گهرجن. ايتروئي نه بلڪ راجا کي سندس وزير ۽ عملدار سندس ڪهڙي قسم جي ٽيڪاٽپڻي ٿا ڪن، ڪير ڪيس ڪيترو پسند ٿو ڪري اهو سڀ سي. آءِ. ڊي دوارا ڄاڻڻ گهرجي. ۽ پنهنجي ڳالا ٻڌي راجا کي ماڻهن تي ناراض نه ٿيڻ گهرجي پر پنهنجي اوڻاين کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي، پنهنجي وڏائي ٻڌي ڪيس خوش نه ٿيڻ گهرجي."

ان طرح آدرشي راجا جو فرض آهي ته هو (نيم

ڪونهي. ڪيس منتري منڊل ۽ دربار عام (House of Commons) جي صلاح سان ئي سڀ قانون تيار ڪرڻا پوندا هوا. جوڙجڪي ڪاني پر به ڪيس گهٽو ڪم منترين جي صلاح سان ئي ڪرڻو پوندو هو.

شڪر نيتي سار ۾ ڏهن منترين (وزيرن) جو ورنن آهي. پر انهن وزيرن جي به وزارت ٿيندي آهي. ڇترپتي هندو ويرو مهاراجا شيواجي ڀوسلي آشت پرڌان منڊل جي بناوٽ ان ئي آڌار تي ڪئي هئي. ان موجب اول انهن وزيرن جي ڪمن جا حصا (ڪاتا) ڪيا ٿا وڃن:-

(۱) سمنتر = مالي وزير (Minister of Finance)
انجو ڪم راڄ جي آمدني ۽ خرچ جو انتظام ڪرڻ، بجيٽ تيار ڪرڻ، آمدني وڌائڻ جا طريقا سوچڻ ۽ ڏيڻ، محصولن جو پربند ڪرڻ، واپار تي ضابطو رکڻ، خزاني جو بچاءُ ۽ راڄ جي هر مالي معاملي لاءِ راجا جي اڳيان جوابدار رهڻ آهي.

(٢) پنڊت تا ماتيم = قانوني وزير (Minister of Law & order) انجو ڪم قانون جي شڪل تيار ڪرڻ ۽ وزارت جي مدد ڪرڻ، انهن جي سمجهاڻي ڏيڻ، قانون کي ڌرم ۽ نيتي شاستر جي خلاف ٿيڻ کان روڪڻ ۽ ان معاملي لاءِ راجا جي اڳيان پوري طرح ذميوار رهڻ آهي.

(٣) منتري = هوم منسٽر (Home Minister)

الجو ڪم راڄ جي خانگي معاملن جو انتظام رکڻ، پوليس وغيره دوارا صلح شانتي قائم رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ، لنگر سمتين (سئنيٽري بورڊن ۽ ميونسپالٽين) وغيره جو انتظام رکڻ پرجا جي تعليم جو بندوبست ڪرڻ ۽ انهن ڳالهين لاءِ راجا جي اڳيان جوابدار رهڻ آهي.

(۴) پردان = سڀاڪر (President of Council) هي اسيمبلي جو اڌ يکش هو ۽ ان ني اڌڪار هيٺ ڪري وزارت ۾ شامل سمجهيو ويندو هو. ان جو ڪم سڀا (اسيمبلي) جي بيٺڪن ۾ شانتي ۽ انتظام رکڻ آهي.

(۵) سچيوَ = جنگي کاتي جو وزير (Minister of War) الجو ڪم ويوهه شڪشا (خاص قواعدن جو انتظام ڪرڻ، فوجي خرچ تي ضابطو رکڻ. يڌ جو پربند ڪرڻ ۽ انهن سڀني ڳالهين لاءِ راجا جي اڳيان ذميوار رهڻ آهي.

(٦) آماتيه = روينيو وزير (Minister for Revenue & Agricultre) انجو ڪم پرجا لپي ڍلون مقرر ڪرڻ ۾ مالي وزير (سمنتر) جي سهايتا ڪرڻ، ڍلون وصول ڪرڻ جو انتظام ڪرڻ، زمين جي ماپ (Survey) ڪرڻ ۽ الکي پوک جي لائق بڻائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ ۽ ان ٻاري ۾ راجا جي اڳيان جوابدار رهڻ آهي.

(۷) پراڊوواڪ = چيف جسٽس (Minister of justice & Cheif justice) هي خود ساري

راڄ جو پرڌان نيايہ آڌيش (چيف جسٽس) هوندو هو ۽ ان ئي اڌ ڪار حاصل هئڻ ڪري وزارت جو ميمبر هوندو هو. هن جو ڪم ساري راڄ ۾ ڪورٽن جي چڪاس ڪرڻ، نياءِ سنبنڌي معاملن جو فيصلو ڏيڻ ۽ ان باري ۾ راجا جي اڳيان ذميوار رهڻ آهي.

(٨) پرتينڌي = عيوضي (Representative)

هي راجا جي پرتينڌي (عيوضي) جي روپ ۾ وزارت ۾ شامل هوندو هو هنجو هڪ خاص درجو آهي. راجا جي غير حاضريءَ ۾ هيءُ ئي انجو ڪم ڪندو آهي. هي تمام هوشيار ۽ چالاڪ هوندو هو.

ڏهن واري اصول موجب باقي ٻہ هي هوندا هئا:-

(٩) پروهت = ڌرم سچيو (Minister of Religion) هنجو ڪم راڄ جي ڌارمڪ ڪمن ۽ جلسن جو بندوبست ڪرڻ، راجا جو پروهت بڻجي رهڻ ۽ پرجا جي آچار وهنوار جي چڪاس ڪرڻ هوندو هو.

(١٠) دوت = پرديشي منتري (Minister of Diplomacy) هن جو ڪم وديشي (ڌارين) ملڪن سان لاڳاپو رکڻ آهي. ضرورت پوڻ وقت ٻين ملڪن سان ناهہ ۽ جنگ ڪرڻ لاءِ راجا الڪي ئي سڀ اڌڪار ڏيئي پنهنجي عيوضي جي روپ ۾ موڪليندو هو.

ان طرح انهن سڀني وزيرن کي گڏي منتري منڊل چيو ويندو هو. اهي وزير راجا کي فقط صلاح ڏيڻ وارا

ڪونہ هوندا هئا پر راجا تي انهن جو ڏاڍو پرڀاءُ هوندو هو. منتري منڊل کان صلاح ورتي بنا هو ڪجھ بہ نہ ڪري سگهندو هو.

آچاريہ شڪر منترين جي اهميت محسوس ڪندي زوردار لفظن ۾ لکيو آهي تہ:-

”انهن وزيرن کانسواءِ راڄ جو خاتمو ٿي ويندو. ان ڪري وزيرن کي گهرجي تہ هو سدائين مِٺي صلاح ڏيندا رهن. جن منترين کان راجا نتو ڊڄي انهن کان راڄ جي اُنتي ٿيڻ بلڪل ناممڪن آهي. اهي فقط زالن جي زيورن جيان ٿي راڄ جو ٿالي ماتر ڪجھ شان وڌائين ٿا. جن منترين جي هوندي شڪتي ۽ ڌن نٿو وڌي تن مان لاڀ ئي ڪهڙو؟“

## وزيرن جي لياقت ۽ اختياريون!

”راڄ جي لاءِ ڪهڙو ڪم فائديمند آهي ۽ ڪهڙو نقصانڪار، ڪهڙو ڪم تمام ضروري آهي وغيره انهن سڀني ڳالهين جي صلاح راجا کي ڏيڻ پرڌان منتري جو ڪم آهي.“

”سڀني سرڪاري عملدارن ۽ اسيمبلي جي قاعدي بيقاعدي ڪمن جي جاچ ڪرڻ پرڌان جو ڪم آهي.“

”سينا جا هاٿي، گهوڙا، رٿ، اٺ ۽ ڏڳا سڀني جي سنڀال ڪرڻ، فوجي سپاهين کي وردي، اپاس، شستر ۽ هٿيارن سان (ڳجهيون) ڳالهيون ڪرڻ جي شڪشا

ڏيڻ جو پربند ڪرڻ، ڪهڙي فوج اڳ هلي ۽ ڪهڙي فوج پٺيان اچي، ڪنهن وٽ راڄ جو جهنڊو (Royal flag) رهي، ڪير ڪهڙا هٿيار ٻڌي وغيره سڀني ڳالهين جو اپاس ڪرڻ، هٿيارن جي پوري جاچ، فوج ۾ ڪيترا سپاهي ڪم جي لائق ۽ ڪيترا بيڪار آهن، ڪيترا نوان (رنگروٽ) ۽ ڪيترا پراڻا آهن. انهن سڀني ڳالهين جي خبر رکڻ، فوج وٽ ڪيترو بارود، ڪيترا هٿيار ۽ گولا آهن، انهن جي خبر رکڻ ۽ انهن سڀني ڳالهين جي رپورٽ راجا کي ڏيڻ سچيو جو ڪم آهي.

”سام، دان، ڏنڊ، ڀيد، انهن مان ڪنهن جو ڪٿي استعمال ڪيو وڃي، ڪنهن جي استعمال جو ڪهڙو نتيجو نڪرندو، اهو سڀ وچار ڪري انجي صلاح **منتري** راجا کي ڏئي.“

”ڪهڙي شاهدي سچي آهي ڪهڙي ڪوڙي، دليل ۽ ثابتي جي آڌار تي ڪهڙو طرف سچو آهي، جورين جي راءِ ڪهڙي طرف جي فائدي ۾ آهي، انهن سڀني تي وچار ۽ سوچنا جورين سميت **پراڊ وواڪ** راجا کي ڏئي.“

”سماج جو آچار وهنوار ڪهڙو آهي، اهو ڪهڙي طرح اٿي ڪري سگهبو، ڪهڙا ڪم شاستر ۽ نيتي موجب آهن ڪهڙا خلاف آهن، انهن جي صلاح **پنڊت ناماتيم** راجا کي ڏئي.“

”خزاني ۾ ڪيترو ڌن جمع آهي، هن سال ڪيتري

آمدني ٿيندي هيترو خرچ ۽ هيترو باقي رهندو، اهڙو بجيٽ ٺاهي ۽ راڄ جي متحرڪ ۽ غير متحرڪ ملڪيت ڪيتري آهي ان باري ۾ صلاح سمهتر راجا کي ڏئي.“

”راڄ ۾ ڪيترا شهر ۽ ڪيترا ڳوٺ آهن، ڪيترو حصو جهنگلن سان ڀريل آهي، ڪيتري زمين ۾ پوک ڪئي وڃي ٿي، ڪيتري پيدائش لهندي آهي، ان تي ڪيتري ڍل لڳائي ويندي، غير آباد زمين مان ڪيتري بنجر آهي ۽ ڪيتريءَ تي پوک ڪري سگهجي ٿي، راڄ ۾ ڪيتريون کاڻيون آهن انهن مان سڄي سال ۾ ڇا ٿو نڪري. ڪيتري جائداد جا ڪي به مالڪ نه آهن (لاوارث) آهي ڪيتري چوري ٿي آهي، ڪيتري ڍل جمع ڪئي وئي آهي، انهن سڀني ڳالهين جي رپورٽ اماتيه راجا کي ڏئي.“

الڪانسواءِ اماتيه (روينيو وزير) جو ڪم راڄ جي گذٿا تالڪا يعني گورنمينٽ گزيٽ (Imperial Gazette) پرڪاشت (پڌري) ڪرڻ به هوندو هو.

## سرڪاري حڪمن جي پڌرائي!

ان زماني ۾ راجا جي مکيه مان نڪتل هر هڪ شبد ويد واڪيه (الهام) ڪونه سمجهيو ويندو هو. راجا جي هر هڪ ڳالهه راڄ جو قانون ڪري نه مڃيو ويندو هو. سرڪاري حڪم باقاعده راجا کان آخري منظوري وٺڻ کانپوءِ ئي قانون جي شڪل اختيار ڪري سگهندا هوا.

ڪنهن به قانون جي عمل ۾ اچڻ کان اڳ اهڙي پڌرائي ڪرڻ ضروري هوندي هئي. راڄا سڀ سرڪاري حڪم لکائي يا پٿر تي کوٽائي چوراهن (چوسولن) تي لڳارائي ڇڏيندو هو. انهن سڀني جي هيٺان لکيل هوندو هو:-

”جيڪو به نالائق ماڻهو يا دشمن حڪم جي انحرافي ڪندو انکي پوري سزا ڏني ويندي.“

راڄا کي گدي تي وهندئي هيٺين حڪمن جي پڌرائي ڪرڻ گهرجي:-

”منهنجي راڄ جي عملدارن کي استرين، ٻارن، وديارٿين ۽ نوڪرن سان به سخت ڪلامي نه ڪرڻ گهرجي، ڪنهن به ماڻهو کي اَن، ماپ، سڪي، رس، ڏاتسن، گيهه، کير، چربي يا تيل ۾ ڪڏهين به ملاوت نه ڪرڻ گهرجي. ڪو به ماڻهو ڪنهن کان ڪو بيان يا شاهدي زوردستيءَ رشوت ڏيئي نه لکائي، ڪو به ڪنهن کان رشوت نه وٺي، نوڪر کي لالچ ڏيئي مالڪ جي ڪم ۾ اٽڪاءُ نه وجهي، ڪوئي بدمعاش، چور، ويڀچاريءَ يا راڄ دروهيءَ کي پاڻ وٽ پناهه نه ڏئي. ڪو به ودوان ماڻهن جي بيعزتي نه ڪري. ڪو به ماڻهو پتي پتني، نوڪر ۽ مالڪ، گرو ۽ وديارٿي پيءُ ۽ پٽ ۽ ڀائرن ۾ ڦوٽ وجهڻ جي ڪوشش نه ڪري. ڪوئي ماڻهو، تلاءُ، کوهه، پشوپاتي جڳهه، ڌرمشالا ۽ شاهي وغيره

رستن کي نہ روڪي، ڪيئن لولي لنگڙي يا ڪمزور انسان کي نہ رستي تي روڪڻ نہ گھرجي. پشو، پرمي، سون، چاندي، رتن، نشيدار شين ۽ زهر وغيره جي وڪري جي رجسٽري ڪرائڻ گھرجي. ڪوبہ ونسديہ (ڊاڪٽر) سا اڌڪار پتر (ليسن) وٺڻ جي علاج نٿو ڪري سگھي. ڪيئن کي بہ هي ڪم نہ ڪرڻ گھرجن:- اسيہ گارگند، قسم کائڻ، لوان سماجڪ نبر پدرا ڪرڻ، ورڻ سنڪرنا، ڪم تيل شين کي لڪائڻ، راڄ جي رازن (Mystries) کي ظاهر ڪرڻ ۽ راجا جي گلا، پنهنجو ڌرم لياڳ ڪرڻ، ڪوڙ ڳالهائڻ، ويڃار، ڪوڙي شاهدي، رشوت وٺڻ، قاعدي کان وڌيڪ محصول وٺڻ، چوري، خون وغيره گندا ڪم نہ ڪرڻ گھرجن. اوڪون ڪسي ڪيهن طرح مالڪ جي خلاف ڀڙڪائڻ نہ گھرجي. تور، لمبائي ۽ ماپ سرڪاري طرح مقرر ٿيندا. جڏهين بہ ڪوئي ڏوهہ ٿئي تہ ماڻهن کي گھرجي تہ انهن ڏوهين کي پڪڙي سرڪار (پوليس) جي حوالي ڪن. ڏوهن کي ڪليو رستن تي چڙهڻ جي منع آهي:-

”جيڪو ماڻهو انهن حڪمن جي انحرافي ڪندو تنهن کي مان سزا ڏيندس.“

**راجا جو روزانو پروگرام!** راڄ جي ذميواري سڀني کان وڌيڪ راجا تي ليندي آهي، ان ڪري راجا کي پنهنجو جيون تمام باقاعدي رکڻ گھرجي. سندس

روزانو پروگرام هن طرح هئڻ گهرجي: (هڪ ڏينهن يعني ٢٤ ڪلاڪن ۾ ٣٠ مهورت ان حساب سان تي روزانو پروگرام ٺهيل آهي):-

## ٣٠ مهورت برابر ٦٠ دنب برابر ٢٤ ڪلاڪ

٢ مهورت - سرڪاري آمدني ۽ خرچ تي وچار.
١ " - شوچ، سنان، آدي.
١ " - ڌارمڪ فرض، هون، سنڌيا وغيره.
١ " - ويايام.
١ " - انعام وراهڻ.
٤ " - اناج، ڪپڙي، ڌاتن وغيره جا بازاري اگهه (Market Rates) مقرر ڪرڻ.
١ " - ڀوجن.
١ " - نين ۽ پراڻين شين جي تپاس.
٢ " - ليايڙ اڌيڪن (ججن) سان ملاقاتون.
٢ " - شڪار وغيره.
١ " - سينا جي ويوھ ايپاس جي چڪاس.
١ " - شام جي سنڌيا ۽ هون.
١ " - ڀوجن شام جو.
٢ " - سي. آءِ. ڊي آفيسرن سان ڳالهيون.
٨ " - آرام.

٣٠ مهورت ڪل ٢٤ ڪلاڪ

## سرڪاري نوڪريون! ان زماني ۾ هرهڪ ڪاليءَ

جي عملدارن جو الداز، انهن جو عهدو ۽ عزت سب مقرر هوا. لياقت جي آڌار تي مقرريون ٿينديون هيون. نوڪريون سڀ پڪيون (Permanant) هونديون هيون. هرهڪ ڪاتي ۾ جدا جدا عهدن جي لاء آفيسر مقرر ٿيندا هئا. هرهڪ وڏي شهر ۾ هيءَ ڇهه عملدار مقرر ڪيا ويندا هئا ” جج، سٽي مئجسٽريٽ، رجسٽرار، ٽئڪس انسپيڪٽر ۽ ريوڙن“ انهن سڀني عهدن لي بنا ڪنهن جاتي پات جي فقط لياقت جي آڌار تي ئي مقرري ٿيندي هئي. عهدن ۾ ترقي نہ ٿيندي هئي. هڪ آفيسر کي وڏائي وڏو آفيسر ڪيو ويندو هو، ان جي جاء تي سندس ماتحت اسسٽنٽ کي مقرر ڪيو ويندو هو. يا اگر انجو پٽ لائق هوندو هو تہ انکي اها جڳهہ ڏني ويندي هئي. (عملدار جي) لائق نہ هئڻ جي حالت ۾ انکي ان عهدي تان هٽايو ويندو هو. هرهڪ کاتي ۾ لساس ڪرڻ لاء السسڪٽر ۽ سپرنٽينڊنٽ مقرر ڪيا ويندا هئا.

**گپت چرو ياڳر (سي. آء. ڊي کاتو) !** ان سمي گپت چر يعني سي. آء. ڊي (خفيہ پولس) کاتو تمام ترقي تي هو. راڄ ۾ ان ڪاتي جو خاص درجو هوندو هو. هرڪاري ۾ انجو استعمال ڪيو ويندو هو. اهو ڪاتو هندوستان ۾ تمام قديم زماني کان هلندڙ آهي.

**آمدرفت جا ذريعا !** موجوده حڪومت جي انتظام جي خوبي ۽ مضبوطي ۾ آمدرفت جي ذريعن جو سٺو

هيٺ هڪ مکيه ڪارڻ آهي. ريل ۽ تار دوارا ساري ملڪ جا راز هڪ ني ڏيهن ۾ راجڌاني جي سرڪار (Central) کي معلوم ٿي ٿا وڃن. بنا آمدرفت جي سٺن ذريعن جي هڪ وڏي ديش ۾ هڪ ني سرڪار ڪاميابيءَ سان راڄ نٿي هلائي سگهي. ان ڪري ان سمي آمدرفت جي ذريعن جو ٻڙ خاص ڌيان رکيو ويندو هو. هزارن ڪوهن جا احوال راجا کي هڪ ني ڏيهن ۾ پهچي ويندا هوا. سرڪار ان لاءِ سخت بندوبست رکندي هئي. هر شهر ۾ راجڌانيءَ ۾ خبرچار موڪلڻ لاءِ رپورٽر مقرر ٿيل هوندا هئا. رستن جو نهايت عمدو بندوبست هو ساري راڄ ۾ مضبوط رستا هوندا هوا. مسافرن جي آرام لاءِ سرايون، گهوڙن لاءِ سرايون ۽ وڻ هوندا هوا. مسافري جي اندازي ۽ حساب لاءِ رستن تي **ميل درشڪ پٿر** (Mile Stones) لڳل هوندا هوا (جن تي ميل لڳل هوندا هوا.)

**نيمت پرجا تنتر راڄ!** شڪر نيتي سار جي زماني ۾ جهڙي طرح حڪومت جو سرشتو هو انکي مڪمت ڌاري پرجا تنتر راڄ (Crowned Republic) چئي سگهجيٿو. ۾ اول اهو ڌيان رکڻ گهرجي ته اهي سڀ ڳالهيون ان وقت عمل ۾ ايندڙيون هيون. اهي رڳو راجنيتي اصول ڪونه هوا. جنهن لاءِ بعد ۾ تيندڙ مهاتما ٻڌ ۽ سمراٽ چندرگپت جي زماني جو حڪومت جو

سرشتو پوري ٿابت آهي. جنهن جو ورثو ان ئي ٻاگي ۾ ڪيو ويندو ۽ معلوم ٿيندو ته ان سمي پارت ۾ پرجا جي اڌڪارن کي قبول ڪرڻ ڪا تعجب جي ڳالهہ ڪانہ هئي.

**پرجا جي لياقت!** انگلنڊ جي مشهور دارشنڪ (فلاسفر) جي. ايس. مل (J.S. Mill) ڪنهن ديش جي پرجا کي پرجا تنتر راڄ جي لائق ثابت ڪرڻ لاءِ ہ ڪسر ٽيون (پرڪون) ڏنيون آهن:-

(١) ديش جي پرجا خود مختيار حڪومت جي اصولن جي هلائڻ ۾ عملي طرح مددگار هجي.

(٢) ڪوبہ انگرواسي ڪنهن ٻئي انگرواسي جي ڪماءِ کي نہ لتاڙي. ماٺهو ان انتظام جي رستي ۾ رڪاوٽ نہ وجهن.

شڪر ليئتي سارموجب راڄا کي گادي لي وهندڻي ڪيس پرجا جي لاءِ اهڙي ئي لمولي ڪرڻ جي آگيا ڏنل آهي. (١) راڄا راڄ جي اصولن هلائڻ ۾ پرجا کان عملي طرح مدد جي آشا رکي. (٢) سرڪاري حڪمن پالڻ ۾ پرجا ڪنهن بہ طرح رڪاوٽ نہ وجهي.

ان طرح ان سمي آريہ پرجا ڪيترو بلوان ۽ سمجهدار سمجهي ويندي هئي اهو صاف معلوم ٿيندو.

**پرجا جا اڌڪار!** پڇمي ديش ۾ جنهن اصول کي ١٩ شتابدي (صدي) ۾ اچي سويڪار ڪيو ويو اهو اصول پارت ۾ پراچين ڪال کان لي رائج هو. ساري ڌرتي ۽ راڄا سڀ کان ذميوار ماٺهو آهي، ۽ هو راڄ جي

پرجا جو سوامي نہ پر سيوڪ آهي. هو پرجا تي مرضيءَ
موجب راڄ ڪري سگهي. بلڪ هو راجا ئي نيستائين
هي سگهيو جيستائين هو پرجا جي اڌڪارن جي رڪشا
ڪريو ۽ راڄ جي نيمن جو پالڻ ڪريو. اگر هو چڙواڪ
ٿيو تہ پرجا کي اهو اڌڪار آهي تہ هوءَ کيس گاديءَ
تان لاهي سگهي. ان لاءِ آچاريہ شڪر لکيو آهي:-
اگر راجا پنهنجي اچا انوسار ۽ اڌارمڪ ۽ آچار ڀرشٽ
ٿيو تہ ان کي راڄ جو تباهہ ڪندڙ سمجهي پرجا
گادي تان لاهي ڇڏي. ان جي جاءِ تي پرڌانا ماتيہ
(Minister of Religion) پرجا جي نيتائن ۽
پرتيندين (Represantative) جي صلاح وٺي سندس
خاندان (Royal Family) جي ڪنهن لائق ماڻهو کي
مقرر ڪري."

انهي زماني جي انگلينڊ خواهہ يوروپ ۾ ان قسم جو
سپنو بہ ڪو ڪونہ ڏسي سگهيو، ۽ اهي ماڻهو ٿا آرين
(هندن) لاءِ لکن تہ آرين کي حڪومت ڪرڻ ڪانہ
ايندي هئي! پرجا تنتر راڄ جو ناو نشان ڪونہ هو.
راجا کي جيئن ايندو هو ڪندو هو، ڪي بہ قانون مقرر
ڪين ڪونہ هوندا هوا مطلب تہ موجودہ هندو جهنگلين
جو اولاد آهن. پر مزو اهو آهي تہ اڄ کان چند يوراج
بہ سؤ سال اڳ انگلينڊ ۾ تهذيب جا نورا مس نظر تي
آيا جنهن لاءِ سندن تاريخ شاهد آهي.

نيم بوروڪريٽڪ راڄ! "راڄ ۾ راڄا کي شخصي اهميت
ڏنو نه ڪاوي. راڄ جي باري ۾ جيڪي مڙڪ
(زباني) حڪم ڏني، انهن کي سرڪاري حڪم لي
سمجهڻ گهرجي. اصلي نيم بوروڪ حاڪم نه راڄا جي
مهر آهي راڄا جي مهر سان نشان ڪيل هر هڪ حڪم
پرجا کي سر ۽ چشم ڪرڻ گهرجي."

ان ڪري آچاريه شڪر لکيو آهي ته:-

"سرڪاري عملدار راڄا جي لکيل حڪمن کالسواءِ
ڪوبه ڪم نه ڪن. راڄا نه ٻڌڻ جو لئي ۾ لئي ۽ حڪم
۾ لکيل شڪل ۾ پڌرو ڪري. انسان سڀاءَ کان ڀرم سان
ڀريل آهي، ان ڪري لکيل حڪم (Order) ئي معتبر
سمجهڻ گهرجي. جيڪو راڄا ۽ سرڪاري عملدار لکيل
حڪم کالسواءِ ڪم ڪن ٿا اهي حاڪم ناهن بلڪ چور
آهن. اهي لکيل حڪم جن تي راڄا جي مهر لڳل آهي
اصل ۾ راڄا آهي. راڄا شخصي طرح راڄا ڪوٺي."

راڄڪمار ۽ منتري (وزير) کان وٺي وڏي سرڪاري
عملدار تائين سڀني ڪامورن کي گهرجي ته هو ٻڌندڙ
روزاني، ماهوار، ساليانو ۽ گهٽ سال جون سڀ ڊائريون
لکي راڄا وٽ موڪلين. راڄا جي مهر سان نشان ڪيل
قانونن کي گڏ ڪندو رهڻ گهرجي. جيئن گهٽي سمي
گذرڻ تي نه ان انوسار ڪم ڪرڻ ۾ ڪشٽ نه ٿئي."

سڀا (Assembly)! ان سميه اسيمبليءَ کي سڀا ۽
اسيمبلي ميمبر (M.L.A.) کي سڀا سد چيو ويندو هو.

هيءَ سڀا راڄ جي نيمن (قانونن) جو جوڙجڪ ڪندي هئي. ضروري انتظامي ڪمن لاءِ راجا کي صلاح ڏيندي هئي. سڀا جي بيٺڪن ۾ چٽني ورٽن ۽ پنچاتين وغيره جا عيوضي، وزارت جا ميمبر، خود راجا دوارا چونڊيل (ناقيل) ميمبر ۽ سرڪاري عملدار شامل ٿيندا هئا.

**سڀا جي ڪارروائي!** آچاريه شڪر راڄ جي لئي عملدارن جا ڪم لکندي **ڏيوارڪ** جي لاءِ لکيو آهي ته:-

”هو جڏهين ڏسي ته سڀا ڀون (اسيمبلي هال) ۾ سڀ اچي ويا آهن تڏهين راجا کي انهن جي نمستي لوبدن ڪري ۽ واپس اچي ڪين سڀدن جڳهه وٺڻ (وهڻ) جو اطلاع ڏئي.“

”سڀا ۾ جڏهين پروهت (Minister of Religion) اچي تڏهين راجا کي اٿي بيهي انجو سواگت ڪرڻ گهرجي ۽ ڪالئس خوش چڱيلائي جو پڇڻ گهرجي. منتري منڊل جي ٻين سڀا سدن جي ۽ اهڙي طرح عزت ڪرڻ گهرجي. جڏهين سرڪاري عملدار اچن تڏهين راجا کي شان سان ويٺو رهڻ گهرجي ۽ عملدار کيس عزت سان پرنام ڪن.“

”راجا کي پنهنجن دوستن، مائٽن ۽ شرير رکشڪن (Body Guard) سان سڀا ۾ وڃڻ گهرجي راجا جي وهڻ جي جڳهه سڀا ڀون (هال) جي وچ ۾ هجي ۽ ٻيا سڀا سد اچي چوگرد.“

”سڀا ۽ وڌيڪ کان اڳ (راڄا) منتري منڊل سان
سڀا سدن سان اتفاق ڪري سڀني وشين لاءِ صلاح ڪري.
اڳر راڄا جو سمو ڏسي ته ٿي، صلاح مشوري محل ۾
۽ اڳر ڏيهن جو سمو ڏسي ته باغ ۾ صاف ميدان ۾
لڳل ڪچهري.“

ان طرح صاف ظاهر آهي ته پراچين ڪال ۾ ڀارت
راڄ ۾ پرجا جو درجو انتهائي اهميت وارو آهي، راڄ جو
سڀ کان وڌيڪ اهميت وارو شخص هوندي به بلڪل
محدود اختيارن وارو آهي. هو راڄ جي انتظام ۽ راڄي
قانونن کان مٿي نه هوندو هو بلڪ انهن جي ماتحت آهي.
ان انتظام کي لمٽ پرجا تنتر (ionnl !'onarachy
(Constitut چئي سگهجي ٿو.

جرمني جي مشهور راڄنيتي جاڻو بلنشلي، پنهنجي
”ٿيوري آف دي اسٽيٽ“ نالي ڪتاب ۾ لميٽ پرجا
تنتر جي شڪل هن طرح ٻڌائي آهي:-
ليمٽ پرجا تنتر (Constitutional Monarchy)
۾:-

(۱) راڄا جي عزت ۽ ان جون طاقتون راڄ جي انتظام
(Constitution) جي مطابق ٺيڪ ٿيل هونديون آهن.
ان حالت ۾ بادشاهه نه ته راڄ جي انتظام کان جدا ليکيو
آهي ۽ نه ان کان مٿي ليکيو آهي. بلڪ هو انهيءَ جو هڪ
حصو ليکيو آهي. اهو ضروري هوندو آهي ته هو انتظام

لکيل شڪل ۾ نه هجي پر ان ۾ راڄ جا رواج وغيره به شامل آهن.

(٢) ان حالت ۾ بادشاهه نه فقط اهو انتظام (Constitution) مڃڻ لاء بدل آهي بلڪ ڪيس راڄ جا رواجي نيم به مڃڻا پوندا آهن. رعيت کان ڪيس فقط به انتظام هلڻ جي آشا رکڻ گهرجي.

(٣) راڄ جي قانون تيار ڪندي ان لاء رعيت جي عيوضين جي اتفاق رائي جي به ضرورت آهي. انڪانسواء ڪو به حڪم رعيت جي لاء مڃڻ جي لائق ٿي نٿو سگهي.

(٤) رعيت تي محصول لڳائڻ ۾ به رعيت جي عيوضين جي اتفاق رائي جي ضرورت آهي.

(٥) راڄ جي انتظام ۾ بادشاهه جي لاء وزيرن جي مدد وٺڻ ضروري آهي. بادشاهه جي حڪمن تي ان ڪاتي جي وزير جي صحيح هئڻ گهرجي.

(٦) وزيرن ۽ ٻين عملدارن جي ذميواري هرويرو بدل نه هئڻ جي شڪل ۾ ضروري آهي.

(٧) راڄ جو عدالتي ڪاتو حڪمران جي ماتحت ڪونهي هو انهن جي نگراني ٿو ڪري.

(٨) شخصي ۽ پنچاتين جا حق فقط شخصي ۽ انجا نه سمجهيا ويندا پر انهن کي مجلسي (سماجڪ) حق تسليم ڪيو ويندو. انهن جي بي پرواهي نيڪ ان طرح

ڪان ٻه پرجا ڪي سنگهه (Associations) ٺاهڻ گهرجن.
انهن سنگهن (انسوسئيشنس) کي ٻه انتظام، انصاف ۽ پنهنجا
نيم ناهڻ جا مرضي موجب اڌڪار هئڻ گهرجن.

انهن انسوسئيشنس لاءِ شڪر ليتي ساز ۾ گڏ، ٻوگه
۽ سنگهه اهي شبد ڪم آيل آهن.

"هارين، مزورن، ڪاريگرن، واپارين، لسرتڪن
(Dancing Parties) ۽ سياسين جي سنگهن ۽ نگر
سمتين کي پنهنجا جهگڙا پاڻ ۾ نبيرڻ جا اڌڪار
هئڻ گهرجن."

"ان طرح مقدمن ۾ ڄڌهين سر پنچ، مقرر ڪرڻا هجن
ته انهن جي مقرري ٻه مدعي ۽ مدعليه جي سنگهن دوارا
ڪرائڻ گهرجي."

"راجا کي پنهنجا فرض ادا ڪندي ديش جي رسم
رواجن جو پورو ڌيان رکڻ گهرجي ۽ ڪيس ورڻن، نگر
سمتين ۽ پنچاتين جي پنهنجن نيمن ۽ رواجن جو به اپياس
ڪرڻ گهرجي. نياءُ ڪندي انهن جو ڌيان ضرور رکڻ
گهرجي، نه ته پرجا ۾ خطرناڪ هلچل ڪري پئي ويندي آهي."

ان طرح سازي پارت ۾ پرجا تنتر راڄ هوندو هو
جنهن ڪري پرجا پنهنجي نفع نقصان کي خود سمجهڻ
جي تميز رکندي هئي. جنهن پرجا تنتر راڄ قائم ڪرڻ
لاءِ يوروپ ۾ ١٦-١٧ صدي ۾ ٻه خون جهون نديون
وهنديون هيون، پارت ۾ اهي چار قهليل هئي.

**يٽ وڀاڳ (Military Department)!**

اڄ سائنس جي نئين دؤر ۾ لڙائي جا نوان نوان هٿيار
ڏسي خود ڀارتواسي حيرت ۾ مٿو ٿا ڌڻن ۽ يوروپ جي
تعريف ۾ صفحن جا صفحا ٿا ڪارا ڪن. ليڪن حقيقت
اها آهي ته جنهن وقت اڃا باقي دنيا وارا ڪاٺين جا
ٽڪر کڻي هڪٻئي سان ڏڪي مار ڪندا هئا، ان زماني
کان ۾ گهڻو ڏهڙو اڳ ڀارتواسي تلوار، توپ، بندوق، ٻمن
۽ هوائي جهازن سان لڙائي ڪندا هئا. ڀارت جا هندو
(آريه) ان زماني ۾ يوروپ جي يونان ۽ روم کي پنهنجي
سائنس ڏانهن متعجب ڪندا هئا. دنيا ڀارتي تلوار کان
متاثر هوندي هئي. ڀارتي بهادري دنيا جو هوش خطا
ڪندي هئي. سڪندر جهڙو بهادر لشڪر به ڀارتي تلوار
جو چلوو ته سهي هندوستان مان وڃڪر ٿي ويو. ۾
حاڪم حڪومت، اڄ اسانکي بلڪل بي هٿيار ڪري
ڇڏيو آهي. اسين بندوق ۽ پستول ته ڇا بلڪ تلوار به نه
ٿا رکي سگهون، هر وقت اچڻ لي ١۴۴ قلم لڳائي فقط
لڪڙيءَ جي ٻهڙي به اسان کان کسي ٿي سگهجي. ان
نيتا ۾ اڄ اسين پنهنجي طاقت جو ڪهڙو اندازو لڳائي
سگهون سواءِ انجي ته ڏاڙهن ٿا ڪيمه ڳائيندا وڃون.
... وقت هو جو شاهوڪار ۽ امير ته ڇا پر هڪ ڪيتي
... به ٻاط سان شاندار تلوار لٽڪائيندو ڦرندو
... ته ٻاڪ حڪالي ۽ جو لڪط ڪٽط ڏهاڙ سمجهيو
... ڪي ڪمر سان تلوار ٻڌل هوندي هئي.

سياح عبدالرزاق لکيتو:- ”مون ڪاليڪٽ جي بندرگاهه تي لهي ڏٺو ته هڪ قبيلي جي ماڻهن کي هڪ هٿ ۾ پاڻي وارو صاف سنڌو هندي تلوارون ۽ ٻئي هٿ ۾ بادلن جي نڪري جي طرح ڍالون هيون.“ (١)

اهڙي بهادر هندو قوم جو اڄ اهو حال آهي (جو) پنهنجي ڪمال تي زوال جو پردو ۽ ان تي ڊارين جي تعريف جي تصوير!!!

پراچين ڪال ۾ ڀارت ۾ فوج جو انتظام ۽ لڙائيءَ جا ڪهڙا ذريعا هوا تن بابت ۾ هاڻ لکيو ويندو:-

**سينا ويا ڳهه!** ”سينا (فوج) ٻن قسمن جي ٿيندي آهي. **سوگماءِ ۽ انيڪ گماءِ**: خود هلندڙ (پيدل) سينا کي سوگماءِ، رٿن، گهوڙن ۽ هاٿين انهي نهي تي هلندڙ سينا کي انيڪ گما چئبو آهي. خاص طرح سينا جا ۾ حصا ڪري سگهجن ٿا. ”پنهنجي سينا ۽ متر راشٽر جي (مددي) فوج، انهن ٻنهي جا ۾ وري ۾ حصا ٿيندا آهن هڪ استر سينا (Standing Army) ۽ نئين وقتي ڀرتي ڪيل سينا، انهن ٻنهي جا ۾ ضروري غير ضروري اهي ۾ حصا ٿي سگهن ٿا. ان طرح ترايت ورتل (Trained) ۽ اڻ سڌريل (Untrained). راڄ جي طرفان انتظام هيٺ ۽ راڄ جي طرفان انتظام هيٺ نه رکيل، راڄ طرفان شستر (هٿيار) پراپت ڪندڙ ۽ خود شسترن

(1) (Scenes and characters from Iudian History P. 49).

جو بندوبست ڪندڙ، راڄ جي طرفان وقت پرايت ڪندڙ ۽ خود رٿن جو بندوبست ڪندڙ، وغيره اهي اهي مطلب سان سينا جا ڪيترائي حصا ڪري سگهجن ٿا.“

مٿين طرح سينا جي جدا جدا حصن جا هيٺيان نالا آهن:-

سويم- راڄ جي اچي سينا جنهن کي پگهار ڏيئي رکيو ويندو آهي.

مئيتر- متر راشٽر طرفان مدد ڪرڻ لاءِ موڪليل مددي سينا.

مؤل- راڄ جي پراڻي استر سينا (Standing Army).

ساڌيسڪ- تازو رنگروٽ.

سار- لڙائي ڪرڻ لائق سينا.

آسار- يڌ نه ڪرڻ لائق سينا.

شڪشت- اها سينا جا ويوهه (خاص مورچا) وغيره ڄاڻڻ ۾ قابل هجي (Trained).

آشڪشت- جنهن کي ويوهه وغيره جو آزمودو نه هجي (Un-Trained).

گلميوت- جنهن سينا جا نائڪ (Commanders) راڄ طرفان مقرر ڪيل هجن.

آگلميوت- جنهن جا نائڪ سينا جي طرفان چونڊيا وڃن.

دتا ستر- جنهن سينا کي سرڪار استر (گوليون ۽ بارود وغيره) ڏيندي هجي.

اوليي ھجي، ساري جي ھاء وٽ جي وچر ھٿڻ گھرجي
وٽ جي اندر ضروري گهرڻ شستر ھٿڻ گهرجن. انهن
وٽن جي چمڙي اھڙي ھٿڻ گهرجي، جنهن کي ھر طرف
گهمائي سگهجي. اھي سڌر ھٿڻ گهرجن ۽ انهن جا گهوڙا
تمام عمدا ھٿڻ گهرجن."

ھاٿي! تن ڏينهن ۾ جي لاء ھاٿي ھڪ نهايت
ضروري ذريعو ھو. ھاٿين کي پالڻ جو مکيہ ڪارڻ ۾ تہ
سمجهيو ويندو ھو. ھاٿين جي سڃاڻپ، انهن جي ڏيکھ،
ويکر ۽ انهن جي سپاء جي وشيہ ۾ شڪر نيتي ۾ ڪترائي

سچاڻپ سان پرکي ساٿين کي رکڻ گهرجي۰ ۽ انهن کي
يڌ جي لاءِ تيار ڪرڻ گهرجي.“

گهوڙا! موجوده زماني ۾ يڌ جي طريقن وغيره ۾
ڪيتري اٿل ۽ تبديلي ٿي چڪي آهي، تيار ٿيل گهوڙيسوار
سينا جو مان اڄ ٿورو نه گهٽيو آهي. گهوڙي کي ان
طرح تيار ڪرڻ جو رواج ڀارت ۾ تمام پراچين آهي. آچاريه
شڪر گهوڙن جي سچاڻپ ۽ سياءَ وغيره جي وشيه ۾
جيڪي ڏليکيون ڇڏيون آهن، انهي ٻڙهي حيرت لڳي وڃي
۽ معلوم ٿو ٿئي ته گهوڙن جي باري ۾ سندس علم تمام
زبردست ۽ گهرائي ۾ ويل هو. نموني طور فقط ٻه مثال
ڏجن ٿا:-

”سڀ کان اُتم درجي جي گهوڙي جو منهن ۴۰
آڱر- اتم درجي جو ۳۶ آڱر- وچولي درجي جو ۳۲ آڱر
۽ هلڪي درجي جي گهوڙي جو ۲۶ آڱر لمبو ٿيندو آهي.“
گهوڙي جي عمر سارو انهي ڏندن ۽ ڇاڙين جي رنگ
هن طرح تبديلي ٿيندي آهي:-

| سال | رنگ |
|---|---|
| ۱ ... | ... سفيد |
| ۲ ... | ... ڪارو ۽ لال |
| ۳-۶ ... | ... ڳاڙهو ڪارو |
| ۶-۹ ... | ... ڪارو |
| ۹-۱۲ ... | ... پيلو |
| ۱۲-۱۵ ... | ... سفيد |

| | |
|---|---|
| ...١٨-١٥ | ...شيهي جو رنگ |
| ...٢١-١٨ | ...ماکيء جو رنگ |
| ...٢٤-٢١ | ...شمک جو رنگ |

”گهوڙو اگر ڪڏهن (اجاني) هڪڪار ڪري، ته انکي پاسن تي ته ڪ هڪ گهرجي، اگر هوڪي ته ڪن جي هجنان، سڌو ته هلي ته گلي تي، غصي ۾ هجي ته اکين تنگن جي وڃرو سسمع هجي ته بيت تي، ته دل هجي ته ڇاتيء تي ء اگر ليڪ ته هلي ته پنڻن حصي يعني پسيء تي مارڻ گهرجي. گهوڙي کي ناجائز هنڌن تي ڪڏهن به نه مارڻ گهرجي نه ته بگڙي پوندو.“

”سب کان اُتم درجي جي گهوڙي کي هڪ ڪلاڪ ۾ ٦٤ ميل هلڻ گهرجي.“

**سينا جي پالنا!** آچاريہ شڪر جي راء موجب راڄ جي سينا جي پالنا (پرورش) سينا کي جدا جدا صوبيدارن وٽ رکي ڪرڻ گهرجي. صوبيدارن (١) جي آمدني هڪ لک روپيا سالياني هجي، تنهن کي هن طرح سينا رکڻ گهرجي:-

| | |
|---|---|
| ١٠٠ | برڪ (Reserve force). |
| ٣٠٠ | بندوق باز پيدل. |
| ٨٠ | گهوڙسوار. |

---

(١) (صوبيدار معنيٰ پولس جو سب انسپيڪٽر، يا صوبي يعني پرانت جو گورنر).

١ رٿ.
٢ توپون.
١٠ اٺ.
٢ هاٿي.
٢ هاٿي.
٢ ڇڪڙا (مال گاڏيون).
١٦ بيل
٦ ليک (Clerks).
٣ منتري = صلاحڪار (Advisers).

ان صوبيدار کي پنهنجو ساليانو حساب (Budget) هن طرح تيار ڪرڻ گهرجي:-

| ڪاٿي | ماهوار | ساليانو |
|---|---|---|
| خانگي ضرورتن ۽ دان لاء | ١٥٠٠ | ١٨٠٠٠ |
| ٦ ليکن جو پگهار | ١٠٠ | ١٢٠٠ |
| ٣ منترين جو پگهار | ٣٠٠ | ٣٦٠٠ |
| گهرو خرچ | ٣٠٠ | ٣٦٠٠ |
| تعليم | ٢٠٠ | ٢٤٠٠ |
| پيدل ۽ گهوڙيسوار سپاهه لاء | ٤٠٠٠ | ٤٨٠٠٠ |
| هاٿي اٺ وغيره | ٤٠٠ | ٤٨٠٠ |
| اسٽر ڪوش (Reserve fund) لاء بچت | ١٥٠٠ | ١٨٠٠٠ |
| ڪل | ٨٣٠٠ | ٩٩٦٠٠ |

(اٽڪل هڪ لک روپيا)

”سپاهين جي پگهار مان سندن پوشاڪ جو خرچ
ڪاٽي وٺڻ گهرجي.“

**ڇانوڻيون** (Cantonments)! ”سينا جي گهوڙن
۽ ٻيلن (ڏڳن) کي پاڻي جي ويجهو رکڻ گهرجي. هاٿين
۽ اٺن کي جهنگلن ۾ ۽ پيدل سپاهين کي وڏن شهرن
جي ويجهو ڇانوڻين ۾ رکڻ گهرجي. انهن ۾ ٤-٤ ميلن
جي مفاصلي تي ١٠٠-١٠٠ سپاهين کي (پهري جي رکشا
لاءِ) رکڻ گهرجي (جيئن ديش ۾ شانتي رهي).“

”سمي سمي تي ضرورت موجب هاٿين، اٺن، گهوڙن
۽ ٻيلن ذريعي، يڌ جو سامان هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ کڻي
وڃڻ گهرجي. برسات جي مند کي ڇڏي رواجي حالتن
۾ سامان ڍوئڻ جي لاءِ ڇڪڙا (گاڏيون) تمام سٺا
ليکيا آهن.“

**قواعد** (Drill)! ”باجن (نقارا وغيره) وسيلي تيار
ڪيل اشارا اهڙي طرح رٿيا رکڻ گهرجن، جو انهن کي
پنهنجي سپاهين کانسواءِ ٻيو ڪوبه نه سمجهي سگهي.
گهوڙيسوار، هاٿي سوار ۽ پيدلن جي لاءِ باجن جا جدا جدا
اشارا مقرر ڪرڻ گهرجن. انهن مان ڪنهن حصي
(Section) جو ڪو به سينڪ (سپاهي) چاهي اڳيان
پٺيان، ساڄي کاٻي، جتي به وسيلو هجي، ان کي پنهنجو
اشارو ٻڌي هڪدم ان تي عمل ڪرڻ گهرجي. سپاهين
کي روزانو ٽوليون (Grouping) ٺاهڻ، ڦهلجڻ، گهمي
وڃڻ (Turn) سوڙهو (Narrow) ٿي وڃڻ، هلڻ

هڪدم پنتي (Quick March) ۽ تيز هلڻ (March) هٽڻ (Back Ward) جو ايياس ڪرائڻ گهرجي. ان طرح سڌي قطار (Straight line) ۾ گڏجي، هڪدم ليٽجي پوڻ، جهڪي ڪڙو تيڻ، گول (Round) گهمڻ سوچي ويوھ، شڪست ويوھ ۽ ارڌ چندر ويوھ اتيادي جو به ايياس ڪرائڻ گهرجي. ساڻ ساڻ حصن ۾ ڦٽجي وڃڻ، هڪدم لمبي قطار ٺاهي بيهڻ، هٿيارن کي طريقي سان گڏجي کڻڻ ۽ رکڻ، نشان چٽڻ ۽ گڏجي هٿيار هلائڻ جي شڪشا به ڏيڻ گهرجي."

"سپاهين کي ويوھ ايياس جي شڪشا ڏيڻ لاء هيٺيون ڳالهيون جو به ايياس ڪرائڻ گهرجي:- شسترن کي هڪ ساڻ گڏجي مٿي کڻڻ، هڪدم هيٺ ڪرڻ، ان طريقي کي جلد جلد ڪري سگهڻ، هٿيار هلائڻ، سوڙهو تي پهچجو بچاءُ ڪرڻ، پنجن پنجن يا ٽن ٽن يا چئن چئن سيڪن (سپاهين) جو قدم هلائي هلڻ ۽ سڌو، النو يا کابي پاسي مڙڻ."

## فوجي دوڪان (Military stores)!

"سپاهين کي کنهن سان ڏي وٺ ڪرڻ جو سڌو اڌڪار نه هئڻ گهرجي. سندن گهرجون پوريون ڪرڻ لاء جدا وستو پنڊار (سٽور) هئڻ گهرجن، جي شهر کان ٻاهر ڇانوڻي ۾ هئڻ گهرجن."

"شهر کان ٻاهر ٻه شهر جي وچهر، فوجين لاء ڇانوڻيون

پهچڻ گهرجن. سپاهين (سپاهين) کي شهرواسن (Civil Lives) سان ڏي وڌ ڪرڻ جو اڌڪار نه هئڻ گهرجي. انهن جي لاءِ سپاهي شبن جا پهدار (سنور) جدا هئڻ گهرجن. سپاهين کي ڪٿي به هڪ سال کان وڌيڪ گڏ نه رکڻ گهرجي.“

**فوجين لاءِ پيا نيم!** اهو سمجهڻو ڏو وڃي، ته فوجي سپاهين لي عام جي ڀلي جي خيال کان، سخت نظر رکڻ جو طريقو بلڪل نئون آهي. اڄ کان چار سؤ سال اڳ مغرب جي مهذب حڪومتن خواهه مسلمان ملڪن جون فوجون مرفعو ملڻ لي، عام رعايا کي پنهنجي طاقت جي زور تي تمام تنگ ڪنديون هيون. ليڪن شڪر نيتيءَ مان معلوم ٿئيٿو ته ان سمي فوجي سپاهين لي سرڪار جو سخت ضابطو رهندو هو. آچاريه فرمائي ٿو:-

”سرڪار کي فوجي قاعدن جو اعلان هر هفتي ڇاوڻين ۾ ڪندو رهڻ گهرجي. فوجين لاءِ هي نيم هئڻ گهرجن:- هو هون ۾ زبردستي نه ڪن. سرڪاري ڪمن ڪرڻ ۾ ڍيل نه ڪن. راجيه جي ڏوهارين ڏانهن مايوس نه رهن؟ راجا جي دشمن سان دوستي نه ڪن. سرڪار جي خاص حڪم کانسواءِ هو شهرن ۾ نه وڃن. هو آفيسرن جي نيڪاليٽي نه ڪندا رهن. ساٿين دوستاڻا طور رهن. ڪين پنهنجا شستر استر ۽ پوشاڪ سدائين صاف ۽ تيار رکڻ گهرجي. فوجن کي پنهنجو کاڌو پاڻي ۽ برتن وغيره ساڻ

رکڻ گهرجن. سرڪار اهو اعلان ڪري ته جيڪو فوجي
سرڪاري حڪم جي انحرافي ڪندو تنهنکي موت جي
سزا ملندي.“

**حاضري!** (Roll call) شڪر ليتي سار موجب
فوجي شماز اڄڪلهه کان وڌيڪ مڪمل آهي ان موجب:-
”صبوح ۽ شام ٻنهي وقتن تي فوجين جي حاضري
ورتي وڃي. رجسٽرن ۾ فوجين جو نالو، جاتي، لمبائي،
موٽائي، عمر، رهايش، پرڳڻي ۽ شهر جو نالو لکيل
هئڻ گهرجن.“

**پگهار (Pay)!** ”ليڪن کي گهرجي ته هو فوجين
کي پگهار ڏيندي سمئن نوڪري جو عرصو، پگهار جو
اگهه، ڪيستائين جو پگهار ڏنل آهي، ڪيترو باقي آهي،
هن وقت ڪيس ڪيترو ڏنو ويو آهي، اهو سڀ درج
ڪري، پگهار ڏيڻ فوجين کان ٻنهي جي لاءِ صحيح
ڪرائي ويٺن پتر (Pay-Bill) (پگهار جي رسيد)
کانئي ڏئي. جيڪي سپاهي سڌيل (Trained) هجن
تنهنکي پورو پگهار ۽ نون رنگروٽن کي اڌ پگهار
ڏيڻ گهرجي.“

**فوجين لاءِ سزائون!** فوجين لاءِ سزا عام رعايا جي
سزا کان تمام سخت هئڻ گهرجي.

”فوجين کي سزا ڏيڻ لاءِ ڏنڊ جي بدران ڪين جسماني
سزا ڏيڻ وڌيڪ بهتر آهي. آچاريه لکيتو:-

"مارڻ سان ماڻهو ۽ جانور ڀڄي ڪري ڏڪي ڏٻاڻي وڃي سگهن ٿا. خاص ڪري فوجين کي ڏنڊ اليادي (وغيره) نه وجهي ڪين سدائين شاريرڪ (جسماني) ڏنڊ (سزا) ڏيڻ وڌيڪ بهتر آهي."

فوجين لاءِ موت جي سزا ڏيڻ ڏوهن لاءِ آهي:-

"انهن فوجين کي ماري (Shoot) ڇڏڻ گهرجي جيڪي دشمن يا دشمن سان ڳجهو لاڳاپو رکندا هجن. سدائين انهن سپاهين جو پتو لڳائيندو رهڻ گهرجي جيڪي سينا ۾ دشمن جي ۽ تعريف ۽ راجا جي گلا ڪندا رهندا هجن، اهڙن فوجين کي موت جي سزا ڏيڻ گهرجي. جيڪي فوجي آرام طلب هجن تنکي سينا مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي."

**فوجي وزير** (War Minister)! ان فوجي کاتي جي مکيه اڌ يکش کي سچيو چئيو ويندو هو هي منتري منڊل (وزارت) ۾ پڻ سچيو (فوجي وزير) جو ڪم ڪندو هو. پنهنجي کاتي جي سڀني جوابدارين لاءِ هو پوري طرح جوابدار رهندو هو.

**استر شستر!** ڪن تاريخدانن جو خيال آهي ته ڀارت ۾ بارود ۽ بندوق اليادي جو استعمال مسلمانن جي هن ديش ۾ اچڻ کانپوءِ ٿيو. هو بارود جي ايجاد جو سهرو عربن کي ڏين ٿا ڏين. سندن چوڻ آهي ته مسلمانن سان پڻ ڪندئي پارتواسين کي بارود جي واقفيت ٿي. ليڪن

اهو بلڪل غلط آهي. اسين اهو به مڃڻ لاءِ تيار نه آهيون ته ڪو چين ئي اول بارود ۽ بندوق جي ايجاد ڪئي. بلڪ اسين اهو فخر سان چئي سگهون ٿا ته يڪ ۾ ڪم درجي جون اهڙيون ايجادون ڀارت ڪيون جي اڄا تائين دنيا ۾ تيار ٿي نه سگهيون آهن. تيار ته پري رهيو انهن کي سمجهڻ ۾ موجوده سائينسدانن لاءِ اڄا تائين مشڪل آهي. اگر شروع دنيا کان سلسلو شروع ڪجي ته به اسان وٽ ان ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي ثبوت آهن. ان بعد رامايڻ ڪاپوءِ مهاڀارت جي جنگ اسانجي جنگي مظاهرن جو روشن ثبوت آهي. ان بعد بہ ڪري شڪر ليتي سار جو زمانو ڪيو وڃي يعني اٽڪل چار هزار ورهيه اڳ تہ ڀارت ئي هڪ اهڙو ديش هو جنهنجو گوشو گوشو علم ۽ سائينس سان لبريز هو. جنهن زماني جي يوروپ جي تاريخ اوندهه ۾ آهي. جڏهين اڄ جون اهي مهذب سڏائيندڙ قومون ان وقت جهنگلي زندگي ۾ سواءِ کائڻ پيئڻ ۽ سمهڻ جي ڪجهہ نه ڄاڻنديون هيون ۽ فقط جهنگلي ميون ۽ گوشت تي گذارو ڪنديون هيون، پٿرن ۽ ڪاٺ جي چيزن سان جهيڙا جهٽا ڪنديون هيون. ان سميه هندوستان جنت نشان! توپ بندوق ۽ هوائي جهازن دوارا لڙائي ڪندو هو. ڀارت نہ فقط سڀني علمن بلڪ ان بارود جهڙي رواجي چيز کان به محروم نہ هو. جنهن ڪاپوءِ دنيا ڀارت کان سکيو. هن سميه هرهڪ ايماندار يوروپين

تاريخدان ڀارت جي ان ڪمال جي ساک ڀري ٿا ته ڀارت
۾ ئي اول اول بارود ۽ بندوق جي ايجاد ٿي جنهن کانپوءِ
چين عرب. يونان ۽ باقي يوروپ وغيره دنيا ۾ ان جو
پرچار ٿيو.

سنه ١٧٩٨ع ۾ مسٽر لينگلي (M. Langle) فرانس
جي فرينچ انسٽيٽيوٽ جي سامهون هڪ ليک پڙهيو هو
جنهن ۾ هن اهو ثابت ڪيو ته:- "عربن هندوستان کان
بارود ٺاهڻ سکيو ۽ پوءِ انهي کان يوروپ جي ٻين
ملڪن (سکيو)."

ان ئي ڳالهه کي مسٽر جي. بيڪمن (J.Backman)
پنهنجي ڪتاب "ايجادن جي تاريخ" (History of
Instruments and Discoveries) ۾ ثابت
ڪيو آهي.

ان رواجي ڀومڪا بعد اسين اصل مضمون ۽ دنيا جي
شاهي عالم آچاريه شڪر جي علم جي ذڪر تي ٿا اچون:-

## شسترن ۽ استرن جا ڀيد!

آچاريه شڪر جي انوسار ان سمي جي شسترن استرن
جي هيٺين معلوميت ملي ٿي:-

"جي شستر (هٿيار) منتر، مشين يا هٿ جي مدد
سان ڇڏيا وڃن انهن کي شستر چئبو آهي. استر ٻن قسمن
جا ٿيندا آهن. منتر جي مدد سان ڦٽائبدڙ ۽ مشين جي
مدد سان ڦٽائيندڙ. وچ جي اڄا واري راڄا کي ٻڌ ۾

مانترڪ استرن جي غير موجودگي ۾ يانترڪ آسترن ۽
تيز شسترن جو استعمال ڪرڻ گهرجي. انهن شستر استرن
جا شڪل ۽ تيزي جي پيدا ڪري ڪيترائي نالا ڏيندا آهن."

بندوق (Gun)! ”نالڪاستر ٻن قسمن جا ٿيندا
آهن. ننڍا (بندوق) ۽ وڏا (توپ). ان (ننڍي)
نالڪاستر ۾ هڪ ٽيڏي ۽ مٿي تائين وِٽ سوراخ واري
نلي ٿيندي آهي جا ايائي هٿ (٥ فوٽ) ڊگهي ٿيندي
آهي. ان آستر جي هڪ سري تي هڪ ٻري (نشان)
ٺهيل ٿيندي آهي ان سان نشان ٻڌائي چٽيو ويندو آهي.
انجي هيٺان هڪ جڳهه ٿيندي آهي جنهن ۾ بارود رکيو
ويندو آهي، ان استر جو ڪندو (هٿيو) مضبوط ڪاٺ
جو ٺهيل ٿيندو آهي، ان دوارا بارود ۽ گولي ٻنهي کي
چڏيو ويندو آهي، نليءَ جو گول وچين آڱر جيترو ويڪرو
ٿيندو آهي، رکڻ جي لاءِ هڪ مضبوط ڏانو جي شيخ
ٺهيل ٿيندي آهي، ان ڊگهي نليءَ رستي پيدل ۽
گهوڙيسوار ٻئي لڙائي ڪري سگهن ٿا. جنهن نليءَ جو
سوراخ جيترو وڏو مضبوط ۽ گول ٿيندو ان سان اوترو ئي
زياده دور نشان ماري سگهجيٿو."

توپ (Top)! ”وڏي نال استر (توپ) جي نلي
جي هڪ سري تي ڪلو لڳل ٿيندو آهي جنهن ذريعي
انجو منهن مرضي موجب گهماني سگهبو آهي. انجو خاڪو
مضبوط ڪاٺي جو ٺهيل ٿيندو آهي. ان کي چڪڙي

(ڪاڏي) لي ڪٽي هلبو آهي. بڏ بر وجہ براپسہ ڪرڻ لاءِ هي مڪيہ ذريعو آهي.“

**بارود** (Gun Powder)! پارت بر براچين ڪال بر بارود ٺاهيو ويندو هو جو بندوقن ۽ توپن بر ڪم ايندو هو. براچين ودوانن انجا مڪمل اسخا (Formullas) لکيا آهن. جي همہ ڪولہ تا ڏنا وڃن. پروفيسر ولسن لکيٿو:-

”هندن (آرين) جي وليدڪ (آيرويد) ڪرلٽن دوارا معلوم ٿٿيٿو ت هو بارود جي شين مان چڱي طرح واقف هٿا. گنڌڪ (Sulphur) چارڪول (Charcoal) شورو (Nitre) اهي سب ڪافي انداز پرونس موجود هو.“(۱)

**گولا ۽ گوليون** (Shots)! ”توپ جا گولا لوهہ جا ٺيندا آهن جي ٽن قسمن جا ٺيندا آهن. بندوقن جون گوليون گهٽو ڪري شيهي جون ٺاهيون وينديون آهن. اهي ڪٺهن پٿي ڏالو جون ب ٺاهيون وينديون آهن.“

”نال استر (توپ) لوهہ يا ڪٺهن پٿي مضبوط ڏالو جو ٺهڻ گهرجي، الکي سدائين صاف رکڻ گهرجي، هٿيار بند سپاهين کي انجي چوگرد بهرو ڏيڻ گهرجي، قابل ماڻهو گهٽن لي طريقن سان بارود تيار ڪندا آهن، ڪوئلو، گنڌڪ، سورچي، پٿر، هرتال، شيهي، هنگل، لوهہ چورڻ، ڪپور، جتو، ايل، سرل وڻ جسي. وس وغيره مان ب بارود تيار ڪيو ويندو آهي. ان بارود جو

(1) (Wilson's Essays. Vol III P.303)

رنگ ضرورت موجب سفيد ڪارو يا مٽي جهڙو رکي سگهجي ٿو"

"توپ ۾ گولن کي رکي انهن کي باهه ڇهائي نشان تي ڦٽو ڪجي. توپ کي ڀريائين صاف ڪرڻ گهرجي، پوءِ تمام خبرداريءَ سان بارود انجي سري واري جڳهه تي رکڻ گهرجي، ان تي گولي کي رکڻ گهرجي ۽ پوءِ گولي تي ڪجهه بارود وجهي ان بارود کي باهه ڏيکاري گولو نشان تي ڇڏڻ گهرجي."

**پيا هٿيار!** ان زماني جي پين هٿيارن جي وستار سان لکڻ جي ضرورت ڪانهي مختصر طور انهن جي واقفيت ڏني وڃيٿي:-

**ڏنش-** اهڙو هجي جنهن دوارا چار فوٽ لمبو تير سولائي سان ڇڏي سگهجي.

**گدا-** اٺ ڪنڊي ۽ چاڙي جي اوچائي تائين لمبي هجي.

**پٽيش-** ماڻهو جي قد جيڏي لمبي، ٻنهي طرفن کان تيز هڪ طرف منيو لڳل هجي.

**ايڪڌار-** ٿورو گول، هڪ طرف کان تيز ۽ چار آڱر ويڪرو هجي.

**ڪشر پرانت-** وچ ۾ ويڪرو، مضبوط مٺ وارو ۽ چنبڙ جي طرح چمڪندڙ هجي.

**تلوار-** چار هٿ لمبي ۽ پاڪيءَ جهڙي تيز هجي.

ڀالو- ويھ فوت لمبو، سري تي ڏنڊن وارگر لبز ڀالو لڳل هجي.

چڪر- ٻارهن فوت گول، ڀاڪيءَ جهڙي ليز ڪناري وارو ۽ سٽي وچ وارو هجي.

پاش- هي ڇهه فوت لمبو ڏنڊو ٻڌدو آهي، جنهن تي تي ليز نوڪون ۽ هڪ لوهه جي زنجير لڳل هجي.

ڪوچ- هي گوڏن کان مٿي تائين لمبو هجي. ان تي لوهه جي ٽوپي ۽ لڳل هجي ۽ ڏسڻ ۾ سهڻو هئڻ گهرجي.

ڪرچ- هي سخت لوهه جو ٺهيل هجي ان جو هڪ سرو خوب لبز هجي.

”جنهن راجا وٽ اهي شستر (هٿيار) ڪاهي الداز ۾ هئن ۽ جنهن جا منتري (وزير) پڻ انهيءَ ۾ خوب ماهر هجن تنهنکي ٻي ڪنهن سان ٻڌ جهڙو گهرجي، ڇاڪاڻ ته پنهنجي راڄ کان ٻه هٿ ڏٺو ٻولدو آهي.“

انهن سڀني هٿيارن توپ، بندوق، بارود وغيره جو استعمال فقط پڻ ۾ ڪولہ ٿيندو هو ۽ رواجي حالت ۾ ۽ پوليس ۽ فوج جا سپاهي بندوقون کٽي شهر جو پهاڻ ڪندا هئا. يعني انهن اعليٰ استرن جو استعمال ڪرڻ کو خاص فخر يا غير معمولي ڳالهه ڪانہ سمجهي ويندي هئي. بلڪ اڄڪلهه جي طرح انهن جو عام استعمال ٿيندو هو. آچاريہ شڪر لکيتو:-

”شهر جي چوگرد واري ديوار تي سدائين بندوقون هئن ۽ کٽي مضبوط سپاهين جو پهرو رهڻ گهرجي.“

**يڌ نيتي !** (War Policy) راجا کي راڄ جي رکشا
لاءِ يڌ نيتي ۾ قابل ماڻهن جي سدائين ضرورت رهندي
آهي ، انهن کان سواءِ سٺي سينا ۽ سٺا شستر هوندي به
راجا يڌ ۾ سڦلتا پراپت نه ڪري سگهندو. شڪر نيتي
سار ۾ انکي شڊ گڻ نيتي چيو ويو آهي.

**شڊ گڻ !** ”اهي شڊ گڻ سنڌي ، وگرهه ، يان ، آسن ،
سماشريه ۽ دويڌي ڀاؤ آهن.“

”اهي طريقا جن سان ٻه بلوان شترو متر ٿي وڃن ان
کي **سنڌي** چيو آهي.“

”جن طريقن سان شترو کي تنگ ڪيو وڃي يا تابع
ڪيو وڃي انکي **وگرهه** چيو آهي.“

”پنهنجو ارٿ سڌ ڪرڻ ۽ شترو کي ختم ڪرڻ لاءِ
ڪوچ ڪرڻ کي **يان** چيو آهي.“

”جنهن اوستا ۾ پاڻ کي محفوظ رکي شترو کي تباهه
ڪري سگهجي انکي **آسن** چيو آهي.“

”جن طريقن سان ڪمزور به بلوان ٿي ويندو آهي
انکي **سماشريه** چيو آهي.“

پنهنجي سينا کي الڳ الڳ حصن ۾ ڦهلائي ڇڏڻ
کي **دويڌي ڀاؤ** چيو آهي.“

” انهن شڊ گڻن ۾ خوب ماهر وزيرن جي صلاح وٺي
راجا کي يڌ جو اعلان ڪرڻ خواهه يڌ جي هرهڪ ڪارروائي
ڪرڻ گهرجي.“

„سام دان الباديب طريقن ۾ پهرين ۽ شد ڏنڊ ۾
سماشريه نهايت اهم آهن. سڀني لڙائين ۾ انهن جو استعمال
ضرور ڪرڻ گهرجي."

„ٻه آرليب ڪرڻ کان اڳ ۾ پنهنجي شڪتي جي
جاچ ڪري ڇڏڻ گهرجي. اگر شڪتي گهٽ هجي ته
ٻه آرليب ئي نه ڪرڻ گهرجي. ٻر هڪ وار ٻه آرليب
(شروع) ڪرڻ کان پوءِ هيستائين ذرو به ٻل (طاقت) يا پوڄ
باقي هجي ته بند نه ڪرڻ گهرجي. ڪنتري جي لاءِ ٻه
کان وڌيڪ ٻيو ڪو به اهم ڪاريه ڪونهي. ڪٿ آئي ستي
ستي بيماري کان هاءِ هاءِ ڪندو مرڻ هڪ ڪنتري لاءِ
پاپ آهي."

ويوهه (Military Array)! پراچين ڀارت ۾ ٻه
ليتيءَ ۾ ويوهه رچنا جو درجو تمام اهميت وارو آهي.
انهن سمجهيو ويندو هو ته ويوهه ٺاهڻ ۾ خوب ماهر لشڪري
سينا به وڏي سينا کي وڃڻ ڪري سگهي ٿي. اهي ويوهه
ڪيترن قسمن جا ٺهندا هوا، ڪنهن ۾ سينا کي قطارائي
چڙهيو ويندو هو، ڪنهن ۾ سوڙهو ڪيو ويندو هو ۽ ڪنهن
۾ انڪي هڪ خاص شڪل ۾ ڪڙو ڪيو ويندو هو. انهن
الڳ ويوهن مان ڪجهه هي آهن:-

(١) ڪرؤنچ ويوهه - هن ۾ ڪرؤنچ پکي جي
شڪل ۾ سينا کي ڪڙو ڪيو ويندو هو. ان ويوهه جو ڳاٽ
سوڙهو، پيٽ وچولي درجي جو ۽ پکڙ ٿلها ٺهندا هوا،
اهو ويوهه ان شڪل ۾ هلندو (March) به ڪندو هو.

(٢) شيهين ويوهه- مگر مڇ جي شڪل جهڙو، چار ڪنڊون، لمبو ۽ سنهون، منهن ۾ چپ سان.

(٣) سوچي ويوهه- هي ات چلن جهڙا چڪر هوندا هوا. منهن فقط هڪڙو هوندو هو.

(٤) سروتو ڀدر ويوهه- هن ويوهه جا فقط ات پاسا ٿيندا آهن.

(٥) شڪٽ ويوهه- رٿ جي شڪل جهڙو.

(٦) سرپ ويوهه- هي نانگ جي شڪل جهڙو ڪنڊليدار ٿيندو آهي.

**ين جا قسم!** ”مانترڪ ين اتم ۽ اگنيا سترن سان ٿيندڙ ين وچولي درجي جي آهي، ششترن سان ڪيل تمام هلڪي درجي جي ٿيندي آهي، ششترن سان ڪيل تمام هلڪي درجي جي ٿيندي آهي. منترن (خاص وڏيءَ) سان ڪيل ين کي مانترڪ ين چئبو آهي، توپ ۽ بندوق سان گولا بارود وسائڻ کي نالڪاستر چئبو آهي. هيءَ سڀ کان وڏي خوفناڪ ٿيندي آهي. تير ڀالا انيادي ششتر هلائي جا ين ڪئي ويندي آهي اها گهڻو ڪري بندوق ۽ توپن جي لاموجودگيءَ ۾ ئي ڪرڻ گهرجي. هڪبئي ۾ مڪامڪي يا وار پئي جا وڙهه ڪئي ويندي آهي اها باهو ين آهي.“

**ڌرم ين ۽ ڪوٽ ين!** آچاريه شڪر ڌرم ين ۽ ڪوٽ ين ۾ فرق ڪيو آهي. ڌرم ين ۾ گهڻن نيمن ۽ و

„سام دان الباديءَ طريقن ۾ پهرين ۽ ٽن ڳڻن ۾
سماشرين لهايس آهر آهن. سڀني لڙائين ۾ انهيءَ جو استعمال
ضرور ڪرڻ گهرجي.“

„پر آريه ڪرڻ کان اڳ ۾ پنهنجي شڪتي جي
جاچ ڪري ڇڏڻ گهرجي. اگر شڪتي گهٽ هجي ته
پر آريه ئي نه ڪرڻ گهرجي. پر هڪ وار پهرين آريه
(شروع) ڪرڻ لاءِ حسابين ذرو به پل (طاقت) يا پوڄ
باقي هجي پر پهرين نه ڪرڻ گهرجي. ڪشتري جي لاءِ پر
کان وڏيڪ ٻيو ڪو به اهر ڪاريه ڪونهي. ڪٽ ائي ستي
ستي سماري کان هاءِ هاءِ ڪندو مرڻ هڪ ڪشتري لاءِ
پاپ آهي.“

ويوهه (Military Array)! پراچين پارٿيه پر
نيتيءَ ۾ ويوهه رچنا جو درجو تمام اهميت وارو آهي.
انهن سمجهيو ويندو هو ته ويوهه بنائڻ ۾ خوب ماهر ليڊر
سينا نه وڏي سينا کي وڃ ڪري سگهيتي. اهي ويوهه
ڪيترن قسمن جا ٺهندا هوا، ڪڏهن ۾ سينا کي ڦهلائي
ڇڏيو ويندو هو، ڪڏهن ۾ سوڙهو ڪيو ويندو هو ۽ ڪڏهن
۾ الڪي هڪ خاص شڪل ۾ ڪڙو ڪيو ويندو هو. انهن
اليڪ ويوهن مان ڪجهه هي آهن:-

(١) **ڪرونچ ويوهه**- هن ۾ ڪرونچ پکي جي
شڪل ۾ سينا کي ڪڙو ڪيو ويندو هو. ان ويوهه جو گلو
سوڙهو پڇ وچولي درجي جو ۽ پکه ٿلها ٿيندا هوا،
اهو ويوهه ان شڪل ۾ هلندو (March) نه ڪندو هو.

(٢) **شيه‌بن ويوهه**- مگو مڇ جي شڪل جهڙو، چار ٽڪون، لمبو ۽ سڌهون، مٿهن ۽ چپ سان.

(٣) **سوچي ويوهه**- هي اڪ چلن جهڙا چڪر هوندا هوا. مٿهن فقط هڪڙو هوندو هو.

(٤) **سروتو ڀدر ويوهه**- هن ويوهه جا فقط اٺ پاسا ٿيندا آهن.

(٥) **شڪٽ ويوهه**- رٿ جي شڪل جهڙو.

(٦) **سرپ ويوهه**- هي نانگ جي شڪل جهڙو ڪنڊليدار ٿيندو آهي.

**يڌ جا قسم!** "مانترڪ يڌ اتم ۽ آگنيا سٽرن سان ٿيندڙ يڌ وچولي درجي جي آهي، شسترن سان ڪيل تمام هلڪي درجي جي ٿيندي آهي، شسترن سان ڪيل تمام هلڪي درجي جي ٿيندي آهي. مسترن (خاص وڏيءَ) سان ڪيل يڌ کي مانترڪ يڌ چئبو آهي، توپ ۽ بندوق سان گولا بارود وسائڻ کي ناالڪاستر چئبو آهي. هيءَ سڀ کان وڌيڪ خوفناڪ ٿيندي آهي. تير ڀالا انيادي شستر هلائي جا يڌ ڪئي ويندي آهي اها گهٽو ڪري بندوق ۽ توپن جي ناموجودگيءَ ۾ ٿي ڪرڻ گهرجي. هڪبئي ۾ مڪا مڪي يا وار پٽي جا ويڙهه ڪئي ويندي آهي اها باهو يڌ آهي."

**ڏرم يڌ ۽ ڪوٽ يڌ!** آچاريه شڪر ڏرم يڌ ۽ ڪوٽ يڌ ۾ فرق ڪيو آهي. ڏرم يڌ ۾ گهٽ نيمن ۽ و

”وجئي ليڻ تي راجا کي گهرجي ته هو ششڪن (سپاهين) کي سندن بهادري انوسار ان هٿ آيل مال مان پورو حصو ڏيئي کين خوش ڪري. وجئي راجا کي شترو ڪان واجب (جنگ جو) عيوضو وٺي انجو سارو ملڪ يا انجو حصو پنهنجي راڄ جي ماتحت ڪرڻ گهرجي؛ ان ڪانپوءِ ان وجئه ڪيل ديش جي پرجا کي به خوش ڪرڻ جو يتن ڪرڻ گهرجي.“

ان طرح يڏ ڪانپوءِ رواجي سيما کي وجئه (فتح) ڪيل ديش ۾ ڪلي ڦرلٽ ڪرڻ جي آچار، شڪر سخت خلاف آهي، ۽ ان تي نيڪ نيڪ عمل ٿيندو هو. سليمان سوداگر لکيتو:-

”هندوستان ۾ هڪ راجا ٻئي سان يڏ آرنڀ ڪندو آهي ته انجو اهو وچار بلڪل گهٽ هوندو آهي ته هو ٻين جي راڄ تي پنهنجو اڌڪار جمائي. جڏهين ڪوئي راجا ٻئي تي وجئي (فاتح) ٿيندو آهي ته هو هارايل راجا جي ڪٽنب مان ڪنهن هڪ کي جيتيل ملڪ جو راجا بڻائي ڇڏيندو آهي.“

يوناني راجدوت مئگسٿنيز لکيتو:- يڏ جي سمي مخالف ڌريون هڪٻئي جو خاتمو ڪنديون آهن، ليڪن هارين کي تڪليف نه ڏينديون آهن. شترو جي ديش کي ساڙي تباهه ۽ برباد نه ڪيو ويندو آهي ۽ نه انجي کيتي خواهه وڻن کي برباد ڪيو ويندو آهي.

**ان طرف يڏ ويا‌ڳم سماپت ٿيو.**

ان زماني ۾ نياءُ وڀاڳ (عدالتي ڪاتو) جوڙجڪي ڪاتي کان بلڪل جدا هوندو هو، راجا اُهن ٻنهي جو لاڳاپو پيدا ڪندڙ هوندو هو. پراڊ وواڪ (چيف جسٽس) ان ڪاتي جو مکيه اڌيڪش هوندو هو. ”نياءُ وڀاڳ جو جوڙجڪي ڪاتي جي ماتحت نه هئڻ سان ئي پورو پورو نياءُ (انصاف) ۽ پرجا تي ڌرم شاستر انوسار راڄ ممڪن ٿي سگهيٽو. اگر جج ۽ حاڪم هڪ ئي ماڻهو هوندو ته اتياچاري ۽ سوارٿي عملدارن تي نياءَ ۽ قانون جو ضابطو رکندڙ ڪوبه رهندو. ان اوستا ۾ حاڪمن جو لاڙو بگڙڻ طرف ئي رهندو پرجا جي دک پرين آهن تي ڌيان ڏيڻ وارو ڪوبه سگهي شالي انتظام نه رهندو. ان ڪري راڄ جي ڪلياڻ کي درشٽي (نظر) ۾ رکي نياءَ وڀاڳ ۽ جوڙجڪي ڪاتي جو جدا هئڻ نهايت ضروري آهي.“

## پرڏان نيايا ڌيش (Cheif Justice)!

”راڄ جي پرڌان نيايا ڌيش (چيف جسٽس) جو ڪم گهڻو ڪري راجا کي ڪرڻ گهرجي. پر جن حالتن ۾ هو ائين نه ڪري سگهي ان اوستا ۾ پنهنجي جاءِ تي ويدن جي سٺي ودوان، جتيندريه، اوچي ڪل واري ٻين جي دل نه ڏکوئيندڙ، مضبوط ارادي واري، پرلوڪ کان ڊڄندڙ، ڌرماتما ۽ ڪروڌ کان رهت براهمڻ کي نياءَ وڀاڳ (عدالتي ڪاتي) جو اڌيڪش بڻائي. اگر ڪوئي براهمڻ ان جهڙو نه ملي يا براهمڻ جي نسبت ۾ ڪوئي

رکندو هو تسڪي ڏاڙي ۽ چوري وغيره جي معاملن
کي ڇڏي باقي آستاني (Civil) ڪيسن جي فيصلن
جا اڌڪار ڏيندو هو. پشچات ۽ نيڊين ڪورٽن کان ٽيڻ
ڪاڻپوءِ ٿي ڪيس، راجا (يا چيف جسٽس) جي ڪورٽ
۾ ويندو هو.

**شڌوايون!** "هڪ ٿي ڪيس ۾ جوري ڪميشن ۾
تبديلي ڪري يا ان جون گهڻيون شڌوايون ڪري وچار
ڪيو ويندو هو:-
"ڪورٽ جورين سان جدا جدا هڪ دفعو ٻه دفعا
ٽي دفعا يا چار دفعا ٻه وچار ڪري فيصلو ڪري."
"راجا کي گهڻڪ ۽ ليکڪ اهڙي قسم جا رکڻ گهرجن
جي سڀ شاستر ۽ ٻوليءَ جي نقص کي ڄاڻندڙ ۽ جدا
جدا ڀاشائن ۾ قابل هجن.""

**نياءِ آليه (Court)**
**ڌرما ڌيڪرڻ!** نياءِ آليه (ڪورٽ) کي اڳي
ڌرما ڌيڪرڻ چيو ويندو هو ڇاڪاڻ ته ڪورٽ ۾
ڌرم شاستر ۽ نيتي شاستر جي آڌار تي ٿي ڪيسن ۽
جهڳڙن جو فيصلو ڪيو ويندو هو. آچاريه اڪيٿو:-
"هن ڌرم سڀا (ڪورٽ) ۾ ويهڻ وارن کي ڏسڻ جي
...چا وارو راجا، قابل منترين ۽ براهمڻ سان داخل ٿئي ۽
...يايه جي آسڻ تي ويهي آيل مقدمن کي ڏسي، مدعي
مدعاعليه ٻنهي ڏي هڪ نظر رکي، راجا ٻنهي طرفن
بيان ونئي، روزانو ديش ۾ ٿيندڙ مثالن ۽ شاسترن ۾

اهڙي طرح اگر ڪورٽ جا جوري ٻه ڪڍهين ان طرح ڪي جو ڪجه لکي ڇڏين ته راجا انهن کي ٻه چوري جي سزا ڏئي.“

**فريادي کي سزا!** ”اهو فريادي سزا جي لائق آهي جيڪو تيزي ۽ سختي سان ڳالهائيندڙ، مغرور ۽ ڪروڌي هجي يا ججن جي برابر ڪرسيءَ تي وهڻ جي ڪوشش ڪري.“

**فرياد ۽ شاهدي!** فريادي جي لکيل پرارٿنا کي **آويدن پتر** چئبو آهي. چيف جسٽس خواهه پين ججن (يعني هيٺين ڪورٽن) جي سامهون بيان ڏيندي پاشا اهڙي سولي هئڻ گهرجي جنهن کي هرڪ سمجهي سگهي. مدعيءَ جي ان آويدن پتر کي فرياد سمجهڻ گهرجي. جج اگر واجب سمجهي ته مدعي طرفان پيدايل شاهدن کانسواءِ پين جون ٻه شاهديون وٺي سگهيٿو يا انهن مان ڪجه شاهديون بيڪار سمجهي ڇڏي ڏئي (يعني دمت ڪٽي) ان فرياد کي فريادي جي صحيح ڪرائي ڪورٽ جي مهر هڻي ڇڏجي.“

”ڪورٽ جا جيڪي جوري (Jury) حسد ۽ لالچ جي ڪري بي انصافي ڪن، راجا انهن کي پوري سزا ڏيئي ان عهدي تان خارج ڪري ڇڏي.“

**وارنٽ** (Warrant)! ”راجا فريادي جي بيان جي، واجب ۽ بي واجب ڳالهين تي وچار ڪري فرياد

کي پوري طرح پڌرو ڪالپوءِ راجا ان فريادي کي ڪورٽ ڪان ٻاهر موڪلي ڏئي. پوءِ ان ڏوهہ ۾ قبول ڪندڙ جوابدار کي راجا پهچڻي آڳيا سان پڪڙائي ڪورٽ ۾ حاضر ڪرائي جوابدار جي ان طرح پڪڙڻ کي **آسيٽ** (وارنٽ) چئبو آهي. اهو آسيٽ (وارنٽ) استان، سمي، ٻاڌا ۽ ڪارڻ جي لحاظ کان چئن قسمن جو ٿيندو آهي. جوابدار کي گهرجي تہ پلجي ۾ ڪنڌهين ان آسيٽ جي الترائي نہ ڪري."

"ہو جيڪو ڪامورو جوابدار تي وارنٽ تعميل ڪندي انکي ناجائز طرح تنگ ڪري اهو خود ڏوهي آهي."

سمن (Summon)! جنهن جو ڪيس هجي ۽ جنهن تي ڪيس هجي يا جنهن تي ڏوهہ هئڻ جو شڪ هجي انکي راجا پهچڻي مهر سان نشان ڪول **آڳيا** (سمن) سان ڪورٽ ۾ گهرائي. انهن سمن دوارا راجا بيمارن، ٻارن، ٻڍن، پليتن ڪم ۾ مشغول، مصيبت زده، دکين، سرڪاري ڪم ۾ مشغول، جلسن ۾ مست ۽ تڪليفن ۾ پيل ماڻهن کي نہ سڏائي. اڪيلي نوجوان ڪنيا، ڪٽنب جي مکيہ استري، گرڀ وتي، اوچي ڪل جي ڪنيا، ۽ وڏوا استرين کي بہ راجا سمن دوارا زبردستي ڪورٽ ۾ نہ گهرائي."

"ساڳي طرح شادي جي ڪمن ۾ مشغول، بيمار، يگيہ ۾ مشغول، اوچتو مصيبت ۾ آيل، ڪنهن ٻئي

ڪيس ۾ قاتل، ڌارون (مال چاڙهيندڙن) هارين، ڪاريگرن،
پٽ ۾ ويل ۽ نا بالغن کي به سمن ڪيڏي نه گهرائي۔"
"۽ اگر ڪم تمام گهڻو ضروري هجي، انهن کانسواءِ
نه ٿي سگهندو هجي ته راجا کي انهن کي به سمن ڪيڏي
سڏائڻ گهرجي۔ ۽ ان اوسٿا ۾ سندن گهرائڻ ۽ پهچائڻ
جي لاءِ تيز رفتار سواريءَ جو پورو بندوبست راجا
کي ئي ڪرڻ گهرجي۔"

**پرتينڌي** (Pleader)! "نيتيءَ (قانون) کان
ناواقف مدعي يا مدعاليه پنهنجو طرف مضبوط ڪرڻ
لاءِ ڪنهن لائق **نيتي وان** (قانوندان) کي پنهنجو
**پرتينڌي** (پليڊر يا وڪيل) مقرر ڪري سگهيٿو.
مورک، پاڳل، پوڙهي، استري، ٻار ۽ بيمار جي پاران
سندن ڪو به مائٽ يا ٻيو مقرر ڪيل ماڻهو سندن طرف
پيش ڪري سگهيٿو. اگر ڪنهن فريادي يا جوابدار جي
ڪيس کي سندن پيءُ، ماءُ، مائٽ، درست، ياءُ يا
ٻيو ڪو واقف وڌيڪ چڱي طرح پيش ڪرڻ چاهي ته
انهن کي ان لاءِ آگيا ڏيڻ گهرجي. جيڪو جنهنجي چوڻ
سان ڪم ڪري اهو ڪم ان چوڻ واري جوئي سمجهيو
ويندو، انجو پنهنجو نه. وڪيل جيڪي ڪجهه چويٿو ته
اهو سندس اصيل جو بيان سمجهڻ گهرجي۔"

**وڪيل جي في**! "ڪيس کٽڻ تي جيڪو ڌن
پراپت ٿئي انجو سورهون ($\frac{1}{16}$) حصو وڪيل کي سندس

معمس (وڪالت) جي (في) ڏيڻ گهرجي. هٿين ڪيس
۾ حرح جو اندازو ڏلڏو وجي ليٽن تيٽن وڪيل جي في
گهٽ تبديل ٿيندي رهندي آهي. اها في ڪيس جي خرچ
جي آڌار جو ۱/۲۰-۱/۴۰ يا گهٽ ۾ گهٽ ۱/۶۰ حصو
لڳڻ گهرجي. اگر هڪ ئي طرف جا وڪيل مقرر ڪيا
وڃن ته انهن جي في ٻيڻي ٻه لک سان مقرر ٿيڻ گهرجي.“

**وڪيل جي لياقت!** ”وڪيل، سمرتي، نيتي ؟
رواجن جو ڄاڻو هئڻ گهرجي. لبتي (قانون) جي آڌار
لي ئي ڪيس پنهنجو طرف مضبوط ڪرڻ گهرجي، ۽
اگر رشوت الياڊي ڏيئي پنهنجي فائدي ۾ فيصلو حاصل
ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ته انکي ٻه سزا ملڻ گهرجي.
ضرورت پوڻ لي ڪيس لاء راجا کي خود (سرڪاري)
وڪيل مقرر ڪرڻ گهرجي. اهو وڪيل اگر لالچ ۾ اچي
پنهنجي فرض ادائي ڪرڻ ۾ گسي ته انکي ٻه سزا ملڻ
گهرجي، فريادي خواه جوابدار کي راجا پنهنجي مرضي
موجب وڪيل ڪرڻ لاء مجبور نه ڪري. جيڪو ماڻهو
نه فريادي نه جوابدار مان ڪنهن جو مائٽ آهي ۽ نہ
وڪيل آهي اهو اگر ڪنهن ڪيس جي فريادي خواه
جوابدار جي ٻاري ۾ سا ٻڌڻ جي ڪجه ڳالهائي ته انکي
ٻه سزا ملڻ گهرجي. ڪيس آرلپ لڳڻ لي اگر فريادي
يا جوابدار جو مرلبوئي پوي ته ان ڪيس کي سندن پٽ
يا ڪو مائٽ جاري رکي سگهندا.“

**وڏا ڏوهه!** ”هنن ڏوهن جي جوابدارن کي وڪيل ڪرڻ جو اڌڪار نہ هئڻ گهرجي. انهن ڪيسن ۾ جوابدار خود پنهنجو طرف مضبوط ڪري:- خون، چوري ويچار، ناپاڪ شيءِ جو استعمال ڪرڻ، پاڻهن پچائڻ، زوري ڪرڻ، جعلسازي ۽ ڌاڙو.“

**ضمانت** (Bail)! ”اگر ڪوئي ماڻهو ڪورٽ ۾ راجا جي آڳيا سان مغروري يا خانداني گهمنڊ جي زور تي اچڻ کان انڪار ڪري تہ انکي وري ان ڏوهہ لاءِ ۾ ڪيس جي آڌار تي سزا ملڻ گهرجي. ڪيس هلندي فريادي يا جوابدار کي اگر ضروري ڪم تي پوي تہ انهن کي ضمانت تي ڇڏي سگهبو. جيڪو ماڻهو انهن جي ضمانت کڻي انکي ڪورٽ ۾ هيءَ پرتگيا ڪرڻ گهرجي:- مان پرتگيا ٿو ڪريان: تہ هي ماڻهو (جوابدار) جيڪي ڪجهہ نہ ادا ڪندو اهو مان ادا ڪندس. هنکي مان فلاڻي تاريخ تي ڪورٽ ۾ ضرور حاضر ڪندس. ان ڳالهہ جو توهان (ڪورٽ) ڪو فڪر نہ ڪريو. جيڪو ڪم هي نہ ڪندو اهو مان ڪري ڏيندس. هي ماڻهو فلاڻو ڪم ڪندو آهي توهان وشواس رکو هي ڌوکو نہ ڪندو.“ ان طرح جيڪو ماڻهو ضمانت کڻي اهو ايماندار شاهوڪار، هوشيار ۽ عزت وارو هئڻ گهرجي.“

**فرياد** (Complaint)! ”فريادي کي پنهنجو طرف (Prosecution) اهڙي طرح رکڻ گهرجي جنهن ۾ شڪ جو گمان نہ هجي ۽ سندس دليل شڪي ۽ ناممڪن

**ڪيسن جا ڏنگ!** رواجي حالت ۾ جهڙي ڏنگ سان نمبروار ڪيس اچن انهن کي اهڙي ئي ڏنگ سان هلائڻ گهرجي، يا ڪيس جي پوزيشن جي لحاظ سان انهن جو نمبر (Serial) مقرر ڪرڻ گهرجي. جيڪو ڪيس جيترو وڌيڪ نازڪ (سنگين) هجي اهو اوترو جلد نيڪال ڪرڻ گهرجي يا ڪيسن جي نمبر موجب ڪيسن جون تاريخون (شنوايون) مقرر ڪيون وينديون.

**شاڪشي ساک (Wittness)!** ڪيسن ۾ شاڪشين (شاهدين) جو درجو وڌيڪ اهميت ٿو رکي ان ڪري ان باري ۾ آچاريه شڪر وستار سان اهم مقرر ڪيا آهن جي مختصر طور هي آهن:-

تنو ۽ ڇل، تنو سچي شاهديءَ کي چئبو آهي ۽ ڇل ڪوڙي شاهدي کي، جنهن کي انهن ٻنهي جي سڃاڻپ ڪرڻ لاءِ پورو يتن ڪرڻ گهرجي. شاهدين وٺڻ ۾ دير نه ڪرڻ گهرجي نه ته انهن مان وڌيڪ ۽ ڏوکو پيدا ٿي ٿو سگهي. سڀ شاهدين مدعي ۽ مدعاليه ٻنهي جي موجودگيءَ ۾ وٺڻ گهرجن."

**شاهدين لاءِ هدايتون!** جنهن ماڻهوءَ جو دماغ، حافظو ۽ ڪن خراب نه آهن، جيڪو ماڻهو گهٽ ڏينهن ڪانپور ۾ پنهنجي ڳالهه نه ٿو بدلي اهو ئي شاهد بڻجڻ جي لائق آهي. شاهد گهڻو ڪري ڪنهن جڳهه جو مالڪ، سونتر، عقلمند، پرديس ياترا نه ڪندڙ ۽ جوان هئڻ گهرجي.

استرين جي شاهدي استرين جي ڪيس ۾ ورتي ويندي. خون، ڌاڙو، ايمان (بيعزتي) ۽ زالن جي ڀڄائڻ وارن ڪيس ۾ شاهدن کي گهڻي اهميت نه ڏني ويندي. ٻار، زال، مائٽ ۽ دشمن جي شاهدي نه ورتي ويندي. ڪورٽ ۾ آيل شاهد کي شاهدي ڏيڻ لاءِ چيو ويندو ۽ جو انڪار ڪري نه سگهي سزا ڏني ويندي. ان طرح ڪنهن وارث کي شاهدي ڏيڻ لاءِ سڏايو ويندو ۽ جو اچڻ کان انڪار ڪري يا ڪوڙ ڳالهائي ته ان کي به سزا ڏني ويندي."

"شاهدن جي اچڻ تي جج کي گهرجي ته هو کين سچ سچ چوڻ لاءِ چڱي طرح سمجهائي (جيئن اڄڪلهه ڪورٽ ۾ جج چوندو آهي ته ايشور کي ساکي سمجهي سچ چوندس) ۽ انهن جي شاهدي ٻڌڻ کانپوءِ وڪيلن کي ڳالهيون آڏي ڀڃا ڪرڻ جي آگيا ڏني."

"ڪنهن ڪيس جو فيصلو ڪرڻ لاءِ فقط شاهدن تي نه ڀاڙڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته شاهد ڪيترائي دفعا ڊپ، لوڀ، ڌڪ ۽ ڪروڌ کان ڪوڙ ڳالهائيندا آهن."

۱ مُدرا پتر (Stamp Paper) ! مُدرا پتر (اسٽامپ پيپر يا دستاويز) کي لکت چيو ويندو آهي. اهي لکيت ٻن قسمن جا ٿيندا آهن. راڄڪيه (Official) ۽ لوڪڪ (Non Official)، اهي وري ۽ ملڪ جي لحاظ کان ٻهتي قسم سان لکيل يا ڪنهن ٻئي عرضي اوس

(Stamp Vendor) جي هٿان لکيل شاهدي سميت يا بنا شاهدي جي ٿيندا آهن. لؤڪڪ لکت (نان آفيشل) هن ستن ڪمن لاءِ ٿيندا آهن:- حصو، دان، وڪرو، قبوليت، ملڪيت، پائيواري ۽ قرض، راڄڪيه (آفيشل) لکت هئي ٽن ڪمن لاءِ ٿيندا آهن:- سرڪاري حڪم، اوليس ۽ فيصلا.. ”ٻنهي جي حصن سنبنڌي سيني لکتن (دستاويزن) تي ڏن جي اڌ ڪارين جون صحيحون ضرور هجڻ گهرجن نه ته اهي اهڙو معتبر نه. سمجهيا ويندا. ملڪيت ۽ ڏن جي سيني دستاويزن تي شاهدن ۽ زميندار يا ڳوٺ جي ڪاموري جون صحيحون هجڻ گهرجن. سرڪاري دستاويزن تي راجا جي مهر ۽ ان ڪاتي جي آفيسر جي صحيح هجڻ گهرجي. انهن دستاويزن تي ڪال، سال، مهنو، پکش، تاريخ، سمو، پرانت، شهر، استان، جاتي، شڪل شبيهه ۽ عمر اياڊي (وغيره) سڀ داخل هجڻ گهرجن. جن دستاويزن تي اهي سڀ داخل نه هوندا اهي تمام ڪمزور سمجهيا ويندا، جنجو سلسلو يا ڀاشا ٺيڪ نه هوندي اهي بيڪار سمجهيا ويندا، جيڪي دستاويز مدي ختم ٿيڻ کانپوءِ لکيا ويندا يا جي پاڳلن، ٻارن يا استرين کان لکايا ويندا اهي معتبر نه سمجهيا ويندا.“

(اجا به اهو چوڻ جي گنجائش رهندي نه آريه لوڪ لکي پڙهي ڪونه ڄاڻندا هئا؟)

**زمين جو ورثي هجڻ!** آچاريه شڪر جي راءِ

موجب زمين تي لاڳيتو رهائش جي اڌڪار کي سوبڪار ڪرڻ گهرجي:-

”ڪنهن شخص جو جي ڪڏهن زمين سان ڏور استعمال ڪرڻ جو لاڳاپو لاڳي ته ان زمين تي هو پنهنجو اڌڪار ثابت ڪري سگهي جاڳي هن اعلا دستاويز تي ڇونه لڪائي ورتي هجي. ڪنهن شخص جي ڪاد لعلي، متحرڪ يا غير متحرڪ ملڪيت ۾ اگر لاڳيتو ڪنهن ٻئي شخص جي هٿ ۾ رهي ته ان تي اهو اڌڪار اٿو رهي. ڪنهن شخص جي زمين اگر لڳا تار ويهن سالن کانپوءِ ڪنهن ٻئي ماڻهو جي هٿ ۾ رهي ته ان تي اهو اڌڪار اٿو رهي. بنا دستاويز لکائي ۾ اگر ڪوئي ماڻهو لڳاتار سٺ سالن کانپوءِ ڪنهن زمين کي استعمال ۾ آڻيندو رهي ته اها زمين انجي ٿي ويندي. هيٺين تي مدي گذرڻ بعد ۾ مٿيان قانون لاڳو ڪونهن:- گروي، سرحد جي زمين، نابالغن جي جائداد، ٽرسٽ جي ملڪيت، داسين جو ڏن، سرڪاري ڊول ۽ ودوانن لاءِ ڏنل ملڪيت.“

**آمدني ۾ جا حصا!** ڪنهن گڏيل ڏنڌي (Company) مان جا آمدني ٿيندي آهي ان جا حصا (Shares) ڪرڻ لاءِ شڪر ليتي سار ۾ ڪوب وستار سان ورتل آهي. مختلف ڪمپنين ۾ آمدني جي حصن جو طريقو مختلف ليندو آهي. ڪجھ هي آهن:-

”جيڪي ڪمپنيون سون، اللہ ۽ رس الباذي جو

واپار ٿيون ڪن تنهن جي آمدني (Income) جي وراهست حصيدارن (ShareHolders) جي حصن جي انداز سان ٿي ٿيڻ گهرجي. جيڪي حصيدار (شيئر هولڊر) حصن جي شروع ڪان مقرر ڪيل رقم برابر، گهٽ يا وڌيڪ مقرر وقت تي ڏين؛ ڪمپني طرفان حصيدارن جي لاءِ مقرر ڪيل بيا ڪم به ڪري ڏين تنهنجو پنهنجي حصي (Share) جي انداز سان آمدني تي پورو اڌڪار آهي."

**ڪجهه ٻيا نيم!** "جيڪو چور کان، مالڪ جي پڇڻ کانسواءِ ڪنهن ٻئي شخص کان يا ڳجهي طرح ڪوئي سامان خريد ٿو ڪري ته اهو به چور جي طرح سزا جي لائق آهي."

"جڏهين وياج لي ورتل رقم جو وياج مور کان بيڻو ٿي وڃي ته پوءِ ان تي وڌيڪ وياج نه لڳائڻ گهرجي."

"ڪنهن نقلي شيءِ کي اصلي چئي وڪڻندڙ کي چوري جي سزا ڏيڻ گهرجي."

"راڄا روزاني چاندي جي وڪري جو پنجون، چوٿون، ٽيون يا اڌ حصو ٽڪس جي شڪل ۾ وصول ڪري ان کان وڌيڪ نه."

"جيڪو ماڻهو ڌاتن ۾ کوٽ ملائي انهن کي وڪڻي انکي بيٽي سزا ڏيڻ گهرجي"

**ان طرح مختصر طور نياءِ وياڳه سماپت ٿيو.**

**مالي کاتو (Finance Department)!**

**راجڪيہ آير ويير!** آچاريہ شڪر سرڪاري آہ ويہ (آمدني ۽ خرچ) لي جمڪي وستار سان لکيو آهي اهو معلوم ڪري براچين پارسہ جي ڪمال جو هڪ ثبوت باب اسالجي ساهون تو اچي. آمدني جا ذريعا، خرچ جا طريقا، سرڪاري ملازمن کي پيشن، سکن جي قيمت، انهن جو باقاعده استعمال، مطلب ته مالي کاتي جي هرحصي جو آچاريہ شڪر بيان ڪيو آهي. سورهين صديءَ جي فرانس جي مشهور راجنيتي جاڻو بوڊن (Jean Bodin) سرڪاري آمدني جا فقط ڇهہ ذريعا بڌايا آهن ليڪن آچاريہ شڪر هزارها سال اڳ ان آمدني جا اٺ ذريعا بڌايا آهن.

*آمدني جا ذريعا!* شڪر ليتي سار ۾ آمالہ (روينيو وزير) جي فرض جون هدايتون ڪندي ڪيس هين اون ساڌن (ذريعن) سان آہ (آمدني) براپت ڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي:-

(۱) ڀاڱہ- ڀومي ڪر (ڍل).
(۲) شلڪ- وڻج واپار تي محصول.
(۳) ڏنڊ- مقدمن (ڏنڊن) مان آمدني.
(۴) اڪرشلپچيا- برڪرتي (قدرت) دوارا اپن ٿيندڙ پداوار.
(۵) آرڻيڪ- ٻيلن مان پيداوار.

(٦) **آڪر-** ڪاٺين دوارا آمدني.
(٧) **نڌي-** راشٽر (سرڪار) جيڪو ڌن امانت (Deposites) طور سيٺين شاهوڪارن وٽ رکيو هجي انجي آمدني (وياج).
(٨) **اسواهڪ-** جنهن سمپتي (ملڪيت) جو ڪوئي مالڪ نه هجي (يعني لاوارث ملڪيت).
(٩) **ترسڪرا هت-** ترسڪر جاتين دوارا پراپت.
انهن نون ساڌنن مان چوٿون، ستون، اٺون ۽ ناون اءِ چار ساڌن راشٽر (سرڪار) جا دائمي (Permanant) ساڌن ڪونهن انهن جي آمدني جي پڪي خاطري ڪانهي. انهن سڀني لاءِ شڪر نيتي سار ۾ هي هدايتون آهن:-
**واڻيجه ڪر-** (شلڪ) هيءَ ڪر (محصول) ٽئڪس ۽ ايڪسائيز (Excise) انهن ٻن نمونن ۾ لڳايو ويندو هو:- ”گراهڪن (خريدارن) ۽ واپارين جي مال تي لڳايل راج ڪر (سرڪاري محصول) کي شلڪ چئبو آهي. اهو محصول سرحدن تي (Tax) ۽ مارڪيٽن ۾ (Excise) لڳايو ويندو آهي. هر پدارٿ (شيءِ يا جنس) تي ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ هڪ دفعي محصول ضرور لڳڻ گهرجي. ڪنهن پدارٿ تي ٻيڻو محصول نه لڳڻ گهرجي. ڪنهن پدارٿ (شيءِ) جي موليه (قيمت) جو ٣٢ حصو ان تي محصول لڳائڻ گهرجي. ٢٠/١ يا ١٦/١ حصو محصول لڳائڻ سان به شين جي قيمت ۾ ڪو خاص گهڻو فرق نٿو اچي. اگر ڪو ماڻهو خريدي قيمت کان به گهٽ اگهه

تي پيهنجو سامان وڪڻي رهيو هجي ته هين ان تي محصول نہ لڳائڻ گهرجي. محصول ته هين لڳائڻ گهرجي جڏهن وکرو ڪندڙ کي ڪافي لاڀ ٿي رهيو هجي.“

**يومي ڪر-** (يوگ) ڍل جو اگهہ زمين جي اپت انوسار مختلف مقرر ڪرڻ گهرجي. ”انهن زمينن تي جيڪي تلاءُ، ابر، کوهہ، برسات يا ندي سان آباد ڪيون وڃن ٿيون، تن جي اپت انوسار اپت جو چوٿون، ڇهون يا اٺون حصو ڍل لڳائڻ گهرجي. جيڪا زمين غير آباد ۽ بنجر هجي انهي اپت جي ڇهين پتي تي ڍل وٺڻ گهرجي.“

”اهڙي کيتي سنئون مقرر ڪرڻ گهرجي جنهن سان زميندار کي پنهنجي ڪل خرچ (جنهن ۾ سرڪاري ڍل نہ شامل آهي) کان ٻيڻو لاڀ اوس ٿئي.“

”جيڪو ماڻهو اجا تائين ڪم آرنڀ ڪن، تن زمين تي کيتي آرنڀ ڪن انهيءَ جيڪي کوهہ، نهر يا تلاءُ آدي کوٽائي رهيا هجن انهن تي ايستائين سرڪار کي ڍل نہ لڳائڻ گهرجي جيستائين خرچ کان آمدني ٻيڻي اچڻ لڳي.“

”سرڪار کي هارين جي آمدني ڏسي تي انهن تي ڍل لڳائڻ گهرجي.“

”راجا کي زميندارن کان ڍل ان طرح وٺڻ گهرجي جهڙي طرح مالهي وڻن مان گل چانهدو آهي، جيئن زميندار جو ناس نہ ٿئي. ڍل ڪي ٿلي جي واپارين جي طرح نہ وٺڻ گهرجي.“

**ڪنج ڪر** - ڪاڻين جي پيدايش تي محصول جو اگهه هن طرح آهي:-

”سون تي پنجاهه 50% سيڪڙو، چانديءَ تي سوا ٽيٽيهه (33⅓%)، لوهه ۽ جست تي سوا ڇهه (6¼%) هيرن، ڪاڻ جي شيشي ۽ شيهي تي پنجاهه (50%) سيڪڙو کڻڻ ڪر لڳائڻ گهرجي.“

**جنگلات** - هي ٻيلن جي گاهه ۽ ڪاٺين وغيره تي محصول هوندو هو. هن جو اگهه هي آهي:-

”ٻيلن جي اُپج جي انوسار هي اگهه 33⅓% سيڪڙو 20% - 12½% - 10% يا 5% سيڪڙو هڻڻ گهرجي.

**پشو ڪر** - هي پالتو جانورن تي محصول هوندو هو، هن جو اگهه:-

”ٻڪري، رڍ، ڳانءِ، مينهن ۽ گهوڙن جي جيتري سنکيا (انداز) وڌي انهن جي قيمت تي 12½% سيڪڙو محصول لڳائڻ گهرجي. ۽ ٻڪرين، ڳاين، تنا مينهين جي کير مان جيڪا آمدني ٿئي ان تي 6¼% سيڪڙو محصول لڳائڻ گهرجي.“

انکانسواءِ جڳهين تي هائوس ٽئڪس (House Tax)، وياج، رستن دوڪانن ۽ مارڪيٽن تي به محصول ورتو ويندو هو. وقت تي راشٽر جي ڀلي ڪان محصول جو اگهه ڪڏهين وڌائي به سگهبو هو. ڏڪر جي سمي يا ٻي آفت اچڻ تي سرڪار شاهوڪار سيٺين کان قرض طور ڌن وٺندي

هئي جو آمت ٽڙ ٽي کين وياج سميت واپس ڏنو ويندو هو. ڏن وڌائڻ جا سڀ ذريعا اختيار ڪيا ويندا هوا جيڪي ماڻهو پنهنجي ڏن جو جائز استعمال نه ڪندا هئا ان جي ملڪيت ڪسي سرڪار پنهنجي ڪندي هئي، اليادي اهي سرڪار جي آمدني جا ساڌن هوندا هوا.

**مدرا پڌتي (Currency)!**

ان سمي مدرا (سڪي = .Coins) جو بلڪل عام رواج هوندو هو ساروڪار وار ان دوارا هلندو هو. آچاريه شڪر انجو وستار سان ورڻن ڪيو آهي:-

"اهي چيزون جي مسسار بر لمام گهٽ پاليون وڃن ٿيون، هيرن جي اگهه سان وڪامنديون آهن. ڪنهن شيءِ جو موليه (اگهه) سمي ۽ استان جي انوسار مقرر ٿيندو آهي. غير ضروري شين جو ڪو اگهه ڪونه ٿيندو آهي. مهانگا اگهه، مڌير (وچولا) اگهه ۽ سستا اگهه سڀ عقلمندن جي وهنوار انوسار مقرر ٿيندا آهن."

ان سمه ڌاتن ۽ هيرن جو اگهه هن طرح هو:-

"هڪ رتي هيري جو اگهه پنجه سورڻ مدرائون (سونن سڪن) جي برابر ٿيندو آهي. اگر هيرو هڪ رتي کان وزندار ۽ شڪل بر وڏو هجي نه انجو اگهه ٢٥ سورڻ مدرائون ٿيندو آهي."

ان مضمون بر مختلف قسمن ۽ هيرن جا اگهه ڏنل آهن. موتين جو اگهه هن طرح ڪڍيو ويندو آهي:-

ڪ موتي جون ڪترائون رتيون وزن هجي انکي

باقي ٣/١٢ = ١/٤ وقتي ضرورتن لاءِ خزاني ۾ جمع ڪندو ويندي."

انجو اهو مطلب ٿيو ته پرجا جي انتي لاءِ سرڪاري آمدني جو اڌ (١/٢) خرچ ڪيو ويندو هو.

بچت ڌن جو خزاني ۾ رکيو ويندو هو اهو سڪن ۾ ئي ڪونه هوندو هو:-

"هر سال جيڪو ڌن ايندڙ ضرورتن جي لاءِ بچايو وڃي اهو سڀ ڌن سڪن (Coins) ۾ ئي نه بچائڻ گهرجي، پر ان جي ڪجهن حصي جو اناج، دوائون، ڪاٺين جون شيون، گاهه، ڪانيون، استر، شستر، بارود، برتن، ڪپڙا وغيره خريد ڪري جمع ڪندو وڃڻ گهرجي؛ اهو سامان ضرورت پوڻ وقت ڏاڍي ڪم ايندو آهي."

## راج ڪرمچارين جا پگهار!

ويتن (پگهار)! "سرڪار نه ته ڪنهن جو پگهار ڪاٽي ۽ نه ڪنهن کي دير سان ڏئي."

"جيتري پگهار سان ملازم جو پنهنجو ۽ سندس ماتا پتا آدي ڪٽنب جو پالن ٿي سگهي اوترو پگهار مڌيم (وچولو) پگهار آهي. انهن جي پالن ڪانسواءِ ڪجهه وڌيڪ ملڻ تي شريشٺ (اتم) پگهار سڏبو آهي. جنهن پگهار سان فقط هڪ ئي ماڻهو جو پالن ٿي سگهي سگهي اڪي هين (ليچ) پگهار چئبو آهي. راجا کي گهرجي ته هو انسان

جي لباس ۽ اوسار کيس پگهار ڏني. لائق انسان کي اِترو ئي پگهار ضرور ڏيڻ گهرجي جنهن مان سندس ۽ سندس ڪٽنب جو گذارو ڀلي طرح ٿي سگهي. جيڪي ملازم لائق هوندي به گهٽ پگهار تي رکيا ويندا آهن اهي راجا جا خود بطائل شترو آهن. اهي راڄا کي هر طرح جي هاڃي پهچائيندا آهن ۽ آخر اڳتي تي اهي شترو سان ملي ويندا آهن.“

”شودرن (هلڪي درجي جي نوڪرن) کي اِتري پگهار ڏيڻ گهرجي جنهن مان سندن پوڄن ۽ ڪٽنب جو گذارو ڀلي ٻرڪار ٿي سگهي. وڌيڪ پگهار ڏيڻ تي اهي مانس، شراب آدي ۾ خرچ ڪندا آهن، جنهنجو پاپ پگهار ڏيڻ واري تي ٿي پوندو آهي. نوڪر منڊ (ڍلا يا سست)، مڌيہ (وچولا) ۽ شيگهر (تڪڙ) آهن ٽن ٻرڪارن جا ٿيندا آهن. انهن جو پگهار به سر، مڌيہ ۽ شريشٽ انهن ٽن ٻرڪارن جو هئڻ گهرجي.“

نوڪرن کي موڪل (Recese)! نوڪرن کي گهرجي ڪم لاءِ هڪ ڏينهن ۾ هڪ پهر (٣ ڪلاڪ) ۽ رات جو ٽي پهر (٩ ڪلاڪ) چوٿي (رسيس) ڏيڻ گهرجي. ان طرح اٺن پهرن (٢٤ ڪلاڪن) مان چار پهر (١٢ ڪلاڪ) نوڪر کي موڪل ملندي. جيڪي نوڪر فقط ڏينهن جي لاءِ ٿي آهن تنکي ڏينهن ۾ اڌ پهر (١½ ڪلاڪ) چوٿي ڏيڻ گهرجي. جلسن وغيره تي به نوڪرن

کي موڪل ڏيڻ ضروري آهي پر ضرورت پوڻ تي
ٿڌهارن (وڏن ڏينهن) ۾ ڪانئن ڪم وٺي سگهجيٿو.“

**بيماري جي موڪل ۽ پگهار!** ”بيمار ٿيڻ تي
اگر ملازم پنجن مهنن جي موڪل وٺي ته انکي ان عرصي
مان ٽن مهنن جو ٿي پگهار ڏيڻ گهرجي. ۽ وڌيڪ لمبي
هڪ سال تائين بيماري جي موڪل وٺڻ تي اڌ پگهار ڏيڻ
گهرجي. ضرورت پوڻ تي پندرهن ڏينهن بيماري جي
موڪل بدا پگهار ڪاٽڻ جي (پگهار سان) ڏيڻي ڇڏڻ
گهرجي. اگر ملازم بيمار پوي ته گهٽ ۾ گهٽ هڪ ورهيه
تائين ته انکي خارج نه ڪري انجي جڳهه تي اوتري
وقت لاءِ ٻيو هڪ ماڻهو رکي ڪم هلائڻ گهرجي. اگر
تمام لائق ۽ قابل ملازم هجي ته هو جيستائين بيمار رهي
ڪيس اڌ پگهار ڏيندو رهڻ گهرجي.“

**پينشن!** ”جنهن شخص (ملازم) لڳا تار ٤٠ ورهين
تائين سرڪاري خدمت (نوڪري) ڪئي هجي تنهن
کي ان نوڪري ڪانپوءِ سندس آخري ڏينهن واري پگهار
جو اڌ پگهار عمر تائين پينشن طور ڏيندو رهڻ گهرجي.
اگر سندس مرڻ ڪانپوءِ ان جو ٻار، پٽ يا ڪنيا نابالغ
هجي، اٿوا استري جيئري هجي ته سندس پينشن جو
اڌ انهنکي ڏيندو رهڻ گهرجي.“

**انعام!** ”هڪ سال ڪانپوءِ ملازم کي سندس پگهار
اٺون حصو انعام طور ڏيڻ گهرجي. اٿوا ڪيل ڪم جي
اٺين حصي جو پگهار ڪم ڪرائي ٿي ڏيڻي ڇڏڻ گهرجي.“

**پراويڊنٽ فنڊ** (Provident Fund)! "مالڪ جي نوڪري ڪندي جڏهن ڊبهالٽ ٿي وڃي اندر پگهار سندس پٽ وٽ ڀڃائي ڏيڻ گهرجي. جيستائين سندس پٽ نابالغ رهي انکي سهائتا ڏيندو رهڻ گهرجي جڏهين هو بالغ ٿي وڃي تڏهن سندس لياقت انوسار انکي نه ڪنهن نوڪري تي مقرر ڪيو وڃي. ملازم جي پگهار جو ڇهون يا چوٿون حصو مالڪ کي پاڻ وٽ رکي ڇڏڻ گهرجي ۽ ٢-٣ سالن کان پوءِ سندس پگهار جو اڌ يا پورو حصو انکي ڏيئي ڇڏڻ گهرجي."

**ڪرمچارين تي ڏنڊ جو پرڀاءُ!** ڪٺور واڻي جو پريوگ (سخت ڪلامي)، پگهار جو گهٽ هئڻ، اپمان يا سخت ڏنڊ، انهن سڀني دوارا به راجا ڪرمچارين (ملازمن) جي دل ۾ شترتا جو ٻج ٿو پوکي. برخلاف انجي ملازمن کي ڏن ڏيڻ سان ڪين راجا پوري طرح پنهنجي وس ۾ ڪري ٿو ڇڏي. اڌم (تمام هلڪا) ماڻهو ڌن چاهيندا آهن، مڌيم (وچولي درجي) وارا ڌن ۽ مان ٻئي چاهيندا آهن، پر اتم پرش فقط مان چاهيندا آهن. چاڻاڪ نه مان ئي وڏن ماڻهن جو ڌن آهي."

آيہ ويہ جا ليکا پتر! راشٽريہ (سرڪاري) آيہ (آمدني) لٿا ويہ (خرچ) جا خوب وستار سان وسٿر آڏي ٿهيل هوندا هوا جيئن ان معاملي ۾ ڪنهن نرڪار جي گڙٻڙ نه ٿي سگهي. انهن ۾ آمدني، خرچ، وڌاڻ،

ڏيڻ، ڪهڙي ويا کي (ڊپارٽيمينٽ) ۾ خرچ ٿيو وغيره
جا کاتا نهيل هوندا هوا. انهن رجسٽرن تي وڏن آفيسرن
جون صحيحون ٿينديون هيون، انهن جي اجازت سان ئي
ڪو خرچ ڪري سگهبو هو.

## اڪائونٽ جي منظوري!

"اڪائونٽن تي انتم
منظوري راجا جي ورتي ويندي آهي. راجا کي گهرجي
ته صحيح (Signature) ڪرڻ وقت خرچ جي جانچ
پڙتال ڪندو ڪري. ان اڪائونٽ تي پراڏ وواڪ
(چيف جسٽس) دوست ۽ پنڊت کي اهو لکي ته "هي
ليکو (اڪائونٽ) پنهنجي وروڌ ڪونهي يعني نيڪ
(Correct) آهي، پنهنجن صحيحون ڪرڻ گهرجن.
وري اماتيه کي ان تي لکڻ گهرجي ته:-

"هي نيڪ لکيل آهي." وري سمنتر ان تي لکي
"هن تي نيڪ طرح سان وچار ڪيو ويو آهي." لڏهين
پرڌان هي لکي "هي لکيو (اڪائونٽ) سچ ۽ يٿارٿ
آهي." وري پرتينڌي اکي "هي سويڪار ڪرڻ لائق
آهي." وري يوراج ۽ پروهت نمبروار هي لکن:- "هي
سويڪار ڪيو وڃي." "۽ هي منظور آهي."
سڀني منترين (وزيرن) کي صحيح ڪرڻ سان گڏوگڏ
پنهنجي مهر به ڪري ڇڏڻ گهرجي. انت ۾ راجا ان
تي "سويڪرت آهي (منظور آهي) اهو لکي پنهنجي
مهر ڪري ڇڏي."

اگر ڀرراج آدي گهڻي ڪر هٿ ڪري خود، ان
ابکي (اڪائونٽ) کي نہ ڏسي سگهن تہ ان ۾ لکي
ڇڏين "الکي فلاڻي ماڻهو کي ٽيڪ طرح سان ڏيکاريو
ويو آهي." ۽ منتريءَ کي مهر ڪري انجي ٽيڪ ٺيڪ
جاچ پڙتال ضرور ڪرڻ گهرجي. اگر راجا وٽ سمي
نہ هجي تہ هو ان تي "ڏسي ڇڏيو" اهوئي لکي ڇڏي."

**آمدني ۽ خرچ جو ليکو!** "رجسٽر (ڪئش بڪ
يا مرادي) ۾ ٻهرياڻين آمدني لکي ۽ ٻوءِ خرچ، يعني اڌ
پرشٽ (صفحو) تي آمدني لکي ۽ اڌ تي خرچ، انهن
اڌ اڌ حصن ۾ جيڪي جيڪي الگ لکيا ويا آهن تنجو
جوڙ (Total) ٻنهي جي هيٺان ڪري ڇڏڻ گهرجي.
جيتري قدر ٿي سگهي الگ (برابر) هڪ ٻئي جي
هيٺان ٿي لکڻ گهرجن. اگر اسم (Items) وڏيڪ هجن
تہ انهڌکي هڪ ست (Line) ۾ ٻہ لکي سگهجيٿو."

ان مان اهو ثابت ٿئيٿو تہ ڪيهن ۽ وياڳ (ڪالي) ۾
راشٽرہ (سرڪاري) آمدني خرچ ڪندي ان تي ساري
منتري منڊل (وزارت) جي اتفاق راءِ جي ضرورت
هئي. چاهي اهو ڪهڙو بہ ڪالو ڇو نہ هجي، هر هڪ ليکہ
تي سڀني منترين (وزيرن) جون مهرون بہ لڳايون وينديون
هيون انهم منظوري راجا کان ورتي ويندي هئي. ۽
اها سويڪرتي (منظوري) ٽالي ماڻر تي هوندي هئي.

ان طرح هالي ڪاٿو سماپت ٿيو.

## سماج جي آرٿڪ (مالي) دشا!

آچاريه شڪر سماج جي آرٿڪ دشا (مالي حالت)
تي به تمام وستار سان روشني وڌي آهي ۽ آديش ڪيو
آهي ته ”منش کي جهڙي طرح به ڌاوان (شاهوڪار)
بڻجڻ جو يتن ڪرڻ گهرجي.“ ڌن ڪمائڻ جا هي اُپ
اُپاءَ آهن:-

(١) ودوتا (علميت) جي آڌار تي ڪمائڻ (پڙهائڻ
آدي) (٢) سرڪاري نوڪريون. (٣) سيما جي پرتي تي.
(٤) کيتي. (٥) وياج ڪمائڻ. ( ) واپار (بڌو يا ريڙهڪي)
(٧) شلپ (هنر ڪاريگري) (٨) ڀيک.

**شلپ ۽ واپار!** انڪل ٥٠ اهڙا ڌنڌا آهن جنهن جي
سرڪار کي ضرورت رهندي آهي ان ڪري سرڪار
کي انهن ڌنڌن جي ڪندڙن ماڻهن کي اتساهه ۽ سهايتا
ڏيڻ گهرجي. انهن ۾ (١) ڳائيندڙ، وڄائيندڙ، نچندڙ،
مسخرا، چترڪار آدي به شامل آهن. باقي ۾ ڪجهه جا
نالا هي آهن:- (٢) شلپي (Engineers) قلعا ٺاهيندڙ،
شهر جو نقشو ڪڍندڙ (Architects)، باغيچا ٺاهيندڙ
۽ سڙڪون (رستا) ٺاهيندڙ آدي، (٣) مشينون ٺاهيندڙ،
ٻيڙي، وڏيون وڏيون ٻيڙيون ۽ بندوقون ٺاهيندڙ،
هلڪيون (ننڍيون) مشينون، بارود، گولا، ٻاڻ (تير)،
تلوارون، ڌنش، جيا؟ هٿيار، اوزار آدي ٺاهيندڙ
(٤) سونارا، جوهري، رت، آڀوشڻ (زيور) ٺاهيندڙ

۽ واڍا. (٥) نائي (حجام)، ڌوبي ۽ پنگي. (٦) ٽپالي، درزي، سمن ڪٽي ويندڙ (بيلف). ٻڌ ۾ بيٺد وڃائيندڙ، (جهازن جا) خلاصي، ڪاٺين ۾ ڪم ڪندڙ، شڪاري، ڪراٽ؟ ۽ مرمت ڪندڙ. (٧) ڪوري (Weavers)، چمار (چمڙي جو ڪم ڪندڙ)، گهر صاف ڪندڙ، تنبو لڳائيندڙ. (٨) گوتيا ۽ وتشيائون، انهن سڀني کي سندن ڪمن جي گهٽ وڌائي جي آڌار تي سرڪار جي طرفان مقرر ڪرڻ گهرجي."

اهي سڀ هرهڪ جيڪو جيڪي چاهي سو ڪري سگهندو هو. انهن سڀني جون جدا جدا شريڻيون (Gilds) ٺهيل هونديون هيون.

**آواگمن جا مارگ (Trafic)!**

ان زماني ۾ آواگمن (آمدورفت) جا مارگ (رستا) انهيءَ مرمت ۽ حفاظت سڀ ڪجهه تمام سٺو لمولي هوندو هو. رستن تي ٻالرين (مسافرن) لاءِ ڌرمشالائون وغيره هونديون هيون. آچاريہ لکيو آهي:-

"سرڪار جو فرض آهي تہ مسافرن جي آرام لاءِ رستن جي حفاظت جو پورو بندوبست ڪري، جيڪي رستن تي ڦرلٽ ڪن تنکي ڦاسي جي سزا ملڻ گهرجي."

"راشٽر (سرڪار) کي گهرجي تہ رستن تي هر سال ٻہ ڀيرا انهيءَ مرمت ڪرائيندو رهي، اهو ڪم چورن ۽ قيدين کان ڪرائڻ گهرجي."

”پديرـ پگڊنڊي (پيچري) کي چئبو آهي، هي ٤ ½ فوٽ ويڪري ٿيندي آهي.

ويٿيـ ڳوٺ جي گهٽين کي چئبو آهي هي ٧½ فوٽ ٿيندي آهي.

مارگـ ساڌارڻ (رواجي) رستن کي چئبو آهي هي ١٥ فوٽ ويڪرا ٿيندا آهن. اهي ٽيئي مارگ هرهڪ ڳوٺ ۾ ڪافي هئڻ گهرجن. جڏهن ڪري اهو سنبند راجڌاني سان ٿي سگهي.“

الڪالسواءِ ”راج مارگ (شاهي رستا) جي هڪ شهر کي ٻئي شهر سان ملائيندا آهن ٢٥ فوٽن کان ٤٥ فوٽن تائين ڪشادہ هئڻ گهرجن. راج مارگ جو اڏيشن سامان جنو هيڏانهن هوڏانهن ڪٽي وڃڻ آهي. جتي ضرورت هجي چاهي شهر ۾ چاهي ڳوٺ ۾ راج مارگ تهرائڻ گهرجن، انهن سڀني (رستن جو لاڳاپو) راجڌاني سان هئي گهرجي.“

”گهٽيون ۽ پيچرا ڳوٺن ۾ ئي هئڻ گهرجن، وڏن شهرن ۽ راجڌاني ۾ نه. انهن رستن تي سرائون به جام هئڻ گهرجن. اهي سرائون (ڌرمشالائون) پاڻي جي وچوچ ۽ محفوظ هنڌن تي هجن. انهن جا ڪمرا هڪ برابر ۽ هڪ پڌڪتي (قطار) ۾ هجن.“

## رستن جي بناوت!

رستا خوب صاف رکيا ويندا هوا. رستا وچ ۾ ڪجهه مٿيرو ۽ ٻنهي پاسن کان ليٽائو ۽ هيٺيرو بڻايا ويندا هوا جيئن انهن تي پاڻي نه بيهي

سگهي، جتي نالا وغيره ابتدا هـوا لتي پليون ڏاهيون وهندڙيون هيون. رستن جي ٻنهي طرف ناليون هونديون هيون جيئن انهن ذريعي سمورو پاڻي نيڪال ٿي وڃي. شهرن ۾ رستن سان لڳ هيڪي عمارتون هونديون هيون تنجو منهن سداڻين رستي جي طرف هوندو هو ۽ گهرن جي پنٺين طرف گهٽيون ۽ گند نڪرڻ جون ناليون هونديون هيون.

ان طرح شڪر ليتي سار مان رستن جو ورثو اهم اثر معلوم لڳيتو.

**منڊيون (Markets)** ! ۾ منڊين (مارڪيٽن) ۾ دوڪان ۽ گدام الگ الگ سامان جي لحاظ سان ٺاهڻ گهرجن. رستن جي ٻنهي طرف ڏن جي حساب سان ساڳئي ڊلڊي وارن ماڻهن کي وسائڻ گهرجي. هي ڀرپنڊ شهر ۽ ڳوٺ ٻنهي ۾ هجي."

پري کان آيل واپارين جي رهائش جو به ٻورو ۽ اثر پرپنڊ ڪيو ويندو هو.

**شين جي قيمت ۽ نفع (Price & Profit)!**

**قيمت!** شڪر ليتي سار ۾ ڪجهه پئن (چرپاين) جون قيمتون ڏنل آهن، جن مان ان سمي جي واپاري جاڻ معلوم لڳيتي. الي اهو معلوم هڻڻ گهرجي ته سون جي قيمت ان سمي چالديء کان سورهڻ هولدي هئي ان حساب سان:-

## رواجي پشو (چوپايا) :-

| نالو | قيمت | موجوده روپين ۾ |
|---|---|---|
| گانءِ | ١ پل | ٨ روپيا |
| ٻڪري | ½ " | ٤ " |
| رڍ | ¼ " | ٢ " |
| ڍاڳو | ١ " | ٨ " |
| هاٿي | ٢٥٠ کان ٥٠٠ تائين | ٢٠٠٠ کان ٤٠٠٠ تائين |
| گھوڙو | " " | " " |
| اُٺ | ٧ يا ٨ | ٥٦ يا ٦٤ |
| مينھن | " | " |

## اُتم پشو (چوپايا)!

| نالو | قيمت | موجوده روپين ۾ |
|---|---|---|
| گانءِ | ٨ کان ١٠ پل | ٦٤ کان ٨٠ روپيا |
| ٻڪري | ١ " | ٨ " |
| رڍ | ١ " | ٨ " |
| مينھن | ٨ کان ١٥ " | ٦٤ کان ١٣٠ " |
| ڍڳو | ٦٠ " | ٤٨٠ " |
| نهايت عمدو گھوڙو | ٥٠٠ سورن | ٨٠٠٠ " |
| " " اٺ | ١٠٠ پل | ٨٠٠ " |
| " " هاٿي | ٢٠٠٠ نشڪ | ٦٦٦٦ " |

ان چتر دوارا ان زماني جو ساماجڪ جيون ۽ شين جي اگھن جو اندازو سولائي سان ڪري سگھجيٿو.

جيتوڻيڪ ان چئن دوران ان زماني جي چالدي جو
خريدي اگهه موجوده خريدي شڪتي جي ڀيٽ ۾
وڌيڪ معلوم ٿيندو. ٿلهي ۾ اهو مغل ڪال جي ڀارت
جي ڀيٽ ۾ تمام ٿي گهٽ آهي. اڪبر جي سمي ۾ اڻهن
پئسن جي قيمت هن چئن ۾ بيان ڪيل اگهه کان تمام گهٽ
هئي. انجو مطلب اهو آهي ته ڀارت ورش متاسنا
جي نظر کان شڪر لبتي سار جي سمي ۾ مغل زماني جي
ڀيٽ وڌيڪ ترقي ڪئي هو.

نفعو! ”واپارين کي ڏيڻي ۾ پيهچي خرچ جو ٣/٤
کان ١/٢ تائين (يعني ١/٨ کان ٦ ١/٤ سيڪڙو) نفعو وٺڻ گهرجي.
هي نفعو آسائشي حالتن ۽ لاڳت جي اگهن موجب ٿي مقرر
ٿيڻ گهرجي.“

آسائشي حالتن جو مطلب آمدرفت جو خرچ، مارڪيٽ
جي زمين جي سواءِ ۽ سرڪاري محصول وغيره.

**(اصلي) قيمت ۽ اگهه!** ”هڪ شيءِ جي تيار
ٿيڻ ۾ يا حاصل ٿيڻ ۾ جيترو خرچ ٿيو آهي اها انجي
اصلي قيمت آهي. هڪ شيءِ جو اگهه، خاص ڪري انجي
حاصل ٿيڻ ۾ تڪليف ۽ انجي ڪارائتي هئڻ جي آڌار
تي ئي مقرر ٿيندو آهي.“

ان موجب ”شين جا اگهه خرچ حالتن ۽ ڪارائتي
هئڻ ڪري بدلجندا رهندا آهن، پر متاسنا جي سڪن
۽ هيرن وغيره جي اگهن ۾ تبديلي نه اچڻ گهرجي. يعني

جهڙي طرح ٻين شين جي اگهن ۾ روز تبديلي ايندي رهندي آهي تهڙي طرح سون ۽ چاندي جي سڪن جي اگهه ۾ به اچ وڃ گهرجي. خاص ڪري ڌاتن جو اگهه ڪرڻ ته واپار جي لاءِ خاص نقصانڪار آهي. ان ڪري:-
”ڌاتن ۽ ڪاٺين جي اگهن ۾ گهٽتائي نه اچڻ گهرجي. انهن جي قيمت جو نقصان سرڪار جي نقص ڪان ٿي ٿيندو آهي.“

ڪيٽي! ڀارت ورش جي ٻوهي تمام اپاءُ هٿڻ ڪري هي ديش تمام پراچين ڪال کان کيتي ۾ مکيہ مهيو ويندو آهي. ڀارت ۾ کيتي کي سدائين آدر جي درشٽي کان ڏنو ويندو آهي. آچاريہ شڪر، واپار ڌنڌي جي بنسبت کيتي کي وڌيڪ اهميت ڏني آهي ۽ لکيو آهي:-

”ڌن ڪمائڻ جو هي سڀ کان اتم ذريعو آهي. هر انسان کي ڌن ڪمائڻ لاءِ کيتي واپار يا نوڪري جو سهارو وٺڻ گهرجي:-

”سرڪار کي گهرجي ته هوءِ راشٽر (ملڪ) جي هنر ۽ کيتي ٻنهي جي ترقي لاءِ ڪاريگرن ۽ هارين کي ضرورت موجب سهايتا ڏئي، کين انهن ڪمن ۾ پنهنجي طرفان مقرر ڪري.“

ان طرح ان زماني ۾ کيتي تمام ترقي تي هئي. هارين جون استريون به کين ٻنين ۾ وڃي سهايتا ڪنديون هيون.

١٠ پدارڌ = ١ پرست ... ١ سير ۴ = ۴ = ١٦ "
٥ پرست = ١ آيڪ ... ٦ = ٨ = ـــ ٨٠ "
٨ آيڪ = ١ ارمڻ ١ مڻ ١٢ = ١ = ١ = ٦۴ "
٢٠ ارمڻ = ١ سورڪا ٢٦ = ١ = ١٢ = ٣ = ٧٢ "

(اٽڪل هڪ ٽن)

"هڪ چار آڱر ويڪري، چار آڱر ڊگهي ۽ پنج آڱر اونهي برتن ۾ جيترو پاڻي ايندو آهي ان کي هڪ پرست (وٽ) چئبو آهي."

آچاريه شڪر ۾ ماپ نيڪ مهيا آهن، هڪ پرجا پتي جو ٻيو (مهاراجا) مدو جو- اهي ٻئي ماپ هن طرح آهن:-

| پرجا پتي | مدو | ماپ (پيمانو) |
|---|---|---|
| (آ) ٨ يَو | ٥ يَو | = ١ آڱر |
| ٢۴ آڱر | ٢۴ آڱر | = ١ هٿ |
| ۴ هٿ | ٥ هٿ | = ١ دنڊ |
| ان طرح:- ٧٦٨ يو | ٦٠٠ يو | = ١ دنڊ |
| (آ) ٥٠٠٠ هٿ | ۴٠٠٠ هٿ | = ١ ڪروش |
| ان طرح:- ٥٠٠٠×٥٠٠٠ | ۴٠٠٠×۴٠٠٠ | = |
| ارٿات | ارٿات | |

٢٥٠٠٠٠٠٠ ورگ هٿ ١٦٠٠٠٠٠٠ ورگ هٿ = ١ ورگ ڪروش
(I) ٢٥٠٠ پريورتن ... ... = ١ ورگ ڪروش
ان طرح:- ١٠٠٠٠ ورگ هٿ ... ١ پريورتن کيشتر ڦل
ان طرح:- ١٠٠ هٿ ... ... = پريورتن جي هڪ ٻڄا
(اي) ٢٥ دنڊ ... ٢٥ دنڊ = ١ نورتن

”جيڪو استان تمام اپجائو (زرخيز) ۽ پاڻي ڪافي انداز ۾ هجي، جنهن تي سنا سنا باغ لڳائي سگهجن، جتي ڪاٺ وغيره سولائي سان پراپت ٿي سگهي، جيڪو سمنڊ کنهن اهڙي ندي جي نزديڪ هجي جنهن ذريعي سمنڊ ۾ وڃي سگهجي، جنهن ڪان پربت دور نه هجن، جو سندر ۽ سڊول هجي، اهڙي استان تي راڄڌاني ٺاهڻ گهرجي.“

انڪانسواءِ راڄڌاني ڪهڙي طرح ٺهڻ گهرجي ان ۾ تلاءُ، ڦوهارا، نل، باغ، راندين جا ميدان، وندرگاهه، ڌرمشالائون، سرايون، کوهه، کوٽ، خوبصورت عمارتون، توپن سان ڀرپور رهڻ وغيره ۽ راڄ محل ۾ سڀان جي جاءِ، رنڌڻو، اُپاسنا لاءِ گهر، ڏوهين لاءِ جڳهه، گئوشالا، گهوڙي شالا، هاٿي شالا، سپاهين (پهريدارن) جون بئرڪون وغيره. هرهڪ عمارت ڪهڙي نموني ڪيترو ڊگهي، ويڪري ۽ اوچي ٺهڻ گهرجي انجون دريون دروازا فرش ڪهڙي طرح ٺهڻ گهرجن وغيره اسيمبلي هال ڪيترو ڊگهو، ويڪرو ۽ اوچو هجي، ان ۾ ڦوهارا، وڄائڻ جا ساز، وڏا پنکا (Fans)، گهڙيال، آرسيون ۽ چتر لڳل هجن. انڪانسواءِ ان جي ٻاهرئين پاسي وزيرن، ليکڪن، اسيمبلي ميمبرن ۽ عملدارن جي رهڻ جو بندوبست ۽ ٻيو ڇا ٺهڻ گهرجي وغيره جو پورو پورو ورڻن شڪر نيتي سار ۾ موجود آهي.

**سرايون!** آچاريه شنڪر جي وقت جو سندر ورڻن ڪيو آهي ته انهن وقتن ۾ سرايون يعني ڌرمشالائون به جام هونديون هيون. وقتن ۾ شاهن جي پاران جو سندر پربند هوندو هو. ان سواءِ هر شهر ۾ سرڪاري سراءِ هوندي هئي. شهر جي عملدار جو فرض آهي ته روز سراءِ جي خود تپاس ڪري. جڏهن سراءِ ۾ ڪوئي ياتري اچي ته ياتريءَ کان سراءِ جي انتظام ڪندڙ (Manager) کي هي سوال ڪرڻ گهرجن:- ”تون ڪٿان ۽ ڪهڙي مطلب سان آيو آهين؟ توکي ڪٿي وڃڻو آهي؟ توسان ٻيا ماڻهو آهن يا نه؟ تو وٽ ڪو هٿيار يا سواري آهي؟ پنهنجي جاتي، ڪل، ۽ رهڻ جي جاءِ جو پورو پورو پتو ڏي. اهي سڀ ڳالهيون منيجر کي پنهنجي رجسٽر ۾ درج ڪرڻ گهرجن، ياتري کان هٿيار وٺي ڪيس ڇڏڻ گهرجي ته سراءِ ۾ خبردار ٿي سمهي، رات جو سراءِ ۾ جيترا آدمي هجن انهن جو ڳاڻاٽو ڪري دروازو بند ڪري ڇڏڻ گهرجي. صبوح جو سڀني ياترين کي جڳائي کين هٿيار ڏيڻ گهرجن. رات جو سراءِ تي پهرو هئڻ گهرجي. ياترين کي شهر جي حد ٽپائي جدا ڪرڻ لاءِ شهر جي ڪنهن آدمي کي ساڻ ڪري ڏيڻ گهرجي.“

**ودياڻون!** ان سمي هر هنر ۽ ڌرم، ڪلائن (Arts) وغيره ۽ ٣٢ ودياڻون (Sciences) جنهن ۾ راجنيتي (Politics) ۽ ارٿ شاستر (Economics) ڀاشا وگيان (Philology) وغيره سڀ تعليم ڏني ويندي هئي.

## راجڪيہ پٽر (Documents) !

هرهڪ ڪم لاءِ ثابتي لاءِ پرمان پتر (ڊاڪيومينٽس) هوندا هوا جي ڪمن جي آڌار تي ١٦ هوندا هوا. انهن جا نالا هي آهن.

(١) جيہ پٽر- ڪورٽ جو فيصلو.

(٢) آگيا پٽر- ماتحت راجائن ۽ ضلع عملدارن (Collectors) کي خاص اڌڪار ڏيڻ کين ڪو خاص ڪم سونپڻ

(٣) پرگيان پٽر- پروهتن کي سرڪاري حڪم.

(۴) شاسن پٽر- پرجا کي سوچنا (Govt: Notifications).

(٥) پرساد پٽر- مهرباني طور سرڪاري آمدني جو ڪجهه حصو ڏيڻ.

(٦) ڀوگہ پٽر- ڪجهه سمي لاءِ ڪنهن کي ڪا شيءِ ڏيڻ.

(٧) ڀاگہ پٽر- ملڪيت جا حصا.

(٨) دان پٽر- ڪا شيءِ ڪنهن کي ڏيڻ جي چٺي.

(٩) ڪريہ پٽر- خريد يا وڪڻ.

(١٠) سادي پٽر- گروي نامو جنهن تي شاهدن جون صحيحون تيعديون هيون.

(١١) سنيہ پٽر- ٻن شهرن جو هڪٻئي ۾ ناهه.

(١٢) سنوت پٽر- رضانامو.

(١٣) رڻ پٽر- قرض.

(١٤) شڌي پٽر- پرائشچت جو پرماڻ پٽر.

(١٥) ساميڪ پٽر- جائنٽ سٽاڪ ڪمپنيون (Joint Stock Companies) جا ڪاغذ (Share Papers).

(١٦) ڪشيم پٽر- اِن مان اهي جو ڪنهن معاملي لي اهو ٺاهه جو ڪورٽ ۾ وڃڻ کان اڳ ٿي وڃي.

انهن سڀني ليکيہ پٽرن (Documents) لي پڌهتي پڌهتي ڪالي جي سرڪاري مهر اڳيندي هئي مهر لڳڻ کانپوءِ ئي اهي معتبر سمجهيا ويندا هوا.

**ڪاڻيون (Mines)!** اِن سمي کاڻين جو استعمال، انهن مان ڌاتو ڪڍڻ وغيره خوب هو. ستن قسمن جا ڌاتو سمجهيا ويندا هوا باقي هڪٻئي جي ملاوت سان ٺهندا آهن. سون سڀني کان اُتم آهي، انجو استعمال سڪن (Coins) زيورن، دوائن ۽ سجاوت ۾ ٿيندو هو. مرد ۽ عورت زيور يعني ڪنن ۾ ڪنڊل ٻانهن جي ڏورن تي سوا پٽو، مڊيون، ڳچي جا هار وغيره استعمال ڪندا هوا جن تي هيرا مڙهيل هوندا هوا. ان سواءِ سرڪاري انعام (Medals) ۽ ڪنهن ڪم جي ڪري ڏنا ويندا هوا انهن ميڊلن جون جدا جدا شريڻيون (Orders) عهديون هيون. راجا جي لساني وارو پلو سڀني (Grand Master of the Orders) کان مکيہ سمجهيو ويندو هو. ڌاتن جو ٻيو استعمال:- ڌاتن کي

دوائن ۽ ملائڻ، ملاوت ۽ جدا ڪرڻ، ٻن ڌاتن کي ملائي
نقلي ڌاتو تيار ڪرڻ، انهن تي پالش ڪرڻ، ڌاتن جو
رنگڻ، زيور ناهڻ، چترڪاري جي ڪم آڻڻ، انهن جا
اوزار ۽ ٿانو وغيره تيار ڪرڻ انهن ڪمن ۾ ايندو هو.
الڪانسواءِ نقلي ڌاتن جي تپاس (Analyse) ڪرڻ جا
طريقا به شڪر نيتي سار مان معلوم ٿين ٿا.

## ڌرم ۽ ساماجڪ اوسٿا!

ان سمي جي ڌرم ۽ ساماجڪ اوسٿا به شڪر نيتي
سار مان معلوم ٿي سگهي ٿي. گهٽ وڌ شڪل ۾ ان سمي
موجود هئي جنهن جو ورڻن براهمڻ گرنٿ ڪال ۽ مدو
سمرتي ڪال ۾ ڪيو ويو آهي.

ان طرح ڀارت جي ڪمال ترقي جو زمانو جو موجوده
ڪمال جو بنياد آهي يعني شڪر نيتي سار ڪال جي
سڀيتا جو اتهاس سماپت ٿيو.

## اڏيائ ڇهون

### مهاڀارت ڪال

(عيسوي سن کان ٽي هزار ورهيه اڳ جي سڀيتا جو اتهاس)

**ڪال نرڻيه**- مهاڀارت جي زماني کي هن وقت تائين پنج هزار ورهيه ٿي چڪا آهن. مهاڀارت ”گدا پرو“ ۾ لکيل آهي تہ ڀيم ۽ دريوڌن جي يڌ ڪانپوءِ ڪرشڻ ٻلرام کي شري ڪرشڻ حڪم سمجهائي آيو ۽ تہ الکي جيو تہ:-

### ”پراپتم ڪلي يگم وڌي“

ارٿات:- ”جاڻ تہ ڪلجگ پراپت ٿي ويو.“ ان مان معلوم ٿيندو تہ ڪلجگ جي آرنڀ ۾ ئي مهاڀارت يڌ لڳي. ڪلجگ کي ڪيترو عرصو ٿيو آهي؟:-

پنڊت ماڌو آچاريہ جوتش جي وڏي ودوان سنبت ۱۸۱۱ وڪرمي ۾ ٿايل پنهنجي گرنٿ راجا ولي ۾ لکيو آهي تہ:- ”ڪلجگ جي آرنڀ کان وڪرم جي سنبت تائين ۳۰۴۴ ورهيه لنگهيا آهن. ارٿات ۳۰۴۴+۲۰۰۲=۵۰۴۶.

اڪبر جي وقت ۾ جڏهين هندو پنڊتن جي عزت بادشاهه جي دربار ۾ ٿيڻ لڳي هئي، ان وقت سنسڪرت جي وڏن وڏن ودوانن کان ۽ پڪين لکاوتن ۽ جوتشين جي سڌانتن سان کوج ڪري اڪبر جي مها منتري (وزير اعظم) ابوالفضل جيڪي لکيو آهي ان مان پتو لڳيتو ته "ڪلجگ جي لڳڻ يئي يڌشٽر راجا يڌشٽر ٿيو هو. وڪرم جي سنبت آرنڀ کان اڳ تائين يڌشٽر جا ۳۰۴۴ ورهيه گذري چڪا هوا."

(آئين اڪبري، صفحه ۲۴۹، ڪلڪته ۱۸٦۷ جو ڇاپو).

ان طرح وڪرمي سنبت ۲۰۰۲ برابر عيسوي سنه ۱۹۴٦ ۾ مهاڀارت يڌ کي ۵۰۴٦ ورهيه ٿيا آهن. ارٿات عيسوي سنه کان ٽي هزار ورهيه اڳ.

**مهاڀارت** يا **ڀارت!** مهاڀارت گرنٿ جو اصلي ۽ پراچين نالو **ڀارت** آهي. تمام ويچهڙائيءَ ۾ ودوان انجي تمام وڏو ٿي وڃڻ تي انجو نالو **مها** ڄڻيدي **مهاڀارت** رکيو آهي.

**مهاڀارت ڇا آهي؟** مهاڀارت مهرشي ويد وياس جو ناهيل هڪ گرنٿ آهي، جنهن ۾ ڪورون ۽ پانڊون جي وچ لڳل يڌ جو وستار سان ورڻن ۽ ڪجهه ٻيو اتهاس لکيل آهي. پر انجي رچنا فقط ڪورون ۽ پانڊون جي يڌ جي آڌار تي ٿي هئي.

**ڪورون ۽ پانڊون جي اُتپتي!** چندرونشي

کتري پر هستي نالو هڪ پرتاپي راجا ٿيو هو، جنهن
گنگا جي اولهه ڪناري تي هستناپور نالي شهر وسايو.
مهاراجا هستيءَ جو پرپوٽو ڪرُو ٿيو. مهاراجا ڪرو
جي ڪيترن پيڙهين بعد شانتنو نالي راجا ٿيو. شانتنو
جي ڌرم پتني گنگا جي ڪُک مان ڀيشم الين ٿيو.
مهاراجا شانتنو هڪ راجي ماڇي جي ڪنيا ستيه وتي
تي موهت ٿي پيو، پر ڇوڪريءَ جي پتا ڪانئس وچن
ورتو ته منهنجي ڪنيا مان جيڪو سنتان ٿيندو اهو گاديءَ
تي ويهندو. شانتنو جي پٽ ڀيشم پتا جي خوشي پرقرار
رکڻ لاءِ گادي تان هٿ کنيو ۽ پرتگيا ڪئي ته مان ۽ واهه،
نه ڪندس جيئن منهنجو اولاد گاديءَ لاءِ جهڳڙو نه
ڪري. ان بعد شانتنو جو واهه ان ڪنيا ستيه وتيءَ سان
ٿيو. ستيه وتي جي ڪُک مان مهاراجا شانتنو کي ٻه پٽ
ڄاڻا هڪ چترانگد ۽ ٻيو وچتر ويريه. چترانگد ته هڪ
ٻن ۾ مارجي ويو ۽ وچتر ويريه جڏهين جوان ٿيو ته انجو
وواهه ڪاشيءَ جي راجا جي ٻن ڪنيائن امبڪا ۽ امبالڪا
سان ٿيو. ٿوري ڏينهن بعد وچتر ويريه به مري ويو.
امبڪا ۽ امبالڪا کي پٽ ڌرتراشٽر ۽ پانڊو ٿيا.
ڌرتراشٽر ته جنم کان ئي سورداس هو باقي پانڊو لائق
نڪتو سو گادي تي ويٺو. ڌرتراشٽر جو وواهه گانڌار
(موجوده قندار = افغانستان) ديش جي راجڪماري
گانڌاري سان ٿيو جنهن مان دريوڌن، دشاسن،

وڪرڻ ۽ چترسين ٿيا. (اهو گپوڙو آهي ته ڌرتراشٽر کي سؤ پٽ ٿيا) مهاراجا پانڊو ۾ کي ٻه استريون هيون **ڪنتي** ۽ **مادري**، ڪنتي شري ڪرشڻ جي پتا وسوديو جي ڀيڻ هئي ۽ **مادري ايران جي راجڪماري هئي**. مهاراجا پانڊو راڄ پاٽ سڀ ڀيشم ۽ ڌرتراشٽر کي سونپي پاڻ پنهنجي استرين سان بن ۾ گهمڻ لڳو. ڪنتي کي ٣ پٽ **يڌشٽر، ڀيم، ارجن** ٿيا ۽ مادري کي ٻه پٽ **نڪل** ۽ **سهديو** ٿيا. بن ۾ ئي پانڊو جو مرتيو ٿيو ۽ مادري به مري ويئي. تڏهين ڪنتي پنجن ئي پٽن کي وٺي هستناپور پهتي. اهي پنجئي مهاراجا پانڊو جا پٽ هئڻ ڪري پانڊو ۽ ڌرتراشٽر جا چارئي پٽ ڪورو سڏجڻ لڳا.

**راجڪمارن جي شڪشا!** انهن سڀني راجڪمارن کي مشهور ڌنر وديا جي ماهر **آچاريه دروڻ** وٽ شڪشا لاءِ ڇڏيو ويو. آچاريه دروڻ ڪين استر شستر وديا ۾ خوب قابل ڪندو ويو انهن ۾ دريوڌن ۽ ڀيم ٻئي گدا يڌ ۾ ماهر نڪتا ۽ ارجن مختلف قسمن جي تير اندازي ۽ استر وديا ۾ ماهر نڪتو. جڏهن وقت سڀ راجڪمار گڏ پڙهندا هئا تنهن وقت پانڊون جي ويرتا ڏسي ڪورو جلندا هئا. ڪورون ڇيڙ ڇاڙ شروع ڪئي. هڪ دفعي ڀيم کي ستي پئي ڪٽي گنگا ۾ ڦٽو ڪري آيا جتان هو بچي نڪري آيو. ان طرح گڏ رهندي جڏهين سڀ تيار

ٿي ويا ٽڏهن دوٽا چاريء سڀني کي سڌن قابليت ڏيکارڻ لاءِ جلسو ڪيو جنهن ۾ سڀ گهر جا ڀاتي ۽ ٻيا وڏوان اچي شامل ٿيا. شروع ۾ ڀيم ۽ دريوڌن جي گدا ۽ ملهه يڌ اهڙي خوفناڪ ٿي جو ڏسي عام جنتا خوفزده ٿي ويئي. ان بعد ارجن پنهنجا ڪمال ڏيکاريا. واري سان آگنيا ستر مان اگني، ورڻاستر مان جل، وايو ياستر مان وايو، پارجنيا ستر مان بادلن کي پيدا ڪري ڏيکاريو. اڪالوا آڪاش ۾ گهمندڙ لوهه جي وراهه (سوئر) جي منهن ۾ پنج تاڻ هڪئي پنيان چڙهيا ۽ پنجئي تير وري گڏجي سوئر جي منهن مان لڪتا. سڌس سڀ ڪمال ڏسي جنتا ڏاڍو خوش ٿي. پر ارجن جي ان بهادريءَ دريوڌن کي وڏيڪ حاسد ڪيو. ان طرح ڪورون ۽ پانڊون جي حسد جي باه اتان ئي دکڻ لڳي.

**راج تلڪ!** مٿين گهٽنا کان هڪ سال بعد مهاراجا ڌرتراشٽر يڌشٽر کي يوراج (گادي جو وارث) ٿاپيو جنهن ڪري دريوڌن وڌيڪ سڙڻ لڳو ۽ پٽس کي پڙڪائڻ لڳو. ڌرتراشٽر سندس وس ۾ اچي ويو ۽ يڌشٽر کي چيائين ته گهرو جهيڙن کي مٽائڻ لاءِ توهانکي گنگا جي ڪناري **وارڻاوت** نگر ڏانهن ڪجهه ڏينهن لاءِ موڪلڻ چاهيون ٿا. يڌشٽر سو ڪو جاڙهو ڏسي وڃڻ لاءِ لاچار ٿيو، ويندي سمي **ڏهاتما ودر** يڌشٽر کي سمجهائي ڇڏيو ته اتي هڪ محل توهانجي لاءِ تيار ڪيو ويو آهي اهڙي

ديوارن ۾ لاک پريل آهي، هڪ ڏينهن انکي آگ لڳائي ويندي، مون توهان لاءِ اڳيئي بندوبست ڪري ڇڏيو آهي جيئن ئي آگ لڳي ته ان ۾ سرنگ ٺهيل آهي جتان اڪري توهان گنگا جي ڪناري هڪ هنڌ پهچندا. يڌشٽر وغيره پنج ئي پانڊو ماتا ڪنتي سان روانا ٿيا ۽ ان ئي محل ۾ رهيا هڪ ڏينهن آگ لڳي ۽ هي سڀيئي سرنگ رستي سلامتي سان پڄي اُڪتا ۽ جڏهين ڪناري تي پهتا ته اتي مهاتما ودر جي اول ئي بندوبست سان موڪليل ماڻهو، يڌشٽر کي هڪ هوا جي طرح تيز رفتار **يفتر ڪلا يڪت نوڪا** (آگبوٽ) ڏيکاري جنهن تي پانڊو سوار ٿي بن ۾ گم ٿي ويا. دريوڌن وغيره پانڊون کي سڙي ويل سمجهي ڏاڍو خوش ٿيا.

**دروپديءَ جو سويمور!** دروپد ديش جي راجا دروپد جي ڪنيا دروپدي، ان سمي وواهه جي لائق ٿي چڪي هئي. راجا دروپد جو وچار هو ته دروپدي جو وواهه ارجن سان ٿئي پر ارجن جو پتو ڪونه هو ڇاڪاڻ ته هو بن ۾ لڪي رهندا هئا. لاچار راجا دروپد سويمور رچيو جنهن ۾ سڀ راجائون ۽ يوڌا آيا، ارجن ۽ پانڊو پڻ براهمڻ جو ويس ڪري سويمور ۾ آيا. جڏهين سڀا لڳي ويئي تڏهين راجا دروپد جو پٽ **ڌرشٽديمن** پهچي پيڻ **ڪرشنا** (دروپديءَ جو پيو ٽالو) سان سڀا ۾ آيو ۽ اعلان ڪيو ته جيڪو نشان چٽيندو ان سان

ڪرشنا (دروپدي) جو وواهہ ٿيندو. ڪوبہ پرڏو يا نشان نہ ڇني سگهندو. تڏهن ارجن اٿيو ۽ نشان ڇنائين، دروپدي جو وواهہ ارجن سان ٿيو. (اهو بلڪل غلط آهي تہ ڪو دروپدي کي پنج پتي هئا، مورکتا جي ڪري اهو پاپ جو ڪلنڪ ديوي دروپدي تي لڳايو ويو آهي. اصل ۾ دروپدي جو هڪ ئي پتي ارجن هو.)

**اندر پرست!** ان سوئمبر ۾ سڀني کي معلوم ٿي ويو تہ پانڊو جيئرا آهن. شري ڪرشن بہ هن سوئمبر ڏسڻ آيو هو سو پنهنجي پڦيءَ ڪنتيءَ سان مليو ۽ دروپدي جي وواهہ تي ڪيترا رتن پيش ڪيا.

ڌرتراشٽر هاڻي ڏٺو تہ پانڊو جيئرا آهن ۽ سندن سمنڌ بلوان راجا دروپد سان ٿيو آهي تہ ڏاڍو دکي ٿيو پر مٿان اٿس چوٽ لڳو تہ پانڊو اسالڪي دريوڌن کان گهڻو پيارا ڪولهن، ۽ ودوان ودر کي ڪين ولي اچڻ لاءِ موڪليو. پانڊو آيا. ڪين راڄ جا ٻہ حصا ڪري هڪ حصو جنهن ۾ جهنگل گهڻا هوا سو پانڊون کي ۽ ٻيو دريوڌن کي ڏنو، جيئن وري جهڳڙو نہ ٿئي. شري ڪرشن جي سهايتا سان پانڊون **کنڊو بن** کي صاف ڪري ڪيترن ماڻهن کي اتي وسايو ۽ پنهنجي راڄڌاني قائم ڪئي جنهن جو نالو **اندر پرست** رکيو. ٿورن ئي ڏينهن ۾ اندر پرست ڏاڍو مشهور ۽ آباد ٿي ويو. ارجن کي دروپدي مان پنج پٽ ٿيا. سندس ٻيو

وراهه شري ڪرشڻ جي ڀيڻ سڀدرا سان ٿيو جنهن مان ابيمنيو جو جنم ٿيو.

## راجسو يگيه ۽ پهرين دهلي دربار!

پانڊو طاقتور ٿيندا ويا ۽ چڱي طاقت پڪڙي يڌشٽر راجسو يگيه ڪرڻ جو وچار ڪيو. شري ڪرشڻ کان صلاح ورتي ويئي، جنهن چيو ته جيسين مگده جي راجا جراسنڌ کي نه جيتيو ويو آهي تيسين راجسو يگيه ڪري نٿو سگهجي. ان ڪري يڌشٽر جي آگيا وٺي شري ڪرشڻ، ارجن ۽ ڀيم، جراسنڌ جي راڄڌاني راجگرهه ۾ براهمڻ جو ويس ڪري پهتا ۽ جراسنڌ کي دوبدو يڌ ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو. ڀيم جراسنڌ سان ملهه يڌ ڪئي جنهن ۾ جراسنڌ کي ڀيم ماري وڌو. جراسنڌ کي ماري مگده کي جيتي ٿيئي اندرپرست پهتا، ۽ چئني طرفن جي راجائن کي شامل ٿيڻ لاءِ ڀيم، ارجن، نڪل ۽ سهديو سينائون وٺي روانا ٿي ويا ۽ سڀني کي وس ڪري موٽي اندرپرست آيا ۽ راجسو يگيه شروع ٿيو. انهن ڏينهن جڏهين يڌشٽر سڀ کان اول شري ڪرشڻ جو ستڪار ڪيو ته چيديءَ جو راجا ششوپال ڪروڌ ۾ اچي شري ڪرشڻ کي گاريون ڏيڻ لڳو. جڏهين حد ڪري چڪو تڏهين شري ڪرشڻ سدرشن چڪر سان سندس سر ڪاٽي ڇڏيو. دريوڌن کي ڏاڍو غصو لڳو پر ان سمي ڪجهه نه ٿي ڪري سگهيو. ان طرح راجسو يگيه سماپت ٿيو ۽ يڌشٽر چڪرورتي سمراٽ سويڪار ڪيو ويو.

تڏهين دروپدي چيو ته پانڊون کي سوتنتر ڪيو وڃي
دتراشٽر ائين ئي ڪيو.

**بنواس!** پر دريوڌن وري يڌشٽر کي جوئا لاءِ تيار ڪيو. يڌشٽر اهو شرط رکيو ته اگر هارايم ته ١٢ ورهيه بنواس ۽ هڪ ورهيه اگيات واس (يعني لڪي رهڻ) ڪندا سون. ان شرط تي به يڌشٽر هارايو ۽ ١٢ ورهين لاءِ بن واس ويا. ماتا ڪنتي ته مهاتما ودر جي گهر ۾ رهي باقي پانڊو ۽ دروپدي ١٢ ورهيه بن ۾ رهيا. تيرهين ورهيه اگيات واس ڪرڻ لاءِ راجا **ورات** وٽ ويس بدلي پهتا ۽ نوڪري ڪرڻ لڳا. سال پوري ٿيڻ تي جڏهين ورات جي سيناپتي ڪيچڪ کي ڀيم ماري وڌو ۽ ڪورون ورات ديش تي حملو ڪيو ته ارجن انهن کي ماري ڀڄايو، تڏهين معلوم ٿيو ته پانڊو پاڻ راجا ورات وٽ آهن. شري ڪرشڻ، سيدرا ۽ ابيمنيو کي وٺي ورات نگر ۾ پهتو ۽ **ابيمنيو** جو واهه ورات راجا جي ڪنيا **اُترا** سان ٿيو.

**يڌ جي تياري!** بنواس پورو ڪرڻ تي جڏهين پانڊو موٽي اندرپرست آيا ته دريوڌن ڪين راڄ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. شري ڪرشڻ ٺاهه جا گهڻيئي يتن ڪيا پر دريوڌن نه مڃيو ۽ آخر ۾ ائين چيو ته سئي جي نوڪ جيتري زمين به نه ڏيندس. لاچار يڌ جي تياري ٿي. پانڊون مدد لاءِ راجائن کي لکيو.

**مهاڀارت يڌ جي سينا!** ورات ۽ دروپد راجا ۽ ستيه ورت يادون جو راجا، ساتيڪي چيدي جو راجا

جوئا! پانڊون جي وڏائي ڏسي ڪورو جلندا رهيا ۽ پانڊون کي نيچو ڏيکارڻ جا ڪيائون گيڙڻ لڳا. آخر ۾ شڪني جي صلاح سان (جو ڪورون جو مامو هو) پانڊون کي جوئا لاءِ تيار ڪيو ويو. جنهن ۾ يڌشٽر سڀ ڪجهه راڄ پاٽ سڀ هارايو (دروپدي کي ڪونه هارايو ويو هو اهو بعد ۾ ملاوٽ ڪيل ۽ غلط ڳالهه آهي. دروپدي کي ننگو ڪرڻ جي ڪوشش جو مطلب اهو ڪونهي ته ڪو دروپدي هارايل هئي ان ڪري ائين ٿيو. ۾ ڳالهه اها هئي ته پانڊو بيوس ٿي پيا هئا انهيءَ اهو نتيجو نڪتو جو ڪين هيڙي ذلت ڏسڻي پيئي ۽ اگر شري ڪرشڻ اتي ۾ نه اچي وڃي ها ته ڳالهه تمام خراب ٿئي ها).
انهيءَ دريوڌن جي آڳيا سان دشاسن دروپدي کي دربار ۾ آندو ۽ ڪيس ننگو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، نيڪ انوقت شري ڪرشڻ دربار ۾ اچي ويو جنهن دروپديءَ کي بچائي ورتو. (اهو غلط آهي ته دروپدي جي ساڙهي وڌندي ويئي ۽ دروپدي اگهاڙي نه ٿي سگهي ۽ شري ڪرشڻ جي شڪتي سان ائين ٿي ويو. حقيقت ۾ هيءَ آهي ته شري ڪرشڻ نيڪ سمي تي اڄ خود اچي پهتو ۽ جاڪاڻ ته شري ڪرشڻ جو سڀني تي دٻ ۽ رعب هوندو هو ان جي روڪڻ سان دبوي دروپدي جي عزت بچي ويئي). ڌرتراشٽر کي نه ان تي غصو آيو ان ڪري دروپديءَ کي سڏي چيائين پتري! جيڪي گهرڻو هجيئي سو گهر. دريوڌن جيڪي ڪيو تنهن معاف ڪر.

تڏهين دروپدي چيو ته پانڊون کي سوتنتر ڪيو وڃي ڌرتراشٽر ائين ئي ڪيو.

**بنواس!** پر دريوڌن وري يڌشٽر کي جوئا لاءِ تيار ڪيو. يڌشٽر اهو شرط رکيو ته اگر هارايم ته ١٢ ورهيه بنواس ۽ هڪ ورهيه اگيات واس (يعني لڪي رهڻ) ڪندا سون. ان شرط تي به يڌشٽر هارايو ۽ ١٢ ورهين لاءِ بن واس ويا. ماتا ڪنتي ته مهاتما ودر جي گهر ۾ رهي باقي پانڊو ۽ دروپدي ١٢ ورهيه بن ۾ رهيا. تيرهين ورهيه اگيات واس ڪرڻ لاءِ راجا **ورات** وٽ ويس بدلي پهنا ۽ نوڪري ڪرڻ لڳا. سال پوري ٿيڻ تي جڏهين ورات جي سيناپتي ڪيچڪ کي ڀيم ماري وڌو ۽ ڪورون ورات ديش تي حملو ڪيو ته ارجن انهن کي ماري ڀڄايو، تڏهين معلوم ٿيو ته پانڊو پاڻ راجا ورات وٽ آهن. شري ڪرشڻ سڀدرا ۽ ابيمنيو کي وٺي ورات نگر ۾ پهتو ۽ **ابيمنيو** جو وواهه ورات راجا جي ڪنيا **اُترا** سان ٿيو.

**يڌ جي تياري!** بنواس پورو ڪرڻ تي جڏهين پانڊو موٽي اندرپرست آيا ته دريوڌن کين راڄ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. شري ڪرشڻ ناهه جا گهڻيئي يتن ڪيا پر دريوڌن نه مڃيو ۽ آخر ۾ ائين چيو ته سئي جي نوڪ جيتري زمين به نه ڏيندس. لاچار يڌ جي تياري ٿي. پانڊون مدد لاءِ راجائن کي لکيو.

**مهاڀارت يڌ جي سينا!** ورات ۽ دروپد راجا ۽ ستيه ورت يادون جو راجا، ساتيڪي چيدي جو راجا

(ششوپال جو پٽ جو پانڊون جو متر ٿيو) ڌرشٽڪيتو
مگڌ جو راجا (جراسنڌ کي ماري شري ڪرشڻ سنڌس
پٽ ڌرشٽ ڪيتو کي گادي تي ويهاريو جو سنڌس
متر ٿيو). جيتسين پانڊون ڌيش جو راجا ۽ ٻيا ننڍا
ننڍا راجائون ٻهھجون سينائون وٺي اچي شامل ٿيا.
شري ڪرشڻ به پانڊون جي طرف ڪر ڪرڻ سوڪار
ڪيو. ان طرح پانڊون وٽ ست اڪشوھڻيون سينا ڪني
ٿي ويئي جنھن ۾ ۱۵۳۰۹۰ هاٿي، ۱۵۳۰۹۰ رٿ،
۴۵۹۲۷۰ گھوڙا ۽ ۷۶۵۴۵۰ پيدل پوڏا هئا.

هوڏانھن ڪورون به تياري ڪئي. مدد لاءِ ٻين
راجائن کي لکيو جنھن ۾ چين جو راجا ڀگدت، پورشوا،
ايران جو راجا شليه، پوج جو راجا ڪرت ورما، سنڌ جو
راجا جيدرٿ، ڪامبوج ۽ يونان جو راجا سدڪشڻ،
مهشمتي، دڪشڻ جو راجا نيل، اونتي جو راجا، ڪيڪيه
ديش جو راجا ۽ ٻيا ننڍا ننڍا راجائون ڪورون جي سهائتا
لاءِ سينائون وٺي هستناپور اچي پهتا. انھن سيني جون
سينائون يارھن اڪشوھڻيون هيون جنھن ۾ ڪل ۲۴۰۵۷۰
هاٿي، ۲۴۰۵۷۰ رٿ، ۷۲۱۷۱۰ گھوڙا ۽ ۱۲۰۲۸۵۰
پيدل پوڏا هئا.

ان طرح ڪل ارڙهن اڪشوهڻيون سينا جنگ جي
ميدان ۾ اچي گڏ ٿيون.

*اڪشوھڻيون ڇا آهن؟* عام طرح اڪشوهڻيءَ جي
ڪٿھن کي سمجهائي ته اڪشوهڻي ڪھڙي ٿا آهي.

ڪيترا جا پڪت ۽ روز ڀورٿين اڏياءَ ۾ اهو پڙهندا آهن ۽ انجي خبر ڪنهن کي ڪانهي. ان ڪري هتي اڪشوهڻي جي واقفيت ڏني وڃي ٿي.

اڄڪلهه جيئن فوج جا سيڪشن يا دستا ٿيندا آهن ۽ انجي حساب سان سموري سينا يعني فوج جو جوڙ لڳائي سگهبو آهي تيئن ان طرح پراچين ڪال ۾ جوڙ لاءِ وڏيون سينائون هونديون هيون جنکي اڪشوهڻي چيو ويندو هو. هرهڪ اڪشوهڻي ۾:- ٢١٨٧٠ رٿ ٢١٨٧٠ هاٿي، ٦٥٦١٠ گهوڙا ۽ ١٠٩٣٥٠ پيدل، اهو انداز هوندو هو.

ان حساب سان ارڙهن اڪشوهڻين ۾ ڪل انداز هن طرح ٿيو:-

٣٩٣٦٦٠ رٿ، ٣٩٣٦٦٠ هاٿي، ١١٨٠٩٨٠ گهوڙا ۽ ١٩٦٨٣٠٠ پيدل. پر وري هرهڪ رٿ تي چار يوڌا ۽ هرهڪ هاٿيءَ تي اٺ يوڌا هوندا هئا. ان طرح سان

چئن جي حساب سان ٣٩٣٦٦٠ رٿن تي ١٥٧٤٦٤٠ سپاهي
اٺن " " " " هاٿين " ٣١٤٩٢٨٠ "
هڪ " " " ١١٨٠٩٨٠ گهوڙن " ١١٨٠٩٨٠ "
هڪ " " " —— پيدل " ١٩٦٨٣٠٠ "

ڪل ٧٨٧٣٢٠٠ "

يعني مهاڀارت جي يڌ ۾ ڪل اٺهتر لک ٽيهتر هزار ۽ سؤ سپاهي شامل ٿيا ۽ ختم ٿيا. پڇاڙيءَ جو ارڙهن ڏينهن جي پيڪر يڌ کانپوءِ فقط اٺ ڄڻا بچيا. باقي

سڀ پارٿ جي قسمت کي لڏڪو جڏي ايشور ڏاڍهن راضي ليا.

ڌرتراشٽر ۽ خاص ڪري شري ڪرشڻ ڏاڍي ڪوشش ڪئي جيئن جيءَ پڻ نه لڳي پر پارٿ جي قسمت جو فيصلو ليڪو هو، پارٿ کي ترا ڏيهن ڏسڻا هوا جڏهن ڪري اها پڻ روڪتي نه سگهي ۽ پارٿ جي قسمت جو فيصلو ڪري ٿي رهي.

## مهانيتي وان شري ڪرشڻ!

مهاپارٿ ۽ شري ڪرشڻ جو شرير ۽ آتما جو سمبنڌ آهي ان ڪري شري ڪرشڻ جي جيون لي ڪجهه روشني وجهڻ ضروري آهي:-

شري ڪرشڻ ان سمي جو مهاودوان، مهاتهي وان راجنيتي ۽ جو مهاودوان ۽ يوگيراج هو. ان سمي نه فقط پارٿ ملڪ ساري سنسار ۾ شري ڪرشڻ جهڙو ودوان ۽ راجنيتي جو ماهر ڪونه هو. اهڙي ودوان جو جيتري قدر ۽ سنمان تيڻ گهرجي اهو ايتري قدر ڪيو جو پارٿ ۾ نه شري ڪرشڻ ايشان مان ايشور بڻجي ويو. پارٿواسي کيس ايشور سمجهي پوڄڻ لڳا ۽ ان عزت جو اهو نتيجو نڪتو جو شري ڪرشڻ سچ پچ ايشور سمجهيو ٿو وڃي. حقيقت ۾ شري ڪرشڻ اسان جهڙو ماڻهو هو. پر ڪن پاکنڊين شري ڪرشڻ جي چرتر کي بعد ۾ تمام گندو ڪري ۽ ٻاوني ڳالهيون جوڙي شري ڪرشڻ کي سندس

اصلي درجي تان ڪيرائي ڇڏيو. **شري ڪرشڻ انسان آهي ايشور ڪونهي نڪو ايشور جو اوتار آهي.** اگر شري ڪرشڻ جي جيون تي گهرو وچار ڪجي ۽ کوجنا ڪئي وڃي ته شري ڪرشڻ پڻهنجي اصلي روپ ۾ هڪ مهاودوان ثابت ٿئيندو.

**ڀڳوت گيتا!** مهاڀارت جي يڌ جي آرنڀ ۾ جڏهين ارجن مت مائٽ ڏسي موهه ڪري يڌ کان ڇڙڪڻ لڳو تڏهين شري ڪرشڻ ارجن کي چڱي طرح سمجهائڻ جو يتن ڪيو ۽ کشتري ڌرم جو اپديش ڪيو جنهن جي پڙهڻ سان ارجن کي جوش آيو ۽ يڌ لاءِ تيار ٿيو. ان طرح سان جيڪو اپديش شري ڪرشڻ ارجن کي ڪيو اهو مهرشي ويد وياس پڻهنجي مهاڀارت ۾ لکي ڇڏيو. جنهن کي پوءِ خاص طرح سان جدا ڪري انجو نالو گيتا رکيو ويو. اصل ۾ گيتا ڪا شلوڪن ۾ شري ڪرشڻ خود ڪا نه ...هي هئي. شري ڪرشڻ ان گيتا جي اندر جيڪو گيان ...و آهي اهو هڪ انسان لاءِ فائديمند آهي. گيتا جي ...وز پاٺ ڪرڻ سان ڪو ڌرم ڪونه ٿيندو انڪو ڇپ ...ندو، پر گيتا ۾ جيڪي لکيل آهي اهو سمجهڻ ۽ ڪرڻ ...ن انسان پڻهنجي جيون ۾ انقلاب آڻي سگهيٿو گيتا جو ...ن ڪمزور لاءِ طاقت جو خزانو آهي. باقي مورکن ۽ ... پاٺ ڪندڙن لاءِ ته سو ڏيئي سؤ پنا آهن جي طوطي ...ڪر ياد ڪرڻ جي برابر آهن ۽ اهي مورک پاٺ ڪندڙ

سب پارٿ جي قسمت کي لڏ ٽڪر جڏي ايشور ڏانهن راهي ليا.

ڌرتراشٽر؛ خاص ڪري شري ڪرشڻ ڏاڍي ڪوشش ڪئي جيئن ٿيءَ پڻ نہ لڳي پر پارٿ جي قسمت جو فيصلو ليٺو هو، پارٿ کي ترا ڏيهن ڏسڻا هوا جيهن ڪري اها پڻ روڪجي نہ سگهي؛ پارٿ جي قسمت جو فيصلو ڪري ٿي رهي.

مهانيتي وان شري ڪرشڻ!

مهاڀارت؛ شري ڪرشڻ جو شرير؛ آتما جو سمبند آهي ان ڪري شري ڪرشڻ جي جيون تي ڪجھ روشني وجهڻ ضروري آهي:-

شري ڪرشڻ ان سمي جو مهاودوان، مهاتيجوان، راجنيتيءَ جو مهاودوان؛ يوگيراج هو. ان سمي نہ فقط ڀارت بلڪ ساري سنسار ۾ شري ڪرشڻ جهڙو ودوان؛ راجنيتي جو ماهر ڪونہ هو. اهڙي ودوان جو جيتري قدر؛ سنمان ٿيڻ گهرجي اهو اتري قدر ٿيو جو ڀارت ۾ نہ شري ڪرشڻ انسان مان ايشور بڻجي ويو. ڀارتواسي ڪيس ايشور سمجهي پوڄڻ لڳا؛ ان عزت جو اهو نتيجو نڪتو جو شري ڪرشڻ سچ پچ ايشور سمجهيو ويو.

حقيقت ۾ شري ڪرشڻ انسان جهڙو ماڻهو هو. پر ڪن پاڪندين شري ڪرشڻ جي چرتر کي نعد ۾ تمام گندو ڪري؛ ناولي ڳالهيون جوڙي شري ڪرشڻ کي سنڌس

اصلي درجي تان ڪيرائي ڇڏيو. **شري ڪرشڻ انسان آهي ايشور ڪونهي نڪو ايشور جو اوتار آهي.** اگر شري ڪرشڻ جي جيون تي گهرو وچار ڪجي ۽ ڪوڙا ڪٿي وڃي ته شري ڪرشڻ پنهنجي اصلي روپ ۾ هڪ مهاودوان ثابت ٿيندو.

**ڀڳوت گيتا!** مهاڀارت جي يڌ جي آرنڀ ۾ جڏهن ارجن مت مائٽ ڏسي موهه ڪري يڌ کان ڇڙڪڻ لڳو تڏهن شري ڪرشڻ ارجن کي چڱي طرح سمجهائڻ جو يتن ڪيو ۽ کشتري ڌرم جو اپديش ڪيو جنهن جي پڌڻ سان ارجن کي جوش آيو ۽ يڌ لاءِ تيار ٿيو. ان طرح سان جيڪو اپديش شري ڪرشڻ ارجن کي ڪيو اهو مهرشي ويد وياس پنهنجي مهاڀارت ۾ لکي ڇڏيو. جنهن کي پوءِ خاص طرح سان جدا ڪري انجو نالو گيتا رکيو ويو. اصل ۾ گيتا ڪا شلوڪن ۾ شري ڪرشڻ خود ڪا نه ڳاهي هئي. شري ڪرشڻ ان گيتا جي اندر جيڪو گيان ڏنو آهي اهو هر هڪ انسان لاءِ فائديمند آهي. گيتا جي روز پاٺ ڪرڻ سان ڪو ڌرم ڪو نه ٿيندو اڪو پيچ ملندو. پر گيتا ۾ جيڪي لکيل آهي اهو سمجهڻ ۽ ڪرڻ سان انسان پنهنجي جيون ۾ انقلاب آڻي سگهيٿو گيتا جو گيان ڪمزور لاءِ طاقت جو خزانو آهي. باقي ماڻهن ۽ رڳو پاٺ ڪندڙن لاءِ ته سو ڏينهن سؤ پيا آهن جي طوطي وانگر ياد ڪرڻ جي برابر آهن ۽ اهي ماڻهو پاٺ ڪندڙ

انکو گيتا کي سمجهي سگهندا انکو انهن لاء گيتا جي ضرورت آهي. ۽ عالم ۽ ودوان لاء گيتا گهاگهڙ ۾ ساگر برابر آهي.

. **ڪرشڻ ليلا ۽ چمتڪار!** شري ڪرشڻ لاء ڪن چمتڪارن ۽ ليلائن جو ورڻن ڪيو ويندو آهي، جو سڄي طرح بلڪل غلط ۽ بڪيد آهي. شري ڪرشڻ انسان هو ان ڪري هو ڪوڙ اهڙو ڪم نٿي ڪري سگهيو جو انسان جي طاقت کان ٻاهر هجي. اصل ڳالهه آهي ته ڪن ودوانن ڌرم ۽ ايشور جي ڪن ڳوڙهن مسئلن کي شري ڪرشڻ کي مهاپرش جاڻي ان سان جوڙي ڇڏيو، جهڙوڪ ڪاليا مردن ۽ سکي لسلا وغيره. بعد ۾ ڪن موورکن اصليت کي نه سمجهي شري ڪرشڻ جي چريتر تي ڪلنڪ لڳايا آهن جي بلڪل غلط ۽ بلڪل غلط آهن. شري ڪرشڻ جل جي طرح نرمل، کير جي طرح شڌ ۽ سون جي طرح چمڪندڙ دنيا روپي آسمان ۾ روشن ستاري جي طرح آهي، جنهن جو جيون بلڪل شڌ ۽ پوتر آهي اگر موجوده دنيا جو دماغ رکندڙ ان زماني جي ان اعليٰ دماغ شري ڪرشڻ جي روز ٻوجها (عمل) ڪي نه هڪ ڏينهن هو شري ڪرشڻ نٿي سگهن لاء اڳتي بعد ڪن ۲-۳ مثالن کي سمجهايو ويندو:-

**ڪرشڻ ليلا:** ڇاڪاڻ ته انهن اعليٰ دماغ ودوان نري ڪرشڻ کي انسان مان ايشور بڻايو هو ان ڪري

شري ڪرشڻ سان اهڙين ڳالهين جو واسطو جوڙي ڇڏيو
جي ايشور سان ني لاڳاپو رکندڙ هيون. ايشور جو اپديش
آهي ته هي انسانو! سنسار ۾ رهندي جيڪي پاپ تـا
ڪريو سي توهان کي سنساري ماڻهو ۾ ڏسن تا ۽ انهن
جي ڪندي شرم لو ٿنيون، جڏهين مرڻ بعد يا پڇتي
ڪندي مون ڏانهن اچڻ جو ارادو تا ڪريو ته شرم حياءُ
ڇڏي اچو ۽ مون توهان کي اُتپن ڪيو آهي مان توهانجا
سڀ ڪرم، برا خواه چڱا ڄاڻان تو ان ڪري مون وٽ
اچڻ وقت ڪوبه شرم نه ڪريو، برا ڪرم هوندا ته شرم
ڪرڻ سان به انجي سزا ضرور ملندي (تيرٿن تي ڏڪن
کائڻ سان ڪو پاپ ڪونه ڇٽندا) ان ڪري شرم ڪرڻ
جي ضرورت ڪانهي.

هاڻي توهان جيڪو چٽر بازار ۾ ڏنو هوندو جنهن ۾
شري ڪرشڻ وڻ تي چڙهيو ويٺو آهي، ۽ سکين جا
ڪپڙا ۾ پاڻ سان کڻي وڃي وڻ تي ويٺو آهي، سکيون
شرم کان ونس اٿيون وڃن ۽ ڪپڙن جي گهر تيون ڪن
ته شري ڪرشڻ چوين تو ته اُگهاڙو تي ٻاهر اچو ته ڪپڙا
ڏيانو. تڏهين به سکيون شرم کي هٽ ڏيئي وڃن تيون.
ماڻهو چوندا آهن ته هر ڳالهه ۾ شڪشا آهي. ڀلا ٻڌايو
ته هن ۾ ڪهڙي شڪشا آهي؟ ڇا ندي ۾ اُگهاڙو سنان
ڪرڻ پاپ ته ڪونهي؟ چڱو اگر شڪشا نه آهي ته ڪهڙو
سڀه ماڻهو اهين ڪرڻ کي چڱو سمجهندو. پر حقيقت
اها آهي ته ان چٽر ۾ جيڪا ندي آهي سو سنسار آهي.

سکيون سڀ آتمائون آهن. شري ڪرشڻ پرماتما ۽ ڪپڙا
ڪرم آهن. مطلب اهو آهي ته آتمائون (سکيون) اندي
(سنسار) ۾ رهندي ترا پلا (رنگين ڪپڙا) ڪنديون
ليون رهن، جن کي ايشور (ڪرشڻ) چائيٺو (ڇاڪاڻ
ته ترا پلا ڪرم يعني ڪپڙا تہ ونس آهن) ۽ آتمائن
(سکين) کي چويٺو ته اوهان جا سنا ۽ خراب ڪم جان
جاڻان ٿو يا مون وٽ آهن (يعني ڪپڙا مون وٽ آهن)
ان ڪري مونکان ڪوبہ شرم نہ ڪريو، مون وٽ اچو
(يعني اندي روپي سنسار کان ٻاهر اچو).

اها آهي اصليت جنهنکي پاکنڊ گندو روپ ڏيئي ڇڏيو.

**سورهن هزار رائيون!** ٻيو هڪ گوڙو هيو
ويندو آهي تہ شري ڪرشڻ کي سورهن هزار ناريون
هونديون هيون ۽ سڀني وٽ شري ڪرشڻ موجود
هوندو هو. جتي ڏسو هر ناري سان ڪرشڻ ليلا ڪندو
نظر ايندو هو.

اها حقيقت ڇا آهي تہ ناري استريءَ کي بہ چئبو
آهي ۽ شرير ۾ جيڪي ناڙيون (نسون) آهن انهن کي بہ
ناري ۽ ناريون چيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ تہ منش جي
آتما پنهنجي ساري شرير ۾ وياپڪ آهي ۽ شرير ۾ سورهن
هزار نسون (ناريون) ٿينديون ٿي آهن ان ڪري هر ناري
سان آتما گڏ هوندي آهي ۽ ڇاڪاڻ تہ آتما شرير ۾ وياپڪ
آهي ۽ ناريون شرير جي اندر آهن. ان ڪري ئي ان

ناري شبد جو مطلب استري ڏانهن ڦيرائي پاڪنديڻ اها ڪلڪمت ايجاد ڪري شري ڪرشڻ سان جوڙي ڇڏي جا غلط آهي. اصل ۾ هر انسان جي طرح ڪرشڻ جون ۾ سورهن هزار نا‌ڙيون (نسون) هيون جي هر انسان جي شرير ۾ آهن.

**راڌا!** ليڪن مزي جهڙي ڳالهه نه اها آهي ته شري ڪرشڻ جي راڌا نالي ڪا استري (راڻي) هئي ئي ڪا نه. راڌا واري ڳالهه ۾ من گهڙت آهي جا بعد ۾ ڪن گهڙي ڇڏي آهي، اصل ۾ راڌا جي اتهاس ۾ هستي ئي ڪانهي نڪا ان نالي سان شري ڪرشڻ کي ڪا استري هئي.

**ڪاليا مردن!** پيو هڪ چتر توهان ڏٺو هوندو ته شري ڪرشڻ شيش نانگ تي چڙهيو بيٺو آهي، جنهن کي پنج سر (قطيون) آهن، پنهي پاسن (مهن) کان ۾ استريون ۾ ٽالهيون پريل جهلي بيٺيون آهن. ان چتر ۾ شري ڪرشڻ کي پرماتما سمجهي اهو ارٿ ڪڍيو ويو آهي ته شري ڪرشڻ شڪتيمان آهي جنهن شيش ناگ جهڙي خوفناڪ ناگ کي ماري مڇايو.

حقيقت ۾ آهي ته شيش ناگ کي جيڪي پنج سر (قطيون) آهن انجي معني آهي پنج وڪار ارٿات ڪام، ڪرودڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار، جن کي شري ڪرشڻ جيتيو آهي.

چاڪاڻ ته شري ڪرشڻ يوگيراج هو جنهن انهن

پنجن ئي وڪارن کي ”ديوي“ الديون کي وس ۾ ڪيو هو۽ استريون جيڪي آهن اهي اپا ۽ ڪامنا روپي ! استريون آهن جي منش کي نرڪ ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن، پر شري ڪرشڻ انهن جي پرواهہ ڪري ان پنجن وڪارن واري ڪاري ناڳ کي جيتيو آهي. ان چتر ۾ ڪرشڻ جو چتر بالڪپڻ جو ڏيکاريو ويو آهي. ان جو ارٿ اهو آهي تہ جيئن ٻار جو من پاپ کان بري هوندو آهي تهڙي طرح شري ڪرشڻ بہ بلڪل شڌ ۽ پوتر شردڌا وارو منش آهي. بس! اها آهي اصليت!

ان طرح سودرشن چڪر، گوردن پربت جو چڱي ٽي کڻڻ وغيره سڀ رهسيہ (راز) واريون ڳالهيون آهن جو بعد ۾ اصلي مطلب نہ سمجهي ان جو غلط استعمال ڪيو ويو آهي. اهوئي آهي اصلي ڀارت جي مهان ليتا، مها ودوان، مها ليتي وان يوگيراج ڀڳوان شري ڪرشڻ جو مختصر جيون.

ارڙهن ڏينهن جي يڌ! جڏهن شانتي جي ڪا بہ آشا نہ رهي تڏهن لاچار يڌ آرمڀ ٿي. ٻنهي طرفن جون سينائون **ڪروڪشيتر** ۾ اچي ڪٺيون ٿيون. مٿرو ڏيهن ئي ڀارت ڪال سڀ ٻوڙا الي سمان ۽ سندڌيا اياڌي ڪري اچي يڌ ۾ شامل ٿيا. اوجن يڌ جي ميدان ۾ اول مٿن مانڻ کي ڏسي موهہ ۾ اچي ويو. تڏهن يوگيراج شري ڪرشڻ ڪيس ڪشتري ڌرم جو اپديش

ڪري ئه لاءِ تيار ڪيو. ئه شروع ٿي، وڏا وڏا يوڌا مارجي ويا. آخر ارڄن ڏينهن جي خوفناڪ ئه ڪانپوءِ ئه سماپت ٿي ۽ پانڊون جي وجئه ٿي. وجئه ڪانپوءِ ئه شخر گادي تي ويٺو پر من نه لڳس. پڇاڙيءَ پائر پڻ مت مائٽ مارجي ويل ڏسي وياڪل ٿي پيا ان ڪري راڄ ارجن جي پوٽي پريڪشت کي ڏيئي سڀ پانڊو دروپدي سميت هماليه پهاڙ طرف هليا ويا.

ان طرح مهاڀارت جي شاهي جنگ ختم ٿي جنهن نه فقط هندوستان بلڪ تمام دنيا جي قسمت جو فيصلو ڪري ڇڏيو. هن مهاڀاري جنگ ۾ تمام دنيا ۽ ڀارت جا وڏا وڏا ودوان ۽ وگياني ختم ٿي ويا. جنهن ڪري هندوستان جي پراچين آرين سڀيتا ۾ فرق اچڻ لڳو جو سڀ ايندڙ ڀاڱن ۾ لکيو ويندو.

ليڪن مهاڀارت جي سمي ڀارت جي سڀيتا ڪهڙي هئي انجو مختصر ورڻن هيٺ ڪيو ويندو:-

**فوجي انتظام!** ان سمي ۾ فوج ٻن قسمن جي هوندي هئي هڪ استر سينا (Standing Army) ٻي سوئم سيوڪ سينا. استر سينا جو انتظام تمام سندر هوندو هو، سپاهين کي نيڪ وقت تي پگهار ڏنو ويندو هو راشن سرڪاري طور ملندو هو، کين سٺي عزت ۽ مان ڏنو ويندو هو. سوئم سيوڪ سينا ۾ ديش تي مصيبت ايندو ڏسي ديش جا نوجوان سوئم سيوڪ بڻجي سينا

۾ پڻ لڀندا هئا. ڪيترائي نوجوان انهن پگهار جي ڏيڻ
پوئين کان هن سيوا ۾ پڻ ٿيندا هئا.

سرڪار طرفان هٿيار ٺوڪارن کي نيڪ طرح رکيو
ويندو هو. سپاهين قلعن ۾ رهندڙن هئون جيئن ۾
ٻڌ وياڳ جا (ملٽري) ڊاڪٽر به رهندا هئا. جن وٽ
وڍ ڪٽ، چير ڦاڙ (Operation) جا اوزار
(Instruments) رهندا هوا ۽ جن کي به باقاعدي پگهار
ملندو هو.

**شستر استر!** ان زماني ۾ خوفناڪ شستر استر موجود
هوا. خاص طرح استرن جو وڏيڪ استعمال ٿيندو هو.
توپ ۽ بندوق جي طرح اگني جي سهائتا سان هلندڙ
خوفناڪ استر موجود هوا، جنهنجو خاص استعمال ٿيندو
هو. بندوقن ۽ توپن جي گولن کان سچي رڻ ڀومي (جنگ
جو ميدان) آگ جي طرح چمڪي اٿندي هئي. ڪن
خاص استرن جو ورڻن ڪيو وڃي ٿو:-

(۱) **آگنيي استر**- ان ۾ هڪ مٺ جو گولو وڌو
ويندو هو. ان جي هيٺان چڪر لڳل هوندا هوا گولا هوا
۾ ٽي ڦاٽي پوندا هوا ۽ انهيءَ زبردست ڌماڪو (Shock)
ٻڌائيندا هوا. ان ۾ بادلن جي طرح سخت ڪڙڪو
ٿيندي هئي.

(۲) **نارايڻ استر**- هن مان اول اڳين پاڳي مان
ٻرندڙ باڻ اڪرندا هوا ۽ سڀني طرفن ۾ ڦهلجي ويندا

هوا، انڪانپوءِ تارن جي طرح چمڪندڙ شيشي جا گولا ڇوڙيا ويندا هوا. ان بعد ڇهن ڇڪرن وارين وچتر ينگ جون شتگهنيون (ڏوهتن توپون)، وڏا وڏا گولا ۽ اهڙا چڪر جن جون ڌارون ڇري جي طرح تيز هونديون ظاهر ٿينديون هيون، اهي جيئن جيئن وڌنديون وينديون هيون، تيئن تيئن اهو (نارائڻ) استر به وڌندو ويندو هو. ان نارائڻ استر دوارا شسترن کي اٿين ماريو ويندو هو جيئن آگ ۾ ڪين پئيو ويو هجي.

## ڪجهه ٻيا وچتر استر!

(١) **برهم استر**- هن مان انيڪ ٻاڻ نڪري شترن کي ناس ڪندا هوا.

(٢) **سؤر استر**- هن سان اونده هٽائي سگهبي هئي.

(٣) **اگني استر**- لوهه جو ٻاڻ يا گولو ٿاهي ان ۾ اهڙيون شيون وڌيون وينديون هيون جنکي باهه لڳائڻ سان هوا ۾ دونهون ڦهلجندو هو يا اُس يا هوا جي ڇهڻ سان ٻري ٿاتي پوندو هو.

(٤) **ورڻ استر**- هي اهڙين شين جي ملائڻ سان ٺهندو هو جنهن جو دونهون هوا جي ڇهڻ سان ٺي هڪدم بادل بڻجي وسڻ لڳندا هوا ۽ باهه کي وسائي ڇڏيندا هوا.

(٥) **موهن استر**- هن ۾ نشيدار شين ملائڻ ڪري اُهجي دونهين سبٻان دشمن جي فوج کي بيهوشي وني ويندي هئي.

(٦) **پاشپت استر-** هڪڙي تار شيشي يا ڪنهن ٻي شيءِ مان لنگهائي بجلي پيدا ڪري شروع جو ناس ڪيو ويندو هو.

(٧) **اشني استر-** هي اُن جڪرن سان ٺهيل ڏاڍو خوفناڪ استر هوندو هو. هن جي رٿ لي استعمال ڪرڻ سان رٿ گهوڙن سوڌو پسر ٿي ويندو هو ۽ بجليءَ جي ڪڙڪ زمين تي هلي ويندي هئي.

(٨) **انترڌان استر-** هي به ڏاڍو پيانڪ استر هوندو هو. هن ۾ بين هڪيترين ٻوين ڪانسواءِ هي هڪ ٻوت هو ٻوت کي لساڻ ڪري سگهندو هو.

(٩) **ناگر ڦانس-** هن جي شروع لي ڦنو ڪرڻ سان سعدس شرير کي جڪڙي قابو ڪري ڇڏيندو هو.١ انڪانسواءِ ٻيا ٻيا ڪيترائي استر هوندا هوا.

**يڪ حا نيمر!** يڌ جي شروع ٿيڻ ۽ خاتمي لي ٻوڏن جي هڪبئي ۾ مترتا رهندي هئي، هڪبئي سان سنو ورتاو ڪيو ويندو هو. زباني جهڳڙو ٿي پوندو هو ته زباني طور ئي نباهو ويندو هو. ميدان ۾ يڌ ڇڏي ڀڄي ويندڙ کي نه ماريو ويندو هو. رٿي رٿيءَ سان، هاٿي سوار هاٿي سوار سان، گهوڙيسوار گهوڙيسوار سان، پيدل پيدل سان يڌ ڪندا هئا. حملي ڪرڻ کان اڳ اطلاع (War Declaration) ڏيئي حملو ڪيو ويندو هو. وشواس ڏياري يا ڪمزوريءَ جي حالت ۾ وجهي ٻئي لي حملو نه

ڪيو ويندو هو. ڪنهن سان يڌ ۾ مشغول، يڌ کان ڀڳل، پٺ ڏيکاريندڙ، ني هٿيار ۽ بنا زره جي ڪنهن کي نه ماريو ويندو هو. گهوڙن، رٿن جي سارٿين، شستر استر تيار ڪري ڏيندڙ يا شستر ڪٽي ايندڙ نوڪرن کي نه ماريو ويندو هو. شترو سينا جا باجا (بئنڊ) وغيره نه ڀڳا ويندا هوا. راجدوت جو جيون پوتر سمجهيو ويندو هو ان ڪري انکي جيل ۾ رکڻ ٿي مها پاپ سمجهيو ويندو هو، ان ڪري يڌ ۾ انکي ته بلڪل ڪجهه نه ڪيو ويندو هو. اهڙي شترو کي نه ماريو ويندو هو جنهن جا پراڻ اڪرڻ ٿي هجن، جنهنجو ڪو پٽ نه هجي، جنهن جو هٿيار ڀڄي پيو هجي، جو آفت ۾ پيل هجي، جنهنجي ڌنش جي ڏوري ٽٽي پيئي هجي ۽ جنهنجو گهوڙو مري پيو هجي. زخمي شتروءَ جي پنهنجي ديش ۾ مرهم پٽي ڪري چاڪ ٿيڻ تي انکي پنهنجي ديش ۾ موڪليو ويندو هو. يڌ ۾ گرفتار ٿيل ڪيدين سان ته تمام عزت سان پيش اچبو هو. يڌ جي ميدان ۾ يوڌن جو به عمدو انتظام هوندو هو سپاهين جي، سامان لاءِ ملٽري استور به هوندا هوا.

اگر جنگ ڪرڻ لاءِ ٻئي فوجون ميدان ۾ ڪٽريون هجن ۽ ڪو براهمڻ ان لڙائي کي روڪڻ جي ارادي سان اچي ته هڪدم يڌ روڪجي ويندي هئي. جيڪو ڪشتري اٿين نه ڪندو هو تنهن کي پاپي سمجهيو ويندو هو ۽ ڪيس ايمان جي درشتيءَ سان ڏٺو ويندو هو. شترو

کي جيتڻ لاءِ وچتر وچتر ويوھ (خاص مورچا) ٺاهيا
ويندا هوا. فوجن جي آرام ۽ رهائش لاءِ سنڌر تنبو لڳايا
ويندا هوا. اتفاق سان رات جو يڌ ڪرڻ لاءِ رٿن ۽ هاٿين
تي روشني جو بندوبست ڪيو ويندو هو. هر هڪ رٿ
تي گهڻوڪري پنج ٽنبون ۽ هر هڪ هاٿي تي ٽي ۽
هر هڪ گهوڙي تي هڪ ٽي ٻاري ويندي هئي، جيئن
دوست دشمن جو پتو پئجي سگهي. هڪڙا آواز نه ڪندڙ
رٿ به تيار ڪيا ويندا هوا، جنهن يڌ جي ميدان ۾ اچڻ
تي ان مان ڪو به آواز ڪونه نڪرندو هو.

**راڄا جو شاسن!**

مهاڀارت ڪال ۾ راڄا جي شاسن (حڪومت) جو
روپ اڳي کان ڪجهه بدليل هو. اڳي راڄا تي براهمڻ جو
ڏنڊو هوندو هو جنهن کان ڊڄي راڄا نياءُ پوروڪ آچرڻ
ڪندو هو. ليڪن مهاڀارت ڪال ۾ راڄا جي هستي
ڪجهه زور هئي پر ان هوندي به هو پنهنجي مرضي سان
من ماني نه ڪندو هو. ڇاڪاڻ ته پرجا سمجهدار ۽ نفع
نقصان کي سمجهندڙ هئي. راڄا جي من ماني ڪرڻ تي
پرجا ڪڙي ٿي ويندي هئي، جنهن ڪري راڄا کي
جهڪڻو پوندو هو. ان ڪري پرجا جي ڊپ کان راڄا
سدائين پرجا جي ڀلي جا ۽ پرجا جي مرضي موجب ڪي
ڪم ڪندو رهندو هو. جيڪو ڌرم پوروڪ راڄ ڪندو
هو اهو ئي راڄا سمجهيو ويندو هو. پرجا جي ڀلي لاءِ

واجا ا۾ رشين ۽ سڀاسين کان صلاحون وٺندو رهندو هو ۽ جيئن اهي مهاپرش کيس چوندا هئا، وچار ڪري راجا ان موجب ضرور ڪندو هو. پرجا جي آواز کي ايشور جو آواز سمجهي راجا ان جو هڪدم ڌيان رکندو ۽ ان موجب ڪندو هو.

## وِيوسٿاپڪا سڀا (Legislative Assembly)!

هن وِيوسٿاپڪا سڀا (ليجسليٽو اسيمبليءَ) ۾ ڪل ٣٤ ميمبر هوندا هئا. چار براهمڻ جي آيرويد ۾ ماهر، وچار شيل، ودوان ۽ شڌ هردي وارا هوندا هئا، اٺ يڌ ودِيا ۾ ماهر ڪتري، ٢١ ڌن ۽ شانتي جا پيدار وئشيه ۽ هڪ شودر، جو ڳوان ۽ ٥٠ ورهين جي عمر وارو سٺن وچارن وارو ۽ حسد کان خالي، ڪل ٣٤ ميمبر هوندا هئا.

هيءَ سڀا (اسيمبلي) جيڪو فيصلو ڪندي هئي، اهو اول پرجا ۾ عام رائي لاءِ ڦيرايو ويندو هو جنهن کي جنتا جا نيتا به پوري طرح سمجهي سگهن.

راجڌاني اپجائو هند لي ڪئي ويندي هئي. راج تلڪ تيرڻ وقت وڏا جشن ڪيا ويندا هوا. وغيره.

يل! هرهڪ ڳوٺ ۾ هڪ انتظام ڪندڙ هوندو هو، پوءِ نمبروار ڏهن، ويهن، سؤ ۽ هزار ڳوٺن تي وڏا عملدار هوندا هئا. عملدارن جو ڪم صلح سالمت قائم رکڻ ۽ يل وصول ڪرڻ هوندو هو. ڳوٺ جو ڪامورو ڳوٺ مان ڪٺو ڪيل يل کي پاڻ کان مٿي عملدار ڏانهن

پهچائيندو هو ان طرح ٿيندو، اها وصولي آخر ۾ سرڪاري
حوالي ۾ پهچندي هئي. پرجا کان سڌن آمدني جو چوٿون
حصو ٽيڪس، رڪما طور ورتو ويندو هو، ايمانداري سان
ڪمايل ڌن تي ڪجهه ٽيڪس پرجا تي خرچ ڪرڻ لاءِ
لڳايو ويندو هو. ڪاٺين، لوڻ، رستن، جهازن ۽ هلڻ
تي لڳايل محصول وصول ڪرڻ لاءِ سرڪاري عملدار
مقرر ٿيل هوندا هئا. ٻر محصول وٺڻ وقت اهو خاص
ڌيان ڏنو ويندو هو جيئن پرجا کي ان ڪري ڪا خاص
تڪليف يا واپار تي برو اثر نه ٿئي. جنگ جي وقت راجا
پرجا کان قرض طور به ڌن وٺندو هو.

سرڪاري عملدار پرجا کي لٽيندڙ ۽ ظالم ٿيندا آهن،
راجا کي انهن کان سدائين پرجا جي رکشا ڪرڻي پوندي
هئي. واپاري ڪيترو مال خريد ڪيو آهي، ان تي ٻيا
خرچ ڪيترا لڳا آهن، سندس ڪٽنب جو خرچ ڪيترو
آهي، اهي سڀ ڳالهيون ڏسي تي ان مال تي محصول
لڳايو ويندو هو، جيئن پرجا کي تڪليف نه ٿئي. ڪنهن
نه گهرو ڌنڌي تي ايترو ٽيڪس لڳايو ويندو هو جنهن
۾ انهي جو پلو ٿئي. لالچ ۾ اچي گهڻو ٽيڪس لڳائي
ملڪ جي جڙن کي نشٽ نه ڪيو ويندو هو. انهن ڳالهين
ڳالهين تي تمام سختي سان ڌيان ڏنو ويندو هو.

پرجا جي مال چارڻ لاءِ مفت چراگاهه هوندا هوا.
جهنگل ۽ چراگاهه راجا جي نجي ملڪيت نه سمجهيا
ويندا. ٻلي ۾ آباد ٿيڻ، گهمڻ، ٽڙڻ ۽ ٻوڙن کي

چارڻ جي پرجا کي پوري سوتنترتا هئي. فقط اهي پيل سرڪاري سمجهيا ويندا هوا جن ۾ هاٿي پاليا ۽ ڦاسايا ويندا هوا. پراڻن جي معنيٰ اها ڪانهي ته ڪو سرڪار جو انهن تي ضابطو نه هوندو هو، فقط پرجا کي انهن پيلن ۾ ڪجهه به ڪرڻ جي پوري آزادي هوندي هئي.

عام جنتا جا ساڌارڻ نيم! "ماڻهن کي رستن تي، ڳاين جي وچ ۾، پٽي ۽ اناج جي وچ ۾ ڪڏهين به پاخانو ۽ پيشاب نه ڪرڻ گهرجي. شوچ ڪاليوءَ لڏي ۾ سنان ڪري سنڌيا ڪرڻ گهرجي. روز ٻه دفعا صبوح شام جو سنڌيا ۽ هون ڪرڻ گهرجي. هٿ پير ۽ منهن وغيره ڌوئي ڪري ڀوڄن ڪرڻ گهرجي. ڪاٺڻ وقت اصل نه ڳالهائجي. اُن ۽ ڪاڏي جي سين جي گلا نه ڪرڻ گهرجي. آنند سان ڀوڄن ڪرڻ گهرجي. ڪاٺڻ وقت ڏک اصل نه ڪرڻ گهرجي (ڏک سان کاڌل ڪري امرت به زهر ٿي پوندو آهي سٺي ۽ سٺو ڀوڄن کائڻ به طاقت نه ڏيندا، پر خوشي سان ڪلي ڪلي کائڻ سان سادو کاڌو به وڏي طاقت ڏيندڙ ٿيندو آهي). اَتٿي (مهمان)، مائٽ ۽ نوڪر سيني کي هڪجهڙو ڀوڄن ڪرڻ گهرجي، صبوح ۽ شام انهن ٻن وقتن کسي چڏي ٻئي ڪنهن به وقت ڀوڄن نه ڪرڻ گهرجي. ويٺي ويٺي مٽي پورڻ، ڪک ڀڃڻ، ڏندن سان ننهن ڪاٽڻ، اهي عادتون خراب ۽ وڏي عمر کي گهٽائيندڙ آهن؛ چاهي ديش خواهه پرديش

رکيو آهي. مهاراجا يڌشٽر راجسوءِ يگيه وقت هڪ راج سڀا تيار ڪرائي هئي جا ان وقت جي مشهور انجنيئر ميه تيار ڪئي هئي، ان سڀا جي لمبائي ڏهه هزار هٿ هئي، ان جا ٿنڀ اڳيان، سج ۽ چنڊ جي طرح چمڪندا هوا. انجي اوچين چوٽين بادلن جي طرح آڪاش کي گهيري رکيو هو، انجي ڪم آندل هر هڪ شيءِ اتم هئي، ڪوٽ ۾ سنو پٿر ڪم آندو ويو هو. ان ۾ تمام سندر چتر لڳايا ويا هوا. ان سڀا ٿنڀن جي مقابلي جو ٿنڀن ساري سنسار ۾ ان وقت ڪونه هو. ان جي حفاظت لاءِ وڏا وڏا ٿوڌا مقرر ڪيا ويا هوا. وڻن کي سون سان سينگاريو ويو هو. اڱڻ ۾ هڪ تلاءُ ٺهرايو ويو هو. ان ۾ نقلي وليون تيار ڪيون ويون هيون انهن ولين جا پن خوبصورت مڻين سان ۽ انهن جون ٽنڊون ٻين مڻين مان ۽ گل سون جا تيار ڪيا ويا هوا. تلاءُ ۾ خوشبودار پاڻي ڀريل هو. ان تلاءُ ۾ نقلي مڇيون ۽ ڪڇون پڻ تيار ڪيا ويا هوا. تلاءُ جون ڏاڪڻيون، بلوري پٿر جون ٺهيل هيون. سڀ ڪان وچتر ڳالهه اها هئي جو جيتوڻيڪ تلاءُ ۾ پاڻي ڀريل هو ته به اهو تلاءُ هڪ سندر باغيچي جي طرح معلوم ٿيندو هو. تلاءُ جي چئني طرفن سندر چبوترا ٺهيل هوا. ان سندر تلاءُ کي ڏسي راجا به ڌوکو کائي ويندا هئا. ان وشال (شاهي) سڀا ٿنڀن جي ٻنهي طرف سگنڌت گلن سان ڀريل وڻ هوا. هڪ ٻيو چمتڪار اهو هو جو ان سڀا ٿنڀن ۾ اهڙن مصالحن سان هڪ فرش تيار ڪيو ويو هو

## مهاڀارت ڪال پريششٽ (Appendix)!

مهاڀارت جي زماني ۾ ڀارت ۾ چڪرورتي راڄ هوندو هو. سارو ڀارت ننڍن ننڍن حصن ۾ ورهايل هوندو هو ۽ اهي سڀئي راجائون چڪرورتي راجا جي ماتحت حڪومت ڪندا هئا، ان ڪانسواءِ آزاد راڄ ٻه هوندا هوا. مهاڀارت جي لڙائي ۾ جيڪي جيڪي ننڍا راجائون پانڊون ۽ ڪورون جي مدد لاءِ آيا اهي هي هئا:-

### مڌيہ ديش ڪان!

(١) **پنچال**- هن ديش جو راجا دروپد هو. هي ارجن جو سهرو هو. پنچال جو راجا دروپد پنهنجي ديش جي ٻين سردارن وغيره ۽ پنهنجن ڏهن پٽن سان پانڊون جي سهائتا لاءِ آيو هو. پنچال سينا ۽ سموري پانڊون جي سينا جو سيناپتي (Commander in Cheif) راجا دروپد جو پٽ وير **ڌرشٽديمن** هو. پنچال سينا ۾ اتر علائقي جون ڪجهه سوتنتر جاتيون به شامل هيون.

(٢) **متسيہ**- هن ديش جو راجا وراٽ هو. راجا وراٽ شري ارجن جو سيڻ هو. ڇاڪاڻ ته راجا وراٽ جي ڌيءَ **اُترا** جو وواهه ارجن جي پٽ اڀيمنيو سان ٿيو هو. متسيہ ديش جي راجا وراٽ پاڻ سان اراولي ٽڪرين ۾ رهندڙ ڪجهه سوتنتر جاتيون به پاڻ سان آنديون هيون.

(٣) چيدي- هي ديش جو راڄ شوپال جو پٽ ڌ ورشٽڪيتو هو.

(٤) ڪاروش راڄ.

(٥) دشارڻ راڄ.

(٦) ڪاشي- هي ديش جو راڄا آپيپو هو.

(٧) پوروي ڪوشل.

(٨) پشچمي مگڌ- انهو راڄا سهديو هو. جراسنڌ

جي موت کانپوءِ مگڌ جو راڄ ايڪ حصن ۾ ورهائجي

ويو هو. پشچمي مگڌ تي سهديو جو راڄ هو. هي پنهنجي

سمنا ۾ وندياچل پهاڙن تي رهندڙ ڪجهه پهاڙي جاتيون

۽ وٺي آيو هو.

**پشچم ڪان!**

پانڊون جي سڀاپتا لاءِ پڇم ڪسان يادو لوڪ شري

ڪرشڻ جي ڪماند هيٺ شامل ٿيا هئا. يادو گجرات

۾ اچي اوير علائقن ۾ رهندا هئا. انهن سان ئي گنڌ

ڀوج، الڌڪ، ورشڻ، ساتوت، ماڌو (شري

ڪرشڻ ماڌ وسکهه جو هو جنهن ڪري شري ڪرشڻ

کي ماڌو به چيو ويندو آهي)، دشارهه، آهڪ، ڪڪر،

الهادي ايڪ جاتيون به موجود هيون. انهن سڀني ۾

رسا لعتر راڄه هو. انهن مان ڪي ڪورون جي سهايتا

لاءِ آيا ۽ ڪي پانڊون جي. سالوڪن جو مکيه (سرِدار)

ميدان، ساتيڪي هڪ اکشوهڻي (٢١٨٧٠ هاٿي،

٢١٨٧٠ رٿ، ٦٥٦١٠ گهوڙا ۽ ١٠٩٣٥٠ پيدل) سينا وٺي
پانڊون جي سهايتا لاءِ آيو هو.

**اتر اولهہ کان!**

(١) **ڪيڪيہ** ديش جا پنج راجڪمار اتر اولهہ کان پانڊون جي سهايتا لاءِ آيا هئا. هونءَ ته ڪيڪين ڪورون جو ساٿ ڏنو هو پر راڄ گهراڻي جي اندروني جهڳڙن ڪري پنج راجڪمار پانڊون جي طرف شامل ٿيا.

(٢) **اپيسار**- هن ديش جو راجا **چترسين** هو.

**دکشڻ کان!**

(١) پانڊيہ- هن ديش جو راجا **سارنگڌوج** هو
هن ٻ راوڙ ديش کان ٻه ڪيترين سيناٴون آنديون هيون

(٢) **چول** ديش.

(٣) **ڪيرل** راجيہ.

(٤) **ڪانچي**.

اهي مڙيان سڀ پانڊون جي سهايتا لاءِ آيل هئا.
ڪورون جي سهايتا لاءِ هي آيا هئا:-

**اوڀر کان!** -

(١) **پوروي مگڌ**.

(٢) **وديهہ**.

(٣) **پراگ جيوتش** يا آسام- هن جو راجا **ڀگدت** هو. هن جي سينا ۾ **چين** ٻه شامل هو.

(٤) **انگ**- هن جو راجا **ڪرڻ** هو.

(٠) پنج ند (پنجاب).

جو راجا ٿيو. جيدرٿ جو وواهه ڌرتراشٽر جي ڪنيا ارٿا سان دريوڌن جي ڀيڻ دهشلا سان ٿيو هو. مهاڀارت جي يڌ ۾ مهاراجا جيدرٿ ڪورون جي طرفان لڙيو هو، جنهن ۾ کيس ارجن ماريو. هو هڪ اڪشوهڻي سينا جو مالڪ هو. سندس نڍو ڀاءُ اُگر ڌنوا (سنڌي) به مهاڀارت يڌ ۾ شامل ٿيو هو. جيدرٿ جي مرڻ کانپوءِ سندس پٽ سرٿ سنڌ جو راجا ٿيو. سندس وقت ۾ ارٿات مهاڀارت يڌ کانپوءِ يڌشٽر اشوميڌ يگيه ڪيو، ان اشوميڌ جو گهوڙو ارجن جي رکشا ۾ گهمندو سنڌ ديش ۾ هليو آيو. ان سمي ئي سنڌو راج سرٿ جو مرتيو ٿيو هو؛ سندس نڍو پٽ گاديءَ تي ويٺو. هو نابالغ هو ان ڪري ارجن بنا ڪنهن ڪشت جي گهوڙي سرڌو لنگهي ويو.

ڪاننر (٢-٦-٤٩) جو نيڪا ڪار درگسگهه لکيتو ته:- سنڌي سنڌو زياده استعمال ڪندا هئا.

اهو سنڌو ڪنربن جو راڄ گهراڻو ڏهين صديءَ تائين به موجود هو؛ ٧٢٠ع کان ٩٢٠ع تائين ان سنڌي راڄ گهراڻي جو راڄ ڪاٺياواڙ ۾ هو. هي پاڻ کي جيدرٿ ونشي سڏائيندا هئا؛ سنڌ مان وڃي اچي ڪاٺياواڙ ۾ آباد ٿيا هئا. ان گهراڻي جي راجائن وٽ جنگي آرماڙ به هو؛ هنن عربن کي سامونڊي لڙائيءَ ۾ هڪ دفعي جيتيو به هو.

(٣) گانڌار (افغانستان) هن جو راجا شڪلي (ڌريوڌن جو مامو) هو.
(۴) تورگرت ھجو راجا سشرما هو.
(٥) مدر- هتي جو راجا شليہ هو.
(٦) ڪامبوج- هتي جو راجا سدڪشڻ هو.
(٧) ڪيڪيہ ديش- (سرحدي پرڳڻو).

سؤوير! هي ۽ سنڌو راجا جي ئي مالڪي هوندو هو، براهمڻ گرنٿن ۾ سنڌو، سؤوير ٿاليسان گڏ ايندو آهي. سؤوير جي راجڌاني جي وشئہ ۾ هڪ براهمڻ پراڪرت شلوڪ مليو آهي، جنهن مان معلوم ٿيئڻو تہ سؤوير جي راجڌاني روروڪ هئي.

(Notes Indiennes, Jan-Mars,
1925, P. 48)

عربي گرنٿن ۾ ان نگر جو نالو ال-رور آهي. اهو روروڪ شهر شايد موجوده روهڙي (روڙهي) ئي آهي.

(Journal of Indian History, Vol XXII)
No I. P. 18

سؤويرن جا مهارٿ راجا شترنتپ ۽ آجبلد و ۽ پرسڌ را ا ٿيا آهن. مهاڀارت ۾ وتل، دت متر ۽ سمتر نالي ٽن ٽراجان کي شري ارجن جيتيو هو. اوهارڪ نالي ۾ هڪ سؤوير راجا جي ڪٿا آهي، جو پارس ۾ ڪاسوء حلميچيہ جي سمہ ۾ هو.

(٨) **واهليڪ** ديش- (بلخ يا بخارا).
(٩) **آمبشٺ**- هتي جو راجا **شرتڌ يش** هو.
(١٠) **شوي**- (سبي) بلوچستان.

**اُتر ڪان!**

ڪورون جي سهايتا لاءِ اتر ڪان ڪيترين تي پهاڙي جاتيون آيون هيون جي هماليہ پهاڙ تي نواس ڪندڙيون هيون، **ڪش، ڪرات، پلند، هنسپاد،** اتيادي انهن ۾ مکيہ هيون.

**مڌيہ ڀارت ڪان!**

(١) **يادو**- انهن جو نيتا **ڪرت ورما** هو. هي موجوده ٻروده جي ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر ۾ رهندا هئا،
(٢) **آونتي**- هن ديش جا **ونڌ** ۽ **انوونڌ** نالي ٻہ راجا هئا. هي ٻہ تمام شڪتي شالي هئا. انهن جون ٻہ اکشوهڻيون (٤٣٧٤٠ رٿ، ٤٤٧٤٠ هاٿي، ١٣١٢٢٠ گهوڙا ۽ ٢١٨٧٠٠ پيدل) سينا ڪورون جي سهايتا لاءِ آئي هئي.
(٣) **مهشمتي** يا ماهشڪ- انجو راجا **نل** هو.
(٤) **ودرڀ**.
(٥) **تشڪ**.
(٦) **ڪنتل**.

**پشچم ڪان!**

(١) **شالو**- انجو راجا **اُگرڪرما** هو.
(٢) **مالو**- هي هڪ گڻ راجيہ هو ۽ پنجاب ۾ هو.

(٣) ڪشدرڪ.

دکشڻ کان!

(١) آنڌر يا آنڌرڪ.

(٢) ڪڪر.

(٣) آنڌڪ.

الکالسواء ڪورون جي سهايتا لاءِ آشواتڪ، چيڊل، چولڪ، ريچڪ، وڪنج اليادي ٻيون ۽ ڪيترين جاٽيون ۽ ننڍا ننڍا راجائون شامل ٿيا هئا.

مٿين سڀني راجين ۾ ڪٿي ٻرجا تنتر راجيہ هو ۽ ڪٿي راجيہ تنتر هو. ڪيترا ننڍا ننڍا راجيہ پاڻ ۾ گڏيل هوندا هوا جنکي سنگهہ راجيہ (Federation) چئو ويندو هو.

## سامرا جيہ واد (Imperialism)!

مهاڀارت ڪال ۾ جيوٽيڪ ڀارت ورش ۾ اليڪ راج هوا ۽ اهي ٻروولي (لهر) زور هئي تہ ساري ڀارت تي چڪرولي راج قائم ڪيو وڃي. ان لاءِ اليڪ شڪتي شالي راج ونس ڪوشش ۾ هوا. پهرئين پورپالن سوريہ ونشي راجائن ان طرف ڪوشش ڪئي. مهاڀارت ڪال ۾ مگڌ جي راج ونش ان طرف ڌيان ڏنو. ان سمي مگڌ جو راجا جراسنڌ هو. جراسنڌ ڪيترن راجائن کي جيتي ٻڌي آڌين ڪيو هو. جراسنڌ جي راجڌاني گريورج هئي. براچيہ ديش، مڌيہ ڀارت ۽ مڌيہ ديش جا ڪيترا راجيہ گريورج جي ماتحتي سويڪار ڪندا هوا.

چيديءَ جو راجا ششوپال جراسند جو مکيه مددگار هو.
ان طرح **ڪروش** جو راجا **وڪر، انگم** جو راجا **ڪرڻ**
۽ ونگم ۽ پونڊر راڄ جراسند جي مکيه مددگارن مان هئا.
پراڳ جيوتش (آسام) جي راجا ڀگدت ۽ دکشڻاڌيم جي
راجا **ڀيشمڪ** کي جراسند پنهنجي ماتحت ڪيو هو.
ڀيشم جي ڪمانڊ ۾ ڪورو به جراسند جا ساٿي هوا. مگر
جي ان پرتاپ شالي مهاراجا پنهنجو غصو خاص ڪري
پرجا تنتر راڄن تي ظاهر ڪيو هو. ڇو ته سامراجيه وادي
(Imperialists) مهاراجائن جي رستي ۾ سڀ کان
وڏي رڪاوٽ پرجا تنتر راڄ (Democraitic) ٿيندا
آهن، انهن کي سوتنترتا ۽ سمانتا جا وچار سخت ڪشمڪش
لاءِ تيار ڪري ڇڏيندا آهن ۽ هو غلاميءَ جي جيون کان
موت کي وڌيڪ پسند ڪندا آهن. ڀهريائين اندڪ
ورشڻ جو مشهور سنگهه (Federation) راڄ مٿرا جي
ويجهو هو، سامراجيه وادي جراسند ان پرتاپ شالي سنگهه
کي نشٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ارڙهن دفعا مگڌ
جي فوجن ان تي حملو ڪيو. پر هي شاهي سنگهه نشٽ نه
ٿي سگهيو. آخر ۾ پراچيه ديش جي سامراجيه وادي
راشٽرن (Leage) جي گڏيل فوج، اندڪ ورشڻ سنگهه
کي جيتيو. لاچار هو پنهنجو پراڻو استان ڇڏي تمام پري
پشچم ۾ دوارڪا جي ويجهو وڃي آباد ٿيا. جراسند جا

حملا الي ، ليڪن رهيا پر دوارڪا ۾ اندڪ ورشڻ سنگهه
پنهنجي سوتنترتا قائم رکڻ ۾ سڦل ٿيو.

اندڪ ورشڻ سنگهه کانسواءِ جراسنڌ ٻين ۽ ڪيترن
ٻيا لنتر راجن تي حملا ڪيا. ان سڄي اتر ۾ شورسين،
**پدرڪار، بوڌ، شالو، پنچر، سٽل، مڪلد،
ڪلند، ڪنتي ۽ شالواين اليادي گڻ راڄ هوا،**
جن تي حملا ڪري جراسنڌ انهن کي ڌ جيتيو هو، ان
ڪري هو پنهنجي پراڻي استان کي ڇڏي پشچم طرف
وڃڻ لاءِ لاچار ٿيا هوا.

ان طرح اتر جو ڪوشل راڄ جراسنڌ جي ارادن جو
شڪار ٿيو. اهو راڄ ۽ جراسنڌ کان گهبرائجي ڏکڻ طرف
هليو ويو هو ۽ ان طرح دکڻ ڪوشل جي استاپنا ٿي.
واسند پنچال راڄ جو ۽ حالمو ڪيو هو، ٻين ۽ ڪيترن ئي
راجن کي مگڌ جي مهاراجا پنهنجي آڌين ڪيو هو.

ان طرح سامراجيہ جي ڪوشش ۾ مهاڀارت ڪال ۾
مگڌ جي راجائن کي سڦلتا ٿي هئي. پر مگڌ کانسواءِ ٻيا
راڄ ۽ ان لاءِ يتن ڪري رهيا هوا. مهاڀارت ڪال ۾
اندرپرست جي راجا يڌشٽر پنهنجن ڀائرن جي مدد
سان سامراجيہ وستار جو ارادو ڪيو هو. پراچين ڪال ۾
راجسويگيہ ڪرڻ هرڪ راجا پنهنجو ڌرم سمجهندو
هو. پر مگڌ جي مهاراجا جراسنڌ جي هوندي ان ۾ سڦلتا
لڀڻ مشڪل هئي. ان ڪري شري ڪرشڻ جي مدد

سان پانڊون ڀريائين جراسند جو خاتمو ڪرڻ ضروري سمجهيو. شري ڪرشڻ جو جراسند کي ختم ڪرڻ جو خاص اهو به ڪارڻ هو جو شري ڪرشڻ بہ انڌڪ ورشڻ سنگهہ جو پرڌان هو. جراسند ان تي ڏايا حملا ڪيا ۽ هڪ دفعي **ڪال يون** نالي طاقتور راجا کي بہ حملي ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو هو. جراسند جي سامراجيہ واد جي ڪارڻ ئي انڌڪ ورشڻ سنگهہ متراچڏي دوارڪا ۾ رهڻ لاءِ لاچار ٿيو هو ۽ وري جراسند اڌارمڪ راجا هو. سامراجيہ واد جي پراچين آدرش کي تياڳي راجائن کي لشت ڪندو هو. ڀارت جا پراچين سامراجيہ وادي مهاراجائون، راجائن کي لشت نہ ڪندا هئا اهي فقط ڪائن آڌيپتا سويڪار ڪرائيندا هئا، پر جراسند راجائن ۽ راجن جون ٻاڙون پڻ ڇڏيون. ان ڪري شري ڪرشڻ جهڙي ماڻهو لاءِ ضروري هو تہ هو مگڌ جي ان سامراجيہ واد جو خاتمو ڪري پراچين آدرش انوسار اندرپرست جي سامراجيہ واد کي مدد ڪري.

راجا يڌشٽر مگڌ جي سامراجيہ کي لشت ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. جراسند ماريو ويو ۽ اُن جي قيد مان ڪيترن راجائن کي سوتنتر ڪيو ويو مگڌ جي گادي تي جراسند جي پٽ سهديو کي وهاريو ويو جنهن پانڊون کي پنهنجو سوامي سويڪار ڪيو. جراسند جي موت ڪري مگڌ راڄ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. پراگ جيوتش (آسام) ۾ ڀگدت سوتنتر

حملا الي ۽ ليندا رهيا پر دوارڪا ۽ اندڪ ورشڻ سنگهه
پنهنجي سوتنترتا قائم رکڻ ۾ سڦل ٿيو.

اندڪ ورشڻ سنگهه ڪانسواءِ جراسنڌ ٻين ۾ ڪيترن
ٻرجا تنتر راڄن تي حملا ڪيا. ان سوءِ اتر ۾ شورسين،
پدرڪار، ٻوڌ، شالو، پٽچر، سٿل، مڪند،
ڪلند، ڪنتي ۽ شالواين اياديءَ گڻ راڄ هوا،
جن تي حملا ڪري جراسنڌ انهن کي ڊ جيتيو هو، ان
ڪري هو پنهنجي پراڻي استان کي ڇڏي پشچم طرف
وڃڻ لاءِ لاچار ٿيا هوا.

ان طرح اتر جو ڪوشل راڄ جراسنڌ جي ارادن جو
شڪار ٿيو. اهو راڄ ۽ جراسنڌ کان ڪهبرائجي ڏکڻ طرف
هليو ويو هو ۽ ان طرح دکشڻ ڪوشل جي استاپنا ٿي.
راسنڌ پنچال راڄ جو ۽ خالمو ڪيو هو ۽ ٻين ۾ ڪيترن ئي
راڄن کي مگڌ جي مهاراجا پنهنجي آڌين ڪيو هو.

ان طرح سامراجيه جي ڪوشش ۾ مهاڀارت ڪال ۾
مگڌ جي راڄن کي سڦلتا ٿي هئي. پر مگڌ کانسواءِ ٻيا
راڄ ۽ ان لاءِ يتن ڪري رهيا هوا. مهاڀارت ڪال ۾
اندرپرست جي راجا يڌشٽر پنهنجن ڀائرن جي مدد
سان سامراجيه وستار جو ارادو ڪيو هو. پراچين ڪال ۾
راجسويگيه ڪرڻ هرهڪ راجا پنهنجو ڌرم سمجهندو
هو. پر مگڌ جي مهاراجا جراسنڌ جي هوندي ان ۾ سڦلتا
لڀڻ مشڪل هئي. ان ڪري شري ڪرشڻ جي مدد

سان پانڊون ڀهريائين جراسند جو خاتمو ڪرڻ ضروري
سمجهيو. شري ڪرشڻ جو جراسند کي ختم ڪرڻ جو
خاص اهو به ڪارڻ هو جو شري ڪرشڻ بس انڌڪ
ورشڻ سنگهه جو پردان هو. جراسند ان تي ڏاڍا حملا
ڪيا ۽ هڪ دفعي **ڪال يوَن** نالي طاقتور راجا کي به
حملي ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو هو. جراسند جي سامراجيه واد
جي ڪارڻ ئي انڌڪ ورشڻ سنگهه متورا ڇڏي دوارڪا
۾ رهڻ لاءِ لاچار ٿيو هو ۽ وري جراسند اڌارمڪ راجا
هو. سامراجيه واد جي پراچين آدرش کي لياڳي راجائن
کي لشت ڪندو هو. ڀارت جا پراچين سامراجيه وادي
مهاراجائون، راجائن کي لشت نه ڪندا هئا اهي فقط ڪائن
آڌيتا سويڪار ڪرائيندا هئا، پر جراسند راجائن ۽ راجن
جون ٻاڙون ٻني ڇڏيون. ان ڪري شري ڪرشڻ جهڙي
ماڻهو لاءِ ضروري هو ته هو مگڌ جي ان سامراجيه واد جو
خاتمو ڪري پراچين آدرش انوسار اندر پرست جي
سامراجيه واد کي مدد ڪري.

راجا يڌشٽر مگڌ جي سامراجيه کي لشت ڪرڻ ۾
ڪامياب ٿيو. جراسند ماريو ويو ۽ اهي قيد مان ڪيترن
راجائن کي سوتنتر ڪيو ويو مگڌ جي گادي تي جراسند جي
پٽ سهديو کي وهاريو ويو جنهن پانڊون کي پنهنجو سوامي
سويڪار ڪيو. جراسند جي موت ڪري مگڌ راڄ ٽڪرا
ٽڪرا ٿي ويو. پراڳ جيوتش (آسام) ۾ ڀگدت سوتنتر

ٿي ويو. انگ، ونگ، بنگ ۽ اوڀر ڀارت جا ٻيا راڄ
مگڌ جي اثر کان آجا ٿي ويا، پر انهن راڄن ڪري اُتي
شڪتي قائم ڪئي. دکشڻاپٿ ديش جو راجا پلڪيشن ٻيو
سولنڪي هو، جنهن پالدون سان دوستي ڪئي. جيڏي
۽ ڪارونش جو ٿيون سنگهه (فيڊريشن) ٺهيو جنهن جو
راجا ششوپال ٿيو. پر اهي راڄ به پالدون جي سامراجيه واد
۾ اٽڪ وجهندڙ هوا. راجا ششوپال ٻڌ ڌرم جي اُنتي لئي
سوئي سگهيو، جو جراسنڌ جو سيناپتي هو ۽ هميشه پالدون
جي ترقي ۾ هر طرح وگهن وجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ
لڳو. نتيجو اهو نڪتو جو شري ڪرشڻ ششوپال جو به
خاتمو ڪيو. جيڏي راڄ ششوپال کي ماري انهي پٽ
ڌرشٽڪيتو کي گدي تي وهاريو ويو. اهو ڌرشٽڪيتو
پالدون ۽ شري ڪرشڻ جو مِتر هو ۽ مهاڀارت يڌ ۾ پالدون
جي طرف وٺي شامل ٿيو هو.

ان طرح سامراجيه واد جو رستو پالدون لاءِ بي ڪنڊڪ
ٿي ويو ۽ سولائي سان وڌي ڪري سگهيا. چئني طرف
حملا ڪري راڄن کي ماتحت ڪياون. هي سامراجيه
پراچين آدرش تي ٺهيو ڪيل هو ۽ پر ان سمي جو سڀ
کان وڏو مهاپرش شري ڪرشڻ ان ۾ سهائڪ هو. مگڌ
جي ناشڪاري سامراجيه واد کي ناس ڪري پالدو
پنهنجو سامراجيه قائم ڪري سگهيا ۽ ٻڌ ڌرم کي ڀارت جو سمراٽ
بڻايو ويو.

**هستناپور** جا ڪورو پانڊون جي ان سامراجيه واد ڪي حسد سان ڏسڻ لڳا. آخر انڪلون ڪري پانڊون ڪي بن موڪلي پاڻ ان تي اڌڪار ڄمائي وينا جنهن تان هيڏي شاهي جنگ لڳي جا ئي مهاڀارت يڌ آهي.

ان يڌ ۾ ظاهري طور ته فقط ڪورو ۽ پانڊو لڙي رهيا هئا پر اصل ۾ ساري ڀارت جون شڪتيون ان ۾ شامل هيون. نتيجو اهو ٿيو جو انيڪ پراچين ننڍا راڄ نشٽ ٿي ويا، فقط شڪتي شالي راڄ قائم رهي سگهيا.

مهاڀارت ڪال ۾ پنجاب ۾ انيڪ راڄ هوا ۽ اهي گهڻو ڪري سيني ڪورن جي طرف شامل ٿيا هوا، مهاڀارت يڌ ۾ انهن جون فوجون ۽ راجائون مارجي ويا، نتيجو اهو ٿيو جو سڀ راڄ ڪمزور ٿي ويا. پنجاب جي ڪنهن ۾ طاقتور راجا لاءِ اهو سولو ٿي ويو ته هو انهن کي نشٽ ڪري پنهنجي راڄ کي ڦهلائي سگهي. پنجاب ۾ اهوئي ٿيو. تڪششلا (Taxila) جي راجا ناگا تڪشڪ پنجاب جي گهڻو ڪري سيني راجين کي جيتي تڪششلا ۾ راڄ قائم ڪيو، جنهن بعد ۾ ڪرو ديش تائين حملا ڪيا. اهائي ساڳي حالت ٻين هند ۾ ٿي.

مهاڀارت يڌ کانپوءِ مڌيه ديش ۾ ٽي مکيه راڄيه هوا. هستناپور ۾ چندرونش راڄ، مگڌ راڄ ۽ ڪوشل ۾ سوريه ونشي راڄ. انهن کانسواءِ ٻيا به انيڪ راڄ مڌيه ديش ۾ رهيا پر اهي گهڻو ڪري انهن جي ئي آڌين هوا.

انهن جون ونشاوليون (Chronology) هيٺ ڏيون ٿيون.

ساڳئي پانچال، ڪاشي، هئيهيه اليادي راڄن ۽ ڪشمير جون وانشاوليون سڀ هيٺ ڏيون وڃن ٿيون:-

## مگڌ جا راڄ ونش!

**بارهدرٿ ونش!** (عيسوي سن کان ٣١٣٩ اڳ کان عيسوي سن کان ٢١٣٣ ورهيه اڳ تائين).

(١) **سهديو**- مهاڀارت يڌ کان اٽڪل ١۴ ورهيه اڳ مهاراجا جراسنڌ جو خاتمو ڪيو ويو ۽ جراسنڌ کي ماري سندس پٽ سهديو کي گادي تي ويهاريو ويو. پر سهديو جو ساري مگڌ تي اڌڪار ڪو نه هو. جراسنڌ جي مرڻ کانپوءِ نه فقط مگڌ جو سامراڄيه ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو بلڪ مگڌ راڄ پڻ ٻه ٽي حصا ٿي ويا. مهاڀارت ڪال پڻ سهديو ڪالسواءِ ڏنڊ ۽ ڏنڊ ڌر نالي ٻه ٻيا راڄائون اوپر مگڌ پر راڄ ڪري رهيا هئا، انهن جو راڄ مگڌ جي پراڻي راڄڌاني گرااورج پر هو. انڪالسواءِ سهديو جو ٻيو ڀاءُ پڻ هو جنهنجو نالو جيم سين يا جيمسين هو. مهاڀارت يڌ پر سهديو پانڊون جي طرف ۽ ٻيا ٽيئي ڪورون جي طرف هئا.

مهاڀارت يڌ پر سهديو مارجي ويو هو. جراسنڌ ۽ سهديو جي ونش کي بارهدرٿ ونش چيو ويندو آهي، سهديو جو موت عيسوي سن کان ٣١٣٩ ورهيه اڳ ٿيو.

(٢) **مارجاري**- هي سهديو جو پٽ هو، عيسوي سن

ڪان ٣١٣٩ ورهيه اڳ ھي پنهنجي پتا جي موت بعد گادي تي وينو. هنجي سمي ۾ مگڌ راڄ وري هڪ ٿي ويو. هي ڪل ٥٨ ورهيه راڄ ڪري مري ويو.

(٣) شرت شروا- هن عيسوي سن ڪان ٣٠٨١ اڳ، ان عيسوي سن ڪان ٣٠١٧ ورهيه اڳ تائين ڪل ٦٤ ورهيه راڄ ڪيو.

(٤) آيوتايو- هي شرت شروا جو پٽ هو. هن ع-س ڪان ٣٠١٧ اڳ ڪان ع-س ڪان ٢٩٨١ ورهيه اڳ تائين ڪل ٣٦ ورهيه راڄ ڪيو.

(٥) نرامتر- ع-س ڪان ٢٩٨١ اڳ ڪان ع-س ڪان ٢٩٤١ ورهيه اڳ تائين. هي ايوتايو جو پٽ هو. هن ٤٠ ورهيه راڄ ڪيو.

(٦) سڪشتر- ع-س ڪان ٢٩٤١ اڳ ڪان ع-س ڪان ٢٨٨٣ ورهيه اڳ تائين. هن ٥٨ ورهيه راڄ ڪيو.

(٧) برهتڪرما- ع-س ڪان ٢٨٨٣ اڳ ڪان ع-س ٢٨٦٠ ورهيه اڳ تائين. هن ٢٣ ورهيه راڄ ڪيو.

(٨) سيناجت- ع-س ڪان ٢٨٦٠ اڳ ڪان ع-س ڪان ٢٨١٠ ورهيه اڳ تائين. هن ٥٠ ورهيه راڄ ڪيو.

(٩) شرتنجيه- ع-س ڪان ٢٨١٠ اڳ ڪان ع-س ڪان ٢٧٧٠ ورهيه اڳ تائين هن ٤٠ ورهيه راڄ ڪيو.

(١٠) مهابل- ع-س ڪان ٢٧٧٠ اڳ ڪان ع-س ڪان ٢٧٣٥ ورهيه اڳ تائين. هي شرتنجيه جو پٽ هو. هن

۳۵ ورهيہ راڄ ڪيو. هي راڄا ڏاڍو پراڪرمي، وڌوان ۽ ناليوارو هو.

(۱۱) **شڇي**- ع-س کان ۲۷۳۵ اڳ کان ع-س کان ۲۶۷۷ ورهيہ اڳ تائين. هن ۵۸ ورهيہ راڄ ڪيو.

(۱۲) **کشيم**- ع-س کان ۲۶۷۷ اڳ کان ع-س کان ۲۶۴۹ ورهيہ اڳ تائين. هن ۲۸ ورهيہ راڄ ڪيو.

(۱۳) **سورت**- ع-س کان ۲۶۴۹ اڳ کان ع-س کان ۲۵۸۵ ورهيہ اڳ تائين. هن ۶۴ ورهيہ راڄ ڪيو.

(۱۴) **سنيتر** (پهريون)- ع-س کان ۲۵۸۵ اڳ کان ع-س کان ۲۵۵۰ ورهيہ اڳ تائين. هن ۳۵ ورهيہ راڄ ڪيو.

(۱۵) **نرورتي**- ع-س کان ۲۵۵۰ اڳ کان ع-س کان ۲۴۹۲ ورهيہ اڳ تائين. هن ۵۸ ورهيہ راڄ ڪيو.

(۱۶) **ترنيتر**- ع-س کان ۲۴۹۲ اڳ کان ع-س کان ۲۴۵۴ ورهيہ اڳ تائين. هن ۳۸ ورهيہ راڄ ڪيو.

(۱۷) **درڍسين**- ع-س کان ۲۴۵۴ اڳ کان ع-س کان ۲۳۹۶ ورهيہ اڳ تائين. هن ۵۸ ورهيہ راڄ ڪيو.

(۱۸) **مُهَچل**- ع-س کان ۲۳۹۶ اڳ کان ع-س کان ۲۳۶۳ ورهيہ اڳ تائين. هن ۳۳ ورهيہ راڄ ڪيو.

(۱۹) **سمتي**- ع-س کان ۲۳۶۳ اڳ کان ع-س کان ۲۳۴۱ ورهيہ اڳ تائين. هن ۲۲ ورهيہ راڄ ڪيو.

(۲۰) **سنيتر** (ٻيو)- ع-س کان ۲۳۴۱ اڳ کان ع-س کان ۲۳۰۱ ورهيہ اڳ تائين. هن ۴۰ ورهيہ راڄ ڪيو.

(٢١) **ستيهجت** - ع-س کان ٢٣٠١ اڳ کان ع-س کان ٢٢١٨ ورهيه اڳ تائين، هن ٨٣ ورهيه راڄ ڪيو.

(٢٢) **ويرجت** - ع-س کان ٢٢١٨ اڳ کان ع-س کان ٢١٨٣ ورهيه اڳ تائين، هن ٣٥ ورهيه راڄ ڪيو.

(٢٣) **رپنجيه** - ع-س کان ٢١٨٣ اڳ کان ع-س کان ٢١٣٣ ورهيه اڳ تائين. هن ٥٠ ورهيه راڄ ڪيو. هي راجا ٻيا اولاد جي ايشور وت ٻهتو. هي رپنجيه، هن ٻارهدرت واش جو پوئون راجا هو. ٻارهدرت واش ۾ سهديو کان وٺي ڪل ٢٣ ۽ مارجاري کان وٺي ڪل ٢٢ راجا ٿيا هن واش ع-س کان ٣١٣٩ اڳ کان ع-س کان ٢١٣٣ ورهيه اڳ تائين ڪل ١٠٠٦ ورهيه راڄ ڪيو.

**پرديوت ونش!** (ع-س کان ٢١٣٣ اڳ کان ع-س ١٩٩٥ ورهيه اڳ تائين).

مگڌ جو پوئون راجا رپنجيه ٻيا اولاد جي مري ويو، هن کي فقط هڪ ڪنيا هئي. رپنجيه جي سيناپتي جو ناو پُلڪ هو. پلڪ رپنجيه جي هتيا ڪئي، ۽ پنهنجي پٽ پُرديوت کي راڄ گدي تي وهاريو. پلڪ خود سنگهاسن تي نه ويهي سگهيو، ڇاڪاڻ ته سندس ڪوئي اڌڪار ڪونه هو. ان ڪري هن پنهنجي پٽ پرديوت جي لاء اڌڪار اٿن ڪري ورتو. هن رپنجيه جي ڪنيا جو وواهه پرديوت سان ڪيو ۽ پرديوت ليم انوسار رپنجيه جو وارث بڻجي ويو. ان طرح پرديوت

کان ھڪ لکون ولش شروع ٿيو جو سندس ٿالي سان پرديودت ولش ٿيو.

رپنجہ جي راج ۾ ڪيترئون گھٽناڻون ٿيون. خاص اھاتي ۽ آونتي جي پراچين راج ولش جو خاتمو ڪمو ويو. مهاپارت ڪال ۾ اونتي تمام شڪتي شالي راج ھو، اتي جا ٻئي راجائون ۽ اڪشوھطيون سينا وٺي مهاپارت يڌ ۾ شامل ٿيا ھئا. مهاپارت يڌ کانپوء آونتي راج ڪمزور ٿيندو ويو، جنھنڪي رپنجہ مگڌ راج ۾ ملائي ڇڏيو ؛ ان طرح **ويت ھوترونش** جو ۽ خاتمو ڪيو ويو.

(۱) **پرديوت** ع-س کان ۲۱۳۳ اڳ کان ع-س کان ۲۱۱۰ ورھيہ اڳ تائين، ڪل ۲۳ ورھيہ راج ڪيو. ڪانئس پوء سندس پٽ پالڪ گادي تي ويٺو.

(۲) **پالڪ**- ع-س کان ۲۱۱۰ اڳ کان ع-س کان ۲۰۸٦ ورھيہ اڳ تائين. ھي پرديوت جو پٽ ھو. ھن ۲۴ ورھيہ راج ڪيو.

(۳) **وشکيوش**- ع-س کان ۲۰۸٦ اڳ کان ع-س کان ۲۰۳٦ ورھيہ اڳ تائين. ھن ۵۰ ورھيہ راج ڪيو.

(۴) **سوريڪ**- ع-س کان ۲۰۳٦ اڳ کان ع-س کان ۲۰۱۵ ورھيہ اڳ تائين. ھن ۲۱ ورھيہ راج ڪيو.

(۵) **نگندرڌن**- ع-س کان ۲۰۱۵ اڳ کان ع-س کان ۱۹۹۵ ورھيہ اڳ تائين. ھن ۲۰ ورھيہ راج ڪيو. ھي پرديوت ولش جو پويون راجا ھو.

نڪسدرڌن (ندي ورڌن) سان پرديوت وش جي انهن پنجن راجائن ڪل ١٦٨ ورهيه راڄ ڪيو.

**ششوناگونش!** (ع-س کان ١٩٩٥ اڳ کان ع-س کان ١٦٣٥ ورهيه اڳ تائين).

(١) **ششوناگ**- ع-س کان ١٩٩٥ اڳ کان ع-س کان ١٩٥٥ ورهيه اڳ تائين. پرديوت وش جي پوئين راڄا نندي ورڌن کي ماري ششوناگ گادي تي ويٺو. ششوناگ ڀهريائين ڪاشيءَ ۾ رهندو هو، نندي ورڌن کي ماري پاڻ مگڌ جي گادي تي ويٺو ۽ ڪاشيءَ جو راڄ پنهنجي پٽ کي ڏنائين. هن ڪل ٤٠ ورهيه راڄ ڪيو.

(٢) **ڪاڪورڻا**- ع-س کان ١٩٥٥ اڳ کان ع-س کان ١٩١٩ ورهيه اڳ تائين. هن ٣٦ ورهيه راڄ ڪيو.

(٣) **ڪشيمرڌرم**- ع-س کان ١٩١٩ اڳ کان ع-س کان ١٨٩٣ ورهيه اڳ تائين. هن ٢٦ ورهيه راڄ ڪيو.

(٤) **ڪشيترگيم**- ع-س کان ١٨٩٣ اڳ کان ع-س کان ١٨٥٣ اڳ تائين. هن ٤٠ ورهيه راڄ ڪيو.

(٥) **بمبسار**- ع-س کان ١٨٥٣ اڳ کان ع-س کان ١٨١٥ ورهيه اڳ تائين. هن ٣٨ ورهيه راڄ ڪيو. هي مهاتما ٻڌ جي زماني ۾ هو. بمبسار مگڌ جي راڄڌاني راجگره جو بنياد وڌو ۽ انگ ديش کي پنهنجي آڌين ڪيو. هي تمام پراڪرمي مهاراجا هو.

هن ڪالپوءِ ٻوڌ ڪال آرنڀ ٿيندو. ان ڪري مگڌ

جي راڄنيتڪ اتهاس ڪي الي ني ڇڏيو ٿو وڃي، ٻوڌ
ڪال (ٻئي منڊل) ۾ وڌيڪ ورڻن ڪيو ويندو.

## هستناپور يا چندرونش!

مهاڀارت ڪالوءِ هستناپور جو چندر ونس سڀني کان
وڌيڪ طاقتور هو. پانڊو جن پيڪر ۾ کان اڳ نه
سامراجيواد قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا هئا، سندن
مخالفت هوندي به هو آخر ۾ سقل ٿيا. مهاڀارت ۾ ڪالپوءِ
راجا پرڪشت هستناپور جي راڄ سنگهاسن تي ويٺو. ٻر
وياڪل تي پانڊو پائرن بدواس سوبڪار ڪيو؛ ارجن
جي پوٽي پرڪشت کي پنهنجو شاهي سامراجيه (سلطنت)
ڏيئي دروپدي سميت خود همالي طرف هليا ويا.

راجا پرڪشت، ارجن جي پٽ **ابيمنيو** جو پٽ
هو. ابيمنيو مهاڀارت ۾ مارجي ويو هو، ان ڪري
سندس پٽ پرڪشت تي ٻڌشتر کان پوءِ گادي تي ويٺو.
براهڻن ۾ راجا پرڪشت جي باري ۾ ڪيترائون ئي ڪٿائون
لکيل آهن، انهن ۾ هڪ **تڪشڪ** ناگ دوارا ڏنگجڻ
جي ڪٿا تمام پرسڌ آهي. ان موجب:-

راجا پرڪشت هڪ دفعي شڪار ڪرڻ لاءِ جهنگل
۾ ويو. رستو ڀلجي هرڻ جو پيڇو ڪندي وڃي **شيمڪ**
رشيءَ جي ڪٽيا ۾ پهتو. شيمڪ رشي سماڌيءَ ۾ هو.
پر پرڪشت انجو ڪو به خيال نه ڪري ڪانئس هرڻ جو
پڇڻ لڳو. رشي سماڌي ۾ هئڻ ڪري ڪو به جواب نه

ڏيئي سگهيو، تنهن تي راجا کي ڪروڌ اچي ويو ۽ هن مٿس ناگ رشيءَ جي گلي ۾ وجهي ڇڏيو. رشيءَ سماڌي ۾ هئڻ ڪري ڪجهه به ڌيان ڪونه ڏنو. ايتري ۾ رشيءَ جو پٽ اتي اچي پهتو ۽ پنهنجي پتا جو اپمان ڏسي راجا کي شاپ (سراپ) ڏنو ته تنهنجو موت ناگ جي ڏنگڻ سان ٿيندو. ان انوسار تڪشڪ ناگ جي ڏنگڻ ڪري پريڪشت جو موت ٿيو. جيتوڻيڪ راجا بچڻ جا گهڻيئي اپاءَ ڪيا. مهاڀارت ۽ پراڻن ۾ انهن اپائن کي تمام دلچسپ نموني سان ورڻن ڪيل آهي.

پراڻن ۾ تڪشڪ ناگ دوارا پريڪشت جي ڏنگجڻ کي ڪٿا جي طرح ناهي لکيو ويو آهي. پر اصل ۾ اها هڪ وڏي راز کي ٿي کولي. پراڻن هڪ وڏي اهميت واري راجنيتڪ گهٽنا کي النڪار روپ ۾ ظاهر ڪيو آهي. ڳالهه اصل ۾ هيءَ آهي ته اتر اولهه ڀارت جي راڄڌاني پراچين ڪال ۾ تڪششلا هئي، جتي ناگ ونش جا راجائون راڄ ڪندا هئا. مهاڀارت يڌ کانپوءِ هي راجا تمام طاقتور ٿي ويا هئا ۽ هنن ساري اتر اولهه ڀارت تي پنهنجو راڄ قائم ڪري ڇڏيو هو. راجا پريڪشت جي سمي ۾ ناگ راجا جو نالو تڪشڪ هو. پنهنجي راڄ کي وڌائڻ جي خيال کان هن هستناپور تي حملو ڪيو ۽ پريڪشت کي ماري وڌو. مٿين ورڻن کي نظر ۾ رکي پراڻن جي اها وياکيا چڱي طرح سمجهه ۾ اچي ويندي. پريڪشت کانپوءِ

سندس پٽ **جنميجيہ** هستناپور جي گادي تي ويٺو. جنميجيہ پنهنجي پتا جي هتيا جو بدلو وٺڻ جو پڪو ارادو ڪيو، ان ڪري هن اشوميڌ يگيہ جو لشڪر ڪيو. براهڻن ۾ لکيل آهي ته ان يگيہ جي پرياڳ سان ناگ لڳا تار اڳيءَ ۾ ڪري ڪري مرڻ لڳا. ناگ راڄ تڪشڪ، ولش جي پرياڳ کان بچڻ لاءِ گهڻيئي حيلا ڪيا پر انت ۾ هو به اڳيءَ ۾ ختم ٿي ويو. ان ڪٿا جو مطلب فقط اهو آهي، ته جنميجيہ جي ڪوشش سان ناگ قوم ۽ تڪشڪ جو خاتمو ٿيو. مهاڀارت جي اوسار جنميجيہ تڪشلا تي حملو ڪيو ۽ ان کي جيتي پنهنجي مالڪيت ڪيو. ان طرح ناگ راج تڪشڪ جو خاتمو ڪري جنميجيہ پنهنجي سامراجيہ ۽ سمراٽ پد جي رکشا ڪئي.

جنميجيہ جي ئي دربار ۾ (رشي) **وئيشمپاين** (مهرشي ويد) **وياس** دوارا ٺاهيل مهاڀارت جو پاٺ ڪيو هو، ان درشٽي کان راجا جنميجيہ جو شاسن ڪال خاص اهميت وارو آهي. براهڻن ۾ جنميجيہ کي **پرپرڪشيم** چيو ويو آهي جنهن مان هو هڪ مشهور فاتح معلوم ٿئي ٿو.

راجا جنميجيہ کانپوءِ **شتانيڪ** هستناپور جي گادي تي ويٺو. هن جي ڏينهن ۾ ڪا خاص ڳالهہ ڪا نہ ٿي. هي *بلوان* ۽ ودوان هو.

شتانيڪ کانپوءِ سندس پٽ **اشوميڌ دت** راجا ٿيو.

اشوميڌ دت ڪالپوء اڄو پٽ **اڌ سيمڪرشڻ** راجا ٿيو. پراڻ اول اول هنجي ئي راڄ ۾ لکڻ شروع ٿيا. (١)
اڌ سيمڪرشڻ ڪالپوء سندس پٽ **نچڪشو** گادي تي ويٺو هنجي سمي ۾ گنگا ندي ۾ شاهي ٻوڏ آئي جنهن ۾ هستناپور ٻڏي ويئي. نچڪشو هستناپور ڇڏي **ڪؤشامبي** کي پنهنجي راڄڌاني بڻايو. هي گهٽنا تمام اهميت واري آهي جو هن بعد چندر ونش جي شاهي سامراڄ جي راڄڌاني هستناپور جي جاء تي ڪؤشامبي بڻجي ويئي.

نچڪشو ڪالپوء چندر ونش ۾ ٢٣ ٻيا راڄائون ٿيا ڪل ٣١ راڄائون ٿيا جنجا نالا هي آهن:-
(١) يڌشٽر (ارجن) (٢) ابيمنيو (٣) پريڪشت (٤) جنميجيه (٥) شتانيڪ (پهريون) (٦) اشوميڌ دت (٧) اڌ سيمڪرشڻ (٨) نچڪشو (٩) اُشڻ (١٠) چترُرٿ (١١) سچدرٿ (١٢) ورشنت (١٣) سشيڻ (١٤) سنيٿ (١٥) روچ (١٦) نرچڪشو (١٧) سکيبل (١٨) پريپلو (١٩) سنيه

(١) اهو ياد رکڻ گهرجي ته هي جو ڪي مورک ماڻهو پراڻن کي ۽ مهاڀارت کي هندن جو پنجون ويد چوندا آهن، اها درجي اول جي مورکتا آهي. پراڻ هندن جا اتهاس گرنٿ آهن، ڌرم گرنٿ ڪونهن ۽ تمام ويجهي زماني جا آهن، ان ڪري انهن کي پنجون ويد وغيره چوڻ وڏي ۾ وڏي جهالت آهي.

(٢٠) ميڊاوي (٢١) لربچھ (٢٢) مردو (٢٣) لر (٢٤) برهدرٿ (٢٥) وسودان (٢٦) شتالبڪ (ٻيو) (٢٧) آديڻ (٢٨) وهمر (٢٩) دلبه پالي (٣٠) ارامتر (٣١) ڪشيمڪ.

ڪشيمڪ سان چندر ونش (ٻورو ونش) جي ونشاولي سماپت ٿي. لڳڪيو ڪالبوه چندر ونش جي شڪتي گهٽجندي وئي، مگر جو سامراجيه واد ڏيري ڏيري زور ورتو لڳو، جيڪا هستي مهاڀارت ڪال ۾ هستناپور کي حاصل ٿي ابا اتجي گيڪا ۾ ٻڌ سان گڏ ئي گم ٿي وئي. ان سمي مديه پرديش ۾ ڪوشل راجا پهرين شڪتي وڌائي رهيا هئا الهي ۾ چندر ونش (ٻورو ونش) جي عالمي ۾ مدد ڪئي.

مهالما ٻڌ جي زماني ۾ ڪوشامبي جي راڄ سنگهاسن تي راجا آديڻ (اٽڪل ٢٧) راڄ ڪري رهيو هو جنهن جي ۽ اولعي جي راجا پرديوت جي ٻانڌ ۾ ڏاڍي ڪشمڪش هئي.

## ڪوشل جو سوريه ونش!

مهاڀارت ڪال ۾ ڪوشل جو راجا ٻرهدبل هو، جو ڪورون جي طرفان مهاڀارت ۾ لڙيو هو. مهاڀارت ۾ ڪالبوه ڪوشل راڄ به ڪمزور ٿي ويو هو، اڏيڪ ٿي هستناپور جا شڪتي شالي سمراٽ موجود هئا، الڪري جي طاقت نه ٻڪڙي سگهيو، ٻر ڏيري ڏيري ڪوشل جا راجائون شڪتي شالي ٿيندا ويا، تان جو ٻڌ ڪال

۾ ڪوشل راجا پرسين جت هڪ شڪتي شالي راجا ٿي ويو، جو سامراجيه تيار ڪرڻ لاءِ لڳا تار ڪوشش ڪري رهيو هو. هڪ طرف هو مگڌ جي طاقتور سمراٽ اجات شترو سان لڙي رهيو هو، ته ٻئي طرف نزديڪ جي ننڍن راڄن (شاڪيه پرجا تنتر ۽ ڪاشي راجيه) کي هضم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ڪوشل جي سوريه ونش ۾ ڪل ٣٢ راجائون ٿيا جن جي ونشاولي هن طرح آهي:-

(١) برهدل (٢) برهنڪشڻ (٣) اروڪشيپ (٤) وتس (٥) وتس ويوهه (٦) پرتي ويوم (٧) ڀاڻو (٨) دواڪر (٩) سهديو (١٠) برهد شو (١١) ڀانورٿ (١٢) سپرتيڪ (١٣) سپرتيه (١٤) مرديو (١٥) سنڪشتر (١٦) ڪنر (١٧) انترڪش (١٨) سورڻ (١٩) امترجت (٢٠) برهدراڄ (٢١) ڌرمن (٢٢) ڪرتنجيه (٢٣) رڻنجيه (٢٤) سنجيه (٢٥) شدوڌن (٢٦) شاڪيه (٢٧) راهل (٢٨) پرسينجت (٢٩) ڪشدرڪ (٣٠) ڪنڊڪ (٣١) سرٿ (٣٢) سمترو.

سمتر سان ڪوشل جو پراچين سوريه ونش سماپت ٿي ويو.

## ڪشمير جو راڄ ونش!

مهاڀارت ڪال ۾ ڪشمير تي گونند (پهريون) راڄ ڪري رهيو هو. هي راجا مگڌ سمراٽ جراسند جو متر هو ۽ هن انڊڪ ورشڻ سنگهه تي حملن ۾ جراسند جي مدد ڪئي هئي. ڪشمير جي فوجن جمنا جي ڪناري

کگيندر جي موت بعد **سريندر** ڪشمير جو راجا ٿيو، هي تمام ڌرماتما هو. سريندر بنا اولاد جي مري ويو ان ڪري سريندر سان گونند جو راج ونش سماپت ٿيو ۽ **گوڌر** ڪشمير جي راج سنگهاسن تي ويٺو. گوڌر جو پٽ **سورڻ** مهاتما ٻڌ جي زماني ۾ هو. سوتنتر راڄ جي روپ ۾ ڪشمير جي هستي گهڻي وقت تائين قائم رهي، انت ۾ موريه سمراٽ **اشوڪ** انکي پنهنجي شاهي سامراجيه ۾ ملائي ڇڏيو.

## ٻيا راڄ!

[illegible]

مگڌ ۾ ... (چندر) ۾، ڪوشل ۾ ۽ ڪشمير کانسواءِ پنچال ۾ ۲۷، ڪاشي ۾ ۲۴، هيهيه ديش ۾ ۲۸، ڪلنگ ۾ ۳۲، اشمڪ ۾ ۲۵، مترا ۾ ۲۸، شورسين ۾ ۲۳ ۽ ويتهوتر ۾ ۲۰ راجائن راڄ ڪيو. سامراجيه وادي شڪتي شالي راجائن جي ڪوشش سان ڌيري ڌيري اهي راڄ ۾ نشٽ ٿي ويا. اونتي ۽ ويتهوتر جي راجائن جو مگڌ جي سمراٽ رپنجيه جي مهامنتري ۽ پرديوت ونش جي بنياد وجهندڙ پلڪ خاتمو ڪيو. ان طرح ڪاشي ۽ جو خاتمو ڪرڻ لاءِ ڪوشل ۽ مگڌ جا راجائون لڳاتار ڪوشش ڪندا رهيا. ڪلنگ ڪافي سمي تائين پنهنجي سوتنترتا قائم رکي سگهيو ۽ مگڌ جي راجا **مهاپدم** ان تي حملو ڪري ان کي پنهنجي آڌين ڪري ڇڏيو. ان طرح ٻيا راڄ ٻ سامراجيه واد (Imperialism) جي شائق راجائن دوارا ڌيري ڌيري نشٽ ڪيا ويا.

(ان طرح مهاڀارت ڪال جو اتهاس سماپت ٿيو.)

هاڻ ويدڪ ڪال کان وٺي مهاڀارت ڪال تائين، آرين جو سنسار ۾ ڦهلاءُ ڏيکاريو ويندو. ته ڪيئن آرين آمريڪا، يورپ، آفريڪا، آسٽريليا ۽ ايشيا کنڊن کي آريه ورت مان وڃي آباد ڪيو.

**Oh INDIA! will you not help us?**
**Be patient with us, INDIA!**

**Remember we are your children**
**You are old and learned and**
**wise before we existed.**

**Our path is steep and throny.**
**Help, us, MOTHER INDIA!**

**We, your real VEDIC CHILDREN,**
**are turning our gauze to our**
**motherland together.**

**We can become the great regenerating**
**and moralising force of**
**this world.**

*—By Lourd Flinch, Paris.*




## اڌياءُ پهريون

## (آرين جي اُتپتي ۽ سنسار ۾ ڦهلجڻ)

مهاودوان مهرشي ديانند سرسوتي، ستيارٿ پرڪاش ۾ منوسمرتيءَ جو پرماڻ ڏيندي لکيو:-

”آدي سرشٽيءَ کان وٺي (اڄ کان) پنج هزار ورهيه اڳ تائين آرين جو ساري سنسار تي چڪرورتي راڄ هو. ارٿات ڀوگول (پرٿوي) تي هڪڙوئي (آرين جو) راڄ هو. بين ديشن ۾ ماندلڪ يعني ننڍا ننڍا راڄائون هوندا هئا. ڪورون ۽ پانڊون تائين هتان جي راڄ ۽ شاهي ضابطي هيٺ ساري دنيا جا سمورا راجا ۽ پرجا هلندڙ هئا.“ (1)

اسان ٻه هيلتائين پنج هزار ورهيه اڳ، ارٿات مهاڀارت ڪال تائين جوئي ڀارت جو اتهاس لکيو آهي. چاڪاڻ ته مهاڀارت تائين آرين جي ڏيڍيءَ جو زمانو هو جو سندن...

---

(1) (سنڌي ستيارٿ پرڪاش، سمللاس 11، ...صفحه 483).

سرشٽيءَ جي آرنڀ کان هندو آريہ جن ٿي هو ته
ٻولي ٻولي آريہ ورت تي اُلٽي ٿيا لڳن ٿي هتي سندن
اصلي استان رهيو. جيتوڻيڪ: ان سمي (مهاڀارت) ٽائين
ڌيري ڌيري هو سنسار جي ٻين ڀاڱن ۾ ڦهلجي ويا ۽
وچي انهن کي آباد ڪيو ۽ وسايو، (تڏهن ۾ زماني جي
گردش ڪري اصليت کان گهٽجو ندلي چڪو آهي) مهاڀارت
ٽائين هو پنهنجي جدا هستي قائم ڪري سگهيا، ۽
ڀارت سان ساڳي طرح ٿي گڏيا رهيا. ''

هن ڳالهه ۾ اسين ٻوهان کي هڪ اهم حقيقت
ٻڌائي رهيا آهيون، ته دنيا کي آرين ئي وچ وسايو
آهي. ٻوهان هلندائين اهو ئي پڙهيو ڏٺو آهي ۽ خبر آهي
ته آريہ لوڪ اتر اولهه ايشيا کان عيسوي سن کان ۸ هزار
ورهيہ اڳ هندوستان ۾ آيا، اڳي هتي دراوڙ وغيره
اڻ آريہ رهندا هئا. ان سواءِ اهو به ته، سنسار جون ٻوليون،
رومن ۽ مصري سڀيتائون وقت به وقت ڀاڃيءَ ترقي
تي رهيون آهن جنهن جو ۾ اتر هرڪ سڀيتا اهي پنهنجي پڻ
آهي. ۾ اسين ان سان ٻلڪل شامل نه آهيون. ان جو
مکيہ ڪارڻ اهو ئي آهي ته اسين اول نه اهو تا ثابت
ڪريون ته **منش جي اُتپتي اول اول ڀارت ڀوميءَ
تي ٿي ۽ انهن آدي منش کي ايشور اُتپن
ڪيو ۽ کين سنسار ۾ وهنوارڪ گيان لاءِ ويدن
جو گيان ڏنو،** ۽ ان آڌار تي اهو سڌ ڪريون ته

انهن آدي منش هتي اُتپن ٿي پوءِ وچي ڀرتوي جي باقي ڀاڱن کي وسايو.

پر پيو طبقو جيڪو اهو ٿو مڃي ته منش جي اُتپتي ايشور نه ڪئي پر خود بخود ٿي آهي، انهو مکيه ڪارڻ دنيا جا موجوده مذهب آهن، جن جي ليکڪن ڳالهين ۾ ايشور جو وچتر روپ ورڻن ڪري، ايشور کي هڪ هٿڊ مڃڻ، بنا مطلب ۽ عقل جي دنيا جي پيدائش جو بيان ڪري اهڙيون واهيات ڳالهيون ڪيون جن جو وگيان (سائنس) سان ڪو به واسطو ڪونهي، فقط مورکتا سان ڀريل ڳالهين کي ڏسي وچارن ڪوجدا ڪيا ۽ ودوان پيو. هاڻ جڏهين مذهب ۽ ايشور جو عقل سان ان طرح ڪو واسطو ئي ڪونه رهيو ته آخر ڪو ته طريقو ليڻ گهرجي جنهن مان هن سرشٽي جي اُتپتي جو ڪارڻ يا ڪجهه گيان ملي سگهي. ان ڪري لاچار انهن ودوانن کي ايشور کان منڪر ٿي ڪن اهڙين ڳالهين کي گهڙڻو پيو. نتيجو اهو نڪتو جو انيڪ ڳالهيون ان باري ۾ گهڙجي ويون. آخر ڊاڪٽر ڊارون جي انهن ۾ وچتر مت (ٿيوري) ودوانن کي اپيل ڪئي، جنهن موجب انهن سڌ ڪيو ته انسان جي اُتپتي ٻولڙي مان ٿي آهي. جيتوڻيڪ ان ٿيوريءَ کي به بعد ۾ هلي ۽ هن وقت به بلڪل خارج ۽ غلط سڌ ڪيو ويو آهي ۽ پر ان هوندي به چاڪاڻ ته سچي کوجنا ان ئي آڌار تي ٿي ويئي ۽ ويدن جو هسيه

۽ عام طرح نه کلي سگهيو، ان ڪري ان تي آڌار تي، لاچار
اڃا تائين به اهي رايا رکيا ويا ۽ ويندا آهن ۽ سچي اتهاس
کي بلڪل ان ساڃهه ۾ گهڙي رکيو ويو آهي. ڇاڪاڻ
ته اتهاس لکڻ سان اول اهو ته سڌ ڪرڻو آهي ته ته
آخر دنيا شروع ڪيئن ٿي؟ ان ڪري ڊاروِن ٿيوري
موجب اهو سويڪار ڪري ته منش جي اُتپتي ايشور نه
ڪئي پر خود بخود ٿي ويئي، ان ڪري اهي انسان
جا ٽولا مختلف هنڌن تي رهندي پاڻ کي اُلڳ ڪندا
ويا ۽ مختلف سڀيتا ڌيري ڌيري اُنتي ڪندي ويئي،
اول منش گاهه، ڦل ۽ گوشت تي گذارو ڪندا هئا ۽
پٿر جا اوزار ٺاهي ڪم آڻيندا هئا، بعد ۾ انهن منش اُنتي
ڪئي ۽ ڌيري ڌيري لوهه جا ڏاڪا ڦڏا اوزار ٺاهي
ڪم آڻڻ لڳا ۽ پوءِ وڌيڪ اُنتي ڪندي موجوده
سڀيتا جو بنياد پيو آهي. ان ڪري يونان، مصر ۽ روم
جون سڀيتائون ڪنهن هڪ جهمي جون ڌارائون ڪونهن
بلڪ خود مختيار سڀيتائون آهن، جن سمي سمي تي
اُنتي ڪئي آهي ۽ پارس ۾ ۽ انهن تي ڦيرو، ان حالت
۾ اسانجي ٿيوري لوڏي ۾ اچي ٿي وڃي. ان ڪري
بهتر آهي ته ڪجهه لکڻ کان اڳ، ان ڊاروِن ٿيوري تي
ڪجهه لکيو وڃي. جيتوڻيڪ موجوده ودوان خود ئي
ان ٿيوري کي بلڪل خارج ڪري ڇڏيو آهي، ان
هوندي به گهڻو ڪري عام ان کان ناواقف آهي ان ڪري
ان وشئه تي تمام ٿوري ۾ روشني وڌي ويندي.

ڊارون ٿيوري موجب، جيئن مٿي لکيو ويو:-

انسان جي پيدائش ايشور ڪا نه ڪئي پر ازخود هڪ جڙ شيءِ مان وڪاس (Evolution) ٿيندو آخر جيتن ٿيڻ تي ان مان ٻولڙو ٿيو، ان مان وڪاس ڪندو آخر آدمي ٿي پيو. ۽ اهڙي قسم جا مڙس دنيا جي مختلف هنڌن تي ٿي پيا ۽ انهن جي سڀيتا ڏينهن ڏينهن ترقي ڪندي ويئي، موجوده انسان ان اصلي وڪاس ڪيل باندر (ٻولڙي) جو اولاد آهي. اهو آهي ڊاڪٽر ڊارون جو وڪاس واد (Evolution Theory) ۽ انساني پيدائش جو سلسلو، جنهن کي اسان جا هندوستاني سورما به سويڪار ڪندا آهن.

جيتوڻيڪ ڊارون ٿيوري ارٿات ايووليوشن ٿيوريءَ جو سلسلو ٻاهرئين نموني اهڙو ڏيکاريل آهي جو هر هڪ ناستڪ کي برابر اپيل ڪندڙ آهي. پر اصل ۾ اگر گهرو وچار ڪري ڏنو وڃي ته ان ۾ سار اصل ڪونهي، فقط ٻاهريون ڪچو ٻوتو آهي، جنهن کي سچي وگيان جي ڪا به پشٽي ڪانهي. جنهن سمي ڊارون ان ٿيوريءَ جو بنياد رکيو ان وقت ڌرم، ايشور ۽ وگيان جي وشيه ۾ يوروپ ۾ اند ڌند هو، ان باري ۾ ڪا به ڄاڻ ڪا نه هئي. عيسائي مذهب ته انهن عقل جي ڳالهين کان بلڪل دور آهي، ان مان اهڙي قسم جي ڪا به ڳالهه نه ملي سگهي جنهن مان ڪا تسلي ٿي سگهي. ان ڪري

ڊاڪٽر ڊارون جهڙي ودوان جو دماغ ان اعليٰ اصول جي طرف ڪوجهو لاءِ نه وڃي، بيڪار ڳالهين جي طرف رجوع ٿيو. جنهن لاءِ ڊارون جوابدار ڪونهي، پر سندس مذهبي تعليم آهي. دنيا جو ڪوبه مذهب ايشور، ڌرم ۽ وگيان جي ڪا به سکيا ڪونه ٿو ڏئي، سواءِ ويدن جي. جيڪي ماڻهو اهو چوندا آهن ته سڀئي مذهب به گيان ۽ علم آهي اهي ڌرم ۽ ايشور جي اهميت کي بلڪل ڪونه ٿا سمجهن، اگر سڀني ۾ سچائي آهي ته پوءِ ان طرح جدا جدا ڪيتري رنڊڪ جو ڪهڙو مطلب؟ بس! ايشور ۽ ڌرم سمبنڌي ڪجهه به گيان نه ملڻ ڪري ان وقت جا ودوان اهڙين ڳالهين ڏانهن رجوع ٿي ويا جن جو بعد ۾ وگيان سان وروڌ ڪيو ويو. وڪاس واد حامچيندڙ پڻ بنهي ڳالهين کان تسلي بخش نه ٿي سگهيا آهن، ۽ ڪيتريون اهڙيون ڳالهيون، جن لاءِ هو خود به خاطري سان ڪجهه نه ٿا چئي سگهن ته منش ڇا آهي! منش جي جيون جو رهسيه ڇا آهي؟ ان لاءِ هو اڃا ٻڌائڻ کان معذور آهن. خود ڊاڪٽر ڊارون جي پٽ پروفيسر جارج ڊارون تاريخ ١٦ آگسٽ ١٩٠٥ع ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ برٽش ايسوسيئيشن جي پرڌان جي حيثيت ۾ چيو ته: ”جيون جو رهسيه اڃا به ايترو ئي ڳوڙهو آهي جيترو پهريائين هو.“ (١)

---

(1) "The mystery of life remains as impenetrable as ever."

اهڙي اوستا ۾ جڏهن ڳالهه لاءِ خاطري ڪانهي اها شيءِ قبول ڪرڻ پوڳيه اهي. اڄ شڪي ۽ شايد شبدن جو استعمال وگيان جي ورود سمجهيو ٿو وڃي. ان ڪري چاڪاڻ ته وڪاس واد (ڊارون ٿيوري) هڪ بي بنياد، واهيات ۽ شڪي ٿيوري آهي ان ڪري اهڙي ڳالهه جو اڄ مان ڪولهي ۽ نه ڪو اهڙي پراڻي بيوقوفي تي بحث ڪرڻ جي ضرورت آهي. اڄ خود وگياني ان ٿيوري کي بيڪار سڏ ڪري رهيا آهن.

گذريل مهاڀاري يڌ جي سمي ڪرسچن هيرلڊ (Christian Herald) ۾ هڪ خبر ڇپي هئي ته برٽش سائنس سوسائٽي جو سيشن واورن (آسٽريليا) ۾ ٿيو، پروفيسر وليم ويسٽن پرڌان هو. هن مهاشيه پنهنجي وياکيان ۾ چيو ته ”ڊارون جو وڪاس واد بلڪل ڪوڙو ۽ وگيان جي ورود آهي.“ پڻ ودوانن ۾ پڌ ڏانهن اشارو ڪندي چيو ته ”هي جنگ ان ڳالهه جو پرماڻ آهي ته منش جهڙو پهريائين هو تهڙوئي هيئر آهي.“ (يعني وڪاس (ايووليوشن) نه ٿيو آهي).

انڪالسواءِ اميريڪا جي ڪيترين رياستن (States) پنهنجن سڪولن ۾ ڊارون جي سکيا کي قانون جي خلاف قرار ڏنو آهي ۽ وڪاس واد جي چرچا کي ڏوهه ٺهرايو آهي. (۱)

(1) Vedic Magazine Oct 1925.

ايترو ته ني بلڪ ان ڏوھ ۾ الي سزائون به ڏيون وينديون آهن.

پروفيسر پيٽرڪ گيڊس چوي ٿو:- ”اهو قبول ڪرڻ گهرجي ته منش جي وڪاس جا پرماڻ شڪي آهن؛ سائنس ۾ انهن لاءِ ڪا ته جڳهه ڪانهي.“ (۱)

ان ڪري اهڙي بي باڪ ٿيوري؛ ڳالهه کي مڃڻ ئي مورکتا آهي.

هاڻي سوال آهي ته آخر انسان ڪيئن پيدا ٿيو؟ ويد چون ٿا ته آدي سرشٽي امئٿني (اما مالا پتا جي) ٿي. يعني ڀوريان انسان جي ايشور آپئين ڪيا اهي بنا مالا پتا جي ٿيا، جنهن کي امئٿني سرشٽي چيو ويندو آهي. هيءَ اها شيءِ آهي جنهن کي وگيان اڃا سمجهي سگهي، پر ساڳئي وقت آهي وگياڪ، ۽ هي اهو رهسيه آهي جو فقط ايشور ئي ڄاڻي. انسان کي سواءِ قياس ڪرڻ جي طاقت ڪانهي جو ان رهسيه کي سمجهي سگهي. مسٽر ٿامسن لکيو ٿو:- ”وگيان دوارا اسين نٿا ڄاڻون ته زمين تي ساهوارن پراڻين جي سرشٽي ڪيئن ٿي.“ (۲)

مسٽر پيٽرڪ چوي ٿو:- ”هي اڄاڻ زمين تي پراڻي ڪيئن آئين ٿيا؟ ان سوال جو اسين اهو ئي جواب ٿا ڏيون ته اسين ماڻهو نٿا ڄاڻون.“ (۳)

---

(1) Ideals of Science and faith
(2) Introduction to Science, P. 142.
(3) Evolution, P. 70. by Prof. Patrick Geddes

بس! اهوئي هڪ رهسيه آهي جو ايشور ڪال-واء پيو ڪوبه نٿو ڄاڻي سگهي، ۽ انجو جواب فقط ايشور جو پوتر گيان پيدار ويد ئي ڏيئي ٿو سگهي ته آدي سرشٽي امئتني ٿي آهي ۽ اهائي هڪ سچائي ۽ حقيقت آهي جا ودوانن ڪي به منظور آهي.

موجوده زماني جو دنيا جو سڀني کان وڏو ودوان مهارشي ديانند سرسوتي پنهنجي عالمانہ تصنيف ستيارٿ پرڪاش ۾ ٻڌ ان ڳالهه کي ئي قبول او ڪري ۽ لکيٿو ”آدي سرشٽي مئتني نہ ليندي آهي پر امئتني ٿيندي آهي.“ (١)

مسٽر ٽي-ايل-سٽرينج لکيٿو:- ”آدي سرشٽي امئتني ٿيندي آهي ۽ ان امئتني سرشٽيءَ ۾ آنم ۽ سڀول شرير ٿيندا آهن.“ (٢)

۽ ان ئي امئتني سرشٽيءَ وقت ايشور ڪيترا استريون ۽ پرش پيدا ڪندو آهي، جن مان اڳتي هلي دنيا جي پيدائش وڌندي آهي. قران ۽ بائيبل جي اوسار به شروع دنيا ۾ ايشور حضرت آدم ۽ هوا کي پيدا ڪيو جنهن مان سڄي دنيا نهي. اهو آدم سنسڪرت شبد آدي جو بگاڙ آهي معنيٰ آهي آدي ارٿات شروعاتي انسان،

(١) ستيارٿ پرڪاش، سملاس اٺون.

2 The Development of Creation on the Earth, P. 17

پر آدم ۽ حوا اوڻات اهي استري ۽ پرش هڪ ئي پر اليڪ اٿين ڪيا ويا جن مان سرشٽيءَ جو وستار ٿيو.

سائيو مها ودوان مهرشي ديانند، ستيارٿ پرڪاش پر لکيو:- ”آدي سرشٽي پر سوين هزارين منش (اَمئٿني) اٿين ٿيا ۽ سرشٽيءَ پر ڏسڻ سان ئي اهو ٿي وشواش ٿئيٿو ته منش اليڪ مانا پتا جو اولاد آهن.“ (١)

پروفيسر ميڪسمولر لکيو:- ”ڇيو وچيٿو ته آدي (شروع) ۾ هڪ ئي منش ڪولڻ هو، پر اسين هر طرح سان اهو خيال ڪري سگهون ٿا ته آديءَ ۾ ڪجهه پرش ۽ استريون اٿين ٿيا.“ (٢)

بس! اهڙي جيڪي آدي سرشٽيءَ ۾ پرش ۽ استريون اٿين ٿيا اهيئي آريہ آهن، جن مان ساري سنسار جي منش جاتيءَ جو جنم ٿيو آهي.

هاڻي باقي رهيو اهو سوال ته اها آدي سرشٽي ڪٿي ٿي؟ آريہ جي گرنٿن الوسار منش جي پهرئين پيدائش تبيت جي اوريان ڀاوت ۾ هماليہ پهاڙ جي ميرو ٽالي ٿيان ٿي ٿي.

شاهي عالم ديانند لکيو:- ”دنيا جي پيدائش تبيت ٿي ٿي.“ (٣)

(١) ستيارٿ پرڪاش سملاس اٺون.

2 Chips from a German workshop, vol. 1. P. 237

(٣) ستيارٿ پرڪاش سملاس اٺون.

پرسٽ پاشا وگيان جو ودوان مسٽر ٽيلر لکيتو: "مدش جي اُتپتي ڪشمير ۾ ٿي." ڪي يورپين ودوان وچ ايشيا ۾ ٿا ٻڌائين.

شري خورشيد جي رستم (پارسي ودوان) ڪن ڏرمي ڳالهين جي آڌار تي هندوڪش پهاڙ تي ئو ثابت ڪري پر اهي ڳالهيون خود ليکڪن جي چوڻ موجب ۾ شڪي آهن. پروفيسر مئڪسمولر پڻ اڳي وچ ايشيا ۾ لکيو هو، پر پوءِ وچ ايشيا لفظ ڪڍي ڇڏيو ۽ لکيو ته ايشيا ۾ ڪٿي پيدائش ٿي." (1)

ان طرح سڀني ودوانن جا رايا مختلف ۽ شڪي آهن. هاڻ اگر سڀني کي جدا جدا ڪندن تي رکجي تہ وچ تيعدو هماليہ جو ميرو استان. بس! آرين جي چوڻ موجب آدي سرشٽي هماليہ تي ٿي جا اڪل سڀني ودوانن کي منظور آهي. شري االاپاوگي لکيتو:- "هماليہ تي اسانجي ديوتائن جو آدي جنم استان آهي." (٢) نئين کوجنا ۾ پتو لڳايو آهي تہ هماليہ تي (پراچين) پراڻين جا فوسيل (پڃرا) پاتا وڃن ٿا. (٣)

---

(1) Good words, Aug. 1887.
(٢) آريا ور تانتيل آريا نجي جنم يومي (مرهٽي) صفحه ٢٧٢.
(3) (Manual of the Geology of India, P. XXIV.)

پر سڀ کان مکيه ڳالهه اها آهي ته جيئن اسين چئون ٿا ته سنسار جون سڀ جاتيون آرين جي سنتان آهن ۽ ڀارت مان وڃي دنيا ۾ آباد ٿيون آهن ته اهي نه اصل ۾ جنم ڀومي ڀارت جو هنڌ ڪري پنهنجي ان اصلي استان ميروکي اڃا تائين ياد رکيو وينا آهن. ڀارتي آريه پنهنجي جنم استان کي سميرو چوندا آهن ته سندن شاخن ۾ ان ميرو استان کي مختلف نالن سان ياد ڪنديون آهن. جهڙوڪ:- زند ڀاشا وارا ايراني ان ميرو کي هرو، يونان وارا ميروس، دکن ترڪستان وارا هيروو، مصر وارا ميرُتي ۽ اسيريا وارا هورخ چوندا آهن.

ان زبردست زنده حقيقت جي موجودگي ۾ وڌيڪ ثبوت جي ضرورت ئي ڪانهي. ان طرح انسان مٿي ثابت ڪيو ته انسان جي پهرين پيدائش ڀارت ۾ ٿي ۽ اتا پيدائش بنا ماتا پتا جي يعني امئٿني ٿي ۽ اهي ئي آدي انسان آريه هئا جن مان دنيا جا سڀ انسان پيدا ٿيا.

جڏهن اهي آدي آريه لوڪ اٿين ٿيا ته ايشور ڪن سنسار ۾ سڀ وهنوار ۽ وگيان وغيره لاءِ انهن پولر گيان ئي آدي سرشٽيءَ ۾ ڏنو جو آهي پولر گيان جو پولر پيدار ويد. ان پولر ويدن مان ئي آرين گيان وگيان پراپت ڪيو، ان موجب پنهنجو جيون ٺاهيو ۽ آبادي ڪئي. جڏهن سندن آبادي گهڻو وڌي وئي ۽ منجهن ڪي پتيه ٿيا ته اهي آريه ورت ڇڏي سنسار ۾ آباد ٿي ويا

ارتات دنيا کي وسايو. موجوده دنيا جا سڀ انسان
انهن ئي آدي انسان آرين جو اولاد آهن، جنجو وڏيڪ
ورڻن اڳتي ڪيو ويندو.

شري وان شرور لکيو:- ڀارت جا لوڪ ئي ساري
دنيا جي ديشن کي آباد ڪرڻ وارا آهن.... ان کان ٻ
نهايت پراچين ڪال ۾ (جو اتهاسڪ ڪال کان تمام گهڻو
اڳ جو آهي). آريه لوڪ ڀارت کان ايران ۾ ويا. ان وقت
۾ انهن وٽ اهڙو ڌرم هو جو نهايت سادو، پوتر ۽ نهايت
اعليٰ هو. جيڪو فلاسافي، شاعري ۽ راڳ وديا سان ڀرپور
هو، جنهنکي ساري دنيا جي مذهبن جي ماتا چئجي ته
بيجا نه ٿيندو. بس! هندوستان نه صرف سنسار جي سڀيتا
۽ وچارن جو پتا آهي بلڪ دنيا جي پيدائش جو بہ
چشمو آهي.“

فرانس جو ودوان شري ڪروزيئر پنهنجي ڪتاب
جي صفحه ۱۷ تي لکيو:- ”اگر ساري سنسار ۾ ڪوئي
اهڙو ڏيش آهي، جنهنکي انساني نسل جي جنم داتا
هئڻ جي دعويٰ ۽ فخر بجا طور تي سگهيو ۽ سا ٿي
شروعاتي دنيا جي وگيان، سڀيتا ۽ فلاسافي جي انتي
۽ اوج جو ايمان تي سگهيو ۽ وديا جي ڳڻن جو چشمو
چئي سگهجيتو ته، مان وشواس ۽ بنا ريب جي ان ٻاري
[illegible] چوندس ته اهو ڀارت ورش آهي ۽ جنهن کانسواءِ ٻيو
[illegible]ساري دنيا ۾ اهڙي فخر جو دعويدار هئڻ جي جرئت
[illegible]و ڪري سگهي.“

اسان مٿي جيڪي لکيو آهي اهو نقطو ٻرهمڻ ودوانن
جي راءِ سان ٺهڪي آهي، پر ان کانسواءِ هڪ ٻيو سبب به
آهي جو عرب جي براهمڻ ودوانن جو آهي. عرب جي
ودوانن سرشٽي اُتپتي ورڻن ڪندي سرشٽي اُتپتي
حضرت نوح جي طوفان کان شروع ڪئي آهي. حضرت
نوح کي ٻه پٽ حام ۽ سام هئا جن مان دنيا جون ٻه قومون
حام ۽ سام ٿيون، جنکي انگريزي ۾ هيمٽڪ ۽ سيمٽڪ
چيو ويندو آهي. ان ڪري هاڻ ان لي ته روشني وڌي
ويندي ۽ ڏيکاريو ويندو ته حضرت نوح ٻيو ڪو ماڻهو
ڪونهي پر آرين وارو اهو ئي مهاراجا منو آهي ۽ حام ۽
سام ان کان هليل سوريه (سج) ۽ چندر (سوم) آرين
جون ٻه شاخون ارٿات ونش آهن، جنجو براهمڻ عربن
ورڻن ڪيو آهي.

ڪجهه لکڻ کان اڳ اول اهو سوال ٿو اٿي ته خود
حضرت نوح ڪير هو؟ جواب ظاهر آهي ته حضرت نوح
آريه هو. حضرت نوح جو آريه هئڻ گهڻن ڳالهين سان سڌ
آهي. نوح جو طوفان ويوسوت منو جي مڇلي واري
ڪٿا جو ئي انواد آهي. نوح جي وڏي پٽ حيم جو
اولاد جيڪو مصر ۾ رهندو آهي، پنهنجو سمبنڌ راجا
منو سان ڳنڍيندو، بالڪل سوريه ونشي چوندو ۽ ويوسوت
منو جي مول ووسوان سوريه کي پنهنجو اشٽ سمجهندو
آهي. (1)

(1) India in Greece, P. 178

انهن مصرين جو ٻه اولاد اميريڪا جا ڪچه مول اواسي
ڇپيا ويندا آهن. اهي ٻه سورج ونشي شري رام جو رام
سيتو ڏالي انسؤ معائيندا آهن، کوجنا ۾ اتي ٻه سورج
جو مندر مليو آهي.

منو جي مڇلي ارثات نوح جي جل پلاون (Deluge)
جي ڪٿا مصر، بيبلن، سيريا، چالديا، فارس، عرب،
گريس، پارٿ، چين ۽ اميريڪا آدي سنسار جي سڀني
ديشن ۽ سڀني جاتين ۾ پاتي وڃيٿي. ان مان اها ڳالهه
وڌيڪ مضبوط ٿي وڃيٿي ته هيم ۽ شيم ڪان ٿي نوح يا
منو ڪان ٿي ساري منش جاتي جي اتپتي ٿي آهي.
بائيبل ۾ جو نوح جون پيڙهيون لکيل آهن اهي خيالي
آهن، آدم ڪان نوح تائين ١١ پيڙهيون ٿين ٿيون، ۽ انهن
جي ورهين جو انداز ٢٢٦٢ ورهيه لکيل آهي. ان ٿي
طرح نوح جي پٽ شيم ڪان ابراهيم تائين ١١ پيڙهين جا
١٣١٠ ورهيه لکيل آهن. ان مان صاف ٿي ٿو وڃي ته
اهو ڳاڻاٽو وشواس جوڳو ناهي. حضرت نوح کي پيدا ٿئي
لکين ڪروڙين ورهيه ٿي چڪا آهن، جيڪو سنه سنبت
مهاراجا منو جو آهي اهوئي حضرت نوح جو به آهي.

هاڻي توهالکي نوح جي ٻيري (طوفان) ۽ منو جي
مڇليءَ جي آدم ڪٿا جو رهسيه تا ڏيکاريون ته کهڙو
دلچسپ آهي:-

عربي لپيءَ ۾ ورڻ مالا کي "ابجد هوز" چئبو

آهي، اها ورق مالا فينيشيا مان ورتي ويئي آهي. فينيشيا ۾ اها **ابجد** ڪان آرلپ لي **ڪرشت** لي ٿي سمايت ٿيندي هئي، ان ڪري هندو پنڊت اڪي ڪرشتي ۽ جٿي **ڪروشتري** چوندا هئا. عربي ۽ فارسي واڻ ان ۾ ص، خ، ض، ز، ظ، غ جا ڇهه اکر وڌيڪ وڌائي ڇڏيا آهن. ان جا ڪيترا اکرا رومن ۾ به موجود آهن ۽ الف-بي جي ڪارڙ الثانيت چيا ويندا آهن.
A. B. C. D.-K. L. M. N.-Q. R. S. T. ابجد، **ڪلمن** ۽ **ڪرشت** جو هوبهو نقل آهي. ان ابجد ۾ هڪ ڪلمن آهي، ان ڪلمن ۾ ڪ، ل، م، ن (ڪاف، لام، ميم، نُون) شامل آهن، انهن اکرن ۾ "نُون" اکر تمام دلچسپ ۽ الهامڪ آهي. مصر جي ڀاشا ۾ نُون شبد جي معنيٰ مڇلي آهي؛ جو فينيشيا ۾ ايل ٿالي مڇليءَ جي شڪل جو ٿي ويو آهي، ۽ سيمي سيميٽڪ ڀاشائن ۾ نُون اکر لاءِ استعمال ٿيندو آهي. (1)

ان اکر جي بناوت انگريزي ۽ عربي ۾ اچ ۽ مڇليءَ جي آڪار جي ٿيندي آهي. مڇليءَ جو ڳاؤ (ابري) سان ڳهاٽو سمبند آهي. ڳاؤ (ندي) جي وچنا مڇلي جي وچنا لي ٿي قائم آهي، انهي جو هڪ ٿي روپ آهي. امنٽي پرالت وارا ڳاؤ (ابري) کي مڇلو نه چوندا آهن.

(1) The origin of the Alphabet, by Herbert Boynes. Theosophist, Aug: 1914).

ميڇُو شبد ميڇليءَ تان ئي ورتل آهي. ان ئي طرح مصر جو اُن شبد ۾ سنسڪرت اوءِ، ناوَ، اوءِ آديءَ لسان ئي ورتل آهي. انگريزيءَ جو نيوي (Navy) شبد ۾ ناوَ جي لاءِ ئي استعمال ٿيندو آهي، حضرت نوح کي ۾ شروع ۾ ڏونا چوندا هئا، ان ڏونا جو ئي نوح بڻجي ويو آهي. اهو نوح يا ڏونا ۽ اوءِ يا ناوَ کانسواءِ ٻيو ڪجهه ناهي. ان ڏونا جو سمبنڌ منوءَ جي جل پلاوَن سان ئي آهي، ان ڪري ناوَ ۽ ڏونا لفظ ميڇليءَ ۽ منوءَ جو سمبنڌ سمجهڻ سولو آهي. نوح، ڏونا ارٿات ناوَ منوءَ جي ميڇلي ئي آهي ۽ منو جي ميڇلي نوح، ڏونا ارٿات ناوَ آهي. ٻنهي جو ارٿ اهوئي آهي ته آدي پرش منوءَ ميڇليءَ کي ڏسي ناوَ (ٻيڙي) ٺاهي ۽ ان سميت جل پلاوَن کان پنهنجي ۽ ٻين جي رکيا ڪئي. بس! اهوئي آهي حضرت نوح ۽ مهاراجا منو جو رهسيه.

## حام ۽ سام!

منوءَ جو نالو هو ويوسوت منو، ويوسوان سوريه کي چئبو آهي، ان ڪري ويوسوت منو ونشي اڪشواڪو وغيره سوريه ونشي سڏبا آهن. الا ايلي ڪيا ۾ سوريه ونشين جي ئي آهي، جنهن کان سوم (چندر) ونش هليو آهي. حضرت نوح جا ٻئي پٽ حيم ۽ شيم (ارٿات حام ۽ سام) سوريه ونش ۽ چندر ونش ئي آهن. سوريه کي هيم گرڀ ارٿات هرڻيه گرڀ ۾ چيو ويندو آهي، شيم ته سوم کانسواءِ ٻيو ڪجهه آهي ئي ڪونه. منو کان آرين جي اتپتي ۽ سوريه ۽ چندر (حام ۽ سام) کان

آريه کترين جي اُتپتي جڳمع پرسڌ آهي. بس! اُهونئي
آهي رهسيه هام ۽ سام جو جي حضرت نوح جا پٽ چيا
وڃن ٿا، پر اصل ۾ مهاراجا منوءَ کان هليل ٻه سورج ۽ چندر
ونش آهن؛ ۽ انهن ئي هام ۽ سام لفظن کي اڄڪلهه هيميٽڪ
۽ سيميٽڪ چيو ويندو آهي.

ان طرح اسان هيٺين مضمون ۾ اهو ڏيکارڻ جو يتن
ڪيو ته مهرشي ديانند جيڪي لکيو سو بلڪل ٺيڪ
آهي ته آرين جو ڦهلاءُ هتان ئي ٿيو. ان لاءِ اسان سرشٽي
جي اُتپتي تي گهڻو بحث ڪري ۽ ڏيکاريو ته سرشٽي
اُتپتي هتي ئي ٿي آهي، هتي ئي سرشٽيءَ جو آدي
راجا مهاراجا منو ٿيو، جنهنکي بعد ۾ اوج چيو ويو ۽ ان
کان ئي ٻه ونش سورج ۽ چندر هليا، جنکي هام ۽ سام
چيو ويو ۽ ٻوري طرح سڌ ٿيو ته مڌش سرشٽي اول
هتي ٿي ۽ اهي اصل ۾ آريه لوڪ آهن. هاڻ جڏهين
ڪافي وقت گذرڻ بعد سندن آبادي وڌي ته ٺهن
سنسار ۾ ڦهلجڻ شروع ڪيو. پر شڌ آريه اُوڙو ٻاهر ويا،
گهٽو ڪري پتت ٿيل آرين سنسار ۾ گهڻو ڦهلجڻ شروع
ڪيو. آرين جي ان ڦهلاءَ کي اسين اڳتي هلي جدا جدا
سڌ ڪنداسون، ۽ نمبروار پنجن ئي کنڊن آمريڪا،
يورپ، آفريڪا، آسٽريليا ۽ ايشيا کي آرين جو آباد
ڪيل سڌ ڪيو ويندو.

٣. } ان طرح آرين جي اُتپتي ۽ ڦهلاءَ جو ٻهريون اڌياءُ
ختم ٿيو.




## اميريڪا کنڊ

پراچين آرين موجوده اميريڪا کنڊ کي وسائي انهو نالو پاتال ديش رکيو. ڇاڪاڻ تہ ڌرتي گول آهي، اگر ڌرتي جو گولو (Globe) ڏسبو تہ ڀارت جي بلڪل هيٺان (يعني بلڪل پيرن پاسي) اميريڪا ديش آهي. ان ڪري هيٺان هئڻ ڪري آرين انهو نالو پاتال ديش رکيو.

پر وديارٿين جي دماغ ۾ اهوئي ويهاريو ويو آهي تہ اميريڪا کي ١٤٩٨ع ۾ ڪولمبس ڳولي ڪڍيو ۽ ان کان اڳ اميريڪا جي ڪنهن کي خبر ڪا نہ هئي، ان ڪري اميريڪا کي نئين دنيا (New World) چيو ويندو آهي.

ليڪن جنهن وقت نئين دنيا کي جهوني دنيا جي جن ماڻهن ١٤٩٨ع ۾ ڳولي ڪڍيو، اها نئين دنيا پنج هزار ورهيہ اڳ شري ارجن جو ساهراڻو ملڪ هو. مهاڀارت ڪال ۾ شري ارجن، اميريڪا ۾ بہ ويو هو، جتي هن اتي جي ناگ ونش جي راڄا کي جيتي ان جي ڪنيا

راجڪماري ألوپي سان وواهه ڪيو هو. (۱)

ان ڪان ۽ امام گهٽو گهٽو اڳ رامايڻ ڪال ۾ ۽ ڀارت ۽ امريڪا وچ آمدرفت جاري هئي، آريہ لوڪ ٻنهي ديشن ۾ چڱي طرح ايندا ويندا هئا. اهڙا ثابتيون الي مهاڀارت ۽ رامايڻ جون ڳالهيون قصن ڪهاڻين جي طرح ٻڌايون وينديون آهن. ميڪسيڪو (Maxico) ۾ دسهڙي جي طرح هڪ وڏو ڏڻ ملهايو ويندو آهي، جنهن ۾ رام راوڻ جي يد ڏيکاري ويندي آهي. هندن جي طرح راوڻ ۽ ڪنڀ ڪرڻ وغيره جا وڏا ٻوتا ٺاهي انهن کي باهه ڏيئي جلايو ويندو آهي. ۽ السواءِ ڏياري ۽ معائيندا آهن جنهن کي الي سيتا رامي (Situa Rami) چيو ويندو آهي. (۱) وچ امريڪا ۾ ڪيترن هندو شري هدومان جون مورتون وڪامديون آهن. انڪائنسواء:-

امريڪا جي پراچين اواسين کي ايجنيڪ چيو ويندو آهي. انهن ۾ هڪ ڏند ڪٿا هئي تہ سندن سيپنا جو مؤل، پنهنجو يا اتر پڇم (ڀارت ورش) آهي. انهن پراچين اوا مِن جي هڪ ڏند ڪٿا اوسار:-

”ڪيتسالڪنل ناالي هڪ سفيد ماڻهو پراچين ديش (ڀارت) کان سندن ديش ۾ آيو. انجي ڏاڙهي امام لنبي هئي، قد ڊگهو، وار ڪارا ۽ رنگ سفيد هو. هن

(۱) مهاڀارت سڀا پرو.

(1) Harmsworth History of the World, P. 5867.

اميريڪا اواسين کي کيتي جي سکيا ڏني، ڏاڻن جو پريوگ (استعمال) ڪرڻ سيکاريو ۽ حڪومت ڪرڻ جي وشش ۾ ماهر ڪيو. ڪينسالڪٽل اميريڪن ماڻهن لاءِ ايترو ته ايدائڪ ۽ ڪارائتو سڌ ٿيو جو بعد ۾ انهي ديوتائن جي طرح پوڄا ٿيڻ لڳي. ان (رهسيه پريل) انسان اميريڪا ۾ ستيگ (Golden Age) جو آرنڀ ڪيو. انهي اثر ڪري ڌرتي گلن ڦلن سان پرجي ويئي. ايترو زياده اناج ٿيڻ لڳو جو ماڻهو استعمال نه ڪري سگهندا هئا. پن پن رنگن جي ڪپهه اپڻ ليڻ لڳي. مطلب ته ان شخص جي پرڀاؤ ڪري اميريڪا ۾ نئون يگ (زمانو) آرنڀ ٿي ويو." (۱)

"پر هي ڪينسالڪٽل گهڻي وقت تائين اميريڪا ۾ ڪونه رهيو. ڪنهن ديوتا جي ناراضپي ڪري؟ ڪارڻ ڇا هو، انهي جاڻ ڪانهي ۽ کيس ملڪ ڇڏي وڃڻو پيو. جڏهين هو ميڪسيڪن ڪاڙي جي ويجهو پهتو تڏهين هن پنهنجن پوئلڳن کي الوداع ڪئي ۽ سمنڊ پار ڪري هليو ويو." (۲)

اهو ڪينسالڪٽل پارت جي آريه جاتيءَ جو هو، آريه ساهتيه ۾ انجو نالو **سالڪٽنڪت** لکيل آهي جو بگڙي ڪري ڪنسالڪٽل ٿيو آهي. والميڪي رامائڻ جي

(1) Prescott-conquest of Maxico, P. 21.

(2) I bid, p. 30.

اُتر ڪانڊ ۾ هڪ تمام دلچسپ ڪٿا لکيل آهي. ان ۾ راڪشس جي اُتپتي جي ڪٿا اکندي سالڪٽنڪٽ ونش جي راڪشس جي اُتپتي جو ورڻن ڪيل آهي. انهن جو آلمع وشٽو ڪيو ۽ ان ڪان هار کائي سالڪٽنڪٽ ونش جا راڪشس جهڙو مول لواس لنڪا هو، پاتال ديش (اميريڪا) هليا ويا. انهن جو ليڊر سمالي هو. رامائڻ ۾ لکيل آهي :-

”هي شري رام! ان طرح انهن راڪشسن، دوبدو يڌ ۾ وشٽو ڪان هار کاڌي ۽ سعدن ڪيترا اتنڪ جنگ ۾ مارجي ويا.

”حڪ هين اهي وشٽو سان جنگ نہ ڪري سگهيا نہ پنهنجي استرين کي ساڻ ڪري پنهنجو ديش لنڪا ڇڏي پاتال هليا ويا.

”هي شري رام! اهي راڪشس سالڪٽنڪٽ ونش جا هئا. انهن جي ويرتا پرسڏ هئي. سعدن ليڊر جو نالو سمالي هو.

”جن راڪشسن جو تو خاتمو ڪيو اهي پولستيہ آهن. سمالي، ماليوان ۽ مالي اُبادي جن راڪشس جا ليڊر هئا اهي راوڻ جي راڪشسن کان وڌيڪ بلوان هئا.“ (۱)

ان طرح وشٽو کان هار کائي سالڪٽنڪٽ راڪشس پاتال ديش (اميريڪا) هليا ويا.

---

(۱) والميڪي رامائڻ، اُتر ڪانڊ، سرگ ۸، شلوڪ ۲۱-۲۳ ۽ ۳۴).

سالڪنڊڪت (ڪينسالڪنل) جي وري پاتال ديش (اميريڪا) مان موٽي اچڻ جي ڪٿا نه رامايڻ ۾ لکيل آهي. رامايڻ جي انوسار:-

”گهڻي وقت تائين وشنو جي ڏيپ کان ڏنل سمالي (سالڪنڊڪت) پاتال ديش (اميريڪا) ۾ گهمندو رهيو. ان بعد هو وري موٽي آيو ۽ پنهنجن سمان لنڪا ۾ رهڻ لڳو.“ (۱)

ان طرح سڌ ٿيو ته اٽڪل لک سال اڳ به ارٿات رامايڻ ڪال ۾ ڀارت ۽ اميريڪا جو پاڻ ۾ گهرو سمبنڌ هو. ليڪن رامايڻ کان ۽ اڳ آرين اميريڪا کي وڃي آباد ڪيو هو. هي اميريڪا کي آباد ڪندڙ آرين جو ٽولو سوريه وانشي ڪترين جو هو. اهي سوريه وانشي ڪتري ڪولمبس جي زماني کان پوءِ به اتي حڪومت ڪندا رهيا، جڏهين ڪ اسپين وارن الهن تي حملو ڪري ڪين عيسائي بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن وير جاتيءَ مرڻ تائين لڙندي پنهنجي آريه ڌرم جي رکيا ڪئي ۽ آخر لشت تي ويٺي. مردن جي مري وڃڻ تي آريه سنتان وير استرين دشمن جو مقابلو ڪيو. لاچار بچاءَ جو ٻيو ڪو رستو نه ڏسي وير راجپوت ديوين جي طرح جوهر ڪيو ۽ سنتي ٿي پنهنجي جان ڏني پر ويدڪ ڌرم کي نه ڇڏيو. (۲)

---

(۱) ساڳيو- شلوڪ ۲۹.

(2) Hindu America, by Chimanlal.

بعد ۾ ڀارت مان ناگ ونش جا آريہ نہ اٿي ويا هئا
جي نہ اُهي ڀراچين اوواسي آرين سان هڪجهڙي ۾ گڏجي ويا.
هاڻ اميريڪا جي آرين جو وسايل سڌ ڪرڻ لاءِ ڪي
خاص ڳالهيون استر ڪري ان اوسار لکبو ويندو.

(۱) سندن ڌارمڪ وشواس (۲) سندن روپ رنگ
جي پيت (۳) ڪاريگري ۽ رواج (۴) ڀراچين ڪال جا
آمدرفت جا رستا ۽ (۵) سندن وشئہ ۾ استر (ڦاٿر) ڪيل
وستار پوروڪ جاڻ.

**(۱) ڌارمڪ وشواس!** ڀراچين ڪال ۾ هي
(اميريڪن نواسي) ناگ جي پوڄا ڪندا هئا. اڄا تائين
اُنهن ڪين وارن ناگن لي وشواس ڪيو ويندو آهي،
جو سندن پيهنجو ذاتي رواج آهي. هت ڀارت ۾ نہ ڪيترا
ناگن جي پوڄا ڪندا آهن. اميريڪن ۾ اهو رواج بٽي
ڌارتي ديش مان ڪونہ پيو آهي بہ ڀارت مان وڃڻ ڪري
اهو سندن ڀارتي رواج آهي. (۱)

ان ڪري هي ڀارتواسي ڪين ناگ چوندا آهن ۽ اها ڳالهہ
عام طرح هندن ۾ پرسڌ آهي تہ پاتال ۾ ناگ رهندا
آهن. اها ڳالهہ فقط پرسڌ ئي نہ بلڪ هتي ڀارت ۾
ناگر لوڪ موجود آهي، جتان هو ويا آهن. بيڪال جو
ناگا پروت اڄا پرسڌ آهي. بيڪال ۾ ناگ ناتي پد ۾ هڪ
خاندان جو اڄا تائين پرسڌ آهي. ڇوٽا ناگپور اُنهن جي ئي

(1) Harms worthHistory of the World, P. 5771.

نه ته ڪولمبس کان ڪجهه صديون اڳ امريڪا جي پيرو ۽ ميڪسيڪو ديش ۾ به سوستڪا 卐 نشان شبدانڪ سمجهيو ويندو هو. (۱)

اهوئي سوستڪا نشان ڀارت ۾ گڻيش نه سمجهيو ويندو آهي ۽ شبدانڪ به ۽ ان طرح امريڪا ۾ به هو ڪس ۽ورو آريه ثابت ٿو ڪري.

(۲) رنگ روپ! رنگ روپ جي لحاظ کان نه امريڪن ڀارتواسين جهڙا ئي آهن. اهوئي ڪارڻ آهي جو جڏهن وقت ڪولمبس اتي ويو ته رنگ روپ ۽ رسم رواج ڏسي ڪيس سواءِ ريڊ انڊين (Red Indians) چوڻ جي ٻيو ڪو نالوئي ڪونه آيو.

(۳) ڪاريگري ۽ رواج! ڪاريگري ۽ رواج به ڪين آريه تا سڌ ڪن. دنيا ۾ ايجپٽ (جو به آرين جو آباد ڪيل آهي ۽ اڳتي علي آفريڪا کنڊ ۾ ڏيکاريو ويندو) جا پرامڊ (Pyramids) تمام پرسد آهن، انهن ۾ رکيل هزارها ورهين جا مردا به پرسد آهن. اهي ٻئي ڳالهيون ڪاريگري ۽ جي لحاظ کان تمام وچتر آهن. پر مزو اهو آهي ته امريڪا ۾ ۽ اهي ٻئي ڳالهيون ساڳي طرح پاليون وڃن ٿيون جهڙي طرح مصر ۾ ”پراچين امريڪن ۾ به اهوئي رواج هو ۽ اتي به مردن (مميون) رکڻ جو ۽ انهن لئي

(۱) The Secret of the Pacific, P. 248

ٻرامڊ ناهڻ جو رواج هو. هو به مردن کي مصالحه لڳائي رکندا هئا. (١)

اسڪالسواء پارت ۾ ايجپت سان ملندڙ سنڌن ٻي به ڳالهه (پيارت جي) سوريه پوڄا آهي. اتي سوريه ديوتا جا به نشان پاتا ويا آهن. تازين کوجنائن ۾ مسٽر هيوٿ (T. Hewith Myring) هڪ مٽي جو پڪل ٺڪرو (Terra-Cotta) لڌو آهي جو سوريه ديوتا جو هو. انجي پراچينتا عيسوي سنه کان پنج هزار ورهيه اڳ آهي. (٢)

اميريڪا ۾ ايجپت جي گڏي ڏيکارڻ جو اهو مطلب آهي جو انهن جو پاڻ ۾ به گهاٽو سنبنڌ هو پٽي هڪ ماتا (آريه ورت) جو سنتان هئڻ ڪري ڳنڍيل هئا. مصرين جو رنگ روپ به ساڳي ملندڙ هو. "هارمسورٿ هسٽري آف دي ورلڊ" ۾ لکيل آهي "ان جا ماڻهو گهڻو ڪري اتر اميريڪا جي الدين وانگر هئا. (٣)

(٤) **پراچين آمد رفت!** پراچين ڪال کان ئي پارت ۾ اميريڪا جي خوب آمد رفت هئي. مهاتما ٻڌ جي ڪال ۾ به اها آمد رفت تمام زور هئي جا پنجين صدي عيسوي تائين به تمام زبردست هئي. چاڪاڻ ته جهڙي

---

(1) Harmsword History of the World, Pp.5774-5826.

(2) Ibid, P. 5817.

(3) Ibid, P. 2014

طرح ٻوڌ ويدڪ ڌرم جي شاخ اڳئين ٻوڌ ڌرم دنيا
جي ٻين ڀاڱن ۾ ڦهليو تيئن ئي طرح امريڪا ۾ به تمام زور
سان ڦهليو. انهيءَ خاص شمالي امريڪا جو گوالي مانا
لڳو مشهور آهي جو گوتماليه جو بگڙيل آهي. اها هڪ
موروثي مهالما ٻڌ جي هت آئي آهي جنهن جي هيئان
سنسڪرت ۾ ساڪئامو لکيل آهي جو شاڪيمني
(ٻڌ) جو بگڙيل آهي.

ڊاڪٽر شري آرٿر ڪرسٽيءَ (Arthur Christy)
امريڪن ڪويءَ وٽيئر (Whithier) جون ڪجهه
ڪوتائون ڳولي هٿ ڪيون آهن جن ۾ مهالما ٻڌ کي
”شانتي پتر“(Son of peace)ءَ ٻوڌ چئي ياد ڪيو
ويو آهي. (1)

بيگلي پتريڪا ”پارتيم“ جي ٻولگيه سمپاد ڪا
ڪافي عرصو ٿيو ته اعو سڌ ڪيو هو ته ”پندرهين شتاندي
(صدي) ۾ ٻوڌ پرچارڪن امريڪا ۾ پرچار جي ڌرم
مچائي رکي هئي.

ان طرح ٻڌ ڌرم جي پرچار ڪرڻ به پاتولوسي امريڪا
۾ ويندا رهيا.

پراچين ڪال ۾ جو آباد ڪيل ديش ۾ هڪ وارثي
نه ته وقت نه وقت آريه پيا واڪئس حواله پتت تول
پاتولوسي ٻئي ويندا رهيا آهن. ان طرح امريڪا ۾ به

(1) Aryan Path. May, 1934

وقت ۾ ويندا رهيا آهن. سنسڪرت جي چنڊي پاٺ ۾ لکيل آهي:-

”شمڀ ۽ نشمڀ راڪشسن کي جڏهين ديويءَ ماري وڌو تڏهين باقي جيڪي بچيا اهي پڇي پاتال هليا ويا.“

انڪانسواءِ اها ۾ سيدي ڪي سڌ آهي ته بلي (بلي) نالي راجا کي ۾ پاتال ديش ۾ موڪليو ويو هو. (سپتشتي) هارڻ:- امر ڪوش ۾ لکيل آهي ته:- ”پاتال، رساتل ۽ بليءَ جو گهر آدي سڀ هڪ آهن. ناگلوڪ ۾ ان کي ئي چيو ويندو آهي.“

بس! سڌ ٿيو ته ان ئي ناگلوڪ ار تات پاتال (امیریڪا) ۾ راجا بلي ويو. اڃا تائين ان راجا بليءَ جي پراچين راجڌاني ڏکڻ امیریڪا ۾ بلويا (Bolivia) نالي سان پرسڌ آهي، ۽ اهوئي امیریڪن نواسين جو پراچين ۽ آدي استان آهي، چاڪاڻ ته گهڻو ڪري پراچين جاتيون (Tribes) انجي ئي آسپاس نظر اچن ٿيون. (۱)

(۵) چاڻ! پارس ديش ۾ ئي اهن لاءِ وڌيڪ چاڻ پالي وچيتي جيڻ مٿي ۾ ڏيکاريو ويو آهي. پارس جي نهايت پراچين ساهتيه ۾ ۽ وڃهڙائي جي ساهتيه، سيتي ۾ امریڪا جو ورڻن آهي. ايتري ۾ سرهمڻ (ايندر مها

(1) Harms Hist: of World P. 5680

ايشيڪبر ڪرڻ) ۾ نيچين ۽ اپاچين جي راڄن جو وڙن آهي ۽ چيو ويو آهي تہ اهي پڇم طرف آهن. جاگرافيءَ جا ڄاڻو ڄاڻن ٿا تہ امريڪا جو وچون ڀاڱو ڀارت جي پڇم ۾ آهي، ۽ مطلب جي ڳالهہ اها آهي تہ امريڪا جي ميڪسيڪو شهر ۾ آپاچيم نالي مؤل لواسي اڃا تائين رهندا آهن.

ان طرح بعضن ٻين ڳالهين مان امريڪن آريہ سڏ ٿين ٿا.

هاڻ ان بعد ڪجهہ ٿيون مشابهتون ڏيکاريون وينديون:-

**اگني سنسڪار!** "پراچين ميڪسيڪن لوڪ مري ويلن جو اگني سنسڪار ڪندا هئا، ارٿات مردا ساڙيندا هئا، پوءِ هائين (هڏين) ۽ رک کي هڪ برتن ۾ گڏ ڪري هڪ هنڌ رکي مٿان سماڌ ٺاهي ويندي هئي. ڪارلي لکيو ته:- "بيشڪ هي مري ويلن کي جلائڻ جو طريقو، باقي رک کي هڪ هنڌ ڪٺو ڪرڻ، وري انهي مٿان هڪ سماڌ جو تيار ڪرڻ، اهي سڀ ڳالهيون ابتبت ۽ ڀارت جي رواجن جي ياد ڏيون ڪرائين ٿيون." (1)

ان ٿي ڳالهہ تي ويچار ڪندي اتهاسڪار پريسڪوٽ لکيو:- "مردي شرير کي جلائڻ ڪا خاص ڳالهہ ڪانهي، شرير کي ڪنهن نہ ڪنهن طرح سمابس نہ ڪرڻو ئي

(1) See the quotation of Carli in Prescott Conquest of Mexico. P. 586. foot note 37

آهي، پر جڏهين اسين ڏسون ٿا ته بعد ۾ وهيل رکي ڪي هڪ برتن ۾، ڪنو ڪيو ٿو وڃي ...... تڏهين مشابهت تمام وڌي ٿي وڃي ايتري سوڪشم مشابهت جو پاتو وڃڻ ڪا رواجي ڳالهه ڪاڻهي، جيتوڻيڪ فقط ان هڪ ڳالهه جو ملي وڃڻ پنهنجو پاڻ ۾ ڪوئي پرماڻ ڪولهي پر جڏهين ان کي ٻين ڳالهين سان ملائي ڏٺو ٿو وڃي ته پراچين ديشن (پارس ورش) سان هڪجهڙي جي لاڳاپي جي خاطري وڌي ٿي وڃي.“ (۱)

**چوٽي ۽ جٽيو!** امیریڪن لوڪ چوٽي پڻ رکائيندا هئا پر هڪ وارن جي جهڳٽي ڪالسواءِ (جنهن کي Scalp lock چيو ويندو هو) سڀ مٿو ڪوڙائيندا هئا......“ (۲)

**يگيو پويت** (جٽيو)! آئرانڪس (پراچين امیریڪن) لوڪ يگيو پويت سنسڪار کي به مڃيندا هئا، ان سنسڪار ڪرڻ تي هو چوندا هئا ته اسانجو ٻارو ري پيدا ٿيو آهي، آرين ۾ به اهو ئي مڃيو ويندو هو ته يگيو پويت ڪرڻ وقت ٻار ٻيو جنم وٺتو ان ڪري ان کي دوج چيو ويندو هو ارٿات ٻيو جنم وٺڻ. ان رسم کي هو ”اراڪو“

(1) Ibid, P. 587

(2) The men Shaved all of their heads except one lock, called Scalp lock ...... (The Science, Newyork, 1916.)

ڇوانا هئا. سورهن ورهين جي عمر ۾ اوڻهي ڄالي ۽
ٻي لوڌوان جي لباس ڪٽي ويندي هئي ۽ صبر،
استقلال ۽ حوصلي ۽ طاقت ۾ انهن جي پريکشا (امتحان)
ورتي ويندي هئي. جيڪو ان پريکشا کي پاس ڪندو
هو اهو بالغ ڇوانن جو اڌڪاري ٿيندو آهي.

اميريڪا جي اها رسم پارٽي آرين سان ملندڙ آهي.
ان رسم جي متعلق اسپينسي الهاسڪار موليما هڪ هنڌ
لکيتو:- "چيو وڃيتو ته الڪس باقاعده پکڙو پوپٽ
(جڙو) پائيندا هئا. سورهن سالن جي ٻار کي جڙو پاراڻي
عنڇو هڪ دائمي تالو رکيو ويندو هو ۽ ان کي آئر راڄائن
دو هڪ جزو ڳڻيو ويندو هو."

**ڪرڻ ويڌ!** پارٽي آرين جي طرح الڪس لوڪن
جي ڪمن کي سوراخ ڪوني انهن ۾ والڙيون وڌيون وينديون
هيون. اوڇي ڄاتين جو ٻاهريون نشان اهي والڙيون ٿي
هوندو هو. اهو سنسڪار عمدن جي ڪن ٿوپائڻ جي
سنسڪار ارٿات ڪرڻ ويڌ سنسڪار سان ملندڙ آهي.

**هون يگيہ!** اميريڪا ۾ پراچين ڪال کان آريہ لوڪ
هون يگيہ ڪندا ايندا آهن. "ووهايو علائقي جي ڪرامبرس
جي ڪنهن مان ڪوٺائي ڪندي هڪ هون ڪنڊ لڌو
آهي، جنهنجو ڊايا ميٽر ١١ فوٽ ۽ سرڪمفرنس ۳۴
فوٽ آهي. گڏو گڏ هڪ سڪولڊ وڍيو آهي، جنهن ٿي
سنسڪرت ۾ راجا اُتاناپاد جو نالو لکيل آهي جنو شڌ

سنسڪرت نالو آهي. سڳي جي ٻٽي ٻاسي ڇنڊ جو نشان آهي. پرماتما کي "هون" ڪري ڇوندا هئا جو "ٻوه" جو بگڙيل آهي. امريڪا نواسي اڄا تائين سوريه جي پوڄا ڪندا آهن. هون ۽ يگيه ڪرڻ جو رواج اڄا تائين اتي آهي. سال ۾ ٻه وڏا يگيه آرين جي طرح ڪندا آهن. (۱)

**جل پلاون** (Deluge)! جل پلاون جي ڪٿا جيئن پرمڪا ۾ لکيو ويو آهي ته جنهن ديش ۾ هڄي اهو سڏو آرين جو آباد ڪيل سمجهڻ گهرجي، ان طرح امريڪا ۾ به پاتي وڃيٿي. (۲)

**وڏگيانڪ سمانتا!** اتهاسڪار پريسڪوٽ ظاهر ڪيو آهي ته "متڪسيڪن لوڪن جي سال جو شمار، مهين جي ورڇ، مهين ۽ ڏينهن جا نالا اتيادي پراچين ديش (ڀارت) جي سال جي شمار سان گهڻو ملندڙ آهن. پراچين ميڪسيڪن لوڪ چندرما جي انوسار پنهنجي سال جو شمار ڪندا هئا، ڏينهن ۽ مهين کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ميڪسيڪن لوڪ جانورن ۽ پکين جا نالا استعمال ڪندا هئا. ڀارت ۽ ٻين پراچين ديشن ۾ به ان ڪاريه جي لاءِ پراڻين جا نالا پريوگ ڪيا ويا آهن." (۳)

---

(1) Modern Review, Calcutta, 1924
(2) Conquest of Mexico, P. 561-2
(3) Ibid, P. 587

پارٿ ۾ ان وشنو ۾ ميش، ورش، ڪرڪ، سنهه، ورشڪ، مڪر، مين (مڇي) آدي جانورن ۽ پکين جا نالا ڏيڻ جوڳا آهن.

**سنسڪرت ڀاشا!** خاندان انڪس جي راڄن جي هڪ ٻڌي ڀاشا هئي سنسڪرت، جا هو فقط پنهنجي جاتي جي ماڻهن کي ئي سيکاريندا هئا. پيروءَ جي موجوده ڀاشا ۾ به سنسڪرت جا ڪيترا لفظ پريوگ ڪيا ويندا آهن. اميريڪن ڀاش ۽ انجو گرامر ڪيتري قدر سنسڪرت گرامر سان مشابهت ٿا رکن. شري پريسڪوٽ پنهنجي الهاس (صفحه ۹-۵۸۸) ۾ تمام چڱي طرح سمجهايو آهي. هت خاص ۲-۳ لفظ ڏنا وڃن ٿا:-

اميريڪن ڀاشا ۾ هڪ لفظ **اُنڪلنڪل** (Unkulunkulu) آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ولش ارٿات ڪل. شري مئڪسمولر جي راءِ مرجب اهو سنسڪرت **ڪل** سان مشابهت ٿو رکي جنهن جي معنيٰ به ولش (ڪل) آهي. الڪالسواءِ اميريڪا ۾ ٻ علائقا آهن جن مان هڪ کي ڀولڙن جي زيادتي جي ڪارڻ **ڪپيرا** (Kapira) چيو ويندو آهي. اهو شبد ڪپيرا سنسڪرت جي ڪپي شبد مان ٺهيو آهي، جنهن جي معنيٰ ڀولڙو آهي. ٻيو **متسياسن** آهي جتان ميڪسيڪو واه مڇي روالي ڪئي ويندي آهي. سنسڪرت ۾ متسيه مڇي کي چئبو آهي ۽ آسن معنيٰ جاءِ، يعني مڇين جي جاءِ (يا جتان مڇيءَ

جو وارو هلي) سنسڪرت جو اهو ئي ’ڪپي‘-ياسن امريڪن ڀاشا ۾ ۽ متسياسن آهي. (۱)

ان طرح ميڪسيڪو امريڪا جو مکيہ هنڌ آهي، جنهن جو نالو به آرين رکيو هو. ميڪسيڪو ۾ چاندي تمام گهڻي نڪرندي آهي ۽ سنسڪرت ۾ چانديءَ کي مکشڪا (मक्षिका) چيو آهي ان ڪري پراچين آرين ان جو نالو ئي مکشڪا رکيو جو بگڙي ميڪسيڪو (Mexico) ٿي ويو آهي.

**شري ڪرشڻ!** پراچين امريڪن، ڪرشڻ ڀڳت به هئا جهڙي طرح هندو، سندن شهر ۾ هڪ ديوار تي شري ڪرشڻ جي مورتي چٽيل ملي آهي جنهن هو ڳاين جي اڳيان بنسري وڄائي رهيو آهي.

انگلستان پيرن ۾ ڪيترن ئي سمانتائون آهن جي پوري طرح سڌ ڏيون ٿيون ته امريڪا کي آرين ئي آباد ڪيو آهي. اتي جا رهاڪو اڄا تائين آرين جي طرح سوم ياگ (يگيہ) ڪندا آهن، ڪيترا مٽي تي ڀڳڙيون پڙهندا آهن ۽ دهڙو ۽ ڏياري ملهائيندا آهن، مردن کي

(1) Kapira, in America is the name of a region which abounds in monkeys. Matsyasan in the name of the part which supplies fish for Maxico.
(Leader, Allahabad. 6th April 1928)

جلائيندا آهن، ڪش جو هڪ مندر ۾ ٻيا ٻہ ڪيترا هندو مندر اڃا اتي موجود آهن. پرتن ۾ لڌين جا ڪالا سنسڪرت آهن، اتي جي مايا جاتي جا لوڪ اڄ بہ هندن سان شڪل شبيہ ۾ بلڪل ملندڙ آهن. آرين اتي پالدو سنسڪرت ٻہ چالو ڪيو هو، سندن سنسڪرت آرين جي سنسڪرت ۾ ڪافي سان برابر ملندڙ آهي، سندن ساز بنسري ۾ ڍولڪ آهي، رامايڻ ۾ مهاڀارت جي ڀارت جي طرح اتي عزت آهي، سندن کيتيءَ جا اوزار هندن سان ملندڙ ۽ ڪالا بہ هندي آهن، مطلب تہ ايترا ثابتيون ان وشئہ ۾ آهن جو ٻيا ڪتنڪي اهو چئي سگهجي ٿو تہ اميريڪا کي پراچين آرين ڀارت مان وچي آباد ڪيو آهي.

(ان طرح اميريڪا ڪند سان بيو اڌ ڀاڱو سماپت ٿيو.)




## يوروپ ڪٿان - پوءِ ڪا

”ڀارت ورش سنسار جو جنم استان آهي، هتان ئي اسان سڀني جي ماتا (آريه ورت) پنهنجي سنتان کي نهايت دور پشچم تائين روانو ڪري اسانجي آتمتي استان جي نه مٽجندڙ پرمانن جي روپ ۾، پنهنجي ڀاشا، پنهنجي ايتي، پنهنجي سداچار، پنهنجي ساهتيه ۽ پنهنجي ڌرم جو ورثو اسانکي ڏنو آهي.“

(Bible in India, Preface)

اسانجي لاءِ اهو پشچم (ديش) يوروپ آهي، جنهن لاءِ شري جڪاليٽ هي شبد وچن چيا آهن. ان انوسار هاڻ اهو سڌ ڪيو ويندو ته ساري يوروپ کي آرين ئي آباد ڪيو آهي، ارٿات جرمني، انگلينڊ، اٽلي، يونان اتيادي سڀ ديش آرين جا آباد ڪيل آهي ۽ اڄ به انهن ۾ انهاسڪ درشٽيءَ کان پراچين آريه ورت جي ڇاپ موجود آهي.

پر ود يارٿي ان ڳالهه کان بلڪل وهم ڪيا ويا آهن ته جنهن يورپ پوءِ آريه ورت (ڀارت) ۾ سڀني جنم

ٿيو، جنهن ٻولي آريہ جاتيءَ جو ھو اولاد آھن، اھائي ٻولي ٻومي ۽ جاتي، سنسار جي سڀيتا جو آدي استان آھن. اگر اھو سمجهيو ٿو وڃي تہ يورپ جي يونان ۽ روم جي سڀيتا جو پرپاءُ آھي، تہ وشواس رکو تہ يونان ۽ روم جو گرو ڀارت ئي آھي، سنسار جي سڀني سڀيتائن جو آدي مول چشمو ڀارت ورش آھي. شري جڪاليٽ جي ئي شبدن ۾:-

”جهڙي طرح اسانجي موجوده سماج، ھر قدم تي براهمڻ ڪال کي اڳيان ٿي ڪري، جهڙي طرح اسانجي ڪوين ھومر (Homer) ۽ ورجل جو، سوفو ڪليز (Sophocles) ۽ يوريپڊيز جو، پلوٽس (Floutus) ۽ ٽرنس جو نقل ڪيو آھي، جهڙي طرح (Maccius) اسانجي فلاسفرن سقراط (ISocrates) پيٿا گورس (Pythagours)، افلاطون (Plato) ۽ ارسطو (Aristotle) کان اپديش حاصل ڪيو آھي، جهڙي طرح اسان جا اتهاسڪار ٽائيٽس لويس، سالسٽ (Sallust caiud crispus) يا ٽيسيٽس (Tacitus caius cornatius) کي آدرش سمجهن ٿا، جهڙي طرح اسان جا ليڪچرار ڊماسٿنيز يا سسرو (cicero Morcus Tullins) کي بهترين مثال ٿا سمجهن، جهڙي طرح اسان جا ڊاڪٽر ھپوڪرٽيز (Hippocrates) جي گرنٿن جو اڀياس ۽ اسانجي قانون شاستر جسٽينين (Justinian) جو نقل ڪن ٿا، ساڳي

طرح خود ان وقت ۾ (يورپ جي) پراچين ڪال جي ساڃهون ۾ هڪ ضروري پراچين ڪال هو، جنهن جو هو اپياس ۽ عمل ڪندو هو. ان کان وڌيڪ سولو ۽ وڌيڪ واجب ٻيو ڇا ٿو ٿي سگهي؟ ڇا جاتيون هڪٻئي کان اڳ ۽ پوءِ ٿيون ٿين؟ ڇا هڪ جاتي جو سخت محنت سان حاصل ڪيل گيان سندس پنهنجي ئي ملڪ ۾ محدود ٿي بند رهندو آهي ۽ جنهن پيڙهيءَ ڪيس اتپن ڪيو هو، ان سان ئي گڏ تباهه ٿي ويندو آهي؟ ڇا ان حقيقت ۾ ڪا غلطي ٿي سگهجي ته ڇهه هزار ورهيه کان اڳ ڀارت، (جو اوچل، سڀيه ۽ جنتا سان ڀريل هو) مصر، فارس، يهوديا، يونان ۽ **روم** تي اهڙي ۽ اوترو ئي اٽل مڃيندڙ ڇاپ لڳائي هئي، اوترو ئي گهرو سنسڪار وڌو هو جيترو انهن ملڪن سان ئي وڌو آهي.“ (۱)

ايتري پرمڪا بعد هاڻ انهن سڀني ملڪن اٽلي، جرمني، يونان، انگلنڊ وغيره کي آرين جو آباد ڪيل ثابت ڪيو ويندو:-

---

(1) Bible in India, P. 11-12

## اِٽلي ITALY!

پراچين ڪال ۾ ڪتري آرين جو جٿو، جڏهن يورپ جي ان زمين تي پهتو ته انهن زمين کين پسند آئي، ته ان زمين کي صفا ڪري جهنگل ساڙي آباد ڪري رهڻ لڳا. انهي ڪتري چاڪاڻ ته سوريه ونشي هئا، ان ڪري پنهنجي ان علائقي جو نالو آدليه (سوريه) آليه رکيو جو گڏجي ٿيو آدتياليه اهو لفظ بگڙي فقط اتاليه ٿيو. لئٽن (Latin) ڀاشا ۾ ٽ نه هئڻ ڪري اهو اتاليه مان اٽالي (Italy) ٿي پيو آهي. عرب وارا ان کي اڃا تائين اطاليه (اٽاليه) چوندا آهن ۽ سنڌيءَ ۾ اهو انگريزي جي اٽالي مان بگڙي اٽلي ٿي ويو آهي.

ان طرح آريه اٽليءَ کي آباد ڪري ويهي رهيا. آريه هئڻ ڪري ڀارت ۾ عام طرح سان اچڻ وڃڻ ڪري سندن رسم رواج، وچار، قانون، ۽ ديوتائون سڀ ڀارت جهڙائي آهن. اول پراچين ديوتائن جي پيت، ڪٿائون (Mythology) رسم رواج ۽ وچار، قانون وغيره ڏيکاريا ويندا:-

### ديوتائن جي مشابهت!

(۱) جينس (Janus) ۽ گڻيش! جينس اٽلي جي

مکيه ديوتائن مان آهي، ان جا ٻه سر ڏيکاريا ويندا آهن، رومن لوڪ جينس کي پتا سمجهندا هئا، هي سيني شين جو پيدا ڪندڙ خيال ڪيو ويندو آهي. ديوتائن ۾ انجو نمبر پهريون آهي، هي رستن جو رکشڪ ۽ شيپ ڪارين جو آرنڀ ڪندڙ آهي. پراچين ڪال ۾ روم جو سال مارچ مهني کان شروع ٿيندو هو پر بعد ۾ جينس جي نالي تي نئي سال جو پهريون مهنو جنوري ڪيو ويو. سچي اٽليءَ ۾ ان جا ۱۲ مندر هوا، جينس کي نئين پيدا ٿيندڙ ٻار جو رکشا ڪندڙ سمجهيو ويندو هو.

پارس جو گڻيش ٻه ديوتائن ۾ مکيه آهي، گڻيش جي غير معمولي دماغ ڏيکارڻ لاءِ ان تي سيني ساهوارن کان وڏي هاٿيءَ جو سر لڳايو ويندو آهي (يعني ٻه سر)، گڻيش ٻه ديوتائن ۾ پهرئين نمبر تي آهي، ان ڪري هر ڪم آرنڀ ڪرڻ تي گڻيش جو آواهن ڪيو ويندو آهي، ان ڪرڻ کان بعد ۾ ڪو به گرنٿ شروع ڪرڻ تي ”شري گڻيشايه نمه“ لکڻ لڳو. سيني شيپ ڪارين تي گڻيش جي نئي مورتي استاپت ڪئي ويندي آهي. رستن ميدانن ۽ مندرن جي دروازن تي به گڻيش جي مورتي استاپت ڪئي ويندي آهي. ياترا کان اڳ ۽ شادي جي شروعات ۾ انجي نئي پوڄا ڪئي ويندي آهي.

(۲) **سئٽرن** (Saturn) ۽ **سنيه ورت!** پراڻن ۾ شت پٿ براهمڻ جي آڌار تي جل پلاون جي هڪ ڪٿا

لکيل آهي جا مختصر طور هن طرح آهي ته:- ”وئيوسوت
منو، ندي جي ڪناري آچمن ڪري رهيو هو ته سندس
هٿ ۾ هڪ ننڍي مڇي اچي ويئي، مڇليءَ روئي چيس
منهنجي رکشا ڪريو نه ته وڏيون مڇيون مونکي هضم
ڪري وينديون، ديا ڪري مهاراجا منو ان کي هڪ
ڪُني ۾ وڌو، پر مڇلي اهڙو وڏي ٿي ويئي جو ڪُني
۾ اچو سمائجڻ مشڪل ٿي پيو. تڏهين مهاراجا منو ان
کي امرواز تلاءِ، اديءَ ۽ سمنڊ ۾ رکيو. سمنڊ ۾ رکڻ
وقت هو سمجهي ويو ته هيءَ مڇلي نه آهي، انهن ٿي
هن ڪلڪس ان شڪل بدلائڻ جو پڇيو. جواب مليو-
”هاڻي دنيا ۾ جل پلاون (Deluge) يعني شاهي سيلاب
(پوڏ) اچڻ وارو آهي ان ڪان توکي خبردار ڪرڻ آيو
آهيان.“ اهو پڌي مهاراجا منو هڪ وڏي جهاز ٺاهڻ جو
حڪم ڏنو ۽ ان ۾ سڀني ساهوارن جا جوڙا جوڙا رکيا ۽
انهن جي ۽ پنهنجي رکشا ڪئي.“ بس! جل پلاون
(Deluge) آيو ۽ هليو ويو، دنيا وري ائين. پاڳوت ۽
مستيه پراڻ ۾ لکيل آهي ته وشڻو جي ڪرپا سان ان
يگ جو ”ستيه ورت“ منو کي نالو ويو (ان ڪري ئي
ان يگ جو نالو ستيه يگ (ستجگ) پيو.

ورمن اواسين ۾ اهو ئي ستيه ورت ستترن نالي سان
مشهور آهي. اٽلي جي پراڻن سڪن لي ستترن جي لاءِ
جيڪو نشان پالو وڃيتو اهو به خاص اهميت وارو آهي،

انهن سڪن تي سئنون جو پرتيمدي جهاز جو مستول (لنگر) آهي، جهاز جي مستول جو لاڳاپو مهاراجا منو جي جهاز سان آهي.

**پومي** (Pomey)، اليگزينڊر پوليهسٽر مان هڪ حوالو ڏنو آهي، جنهن مان سئنون جي ڪهاڻي تي گهڻي روشني ٿي پوي. اليگزينڊر جو بيان آهي ته "سئنون غير معمولي بارش (يا سيلاب) هئڻ جي باري ۾ اڳڪٿي ڪندي حڪم ڏنو هو ته جل پلاون (Deluge) کان ماڻهن ۽ جانورن کي بچائڻ لاءِ هڪ شاهي جهاز تيار ڪيو وڃي.

**پليٽو** (افلاطون) هڪ هنڌ هڪ ڏند ڪٿا جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن موجب سئنون ۽ **سائبيل** ٻنهي کي **ٿيٽس** (Thetis) سمنڊ جو اولاد چيو ويو آهي. انهن ڪٿائن موجب سئنون جو جل پلاون سان پورو پورو لاڳاپو ثابت ٿئي ٿو. پليٽو جو چوڻ آهي ته سئنون جو مطلب **"سميم"** آهي ۽ سائيبل جو مطلب **"پرٿوي"** (Space) آهي، جل پلاون کانپوءِ سميم ۽ پرٿوي جي ديءِ **سرس** انجي **"زيادتي"** پيدا ٿي.

(۳) **سرس** (Seres) ۽ **شري**! سرس، سئنون جي ديءِ آهي، هيءَ سؤ ڀاڳيه (سڀاڳي) ۽ ڌن سمپتي (مال ملڪيت) جي پرتيمدي آهي، سرس جي معنيٰ آهي زيادتي (واڌارو)، يعني ڌن سمپتي جو واڌارو.

پارٿيہ ساهتيہ ۾ پرگورشيءَ جي ڏيءَ شري (جنهن
جا ڪملا ۽ لڪشمي بہ ٻيا نالا آهن) ڌن سمپتي جي
ديوي سمجهي ويندي آهي، شري جو مطلب ئي ملڪيت
آهي، سرس ۽ شري ٻئي استريون آهن. ڀارت ۾ گيا
جي ويجهو شريءَ جي مورتي هٿ آئي آهي اها روم
جي سرس جي مورتي سان ملندڙ آهي، انهي ڪري چاليءَ
جي هينان هڪ ئي امواي جي پيڙهي بدل آهي.

**(۴) جوپيٽر (Jupiter) ۽ ڏيوپيتر يا اندر!**
**اوود** جي ڪونا ذريعي اهو معلوم ٿو ٿئي تہ جوپيٽر
بجلي (بادلن جي گرج)، سوتنترتا ۽ اڌڪار جو ديوتا
آهي. روم نواسي ايڪ جوپيٽرن کي مڃيندا هئا،
انهن مان هڪ جوپيٽر خود آڪاش جو آهي، جنهن جي
**الٻين** ٽالي مورتي ٺاهي پوڄا ڪئي ويندي هئي،
جوپيٽر سڀني ديوتائن جو راڄا آهي.

پارٿيہ ساهتيہ ۾ اجلي، آڪاش ۽ سوتنترتا جو ديوتا
اندر آهي، اندر ئي سڀني ديوتائن جو راڄا آهي، اندر
جو هڪ نالو آهي ڏيوپتر (پتا) ان جي معنيٰ آڪاش
جو راڄا آهي.

روم ساهتيہ ۾ جوپيٽرن جي لاءِ ٻہ لفظ **انيس جوو**
(Ennius Jove) ڪم آيل آهي اهو انيس بہ اندر لفظ
سان مليل، اندر، وڄر (خاص استر) ڌارڻ ڪندو آهي
۽ جوو بہ وڄر ڌاري آهي.

(٥) جونو ( Juno ) ۽ پاروتي!

جووَ هڪ ديوي آهي جا **اولمپيس** ( Olympios ) پربت
تي نواس ڪندي آهي. ان ڪري انجو نالو **اولمپين جونو** (Olumpian Jnou) رکيو ويو آهي.

ڀارت ۾ ڀڳوان جي پتني پاروتي ڪيلاش پربت
تي نواس ڪندي آهي، انهي ديوين روم ۽ ڀارتيه
ساهتيه ۾ استرين جي لاءِ آدرشتا، پريم ۽ گنڀيرتا وغيره
لاءِ مشهور آهن.

پاروتي جو پٽ مور تي سوار ٿي ديو سينا جو سيناپتي
ٿو بڻجي، هوڏانهن جووا جو پٽ به ديوتائن جو رکشڪ
(Warder) آهي، جنهن مٿهن ۽ ٻارهن اکين وارو سڪند
(ڪارتڪ) پاروتي جي رکشا ٿو ڪري، هوڏانهن ٻئي
اينٽرن تي مٿهن ۽ اکين وارو **آرگس** (Orgus) جووا جي
رکشا ٿو ڪري.

(٦) **منروا** (Minerva) ۽ **درگا!** روم ساهتيه ۾
ٻن منروائن جو ورڻن آهي، پهرين منروا هٿيارن واري
ديوي آهي. هي شڪتي ۽ ڪروڌ جي ديوي آهي.
سدائين پاپين ۽ دشمنن جو خاتمو ڪرڻ لاءِ تيار رهندي آهي.

ڀارت جي درگا به راڪشسن سان يڌ ڪندي رهندي
آهي، يڌ ۾ وجئه پراپت ڪري هيءَ **چنڊي** يا
**رڻ چنڊي** سڏبي آهي، ڀارتيه ساهتيه ۾ به درگا ني
(روم منروا وانگر) شڪتي جي ديوي آهي.

(٧) منروا (Minerva) ۽ سرسوتي! هي بہ منروا هٿيار ڌارڻ نہ ڪندي آهي، هي شانتيءَ واري ديوي روس ساهتيہ ۾ عقل ۽ وديا جي پرتيندي سمجهي ويندي آهي، منروا واڱي جي ديوي آهي، منروا سنگيت ڪلا جي پرتيمڻ آهي، سندس هٿ ۾ سدائين (ولائتي) وينا (Flute) رهندي آهي.

ڀارت ۾ بہ سرسوتي وديا ۽ عقل جي پرتيندي آهي ڏوءِ واڱيءَ جي ديوي آهي. سندس هٿ ۾ بہ سدائين هڪ وينا (وڄائڻ جو پراچين سندر ساز वीणा)آهي،ڏوءِ سنگيت جي بہ ديوي آهي.

ڪيترن ڳالهہ ودوانن (Mythologists) خاص ڪري گريلدس جو چوڻ آهي تہ رومن منروا ۽ مصر جي اسس (Isas) اهي ٽئي ديويون اصل ۾ هڪ ئي آهن

پلوٽارڪ، مئريسٽس جي هڪ مندر تي ڪوئيل هي جملو نوٽ ڪيو آهي جو ڀاڳوت جي هڪ شلوڪ جي ارٿ سان بلڪل ملي ٿو اچي:- ”مان ئي سمورڻ ڀوتہ (Past) ورتمان (Present) ۽ ڀوشيہ (Future) آهيان، منهنجو پردو اڃا تائين ڪنهن مرڻ ڏوما ڪونہ کنيو آهي.“ ان پرماڻ جي آڌار تي چئي سگهجيٿو تہ مصر جو اسس (Isas) ۽ ڀاڳوت جو ايشور (Ishwar) هڪ ئي آهن.

(٨) جونو (Juno) ۽ ڀواني! ڀواني ۽ جوار ۾ گهڻي

مشابهت آهي، جوئو رومن نواسين ۾ سنتان جي رکشڪ ديوي سمجهي ويندي آهي، هي مورتي پرش ۽ استري ٻنهي شڪلين ۾ (گڏ) ٺاهي ويندي آهي.

پارس جي پراڻي ديوي جو چتر ٻه ٻههجي ٻئي شو سان گڏي بڻايو ويندو آهي، هي پراڻي سنسڪرت ساهتيه ۾ **جگدمبا** يا جگماتا سڏبي آهي. هي سنتان جي رکشڪ ديوي آهي. استري پرش جي ميل دوارا هي ۽ **اردناريشور** بڻائي ويندي آهي.

(۹) **ڊايونيسس** (Dianisos) ۽ **رام!** پراچين روم ساهتيه ۾ ڊايونيسس جا اڻيڪ ٿالا پاٽا وچن ٿا. هن اٽي جنتا لاءِ قانون وغيره بڻايا، ساموئڊي واپار جي اُنتي ڪئي ۽ پار جي ملڪن کي فتح ڪيو.

پارس جو شري رام ٻه وڏو فاتح هو، هن سمنڊ پار ڪري لنڪا کي وجئه ڪيو، جهڙي طرح شري رام جي چريتر جي آڌار تي راماين جي رچنا ٿي ساڳي طرح ڊايونيسس جي چريتر جي آڌار تي روم ۾ ٻه هڪ گرنٿ ڊايونيشيا جي رچنا ٿي. والميڪي جو راماين ۽ **نونس** جو **ڊايونيشيا** (Dianisica) ٻئي هڪ درجي جا گرنٿ آهن.

(۱۰) **موسا** (Moses) ۽ **ڪرشڻ!** پوراڻڪ ساهتيه انوسار ڪرشڻ گوپين سان گهمندو هو، ڳائن کي چاريندو هو، هڪ دفعي هن گووردن پربت کي ٻه کنيو هو.

روين ساهتيہ ۾ موسا اپرائي (پرين) سان آنند ڪندو هو. موسا پرنيشس (Puranasus) پربت کيو ۾ سري ڪرشڻ سنگيت جو پريمي آهي. هوڏانهن موسا کي پرين گائو بڌائيندڙ هيون.

ان طرح مختصر ديوتائن جي مشابهت ڏيکاري ويئي ۽ صاف ظاهر آهي ته هيترن ديوتائن جي مشابهت اتفاق ڪانه ٿي. ان ڪري ثابت آهي ته اتلي جا ديوتا ڀارت جا ئي ديوتا آهن جي ڀارت جي آرين اتي وڃي قائم ڪيا. هاڻي ڪجهه ريتن رسمن جون مشابهتون ڏيکاريون وينديون.

## ريتيون رواج!

**مڱڻو ۽ وواهہ** - آرين جي رواج موجب جل ۽ اگني (يگيہ) وغيره ڪريائن سان پتا جي ڪنيا کي ڏيڻ ۽ پتي جي سويڪار ڪرڻ سان وواهہ سنسڪار ٿيندو آهي. وواهہ ۾ پتي پتني اٿي ماڪي يا مٺائي کائيندا آهن. وواهہ کان اڳ مڱڻو ضروري آهي :-

روين رواج موجب :-

"Virgini in hort as deductoe......Die Nuptiarum priusquam ad eum transiret, et priusquam aqua et igne acciperetur, id est nuptioe celebrarentur......obtulit decena aureas dono."

(Leg. 66, ® i. *Digest of Justinian*)

ترجمو:- وانڪا ۾ حفاظت سان آندل ڪماري (Virgini) کي......وواهہ جي ڏينهن، ان ڪماري ۽

جي ان پرش وت هلي وڃڻ کان اڳ ۽ ان (پرش) جي
ان (کماري کي) اڳبي (يگيه) ۽ جل جي ڪريا دوارا
گرهڻ ڪرڻ ارٿات وواهه سنسڪار ٿيڻ کان اڳ. هو
ڏهه (decem) سون جون مهرون پيش ڪري."

رومن ريتيءَ ۾ هٿن جو ملائڻ (جيئن هندن ۾ ويڏي
وقت استري پرش جو هٿيالو ٻڌو ويندو آهي) ۽ ڪنوار
جو منڍي روٽي کائڻ (Confarreatio) منو سمرتي
جو نقل آهي.

هندن جي وواهه ۾ ٻه جدا جدا ڳالهيون ليکيون
آهن، مڱڻو ۽ وواهه سنسڪار. مڱڻو سدائين وواهه سنسڪار
کان ڪجهه وقت اڳي ٿيندو آهي، اهائي ريتي، اهوئي
جدا جدا وقت روم ۾ به جاري آهي، مڱڻو (Sponsalia)
لفظ (Sponsalia) (Leg.2,tit.I.L.XX III of the Digest)
وچن ڏيڻ (a spondendo) لفظ مان نڪتو آهي، ڇاڪاڻ
ته پراچين لوڪن ۾ رواج هو ته هو ٿيندڙ پتني جي لاءِ
مڱڻو ڪري ڇڏيندا هئا.

ان ٿي ساڳئي هند هيٺ ١٧ نمبر ۾ لکيل آهي:-
"ضروري ڪارڻ تي پوڻ تي گهڻو ڪري مڱڻي جو
وقت فقط هڪ يا ٻه سال ٿي نه بلڪ ٽي، چار يا وڌيڪ
ورهين جو به لمبو ٿي سگهيتو." هندو رواج موجب به
مڱڻي ۽ شادي جي وچ ۾ ضروري ڪارڻ سبب ايترو
عرصو پئجي سگهيتو.

آريه ڌرم وچن سان جڏهن (ڳوت ۽ ڪنوار جي) رضامندي کي وواهه لاءِ تمام ضروري لو ٻڌائي اهوئي ڌرم ۾ به ضروري سمجهيو ويو هو:-

"Sponsalia sicut nuptioe consensu contrahentium flunt." (Law 2, clause 11.)

ارٿات:- "رومانيئن شاديءَ جي طرح ڳوت ۽ ڪنوار جي رضامندي سان ڪيون وينديون آهن."

هندن ۾ ڪنواري ڪنيا، جوان ٿيڻ تائين پنهنجي ڪٽنب سان رهندي آهي، (اگر اڳيئي يعني جوان ٿيڻ کان اڳ مڱڻو ٿي پوي ته به جوان ٿيڻ تائين مائٽن (پيڪن) ۾ رهندي آهي) جوان ٿيڻ تي پتا پتيءَ کي سنديش موڪلي سوچنا ڏيندو آهي ۽ پوءِ وواهه سنسڪار ڪري پتي ان ڪنيا کي گهر وٺي ويندو آهي.

ساڳي ڳالهه روم ۾ به لڀي ٿي آهي:-

"In potestate manente filia, pater sponso nuntium remittere potest."

(Leg 10, de sponsalibus)

ارٿات:- "جيستائين (ڪنواري) ڪنيا پتا جي گهر ۾ آهي، هو پتا (Pater) ور ڏانهن سنديش موڪلي سگهي ٿو."

استري کي گهر ۾ وٺي وڃڻ، پارسين جي طرح روم ۾ وواهه جو آخري سنسڪار هو، اهو ڏاڍي ڌوم ڌام سان ۽ ناچ ساز سان ڪيو ويندو هو.

هندو ڌرم جي طرح روم ۾ به پهرينءَ گوتر ۾ (پتا جي ڪل جي سنتن ۽ ماتا جي ڪل جي پڇن پيڙهين ۾). وواهه ڪرڻ جي سخت منع هئي.

پارت ۾ جيڪو پتا هڪ سان پهرينءَ ڪنيا جو مڱڻو ڪرڻ ڪالپوءِ وري ٻئي سان انجو وواهه ڪندو آهي اهو نيچ ۽ پاپي سمجهيو ويندو آهي.

هاڻ رومن نيتي ٻڌو:-

"Item si alteri spons alteri nupta sit, ex sententia edicti punitur."

(Leg 13, ® l., lib. III.)

ارٿ-ات:- ٻدان ڪري اگر ڪنيا جو مڱڻو (sponsalteri) هڪ پرش سان ۽ انجو وواهه (nupta) ٻئي سان ڪيو ويندو آهي ته اهو راج ار ٿيه (قانوني طرح) انوسار سزاياب (puniter) ٿيندو آهي.

رومن نيتي موجب به طلاق ڏيڻ جي منع آهي. استري ۽ پرش جو وواهه سنسڪار بعد شرير ۽ آتما جو سمبند ٿي ويندو آهي، ناجائز ۽ بازاري پرلر جي رومن نيتي به خلاف آهي. انڪانسواءِ ان باري ۾ ٻيون به اهڙيون ڳالهيون آهن جي رومن وواهه سنسڪار کي هندو ريتي سان ملائين ٿا.

**سرڪاري نيم!** ٻنهي ملڪن جي پراچين راڄ نيمن (قانونن) ۾ به سمانتا آهي جا ڏيکاري وڃي ٿي:-

(۱) مهرشي **ڪاتياين** لکيٿو:- جيڪي شيءِ اڇا

سان اڌار ڏنو ويو هجي، انجو ڪوبہ ڀاڙو نہ ورتو ويندو آهي.»

رومن نيتي موجب:-

."Commodata restume proprie intelligitur, si nulla mercede accepta vel constituta, restibi utenda data est."

ارٿات:- «ڪا بہ شيءِ ٺيڪ طرح سان اڌار ڏنل تڏهين سمجهي ويندي آهي جڏهين اها ڪنهن کي بنا معاوضي يا مزوري ڪني، استعمال ڪرڻ لاءِ ڏني ويندي آهي.

(٢) مهرشي ڪاتياين:- "اگر ڪا شيءِ پنهنجي خرابي ڪري نشٽ ٿي وڃي تہ اڌار وٺندڙن لاءِ ذميوار ڪونهي، جيستائين ڪ سندس ڏوهہ نہ هجي."

رومن نيتي:-

"Quod vero senectute contigit, vel marbo, vel vi latronum—ereptum est,ant quid simile accidit, dicendum est nihil eorum esse imputanóum putandum ei qui commodatum accipit, nisi aliqua culpa interveniat"

ارٿات:- «اڌاري شيءِ جي ٻاري ۾ جڏهن ڪي سچ پچ عرصي خراب ٿي پئي هجي يا ڪا بيماري يا ڪنهن جي حملي يا اڌاري لي ڪنهن ٻئي اتفاق سان نشٽ ٿي هجي، چئي سگهجي ٿو تہ انهن ڪرلي الفاظ

مان ڪنهن لاءِ ٻہ جيستائين ڪانئي ٻي ڏوهہ واري ڳالهہ نہ هجي، اُڌر ونندڙ ماڻهو کي ذميوار نہ ٺهرائڻ گهرجي.“

(٣) مهرشي ڪاتيايان:- ”جڏهين ڪنهن مقرر وقت تائين استعمال جي لاءِ اُڌار ڏنل شيءِ کي ان مدي يا ان استعمال جي ختم ٿيڻ کان اڳ موٽائي ڏيڻ لاءِ چيو وڃي تہ اُڌار ونندڙ کي اها واپس ڪرڻ لاءِ مجبور اٿو ڪري سگهجي.“

## رومن نيتي:-

“Adjuvari quippe nos, non decipi beneficio oportet.”

ارٿات:- اُڌار (مدد طور مليل شيءِ) مان اسان کي (پوري وقت لاءِ) سهايتا ملڻ گهرجي نہ ڪ اسين ٺڳجي وڃون (يعني وچ مان شيءِ واپس ورتي وڃي).“

(٤) مهرشي ڪاتيايان:- ”پر ٻئي مالڪ جا سوارٿ (پنهنجا مطلب) اُڌار ڏنل شيءِ جي ضروري گهرج سان پورا ٿيندا هجن تہ اُڌار وٺڻ واري کي مقرر عرصي کان اڳ بہ انکي واپس ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري سگهجي ٿو.“

## رومن نيتي ۾ بہ انهن تي قانون مقرر ڪيل آهي.

(٥) مهرشي نارد:- ”جڏهين ڪو بہ ماڻهو، وشواس سان، واپسيءَ جي شرط تي پنهنجي شيءِ ٻئي جي سپرد ٿو ڪري تہ انکي امانت چئبو آهي.“

روهن نيتي:-

"Depositum est quod custodiendum alicui datum est."

ارٿات:- "امانت (Depositum) اها شيءِ آهي جا ڪنهن کي محفوظ رکڻ جي لاءِ ڏني ويندي آهي."

(٦) مهرشي برهسپتي:- "جيڪو امانت رکندڙ، امانت رکيل شيءِ کي پنهنجي بي پرواهي سان نشٽ ٿيڻ لو ڏئي ۽ پنهنجي ملڪيت جي خاص ڏيان سان رکشا ڪري ته، اهو ان شيءِ جي قيمت وياج سميت ڏيڻ جي لاءِ مجبور ڪري سگهجيتو."

روهن نيتي:-

"Nee enim salva fide minorem us quam suis rebus diligentiam Praestalit."

ارٿات:- "اگر ڪنهن (امانت رکندڙ) پرسچي ايمانداري آهي ته هو انهن شين جي سنڀال پر، جي ڪيس ان طرح سپرد ڪيون ويون آهن، پنهنجي ذاتي شين جي نسبت گهٽ خبرداري نه ڏيکاريندو."

(٧) مهرشي ياگيه ولڪيه:- "جا شيءِ راجا، اتفاق يا چورن دوارا نشٽ ٿي ويئي هجي، اها امانت رکندڙ واپس نه ڏيندو. پر اگر اهو نقصان ان وقت ڪالهوءِ ٿيو هوندو جڏهين (واپس) گهرڻ تي به هن ان شيءِ کي واپس ڏيڻ کان انڪار ڪيو هجي ته ڪيس امانت جي قيمت ۽ اولروني ڏنڊ ڏيڻو پوندو."

رومن نيتي :-

"Si depositum quoque, es die depsiti actum sit periculo ejus, apud quem depositum fuerit, est si judicii accipiendi tempore potuit, di reddere reus, nec reddi dit."

ارٿات :- اگر امانت جي ڏيڻهن ٿي خيانت ڪئي وڃي ته اهو ان ماڻهو جي جوابداريءَ تي آهي جنهن وٽ رکي ويئي، هجي، اگر ڪم ڪي همت ۽ وٺندي وقت امانت رکندڙ اها واپس ڪري سگهيو ٿي ۽ هن اهـا واپس نه ڪئي."

(۸) مهرشي ياگيه والڪيه :- "اگر امانت رکندڙ، مالڪ جي اجازت کانسواءِ امانت جو استعمال ڪري ته هو سزاياب ٿيندو ۽ کيس امانت رکيل شين جي قيمت وياج سميت ڏيڻي پوندي."

رومن نيتي :-

"Qin rem depositam, invito domino, sciens prudensque, in usus convertit, etiam furti delicto succedit."

ارٿات :- "جيڪو ماڻهو مالڪ جي مرضيءَ کا سواءِ، پوري سمجهه ۽ ڄاڻ سان، امانت جو استعمال ڪريٿو اهو چوري جي ڏوهه جو به ڏوهي آهي."

(۹) مهرشي ياگيه والڪيه :- "جا شيءِ صندوق ۾ بند ڪري امانت رکندڙ جي همت ۾ امانت ڪئي

وٺي سگهي ۽ اهو نہ ٻڌايو ويو هجي تہ هن ۾ ڪهڙي شيءِ رکيل آهي، اها ڪيس ٻيا ڄاڻڻ جي ٻي اهڙي جي اهڙي موٽائي ڏيڻ گهرجي.“

**رومن نيتي**:- ہ اهڙوئي نقل ڪيو آهي، ۽ ان موجب نہ امانت ڇڏيندڙ جو نقصان واپس ڪرڻ گهرجي.

**(١٠) مهاراجا منو**:- ”اگر امانت ڪي چور کڻي وڃن، جيت ڪاٽي ڇڏين، پاڻي ٻوڙي ڇڏي، يا آگ جلائي ڇڏي، تہ امانت رکندڙ ان کي واپس ڪرڻ لاءِ ذميوار ناهي، جيستائين ڪ اهو نقصان يا ڪم ٿيڻ سندس بي‌ڌياني ڪم جو نتيجو نہ هجي.“

**رومن نيتي** ۾ ٺيڪ ان طرح آهي. ڏسو نيم ٢-

**(١١) مهرشي برهسپتي**:- ”امانت مان، امانت رکندڙ، جيڪو فائدو وٺي اهو ڪيس ان سان گڏ واپس ڪرڻ گهرجي.“

**رومن نيتي**:-

"Hanc actionem bonoe fidei esse dubitari non oportet. Et ides, et fructus in hanc actionem venire,et omnem causam, et partam dicendum est ne nuda res veniat."

ارٿات:- ”شڪ شرڌا جي ان ڪم ۾ شڪ ڪرڻ ٺيڪ ناهي، ۽ اهڙي ٻي طرح اصلي چوڻ گهرجي تہ هن ڪيس ۾

۽ هن ساري مقدمي ۾ يا انهي هڪ حصي ۾ وياج ايندو
آهي، جيئن ڳالهه لڪي نه رهي."

And in this way, we must say that the interest comes into this suit, and the whole and the part of the case, lest the matter come stripped.

(١٢) مهرشي برهسپتي:- "امانت رکندڙ کي امانت جي خبرداري سان سنڀال ڪرڻ گهرجي ۽ امانت رکڻ واري جي ڀهرئين دفعي گهرڻ سان ئي ان کي واپس ڏيڻي پوڻ گهرجي."

رومن نيتي:-

"Est autem apud Julianum...scriptum, 'eum qui rem deposuit, statim passc depositi actionem agree. Hoc enim ipso dolo facere eum qui suscepit quod reposcenti rem non

ارٿات:- "جولين لکيو ته:- "جڏهن ماڻهو ڪا شيءِ امانت ڪئي آهي، اهو امانت جي لاءِ هڪدم ڪارروائي ڪري سگهيو. جڏهن وٽ اها شيءِ رکي ويئي هئي، اگر هو گهرندڙ کي واپس نٿو موٽائي ته اهو ٺڳيءَ جي برابر آهي."

ڪيستائين اکيو وڃي رومن نيتي جو هڪ هڪ قانون هندو نيتي جو نقل آهي، ۽ ثابت ٿو ڪري ته اهي آريه جيڪي ساڻ کڻي ويا اهوئي اُتي ئي رائج ڪيائون ۽ اڄ ۾ اهو ڪجهه اساڃي لاڳاپي ظاهر ڪرڻ لاءِ محفوظ رکيو ويو آهي. شري جڪاليت جي لفظن ۾:-

”اهڙي طرح اسين ڏسي چڪا آهيون، ڀارت جي ڀهوڻن ٻرش منو جو ٻراچين ڪال ۾ اهڙوئي اثر هو جهڙوڪ جسٽينين جي گڏ ڪيل گرنٿ (Digest of Justinian) جو موجوده قانون تي.“ (۱)

**چار ورڻ!** ٻراچين رومن (اٽليءَ) ۾ ٻه سماج ۾ چار ورڻ آرين جي طرح هوندا هوا:-

(۱) براهمڻ = Priests
(۲) کتري = Senators
(۳) ونشيه = patricions
(۴) شودر = Pleabions

## ڌارمڪ آچار وچار!

(۱) ٻراچين رومن لوڪ پروهتن جو ڏاڍو سنمان ڪندا هئا، سندن چوڻ جو مانُهن تي جادو جو اثر ٿيندو هو، ڪين رومن جلسن ۾ ملبل وستر ۾ پاڻي اڇلو ٻولدو هو، سندن اگني ڪنڊن جي آگ کي پولر سمجهيو ويندو هو، ان آگ جو رواجي ڪمن لاءِ استعمال ڪونہ ٿيندو هو.

ڀارت ۾ بہ براهمڻ پروهتن جي گهر ۾ سدائين يگيہ اگني ٻرندي رهندي هئي. سماج ۾ پروهتن جو ڏاڍو سنمان هو، سندن ستري ۾ ٻيو ڪوبہ سمهي نہ سگهندو هو، سندن هر شيءِ کي پولر سمجهيو ويندو هو.

(۲) ٻراچين رومن نيومنا (Numina) ۽ ڪيترن ديوتائن جي پوڄا سا مورتي لاهڻ جي ڪندا هئا.

(1) Bible in India.

پراچين پارت ۾ به ديوتائن جي پوڄا بنا مورتي جي ٿي ڪٿي ويندي هئي.

(۳) هر ڪ روم مقرر وقت تي يگيه ۽ پنهنجي اشٽ ديو جي پوڄا ڪندو هو. انهن پوڄائن کي وڏي پوروڪ ڪرڻ واري کي ٿي ڌارمڪ سمجهيو ويندو هو. پارت ۾ به يگيه، سنڌيا وغيره لاءِ وقت مقرر هوندو هو ۽ وڏيءَ سان ڪندڙ کي ڌرماتما سمجهيو ويندو هو.

(۴) پوڄن جي وقت هڪ ٿالهيءَ ۾ پوتر پوڄن رکي، ان تي گهر ۾ هميشه برندڙ اگني جو ڪجهه حصو وڌو ويندو هو، ان ۾ سيني ديوتائن جي نالن تي هڪ هڪ آهوتي ڏاي ويندي هئي، ساڻ ساڻ ڪجهه سگنڌت شيون به وڌيون وينديون هيون.

پارت ۾ به آريه لوڪ ان طرح بليوئشوديو يگيه ڪندا هئا.

(۵) امير لوڪ پوڄن ڪرڻ کان اڳ هڪ خاص ٿالهي ۾ پوڄن جي هر هڪ شيءِ جو ٿوڙو ٿوڙو حصو رکي هڪ اوڪر جي هٿان، گهر جي سامهون سدائين برندي رهندڙ اگني ڪنڊ ۾ وجهڻ لاءِ موڪليندا هئا، اوڪر واپس اچي جيستائين اهو نه چوندو هو ته ديوتا پرسن آهن تيستائين هو پوڄن نه ڪندا هئا.

هي طريقو به آرين جي بليوئشوديو يگيه جي ڪريا سان بلڪل مليتو.

”اهڙي طرح اسين ڏسي چڪا آهيون، ڀارت جي ڀيون ڀرش منو جو ڀراچين ڪال ۾ اهڙو ئي اثر هو جهڙوڪ جسٽينين جي گڏ ڪيل گرنٿ (Digest of Justinian) جو موجوده قانون تي.“ (۱)

**چار ورڻ!** ڀراچين روم (اٽلي) ۾ به سماج ۾ چار ورڻ آرين جي طرح هوندا هوا:-

(۱) براهمڻ = Priests

(۲) ڪتري = Senators

(۳) ونشيہ = patricions

(۴) شودر = Pleabions

**ڌارمڪ آچار وچار!**

(۱) ڀراچين روم لوڪ ڀروهتن جو ڏاڍو سنمان ڪندا هئا، سندن چوڻ جو مائٽن تي جادو جو اثر ٿيندو هو، ڪين روم جلس تي مليل وستر ئي پائي اچڻو ٻولندو هو، سندن اڳي ڪندن جي آڳ کي ٻولر سمجهيو ويندو هو، ان آڳ جو رواجي ڪم لاءِ استعمال ڪون ٿيندو هو.

ڀارت ۾ به براهمڻ ڀروهتن جي گهر ۾ سدائين يگيه اگني ٻرندي رهندي هئي. سماج ۾ ڀروهتن جو ڏاڍو سنمان هو، سندن ستري تي ٻيو ڪو نه سمهي نه سگهندو هو، سندن هر شيءِ کي ٻولر سمجهيو ويندو هو.

(۲) ڀراچين روم نيومنا (Numina) ۽ ڪجهه ٻين ديوتائن جي پوڄا سا مورتي ٺاهڻ جي ڪندا هئا.

---

(1) Bible in India.

پراچين ڀارت ۾ به ديوتائن جي پوڄا بنا مورتي
ڪئي ويندي هئي.

(٣) هر هڪ روز مقرر وقت تي يگيه ۽ پنھ
اشٽ ديو جي پوڄا ڪندو هو، انهن پوڄائن کي و
پوروڪ ڪرڻ واري کي ئي ڌارمڪ سمجهيو ويندو
ڀارت ۾ به يگيه، سنڌيا وغيره لاءِ وقت مقرر هون
هو ۽ وڌيءَ سان ڪندڙ کي ڌرماتما سمجهيو ويندو هو

(٤) ڀوڄن جي وقت هڪ ٿالهيءَ ۾ پوتر ڀوڄن رکي،
ان تي گهر ۾ هميشه ٻرندڙ اگني جو ڪجھ حصو وڌو
ويندو هو، ان ۾ سڀني ديوتائن جي نالن تي هڪ هڪ
آهوتي ڏني ويندي هئي، ساڻ ساڻ ڪجھ سڳنڌت شيون
به وڌيون وينديون هيون.
ڀارت ۾ به آريه لوڪ ان طرح بليوئشو ديو يگيه
ڪندا هئا.

(٥) امير لوڪ ڀوڄن ڪرڻ کان اڳ هڪ خاص ٿالهي
۾ ڀوڄن جي هر هڪ شيءِ جو ٿورڙو ٿورڙو حصو رکي هڪ نوڪر
جي هٿان، گهر جي سامهون سدائين ٻرندي رهندڙ اگني
ڪنڊ ۾ وجهڻ لاءِ موڪليندا هئا، نوڪر واپس اچي
جيستائين اهو نه چوندو هو ته ديوتا پرسن آهن تيستائين
هو ڀوڄن نه ڪندا هئا.
هي طريقو به آرين جي بليوئشو ديو يگيه جي ڪريا
سان بلڪل ملي ٿو.

سنسڪار!

(٦) روم جي لوڪن جو اهو وشواس هو تہ ڳوٺ ۾ ٻار ڄمڻ مهل سندس ماتا جي رکشا جونو لوسينو (Juno-Lucino) ديوتا کان سواءِ ٻيا ويهہ ديوتا بہ ڪندا آهن، ان ڪري ٻار پيدائيندڙي سنسڪار ڪيو ويندو هو.

ڀارت ۾ بہ ٻار جي ڄمڻ تي جات ڪرم سنسڪار ڪرڻ جو رواج هو.

(٧) ٻار جي ڄمڻ کان ١٠ ڏينهن اندر ۽ ڪڏهن ڄمڻ کان ٨ ڏينهن اندر انهيءَ جو نالو رکيو ويندو هو.

براهمڻ آرين ۾ نام ڪرڻ سنسڪار ١١ ڏينهن تي ڪيو ويندو هو.

(٨) ٻار پنهنجي عمر جي سترهين سال ڪاپوءِ ڪنهن گهر ديوتا جي مندر ۾ وڃي پنهنجا پراڻا ڪپڙا لاهيندو هو، ان سمي ڪجهہ دان پوڄا ڪئي ويندي هئي، پروهت کي ڪجهہ پيٽ بہ ڏني ويندي هئي ڪجهہ ڏن جوپيٽر جي صندوق ۾ وڌو ويندو هو.

ڀارت ۾ ٻار جي ٢٥ سال ۽ ڪنيا جي ١٦ سال گروڪل مان وديا سماپت ڪرڻ تي سماورتن سنسڪار ڪيو ويندو هو، ۽ ان ڏينهن گروءَ کي بہ ڪجهہ پيٽ (دڪشنا) ڏني ويندي هئي.

(٩) وواهہ جي سمي گهوٽ ۽ ڪنوار ٻنهي جي ڪلن سان ٻہ ڪيل، ڪرسين تي وهندا هئا. ان سمي جوپيٽر

ڪي ٻدا خون جي (يعني ماڻس نہ) ٻل ڏني ويندي هئي، سڀ ماڻهو خاص قسم جي روٽي کائيندا هئا. پوڄن کانپوءِ ماڻهو هڪٻئي سان همت ملائيندا هئا، گهوٽيندا ڪل چرچو ڪندا هئا.

اهي رسمون پارتيہ وواهہ جي رسمن سان برابر ملندڙ آهن.

(۱۰) مري ويلن جي يادگيري ۾ انهي مرتيو جي ڏينهن هڪ سهڀوج (پريتي ڀوجن) ڪيو ويندو هو.

پوراڻڪ اصول موجب ڀارت ۾ بہ مري ويلن جي مرتيو جي ڏينهن تي شراڌ ڪيو ويندو آهي.

(۱۱) ماڻهن جو وشواس هو تہ مرتڪ جو سنسڪار وڏي ڀوروڪ ڪرڻ سان انهي آتما کي هڪ خاص سک محسوس ٿيندو آهي، مرتڪ جي پوين جو اهو فرض هو تہ هو سندس انتم سنسڪار ڪن، انهن نہ ڪندڙ کي پاپي سمجهيو ويندو هو.

ڀارت ۾ بہ بلڪل انهن ئي مڃيو ويندو آهي.

(۱۲) مرتڪ جو سنسڪار ڪرڻ کانپوءِ ان ڪم ۾ شامل ٿيندڙ، پاڻ کي تيستائين اپوتر سمجهندا هئا، جيستائين هو هڪ خاص سنسڪار نہ ڪندا هئا.

ڀارت ۾ اڃا تائين انهن سمجهيو ويندو آهي. شمشان ڀوميءَ مان موٽڻ تي اشنان ڪرڻ اڳ اپوتر سمجهيو ويندو آهي. ان طرح اهي سڀ مٿيون ڳالهيون ان ڳالهہ کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن تہ اٽلي کي بہ آرين ئي آباد

ڪيو آهي. اٽليءَ ۽ ڀارت جو ٻاڪ ۾ رستو مهاڀارت ڪال ۾ نين ۾ هوندو هو، جڏهن مهاراجا يڌشٽر جي راجسويگيہ ۾ روم جا عيوضي مهاراجا يڌشٽر لاءِ سوکڙيون کڻي اچي شامل ٿيا هئا. (١)

ان کان بعد ۾ ڀارت ۽ اٽلي جو چڱو رستو رهيو آهي. ڀارت مان ڪيترو مال اٽلي ۾ ويندو هو، جهڙوڪ ڪپڙو ۽ دوائون وغيره. انهن شين جو ايترو ته اٽلي ڪابو هوندو هو جو اتان جا ليتا شڪايت ڪندا هئا ته ڀارت روم کي سون کان خالي ڪري ڇڏيو آهي. هر سال روم ۾ انجي براتن (اٽلي) مان چاليهه لکن روپين جو سون ڀارت ۾ ايندو هو. اهو رستو ڏيري ٽنندو ويو ۽ اڄ اهو زماني ڇوڙ ممڪن ٿي ڪواهي ته ڪر اٽلي ڀارت جي سنتان آهي.

(ان طرح اٽليءَ جو ورڻن سماپت ٿيو.)

---

(١) مهاڀارت سڀاپرو

## جرمني Germany

مسٽر ميور (Muir) چوي ٿو:- ”اها ڳالهه ڪيترن ليکڪن لوڙ ڪئي آهي ته جهڙي طرح آريه منو کي پنهنجو آدي پرش مڃين ٿا، تهڙي طرح جرمن ديو مالا ۾ ٽيوٽانس (Teoitons) جي آدي پرش کي مانس (Manus) چيو ويو آهي. انگريزي شبد مئن (Man) جرمن مئون (Maun)، اهي ٻئي منو سان بلڪل ملندڙ آهن. جرمن مينش (Mensch) ۽ منشيه ۾ ته پوري مشابهت آهي (١).“

پراچين اتهاسڪار ٽيسٽس لکيو ٿو:- ”هو (جرمن) پراتڪال اٿي سنان ڪري مٿي جي وارن (چوٽي) کي ڳنڍي ڇڏيندا هئا ۽ پراو چوغو پائيندا هئا. ٽاڊ صاحب قبول ٿو ڪري ته اهي سڀ ڳالهيون پوريون آهن تڏهن ملڪن ۾ ڪيٽن (ازخود) ٿي سگهن ٿيون.“ (١)

ڪرنل ٽاڊ چوي ٿو ته ”جڏهين يورپ ۽ انگلنڊ ۾ سڪسن (Saxon) قومن جي وڏن ڳوٺن جا چٽر ۽ انهن جي ڪاريگري ۽ مورتين کي ڏسجي ٿو ته

(1) Ancient and Mediaeval India, vol, 1, P.118

(2) Tod's Rajasthan, Vol. 1, P. 63,80



# انگلنڊ England

تمام پراچين ڪال ۾ انگلنڊ ۾ اچا جڏهين انگلو
سئڪسن وغيره جاتيون آباد ڪونہ ٿيون هيون، تہ
اتي ڪيلٽ (Celt) قوم جا ماڻهو رهندا هئا. هي
ڪليٽ ڀارت جا ڪتري هئا. پنت هيٺ ڪري ڀارت
مان ڪرات نالو ڌارڻ ڪري هيءَ ڪتري جاتي هماليہ
طرف ويئي، اتي ڪلات نالو ڌارڻ ڪري، انهن جي
هڪ شاخ (جنهن مان تاتاري، ترڪ ۽ مغل پيدا ٿيا)
ايشيا مائنر ۾ آباد ٿي، اتان انگلنڊ جي ڪيلٽ قوم ٿي
پهتي. اهائي ڪيلٽ قوم انگلنڊ جي پراچين جاتي آهي.
سندن پروهتن کي ڊروئڊ (Druid) چيو ويندو هو.
جي ڀارتيہ داروڙ براهمڻن مان هئا، ۽ دراوڊ مان بگڙي
ڊروئڊ ٿي پيا. اهي ڊروئڊ، پراچين ڀارتيہ براهمڻن جي
طرح سماج ۽ ريتي رواجن جي نگراني ڪندا هئا، انهن
جو هڪ خاص سمپرداي سمجهيو ويندو هو، ڊروئڊ
ڪن ۽ ڀارت جي براهمڻن ۾ ڏاڍي مشابهت آهي،
ثابت ٿي ڪري تہ هي بہ آرين جو اولاد آهن. هت
مختصر طور ڪجھ ڏيکاريو ويندو:-

ڪرشڻ ۽ گوپين جي ياد اچي وڃي."

جيئن ديش (جرمني) جي ديو مالا، وٽي ڪرٽي سوپاڻ ۽ عبارتن ۾ ايتري مشابهت آهي، انکي آرين جو آباد ڪيئن نہ چئجي؟

ڪجھ ڀاشا جا شبد سنسڪرت جا بگڙيل ڏيکاريا وڃن ٿا:-

| سنسڪرت | جرمن | سنڌي |
|---|---|---|
| پتر | فاٽر | پتا |
| ماتر | ميٽر | ماتا |
| شوسري | شيتر | ڀيڻ |
| وو | دو | اٺ |
| سيو | سيو | سٺ |
| آياس | ار | لوھ |
| سو | مالس | مٿو |
| منشيہ | ميمش | منش |

(ان طرح جرمني جي وياڪيا سمايت ٿي.)



## انگلنڊ England

تمام پراچين ڪال ۾ انگلنڊ ۾ اچا جڏهين **اينگلو سئڪسن** وغيره جاتيون آباد ڪو نه ٿيون هيون، ته اتي **ڪيلٽ** (Celt) قوم جا ماڻهو رهندا هئا. هي ڪليٽ ڀارت جا ڪٿري هئا. پنت هٽڻ ڪري ڀارت مان **ڪرات** نالو ڌارڻ ڪري هي ڪٿري جاتي هماليه طرف ويٺي، اتي **ڪلات** نالو ڌارڻ ڪري، انهن جي هڪ شاخ (جنهن مان تاتاري، ترڪ ۽ مغل پيدا ٿيا) ايشيا مائنر ۾ آباد ٿي، اتان انگلنڊ جي ڪيلٽ قوم ٿي پيئي. اهائي ڪيلٽ قوم انگلنڊ جي پراچين جاتي آهي. سندن پروهتن کي **ڊروئڊ** (Druid) چيو ويندو هو، جي ڀارتيه دراوڙ براهمڻن مان هئا، ۽ دراوڊ مان بگڙي ڊروئڊ ٿي پيا. اهي ڊروئڊ، پراچين ڀارتيه براهمڻن جي طرح سماج ۽ ريتي رواجن جي نگراني ڪندا هئا، انهن جو هڪ خاص سمپردايه سمجهيو ويندو هو، ڊروئڊ لوڪن ۽ ڀارت جي براهمڻن ۾ ڏاڍي مشابهت آهي، جا ثابت ٿي ڪري ته هي ٻه آرين جو اولاد آهن. هت مختصر طور ڪجهه ڏيکاريو ويندو:-

(١) ڊروئڊ لوڪ آتما کي امر سمجهندا هئا، سندن وشواس هو تہ آتما پنهنجن ڪرمن جي اثر سان مختلف جونين ۾ جنم وٺندي آهي. رومن لوڪن جو چوڻ آهي تہ ڊروئڊ لوڪ ان آتما جي امرتا جي سڌانت ڪري موت کان نہ ڊڄندا هئا. (١)

(٢) ڊايوڊورس سڪيولس، ڊروئڊن جي ان سڌانت طرف خاص ڌيان ڇڪايو آهي تہ:- ”آتمائون امر آهن، سالن جي مقرر عرصي ڪانپوءِ اهي ورِي جنم وٺنديون آهن ۽ نوان شرير ڌارڻ ڪنديون آهن.“ (٢)

(٣) شٽربو (Strabo) جو چوڻ آهي تہ، اسانجي ديش جا پراچين ڊروئڊ لوڪ آتما ۽ سنسار جي امرتا کي سويڪار ڪندا هئا، انهن جو اهو بہ وشواس هو تہ اگني ۽ جل، هن سنسار ۾ هر جڳهہ وياپڪ آهي. (٣)

(٤) ڊروئڊ لوڪن جي انوسار، ڌرم جو مطلب شخصي آچار جا سڌار، شانتي، پرآپڪار ۽ سڀني ڪمن لاءِ آتمسمرپڻ ڪرڻ هو. هنن ساڌن سان انسان پنهنجي مقصد کي پورو ڪري سگهندو:-

آ- ايشور ۾ وشواس رکڻ.

آ- سٺيءَ آچرڻ.

---

(١) Historian's History of the World, vol, xviii.

(٢) Celtic Religion, by Prof. Edward Anwyll.

(٣) Prof. E. Anwyll's, celtic Religion.

اِ- ڏيرج جو ڪَنڌهين بہ تياڳ نہ ڪرڻ.
اهي ڌارمڪ اُنتيءَ لاءِ بنيادي اصول آهن. (۱)
آتما ۽ ڌرم جي باري ۾ ٻڌرونڊ لوڪن جا اهي وچار
آرين سان بلڪل ملندڙ آهن، گيتا ني ان پيت لاءِ
ڪافي آهي.

(۵) ٻڌرونڊ لوڪ وڏي عمر تيڻ تي شهر کان ٻري
جهنگلن ۾ وڃي سنسان غفائن ۽ ڪنيائن ۾ رهندا هئا.
جيئن ڀارت جا وان پرستي يا سنياسي.

(٦) ان ۾ نواس ڪندڙ ٻڌرونڊ لوڪ، پنهنجي آچرڻ
جي پوترتا جي ڪارڻ سماج ۾ ودوان جي بنسبت بہ
وڌيڪ عزت پائيندا هئا.

ڀارت ۾ بہ سنياسيءَ جي عزت بنسبت ودوان جي
وڌيڪ ئي آهي.

(۷) اوچ ڌارمڪ وديا، وديالين ۾ بہ خاص اوچ
ڪٿين جي لائق پارن کي ڏني ويندي هئي.
ڀارت ۾ بہ انين ئي هوندو هو، نالائق کي گيان ڏيڻ
مورکتا سمجهيو ويندو آهي.

(۸) ٻڌرونڊ لوڪ ڪجھ اوچ وديائن کي گپت رکندا
هئا، اهي رهسيہ اڻ لائقن تي ظاهر نہ ڪيا ويندا هوا.
ڀارتيہ آچاريہ خاص خاص ڳالهيون لائق وديارٿين

(1) Historian's History of the World.

کي نه ٻڌائيندا هئا، جهڙيءَ طرح سوامي ورجانند ۽ سوامي ديانند.

(۹) دروڙ لوڪ پاڻ کي نه فقط ڌارمڪ وديائن جو ني ودوان سمجهندا هئا، بلڪ هو پراڪرتڪ وديائون، نکشتر وديا (Astronomy) وگيان، چڪتسا آديءَ ۾ به پاڻ کي امام قابل سمجهندا هئا، هو انهن سڀني وديائن کي جيترو سندن گيان هو پنهنجن وديارٿين کي پڙهائيندا هئا.

ڀارتي براهمڻ نه رڳو ڌرم ڪرم، بلڪ هو وديا ۾ ماهر هوندا هئا، ۽ انهيءَ سڀ وديائون گروڪل ۾ وديارٿين کي پڙهايون وينديون هيون.

(۱۰) ان زماني جي ڪبلت جاتي جا ڌارمڪ ڪرم ۽ جشن، بنا دروڙ لوڪن جي موجودگيءَ جي نه ٿي سگهندا هوا. انهن دروڙ پروهتن دواران ني ماڻهو ديوتائن جي اڳيان بلون نه چڙهائيندا هئا، ديش ۾ سدائين لڙائي ۽ شانتي ٻنهي وقتن ۾ انهن جي سخت ضرورت سمجهي ويندي هئي، اگر ڪڏهن لڙائي انهن لوڪن جي صلاح کانسواءِ شروع ڪئي ويندي هئي نه هي وجهه ني روڪي نه ڇڏيندا هئا.

ڀارت ۾ نه براهمڻ کانسواءِ ڪو به ڪرم نه ڪيو ويندو آهي، پراچين ڪال ۾ ٻڌ شروع ٿيڻ لي هي وجهه پئي روڪي سگهندا هئا.

(١١) ڊروئڊ لوڪن جي سياڻن دوارن ني ڪيلٽ
جاتي جا ماڻهو پنهنجن جهڳڙن جو فيصلو ڪرائيندا
هئا، اهي سياڻون هڪ طرح سان عدالتن جو ڪم ڏ
ڪنديون هيون.

ڀارت ۾ جيڪي فيصلا راجا خود نه ڪري سگهندو
هو اهي براهمڻ دوارا ني ڪرايا ويندا هئا.

(١٢) هي لوڪ نڪشترن جي گتي، ڌرتي جي
حالت آدي مشڪلن تي خوب وچار ڪندا هئا، هر ڪم
۾ نڪشترن (گرهن) جي حالت جو خيال رکيو ويندو هو.

ڀارت جا براهمڻ ۽ جيوتش ۾ انهن گرهن جو ابياس
ڪندا آهن ۽ هر ڪم ۾ گرهن جو ڌيان رکيو ويندو آهي.

(١٣) ڊروئڊ ٻارن کي ٢٠ ورهين جي عمر تائين
برهمچريه پورو رکيو ويندو هو. ان عرصي ۾ هو تپسيا
پوروڪ وديا ابياس ڪندا هئا.

ڀارت ۾ ٻارن کي ٢٥ ورهين تائين برهمچريه ۾ رکيو ويندو
هو ۽ ان عرصي ۾ هو ويدن جو ابياس ڪندا هئا.

(١٤) ڊروئڊ لوڪ ني ڪيلٽ ٻارن کي شڪشا ڏيندا
هئا، شڪشا جا گرلت گهڻو ڪري چندن ۾ هوندا هئا،
ڊروئڊ لوڪ ان ڪم کي تمام پسند ڪندا هئا، هو
ٻارن کي مفت پڙهائيندا هئا، ٻارن جا ماڻت پنهنجي
مرضي سان کين ڀوڄن وغيره ڏيندا هئا، ان سان ني
سندن گذارو ٿيندو هو. (١)

(1) Celtic Literature by E. Anrwyll

پارس ۾ براهمڻ ٿي ڪتابن وغيره جي پاڙن کي شڪشا مفت ڏيندا هئا، سندن مانند برهمچارين کي روز پوڄن ڏيندا هئا، براهمڻ خوش هوندا هئا، سندن گولت ۽ چندن ۾ هوندا هئا.

(١٥) اگر ڪوئي ڊروئڊ، ٻڌمتي ڪنهن اڌڪار جو ناجائز فائدو وٺندو هو ته انکي ڌارمڪ ڪمن کان بهشڪار ڪرڻ جو ڏنڊ ڏنو ويندو هو. اهو ڏنڊ انهن لوڪن ۾ سڀ کان ڪٺور سمجهيو ويندو هو. ان ڏنڊ دوارا ڏنڊ ڀوڳيل لوڪ لمار بري حالت ۾ لي ويندا هئا، سماج جي سڀني اڌڪارن کان هو محروم رهجي ويندا هئا.(١)

پارس ۾ براهمڻ کي ڏکيو ۽ ڪرڻ ۽ ويد ۽ پڙهڻ وغيره جي حالت ۾ سماج مان بهشڪار ڪيو ويندو هو، ۽ هو پتت سمجها ويندا هئا.

ان طرح اهي مشابهتون انگلنڊ جي ڊروئڊ ۽ ڪيلٽ لوڪن جي پورو پورو پارسي ثابت ٿيون ڪن. اهي ڊروئڊ، ڪيلٽ قوم جي دماغ تي اهڙي طرح حڪومت ڪندا هئا جهڙي طرح پارس جا براهمڻ هندن جي دماغ تي.(٢)

گال (Gaul) قوم جا فلاسفر ۽ انهن ڊروئڊ لوڪن جا شش هئا جي فرانس ۾ آباد هوندا هئا.

سندن سموري حقيقت اهو خاطري سان ٿي ثابت

(١) Historian's History of the World.
(٢) Theogony of the Hindus, P. 104

ڪري ته هي به ڀارت جي آرين جو اولاد آهن، جي وچي اتي آباد ٿيا آهن. مسٽر گاڊريف هگنس به ٻڌائيٿو ته هي (ڊروئڊ) لوڪ ڀارت مان اچي انگلنڊ ۾ آباد ٿيا هئا. (١)

هاڻ انگلنڊ جي موجوده انگريزي ڀاشه کي سنسڪرت مان بگڙيل ثابت ڪري ڏيکاريو ويندو:-

| سنسڪرت | انگريزي | سنڌي |
|---|---|---|
| مدو | مئن | ماڻهو |
| پتر | فادر | پتا |
| ماتر | مدر | ماتا |
| ڀراتر | برڊر | ڀاءُ |
| سوسا | سسٽر | ڀيڻ |
| دهتر | ڊاٽر | ڌيءَ |
| سون | سن | پٽ |
| وِڌوا | وِڊو | وِڌوا |
| ايڪ (اون) | ون | هڪ |
| دوءِ | ٽو | ٻه |
| ٽر | ٿري | ٽي |
| ششٽ | سڪس | ڇهه |
| اشٽ | ايٽ | اٺ |
| ششٽي | سڪسٽي | سٺ |

(1) See, celtic Druids.

ميدان ۾ جنگ چڙهڻ تي خواه ٻين فوجي وقتن تي نعرو هڻبو ويندو هو جو "هر" "هر" هوندو هو. بعد ۾ راجپوت انجو هر هر مهاديو ڪري استعمال ڪندا هئا. اهوئي ساڳيو هر هر جو نعرو اڄا برٽن لوڪن ۾ آهي جو هو اهڙن موقعن تي هڻندا آهن ۽ جو آهي هررا (Hurrah)، اهو اصل ۾ ڪترين جي "هر هر" جو بگڙيل روپ آهي، ۽ عام طرح "هپ هپ هرا" ٻڌو ويندو آهي.

ان طرح اهي سڀ ثابتيون انگلنڊ واسين کي ۽ آرين جو اولاد ۽ انگلنڊ کي ۽ آرين جو آباد ڪيل ثابت ڪن ٿيون.

يارت ۽ انگلنڊ جو رستو تڏهين کان اڄا تائين هلندو اچي. وچ ۾ جيتوڻيڪ بلڪل بند ٿي ويو هو، پوءِ ڏيري ڏيري کلندو ويو جڏهين هندوستان جا شاهي جهاز خوبصورت ڪپڙو کڻي هندوستاني ڪپڙي لاءِ انگلنڊ جي، اميرن ۽ شهزادن کي حيرت ۾ محو ڪندا هئا، ان بعد انهن هلندو تو اچي.

(ان طرح انگلنڊ جو ورڻن سماپت ٿيو.)

## پئلسٽائين Palestine

براهمڻ ڪال ۾ هتي **ايسينز** لوڪ رهندا هئا. ايسينز هڪ خاص سمپردايه جا ماڻهو هئا، جي جاني حون الڳ شاخون هيون، جن مان هڪ مکيه شاخ جا ماڻهو **ٿيرا پيوٽس** هو. هي سڀ براهمڻ آرين جي هڪ شاخ مان هئا، سندن ريتيون رواج سڀ ڪجهه پارلواسي ثابت ٿا ڪن.

انهن ٿيرا پيوٽس لوڪن جي باري ۾ خاص ڄاڻ ڏيندڙ جي مس **فيرازا** جي انوسار مختصر هيٺ لکيو وڃي ٿو:

"ساري ايسينز ڄاتي ۾ ٿيرا پيوٽس لوڪ ٿي پاڻ وٽ ڪجهه به ڌن نه رکندا هئا، پر ڏهين نه هو سيني کان وڌيڪ سکي هئا، ڇاڪاڻ ته سندن گهرجون تمام گهٽ هيون. اوڀر جيڪو اليڪ جي طرف ولي ويندڙ آهي ان کان هو بلڪل دور هئا. ٿيرا پيوٽس سدائين برهم گيان جي طرف ئي ڌيان ڏيندا هئا، پنهنجي ڄاتي جي براهمڻ ريتي انوسار دارشنڪ (Philosophical) وچارن کي به النڪار روپ ۾ لکندا هئا، هو اتي سنڪار جا ڏاڍا خواهشمند رهندا هئا، پر ڏيهن کان آيل ماڻهن جي لاءِ سندن دروازا سدائين کليا رهندا هوا، سندن سنستائون به ڌرم ۽ پرڪار جي لاءِ ئي بڻايون وينديون

هيون، هو سدائين خوب پرسن رهندا هئا، ڪنهن شخص جو سدمان هو انجي جنم ۽ جاتيءَ جي آڌار تي نه بلڪ انجي گڻن جي آڌار تي ئي ڪندا هئا.

ٿئيرا پيونس لوڪ سدائين پنهنجا گورين دار شڪن (Philosphars) جي وچارن جي آڌار تي پربرهم جي ڌيان ۾ لين رهندا هئا. ايشور جو هي پوتر نالو جٽريگرميشن (Jetragrammation) هو، اڄڪلهه انجو انواد "جهووا" ڪيو ويندو آهي، ان شبد جي هر اکر ۾ مختلف مطلب پريل آهن، ايشور جا سڀ گڻ انهن مطلبن ۾ سمائجي ٿا وڃن. ان ئي نالي جي آڌار تي پراچين ايسينز ساهتيہ ۾ لکيل آهي ته. ايشور جي مکيہ نالي جي اکرن مان ئي سنسار اُپن ٿيو آهي. ٿئيرا پيونس لوڪ پرميشور جي ان نالي جي مول منتر جو رهسيہ پنهنجن ششين کي تمام گپت رئتي سان پڙائيندا هئا.

ٿئيرا پيونس لوڪن جي منٿين ورڻن ۾ پارٿيہ تپسوي براهمڻن جي ورڻن جي ڪيتري سمانتا آهي، ان لاءِ وڌيڪ لکڻ جي ضرورت ڪانهي. هڪ ڳالهه ڌانهن خاص ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي، ايشور جو سڀ کان اتم ونيدڪ نالو اوم (ओ३म्) آهي، انجي ۾ هرهڪ انگ ۾ اليڪ مطلب پريل آهن. مهرشي ديانند، پنهنجي لاجواب تصنيف ستيارٿ پرڪاش جي پهرئين سملاس

بر ان لي لهايت وستار سان لکيو آهي ۽ ثابت ڪيو آهي ت اوم لفظ جي اکر مان ني سرشٽي البن لي آهي.

**ايسنيز لوڪ!**

هن جاليءَ جا لوڪ ڊيڊسي (Dead sea) جي ڪنارن لي ڦهلل هئا، هن جالي جي هڪ مکي شاخ ٿيرا پيوٽس جو ورٿن ني چکو آهي ايسيز اوڪن جون ڪيتر اون ڳالهيون براچين يارلي لپسوين سان تمام ملندڙ آهن. انسائيڪلو پيڊيا آف رليجن اينڊ ايٿڪس ۾ الهن لاء لکيل آهي:-

”هي لوڪ پئلستائين ۽ سريا ۾ جهوپڙيون ناهي يا وٿن جي همنان رهندا هئا. هي لوڪ سدائين ايشور پڳتي ۾ مگن رهندا هئا؛ پشو هتيا يا بليدان بلڪل نہ ڪندا اهئا، شهرن کان باهر ننڍيون ننڍيون ٽوليون ناهي رهندا هئا، هو ترڪ کي ويرت ۽ گيان مارگ ۾ انڪ سمجهندا هئا، آچار شاستر جي پڙهڻ لي تمام وڏو زور ڏيندا هئا؛ پراچين رواجن جو اکر بہ اکر پالن ڪندا هئا، اپاسنا جي لاء سڀني جدا جدا جڳهہ ڪري رکي هئي، پراتہ ڪال ايشور اپاسنا ڪالسوء پنهنجو سارو سمبہ هي آچار شاستر جي پراچين نيمن ۽ آگيائن جي عمل ۾ لڳائيندا هئا. هي لوڪ مختلف ڌندن ۾ ڪرنا نہ ڪندا هئا، هفتي جي آخري ڏينهن موڪل ڪندا هئا، ان ڏينهن سڀ لوڪ هڪ استان لي جمع ٿي پنهنجي عمر جي حساب سان امروار ويهندا هئا، هڪ جڻو ڏوم گرنت

کي وڏي آواز سان پڙهندو هو ۽ باقي سڀ خوب ڌيان سان انکي ٻڌندا هئا، وچ وچ ۾ شڪا سماڌان به ڪيو ويندو هو. هو لوڪ تپسيا، دَيا، پوترتا، نياءُ، پرانڙ پاڻ، سان پنهنجي جيون کي ٻٽائڻ جو يتن ڪندا هئا، سندن جيون جو مول منتر هو منشيه، ايشور ۽ سڀني سان پريم! روزانو هو تپسيا سان ايشور پراپتي جي لاءِ يتن ڪندا هئا، پاڻ وٽ ڌن رکڻ کي هو پاپ سمجهندا هئا، لوڀ جو بلڪل ناس ڪرڻ جو يتن ڪندا هئا، عزت جي خواهش کي بندن سمجهي هو اندريه دمن جي لاءِ يتن ڪندا هئا، منجهن پوري طرح هڪجهڙو ڀاءُ هو، سندن سڀني شين تي هرهڪ ايسين جو هڪجهڙو اڌڪار هو، اينري قدر جو پوجن، وستر، برتن آدي ضروري شيون به سڀني جي هڪجهڙي ملڪيت (Common property) سمجهي وينديون هيون. پنهنجي جيو آتما جي لاءِ شهرن ۾ وڃي هو ڪجهه ڪلاڪ ڪم به ڪندا هئا ۽ پنهنجي سموري آمدني کي روزانو ڪنو ڪندا هئا.

”ايسين لوڪ وواهه کان نفرت ڪندا هئا، پنهنجي سمپرداءِ ۾ ٻين لوڪن جي ٻارن کي انهن جي پريڪشا وٺي شامل ڪندا هئا. ڌن کي هو بيڪار سمجهي پاڻ ۾ پرانڙ پاڻ وڌائڻ جو يتن ڪندا هئا، سج اڀرڻ کان اڳ (پراتڪال جو) هو سنساري ڳالهين جي باري ۾ هڪ

لفظ نه ڳالهائيندا هئا، ان وقت تائين هو ٻراهمڻ ڪال
کان هلندو ايندڙ ٻرارٿنائن جون ياد ڪندا رهندا هئا،
سج اڀرڻ کان پوءِ هو انيڪ ڪرم ڪري لڏي پاڻي سان
سنان ڪندا هئا، سندن پوڄڻ شالائون خوب صاف
رهنديون هيون، سڀني جي وچ ۾ هڪ جهڙوتي پرهند
نيندو هو، هڪ ئي قسم جو پوڄڻ ٿيندو هو، پوڄڻ
ڪندي هو ٿلڪل شانت رهندا هئا، پرارٿنا جا ڪجهه
گيت ڳائي ئي هو پوڄڻ آرنڀ ڪندا هئا، پوڄڻ ختم
ٿيڻ تي وري پرارٿنا ڪئي ويندي هئي، سندن وچن
قسم کان نه وڌيڪ هوندو هو.

”سندن سمپرداءِ ۾ جيڪو شامل ٿيڻ چاهيندو هو،
ٻهرپالين اڳي پريکشا ورتي ويندي هئي، ان کي هڪ
سفيد رسي (جڻيو) ۽ ميکلا ڌارڻ ڪرائي ويندي هئي.

”هو ذرا اپراڌ ڪرڻ تي خود ڏنڊ وٺڻ (يعني سزا
ڀوڳڻ) لاءِ تيار رهندا هئا، وڏن جي آگيا جو هو عزت
سان پالن ڪندا هئا، پنهنجي ڪم جي انوسار هو چئن
شرينين (ورڻن) ۾ ورهايل هئا، انهن چئن ورڻن مان
سڀ کان گهٽ ورڻ جو ماڻهو سڀ کان اوچي ورڻ جي
ماڻهوءَ کي ڇهي به نه سگهندو هو، اگر هو ڇهي وجهي ته
انهن ورڻ واري کي ٻوڙو ٿيڻ لاءِ سنان ڪرڻو پوندو هو.
انهن جي عمر تمام وڏي ٿيندي هئي. هو پنهنجي شرير

کي ڏاڍو ڪشٽ ڏيندا هئا، پر ان ۾ هو ڏک محسوس نہ ڪندا هئا.

”سندن پڪو وشواس هو تہ شرير تہ ناس ٿيڻ وارو آهي پر آتما اجر امر آهي، شرير کي هو آتما جو پڃرو سمجهندا هئا.“ (١)

اهو مٿيون ورڻن تمام مختصر ڏنو ويو آهي. انهي مشابهت پارت جي پراچين آريہ تپسوين سان (ڪانڊ پيو اڌياءَ ٢-٣) ڪرڻ سان صاف معلوم ٿيندو تہ هي پارت جي ئي شاخ آهي. تپسيا، برهمچريہ، يگيو پويتر، ميکلا، ورڻ ويوستا، آتما جي امرتا آدي سموريون ڳالهيون ڪين پورو آريہ ٿيون ثابت ڪن.

هاڻ باقي هڪ مثال ڏيئي ليکہ ختم ڪيو ويندو:-

ايسينز لوڪن جي ڌرم گرنٿن ۾ گهڻو ڪري اپنشدن جي ويدڪ شڪشا جي وياکيا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

ايش اپنشد ۾ ”اهم اسمي“ واڪيہ اچيتو. انجي وياکيا ايسينز ڌرم گرنٿ ايڪسودس (Exodas) جي لفظن ۾ ني هن طرح آهي:-

"I am that I am and God send unto Moses---I am

1. Encyclopitia of Religion and Ethics
"Essenes", by James Moffot.

that I am, and he said thou shall say unto the children of Isarail---He hath sent me to you."

(Exodas, ch. 3. verse 13-14.)

ارٿاٿ:- "ايشور موزز (موسا) کي چيائين، مان آهيان، مان ئي آهوئي آهيان. توکي اسرائيل جي ٻارن کي چوڻ گهرجي. تهن مونکي تو وٽ موڪليو آهي."

ان طرح ٻيون به ڪيترئي ايشدن جي واڪين ۽ ون وياکياڻون ايسيئر ڏوم ڪوٺن ۽ ملن ٿيون، جي ڪين برابر آريہ جي شاخ ثبوت ثابت ڪن.

(ان طرح پنلستانيه جي وياکيا سماپت ٿي.)



# يونان GREECE

”... اگر اهي لوڪ جنکي اسين پراچين تا چئون، موجوده جاتين جا آبا هئا ته ساڳي طرح پراچين ڀارت ۽ پراچين ڪال جي سڀني سڀيتائن جو گرو ديو هو.“

(Bible in India).

نيڪ ان طرح! اگر يورپ ڪي يونان سڀيتا سيکاري ته يونان جو گرو ديو ڀارت ني آهي. اگر ڀارت جي شش يونان دنيا کي حيرت ۾ وجهو ڪيو آهي ته اصلي گرو ته سمجهو تا ته ڇا هوندو؟ ڪائونٽ جارنسٽجرنا جي لفظن ۾:-

”آريه ورت فقط براهمڻ ڌرم جي پالنا نئو ڪري، بلڪ هندن جي ان اوچ سڀيتا جو اُتپتي استان آهي جا آهستي آهستي پشڇم ۾ اٿوپيا (Ethopia)، مصر، فنيشيا (Phoenosia)، پورب ۾ چين، جاپان، ڏکڻ ۾ لنڪا، جاوا، سماترا ۽ اتر ۾ فارس، چالڊيا (Coldoea) ۽ ڪالچز (Colchis) تائين ڦهلجي ويئي. اتان ڪان ڀارتيه سڀيتا جي هيءَ لهر يونان روم وغيره ۾ به ڦهلي.“ (1)

(1) Theogony of the Hindus P. 168.

ابتري يورپ کا بعد اچي تہ لوڪمانيہ ٽلڪ جي ڏيکارڻ تہ يونان
۽ آرين جوڻي آباد ٿيل آهي:-

**ثالو**- تمام پراچين ڪال ۾ آرين ڀارت مان وچين ،
مذهبن هن ديش کي وساريو تہ تمام گهڻا پهاڙ ڏسي ،
انجو نالو **گري ايش** رکيو. سنسڪرت ۾ **گري** پهاڙ
کي چئبو آهي ۽ **ايش** مکيہ يا مالڪ کي چئبو آهي، ان
ڪري گهڻن پهاڙن وارو ملڪ ڪري انجو نالو گري ايش
رکيو جو بگڙي گريش مان **گريس** (Greece) ٿي
ويو آهي .

پوءِ بعد ۾ ڀارت مان ورن ڀيا ڪتري پنهنجو ٽيڪ ڪري
**يوَن** شبد ڌارڻ ڪري ويا ، ۽ وچين گري ايش ۾ رهيا.
چاڪاڻ تہ ٽاڪ يون هئا ۽ ڀارت سان گهڻو سنبنڌ ڀرڄ
ڪري سنڌن وڃڻ جي هنڌ جو نالو **يون ديش** ٿيو جو
پوءِ يونان جي عام ٿيو آهي.

ان طرح گريس ۽ يونان ٻئي سنسڪرت ۾ آرين جا
رکيل پهرين پراچين نالا آهن.

**منو ۽ منوس!** مشهور ايتي ڪار مهاراجا منو ۽
ڀارت ورش ۾ سماج شاستر جي سدانتن جو هڪ خاص
طرح جوڙجڪ ڪيو آهي.

يوناني گرنٿن جي انوسار **منوس** ڪريٽ پرانت جو
تمام پراچين راجا آهي. **ڪريٽ** جي تمام پراچين راج ولش
جو بناد ان ئي وڌو هو، منوس ڪريٽ ۾ هڪ خاص قسم

جي نيتي کي جنم ڏنو. اهي جنم ڀومي يونان نه هئي. ڪجهه پراچين يوناني ڪتابن جي آڌار تي هو منش جو اولاد ئي نه هو، هو سورج ديو جو پٽ هو.“ (١)

ڀارت جو مهاراجا منو به سورج ونش جو آهي، ۽ منو هڪ خاص نيتي کي جنم ڏنو.

هاڻ اچو دارشنڪ (فلاسافي) جي وچارن تي:-

(١) يوناني ودوان **هيروڊوٽس** جو چوڻ آهي:- ”اصل ۾ ايشور هڪ ئي آهي؛ موجوده ديوتائون، جنجي پوڄا ڪئي وڃي ٿي، اصل ۾ ان ئي مهان شڪتي جا مختلف روپ آهن. پراچين لوڪ به اهوئي مڃيندا هئا، پر بعد ۾ انهن ديوتائن جي جدا جدا پوڄا جاري ٿي وئي. (٢)

ويدڪ سدانت به اهوئي آهي ته ايشور هڪ ئي آهي. ۽ ان جا انيڪ نالا آهن. بعد ۾ پوراڻڪ ڪال ۾ انهن نالن جون مورتيون ٺاهي، پوڄا جاري ٿي پيئي. مهرشي ديانند سنيارٿ پرڪاش ۾ ان تي پوري روشني وڌي آهي.

(٢) يوناني **يوسيبيس** (Eusebius) جو چوڻ آهي:- ”يونان جون موجوده سڀ ۾ چالو پراچين ڪٿائون (Mythology)، پراچين ڌرم جو بگڙيل ۽ بدليل روپ آهن.“ (٣)

1. Encyclopidia Britannica, "*Minos*"
2. History of Greece, Vol. i. P. 10.
3. Praep. Eevan Lib. ii. cap. 1.

ايتري يوڳ کان پوءِ اچو ته ڏسون ته يونان ۾ ڪهڙي ريت آرين آباد ٿيا هئا.

**ٿالو** - تمام پراچين ڪال ۾ آرين ڀارت مان وڃي هڪ ديش کي وسايو ۽ تمام ڳوٺ ڳوٺ ٻار ڏسي، انهيءَ ٿالو کي **گري ايش** رکيو. سنسڪرت ۾ **گري** پهاڙ کي چوندا آهن ۽ **ايش** مکيه يا مالڪ کي چوندا آهن. ان کري ڪيترن پهاڙن واري هنڌ ڪري انهيءَ ٿالو کي گري ايش رکيو جو بگڙجي ڪري هن وقت **گريس** (Greece) ٿي ويو آهي.

پوءِ بعد ۾ ڀارت مان ورين ڪيترين قومن وڃي **يوُن** شبد ڌارڻ ڪري ورتو ۽ اهي گري ايش ۾ رهيا. چاڻاڪيه جي ٻاڻ يون هتا ۽ ڀارت سان ڪٿو سنبنڌ پراچين ڪري ستدن رکڻ جي شبد جو ٿالو **يون ديش** ٿيو جو پوءِ يونان ٿي عام ٿيو آهي.

ان طرح گريس ۽ يونان ٻئي سنسڪرت ۾ آرين جا رکيل پهچڻ پراچين ٿالا آهن.

**ملو ۽ منوُس!** مشهور ليکڪ مهاراجا منوءَ ڀارت ورش ۾ سماج شاستر جي سڌانتن جو هڪ خاص طرح جوڙجڪ ڪيو آهي.

يوناني گرنٿن جي انوسار **منوُس** ڪريٽ پرانت جو تمام پراچين راجا آهي. **ڪريٽ** جي تمام پراچين راج ونش جو بنياد ان ئي وڌو هو، منوُس ڪريٽ ۾ هڪ خاص قسم

جي ليتي کي جنم ڏنو، انهي جنم ڀومي يونان نه هئي.
ڪجهه پراچين يوناني ڪٿائن جي آڌار تي هو منش جو
اولاد ئي نه هو، هو سوريه ديو جو پٽ هو.“ (١)

ڀارت جو مهاراجا منو به سوريه وانش جو آهي، ۽ منو
هڪ خاص ليتي کي جنم ڏنو.

هاڻ اچو دارشنڪ (فلاسافي) جي وچارن تي:-

(١) يوناني ودوان **هيروڊوٽس** جو چوڻ آهي:-
”اصل ۾ ايشور هڪ ئي آهي؛ موجوده ديوتائون،
جنهجي پوڄا ڪئي وڃيٿي، اصل ۾ ان ئي مهان شڪتي
جا مختلف روپ آهن. پراچين لوڪ به اهوئي مڃيندا
هئا، پر بعد ۾ الهن ديوتائن جي جدا جدا پوڄا جاري
ٿي وئي. (٢)

ويدڪ سڌانت به اهوئي آهي ته ايشور هڪ ئي آهي.
۽ ان جا انيڪ نالا آهن. بعد ۾ پوراڻڪ ڪال ۾ الهن
نالن جون مورتيون ٺاهي، پوڄا جاري ٿي پيئي،
مهرشي ديانند ستيارٿ پرڪاش ۾ ان تي پوري روشني
وڌي آهي.

(٢) يوناني **يوسيبيس** (Eusebius) جو چوڻ
آهي:- ”يونان جون موجوده سمي ۾ چالو پراچين ڪٿائون
(Mythology)، پراچين ڌرم جو بگڙيل ۽ بدليل روپ
آهن.“ (٣)

1. Encyclopidia Britannica, "*Minos*"
2. History of Greece, Vol. i. P. 10.
3, Praep. Eevan Lib. ii. cap. 1.

پارت ورش جون موجوده پوراڻڪ ڪالائون بہ براهمڻ ڌرم جو بگڙيل روپ ئي آهن.

(۳) مشهور دارشنڪ (فلاسفر) **بروڪر** جو چوڻ آهي تہ:- ”يونان جي پلوٽارچ، ڪليمنس، اليگزينڊريس، اڙفس آدي وچارڪن جي مت انوسار هي سمورو سنسار هڪ ڏينهن ختم ٿي ويندو؛ بعد ۾ ان جي رک (باقي) مان ساڳي طرح جي نئين سرشٽي جي اُتپتي ٿيندي. ممڪن آهي اڙفس هي وچار مصر جي لوڪن کان ورتو“ (۱)

ويدڪ وچار بہ نيڪ اهڙو ئي آهي. سنڌيا جو منتر ”سُوريا چندرمسو ڌاتا يٿا پوروم اَڪلپيت“ ان ڳالهہ کي پوري طرح ورڻن ٿو ڪري.

(۴) **ٿموتس** جي مت انوسار:- ”اڙفس پنهنجي ڪرلت ۾ گهوشڻا ڪئي آهي تہ ايشور اصل ۾ هڪ آهي، ان جا ٿي جدا جدا نالا آهن“ (۲)

پارليہ صاحب موجب بہ ايشور هڪ آهي ان جا ٽي برهما، وشنو، مهيش، جدا جدا نالا آهن.

(۵) **ڪڊورٿ** جو چوڻ آهي:- ”اصل ۾ جوپيٽر، پيٿاگورس؛ پلوٽو، الهن ٽنهي ديوتائن جي ڪا خاص

(۱) Seneca, Natural, Lib. iii Chap. 30.

(۲) Intellectual system, book i, chap. iv. sect 17.

هستي ڪاهي، هڪ ئي سروشڪتيمان ايشور جا اهي مختلف نالا آهن. هڪ پراچين سورتي ۾ چوٿين جون اصل ۾ ٽي اکيون پرايس ٿيون آهن، اهو ٽن اکين وارو ايشور ئي آهي، ماڻهو ان جون جدا ڪلپنائون ڪن ٿا. ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته ايشور سورگ، ڌرتي ۽ سمنڊ جي رکشا ڪندو آهي، ان ڪري انجون ٽي اکيون ٻڌايون ويون آهن. ٽن اکين جو اهو مطلب ٺيڪ آهي يا نه ان باري ۾ اسين ڪجهه نٿا چئي سگهون، پر ان مان اهو ضرور ظاهر ٿئي ٿو ته چوٿين، الهڪون ۽ ٻلونئو اصل ۾ هڪ ئي ايشور جا مختلف نالا آهن." (۱)

ويد ۾ به ايشور جي ٽن اکين جو ورڻن آهي. ويد ۾ لکيل آهي:- "اسين ان ٽن اکين واري ايشور جي اپاسنا ٿا ڪريون." انهن ٽن اکين جو مطلب فقط اهو آهي ته ايشور ۾ ڀولوڪ، انترڪش لوڪ ۽ ڌرتي لوڪ جي رکشا جي شڪتي آهي ۽ انهن ٽن جي هڪ ئي وقت نهاردرائي ڪرڻ ڪري ئي ايشور کي ٽن اکين وارو چيو ويو آهي، ۽ ئي مختلف نالا به سرشٽي جي اُٿپتي، استٿتي ۽ پرلئه انهن ٽن ڪمن ڪري ايشور جا ئي نالا چيا ويا آهن. ستيارٿ پرڪاش ڀرلين سملاس ۾ اهو وستار پوروڪ سمجهايل آهي. پوراڻڪ حساب اوسار ايشور جي مورتي شو جون به ٽي اکيون آهن جنهجو به اهوئي مطلب آهي.

---

(۱) Ibid, sect 32.

(٤) ڪولبروڪ جو چوڻ آهي ته ”اهو ڏسڻ اتفاقي
عجب جوڳي ڳالهه آهي ته پيٿاگورس ۽ اوسيلس (Ocellus)
جا ڪيترائي سدانت ڀارتيه دارشنڪن سان گهڻو ملن ٿا.
پيٿاگورس سورڳ، پرٿوي ۽ مڌيه لوڪ جو ورڻن ڪيو
آهي. اهو چوڻ آهي ته مڌيه لوڪ ۾ راڪشس، سورڳ
۾ ديوتا ۽ پرٿوي لوڪ ۾ منش رهندا آهن.

”..... منهنجو اهو ڏڍ وشواس آهي ته ڀارتيه
وچارڪ (فلاسفر) ئي آهن جي (يوناني) فلاسفرن جا
گرو آهن.“ (١)

ڀارتيه شاستر ۾ به انهن ٽن لوڪن جو ورڻن آهي.
پراڻڪ وشواس انوسار انهن ٽنهي لوڪن ۾ ديوتا،
راڪشس ۽ منش نواس ڪندا آهن.

ان طرح ٿوري ۾ ڪجهه دارشنڪ وچارن جي مشابهت
ڪري ڏيکاريو ويو ته يونان ۾ آرين جي ئي آبادي آهي،
جنهن کان پوءِ ۾ يورپ گيان حاصل ڪيو. ڪٿي ڪٿي
ته ٽنهي جا وچار ايترو ته ملن جو ان ۾ ذرو به فرق
ڪانه ٿي رهي. پروفيسر رچرڊ گرب جي لفظن ۾:-
”يوناني ۽ ڀارتيه درشن (شاستر) ۾ ايتري وڏي سمانتا
آهي، جو ٽنهي درشن جي درشن (شاسترن) جو ابياس
ڪندڙ، ڪوبه وديارٿي ان کي محسوس ڪرڻ کانسواءِ

(١) Loc, cit. 441 et. seq.

۽ رهي سگهندو. ڪتي ڪتي ته انهي جا وچار هڪ ٻي معلوم ٿيڻ لڳن ٿا.“ (۱)

هاڻ ڪجهه ٻين ڳالهين جي مشابهت ڏيکاري وينديءَ :-

**پنر جنم جو سدائت!** آريه ڌرم ۾ پنر جنم جي سدائت جو درجو تمام اوچو آهي. هر هڪ هندو ۽ دنيا جو هر هڪ اهو انسان، جنهن ۾ سمجهه جو مادو آهي، پنر جنم (تناسخ) کان انڪار نٿو ڪري سگهي سواءِ جاهل جي.

يونان جا سڀ وڏا وڏا دارشنڪ پنر جنم جي سدائت کي مڃيندا هئا. پليٽو جو چوڻ آهي :- ”آتما ئي منش جي اهڙي شيءِ آهي، شرير ۾ آتما ئي مکيه آهي.“ (۲)

”مرتيو کان پوءِ آتما وري هن پرٿوي تي واپس ايندي آهي ۽ منش يا ڪنهن ٻئي جيو جو شرير ڌارڻ ڪندي آهي.“ (۳)

آريه ڌرم اوسار گيان ڪانسواءِ مڪتي نه ٿي سگهندي آهي. ڪيتري به ڪوئي تپسيا ڪري يا پيا پوڄا رچي، پر جيستائين ڪنهن ۾ گيان ڪونهي، يعني ان ويد شاستر نه پڙهيا آهن ڪو به مڪتي نٿو پراپت ڪري سگهي. پليٽو به ان اصول کي مڃيو :-

(۱) Philosophy of ancient India P. 32.

(۲) Dialogues of Plato, vol V. P. 120.

(۳) The Idia of Immortality Pattison P. 37.

”ڪوبہ ماڻهو ساماجڪ گڻن ۾ پورڻتا پراپت ڪري نہ
سان گيان جي مڪتي نہ پراپت ڪري سگهندو، اهو
انسان ٻئي جنم ۾ ڪنهن ساماجڪ جيو يا ڪِٽلي، منش
آدي جو شرير ڌارڻ ڪري ڄاڻي پنهنجي پورڻ ساماجڪ
اتي چوڻ ڪري، پر گيان ڪانسواءِ هو ديوتائن جي درجي
۾ نٿو اچي سگهي.“ (1)

اهڙي طرح پٿاگورس جو چوڻ آهي:-

”اگر پور جنم جي سڌانت کي سويڪار نہ ڪري
اهو قبول ڪيو وڃي تہ منش جو جنم هڪ دفعي ٿي
ٿيندو آهي، تہ منش سماج ۾ جو جنم کان ٿي مشڪلاتون
پيدا ٿينديون آهن، انهن جو ڪو جواب نہ ڏئي سگهبو
ڪي ماڻهو غريب ۽ ڪمزور شرير سان جنم وٺن ٿا ۽
ڪي ماڻهو شاهوڪار گهرن ۾ سندر ۽ بلوان شرير سان
جنم ٿا وٺن؛ اهو ڏسي ڪنهن مضبوط نياءِ ڪاري انتظام
ڪندڙ جي هستي سويڪار ڪرڻي پوندي. اها ڳالهہ ٺيڪ
آهي تہ هن جنم کان اڳ اسان جا اڻيڪ جنم ٿي چڪا
آهن، ۽ اڳتي پڻ انيڪ جنم ٿيندا، آواگمن جو هي طريقو
هر جڳهہ وياپت آهي ۽ آتمائن جي حالت جو پند پاڙ پنر
جنم جو مضبوط ثبوت آهي. سڀ آتمائون اڳئين جنم ۾
پنهنجي سولتا جي مختلف استعمال ڪن ٿيون، ان
ڪري هن جنم ۾ انهن ۾ مختلف حالتون نظر اچن ٿيون.

(1) Phaedo, 82.

مدش ۾ عقل جو پيدا ان ڪري ٿيندو آهي جو مدش
جنم ۾ معلوم ڪيهن آتما، ڪيهن ساهواري جي جوڙ
ڪالپوءِ پراپت ڪيو هوندو آهي. اصل ۾ هيءَ پرٿوي
هڪ جهاز جي، سمان آهي ۽ اسين سڀ پراڻي انهن پاترين
جي طرح آهيون جي مختلف طرفن ڏانهن وڃي رهيا
ٿولدا آهن. سڀني قسمن جي ايڪ درجن ۾ وڙهيل
شارپرڪ ۽ ماسڪ ڪشت، اڳي ڪيل ماسڪ پرمن ۽
ڪرمن جو ڦل ٿي معلوم ٿين ٿا، ڇاڪاڻ ته آتما لسي
ماسڪ ارادن يا شارپرڪ ڪريائن جا سنسڪار پولدا
آهن. لمپروار وقت ۾ حالت جي اوسار هي پنر جنم جا
سنسڪار گم يا ظاهر ٿيندا رهندا آهن."

مٿيون ورڻن ويدڪ پنر جنم سان ڪيترو پورو پورو
ملندڙ آهي ان لاءِ ڪجهه لکڻ جي ضرورت ڪانهي.
صاف صاف ظاهر آهي ته انهن وچارن ٿي پوڪ درشن
(شاستر) ۽ اپنشدن جي شڪشا جو پورو رنگ چڙهيل
آهي. ڇاڪاڻ ته يونان ۾ اها شڪشا وڃي ٿي پارس مان،
يونان جو پرسڌ دارشنڪ پٿاگورس پارس مان ٿي وديا
پراپت ڪري **پت گرو** جي ڊگري پراپت ڪري ويو جو
پت گرو ڪان پٿا گورو ۽ ان مان پٿا گورس ٿي ويو آهي.
هو پنر جنم جو **سڌانت** ۾ پٿا گورس پهنجي اصلي ماتر
ڀومي پارس مان سکيو ۽ اهو پرچار يونان ۾ ڪيو (۱)

(1) The doctrine of the transmigration of sou

جهڙيءَ طرح مهاتما عيسيٰ مسيح ڀارت ۾ اچي ٻڌ ڌرم جي شڪشا گرهڻ ڪري، انجو پرچار پنهنجي ديش ۾ ڪيو ۽ اهو ٻڌ ڌرم جو روپ بگڙي عيسائي مذهب ٿي ويو آهي تهڙيءَ طرح شري پٿا گورس نہ ڪيو.
۽ جهڙيءَ طرح مهاتما ڪرائيسٽ ڀارتي وڌيا جي رنگ ۾ رنگجي اوڌ ڌرم جو ٿين روپ ۾ اوڀر ۾ پرچار ڪيو، تهڙيءَ طرح شري پٿاگورس (Pathagorus)، انڪسرڪر (Anaxarches)، پرهو (Pyrrbs) آدي يوناني ودوانن نہ ڪيو. اهي سڀئي ڪي ڀارت ۾ اچي ڌرم جي شڪشا گرهڻ ڪري پيئي ۽ پوءِ وڃي ان جو پنهنجي ديش ۾ پرچار ڪيو-(١)

**ورڻ ويوستا!** پليٽو، ديش رڪشڪ ڪترين-لاءِ لکيو آهي ته:- ”شهر جي سڀني اواسين مان فقط اهن کي ئي سون يا چالدي، کي ڇهڻ جو اڌڪار نہ هئڻ گهرجي، سون چاندي کين پنهنجي گهر ۾ بہ نہ رکڻ گهرجي نہ ڪيسي ۾ وجهي گهمڻ گهرجي، ۽ ان دوارا شراب آدي پيئڻ گهرجي. جڏهين هي ماڻهو زمين، مڪان ۽ ڌن جا شخصي طرح مالڪ ٿي ويندا آهن، تڏهين هو رڪشڪ

was indigenous to India and was brought into Greece by Pythagoras.

(History of Literature)

(1) History of Philosophy, Vol. I. p. 65.

جي بجاءِ واپاري ۽ هاري (ونش) بڻجي ويندا آهن
بين اڪرواسين جا دوست نه ٿي ڪري تڪليف ڏيندڙ
زميندار بڻجي ويندا آهن، تڏهين هي ٻاهر جي دشمن
جي نسبت اندر جي دشمن کان ٿي وڌيڪ ڊڄندا رهندا
آهن. انطرح سارو راشٽر اباهي جي طرف کسڪندو ويندو
هي. ان ڪري منهنجو اهو راءِ آهي ته اساهجي رکشڪن
(ڪترين) کي ميٺين طرح سان ٿي رهڻ گهرجي." (1)
وئيد ۽ ساهتيه ۾ ڪترين لاءِ گهڻو ڪري اهڙوني
اپديش آهي.

**سنسڪار!** پٿاگورس نه فقط پنر جنم جي صداقت
کي ٿو مڃي، بلڪ هو ٻار تي سٺو اثر وجهڻ لاءِ سنسڪارن
کي به تمام ضروري ٿو سمجهي. گرڀاڌان جي باري ۾
سندس چوڻ آهي:- "جڏهين ماتا پتا اهو ڄاڻن ٿا ته
ٻار جي آتما هي جنم وٺڻ کان اڳ به موجود هئي، تڏهين
ڪين گرڀاڌان کي هڪ آتما جي لئين جنم وٺڻ کي آواهن
طور سمجهي ٿي ڪين هڪ پوتر ڪم جي طرح ڪرڻ
رجي، ڇاڪاڻ ته جنم وٺندڙ آتما تي ماتا جو گهڻو
ياءُ پوندو آهي، ماتا ۽ پتا ٻنهي کي گرڀاڌان ۽ رتو چريا
پورڻ شڪشا وٺڻ گهرجي، ماتا جڏهين گربوتي ٿئي
جي صحت تي گهڻو ڌيان ڏيڻ گهرجي. ٻار کي
ري نيمن موجب سڻن ورهين تائين ماتا جي آڌين ٿي

(1) Republic of plato, p. 107.

جهڙي طرح مهاتما عيسيٰ مسيح ڀارت ۾ اچي هند ڌرم جي شڪشا گرهڻ ڪري، انهن پرچار پنهنجي ديش ۾ ڪيو ۽ انهن هند ڌرم جو روپ بگڙي عيساني مذهب ٿي ويو آهي تهڙي طرح شري پٿاگورس نه ڪيو.

۽ جهڙي طرح مهاتما ڪرائيسٽ ڀارتي وديا جي رنگ ۾ رنگجي ٻوڌ ڌرم جو يونان روت ۾ پرچار ڪيو، تهڙي طرح شري پٿاگورس (Pathagorus)، انڪسرڪز (Anaxarches)، پرهو (Pyrrbs) آدي يوناني ودوان نه ڪيو. انهن سڀني کي ڀارت ۾ اچي آريه ڌرم جي شڪشا گرهڻ ڪرڻي پئي ۽ پوءِ وڃي انهن پنهنجي ديشن ۾ پرچار ڪيو (۱)

**ورڻ ويوسٿا!** يلمتو، ديش رڪسڪ ڪتريڻ-لاءِ لکيو آهي ته:- ”شهر جي سڀني اواسين مان فقط انهن کي ئي سون يا چاندي کي ڇهڻ جو اڌڪار نه هئڻ گهرجي، سون چاندي کي پنهنجي گهر ۾ نه رکڻ گهرجي، نه ڪيسي ۾ وجهي گهمڻ گهرجي، ۽ ان دوارا شراب آدي پيئڻ گهرجي. حذهين هي ماڻهو زمين، مڪان ۽ ڌن جا شخصي طرح مالڪ ٿي ويندا آهن، تڏهين هو رڪشڪ

was indigenous to India and was brought into Greece by Pythagoras.

(History of Literature)

(1) History of Philosophy, Vol. I. p. 65.

جي بجاءِ واپاري ۽ هاري (ونش) ٻڌجي ويندا آهن،
ٻين اگرواسين جا دوست ۽ ٽي ڪري تڪليف ڏيندڙ
زميندار ٻڌجي ويندا آهن، تڏهين هي ٻاهر جي دشمن
جي نسبت اندر جي دشمن کان ٽي وڌيڪ ٻ جدا رهندا
آهن. ان طرح سارو راشٽر تباهي جي طرف ڪسڪندو ويندو
آهي. ان ڪري منهنجو اهو رايو آهي ته اسانجي رکشڪن
(ڪترين) کي مٿين طرح سان ٽي رهڻ گهرجي." (1)
ونيد ڪ شاهنيه ۾ ۽ ڪترين لاءِ گهڻو ڪري اهڙو ئي
اپديش آهي.

**سنسڪار!** پٿاگورس نه فقط پنر جنم جي سدانت
کي تو مڃي، بلڪ هو ٻار تي سنو اثر وجهڻ لاءِ سنسڪارن
کي به تمام ضروري تو سمجهي. گرڀادان جي ٻاري ۾
سبدس چوڻ آهي:- „جڏهين ماتا پتا اهو ڄاڻن ته
ٻار جي آتما هي جنم وٺڻ کان اڳ به موجود هئي، تڏهين
ڪين. گرڀادان کي هڪ آتما جي نئين جنم وٺڻ کي آواهن
طور سمجهي ٿي ڪين هڪ پوتر ڪم جي طرح ڪرڻ
گهرجي، ڇاڪاڻ ته جنم وٺندڙ آتما تي ماتا جو گهڻو
پرڀاءُ پوندو آهي، ماتا ۽ پتا ٻنهي کي گرڀادان ۽ رتو چريا
جي پوترتا شکشا وٺڻ گهرجي، ماتا جڏهين گرڀوتي ٿئي
ته انجي صحت تي. گهڻو ڌيان ڏيڻ گهرجي. ٻار کي
ايشوري نيمن موجب سٺن ورهين تائين ماتا جي آڌين ٿي

(1) Republic of plato, p. 107.

رکڻ گھرجي، ان سميہ ڏائڻ پتا جو ان لئي اڌ ڪار نہ هئڻ گھرجي.“

آرين ۾ نہ ٻہ ورهين ڏائڻ ٻار کي ماتا جي آڏ رکيو ويندو هو؛ ان ئي طرح ٻار لئي ڏينهن ڏنو ويندو هو. يونان ۾ ٻار جا ڪيترائي پارٿيو سنسڪار بگڙيل شڪل ۾ پراچين يونان ۾ ٻالا وڃن ٿا. يونان جي ايٿنس پرانت ۾ ٻار جي جنم ڪالبوءِ ايمپڊروميا (Ampidromia) نالي هڪ سمار وھ ڪيو ويندو هو، ان ۾ ڪٽنب جا پالڪي ٻار کي گود ۾ کڻي اگني جي چئني طرفن چڪر لڳائيندا هئا. اهو سمجهيو ويندو هو تہ ان دوارا ٻار پوتر ٿي ويندو. (1)

يگيہ اگني!

پراچين يونان ۾ گھر جي اگني نہ هولدي هئي:- ”هر گھر ۾ هڪ ”پوتر ڪنڊ“ هوندو هو، ان ۾ ڏينهن رات اگني ٻرندڙ رکي ويندي هئي، اهو سمجهيو ويندو هو تہ ان دوارا گھر پوتر رهندو. هر شهر ۾ بہ ڪنهن خاص پوتر استان تي شهر جي شانتي رکشا جي مطلب سان ساري شهر جي اگني هر وقت ٻرندڙ رکي ويندي هئي.“ (2)

شڪشا پڌتي! پِتا گورس جي پاٺشالا جو ورڻن پارس ورش جي پراچين گروڪلن سان گھڻو ملندڙ آهي. ان پاٺشالا ۾:- ”پرارنڀ ڪال سمان ڪالبوءِ وديارٿي ڪل هئي

(1) Cults, V. P. 356.
(2) Op. cit., vol V, pp. 350-354.

۾ نڪتي اُپاسنا گهر ۾ ويندا هئا، جنهن ڪري آتما کي شانتي پراپت ٿئي. ان بعد پڙهائي ٿيندي هئي، وڏا وديارٿي وٽن جي ڇاپا ۾ ويهي ڪري ٿي پڙهندا هئا، وديارٿي روزانو پاڻ ڪان وڏن جي لاءِ ايشور کي پرارٿنا ڪندا هئا، هي سوريه جي پرڪاش کي اوچ جيون ۽ راٽ جي اند ڪار کي پاپي جيون جو پرتيڪ سمجهندا هئا، ان پاٺشالا ۾ سدائين مڌر رس وارو ۽ ساده ڀوڄن ئي وديارٿين کي ڏنو ويندو هو، ڀوڄن سدائين نراماش (Vegeterian) يعني بنا مانس جي ٿيندو هو، ان بعد جو ودياٿي شاريرڪ ويايام ڪندا هئا، ويايام ڪان پوءِ پرارٿنائون ڪيون وينديون هيون، ان پهرن ڪان پوءِ ۽ اُپاسنا ٿيندي هئي. ان بعد صبوح جو پڙهيل پاٺ تي ماسڪ وچار ڪيو ويندو هو، سڄه لهڙ تي وري ايشور جون اونچي سر سان پرارٿنائون پڙهيون وينديون هيون، اُپاسنا جا گيت ڳاتا ويندا هئا، پرارٿنا کان پوءِ ڪجه خاص وٽن جون ڪانيون ٻاري پوتر پرارٿنائن جي اُچارڻ سان ان ۾ خوشبودار شيون جون آهوتيون ڏنيون وينديون هيون، اهو ڪاريه تيستائين ٿيندو هو جيستائين آڪاش ۾ تارا نه نڪري اچن. ڏينهن جو ڪاريه راٽ جي ڀوڄن سان سماپت ٿيندو هو. ڀوڄن ڪان پوءِ نديون ٻارن (ودياٿين) کي وڏا ودياٿي زور زور سان پاٺ ياد ڪرائيندا هئا.“ (1)

(1) Pythogoras, pp. 80---81

اهو ورڻن پڙهي ته انهن تو خيال اچي، جڏ ته ٻارن
جي گروڪل کي ڪٺي وڃي اُتي رکيو ويو آهي، ڏنو ته
گروڪل ۽ ان ۾ فرق ڪهڙو. خاص ڪري خوشبودار
شين جون آهوتيون ڏيڻ ته جون سان ملندڙ آهي ۽ اهو
ڪارن ٿلهن لڪڙن کان اڳ تائين تنهن (جو اڄ به آريه
گروڪلن ۾ قبليو آهي) هڪ خاص اهميت واري ڳالهه آهي.

ستيگر! پارلم ساهتيه ۾ ستيگ يعني پراچين ڪال
کي سک ۽ شانتي جو زمانو سمجهيو ويو آهي ۽ انهن سمجهيو
ويندو آهي ته ان وقت ماڻهو شانت، سچا ۽ هڪٻئي
۾ ڀروسو رکندڙ هئا. ان ئي ستيگ کي يونان ۾ گولڊن ايج
ئالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. پليٽو د ان ستيگ جو
ورڻن ڪيو آهي:-

„فوشبن جيو:- ”شروع ۾ منش هڪٻئي کي سچ
پچ پيار ڪندا هئا، جاڪاڻ ته هو تعداد ۾ ٿورڙا هئا ۽
۽ سنسار ۾ انهن جي لاءِ جڳهه گهڻي هئي. ڪير ڪنهن
کي هڪ جڳهه تان هٽڻ لاءِ نه چوندو هو، ته هن نه
غريبي هئي، نه وچارن جي خرابي، نه سودا ٿيندا هوا،
جو سون ۽ چاندي جا نه، لوهي نه هئا، انهن ۾ نه ڪوئي
ڌني هو نه غريب، اگر اسين انهن جو ڪجهه ساهتيه
پڙهي ڪري سگهون ته اسانکي ان ۾ انهن ڳالهين جا
ڪافي پرماڻ ملي ويندا.“ (1)

(1) The Laws of Plato, Book III.

**شڪشا جا سڌانت!** پليٽو شڪشا جي ٻن بنيادي سڌانتن جو ورڻن ڪيو آهي، اهي يارنيہ شڪشا جي پراچين سڌانتن سان بلڪل ملي ٿا اچن. پليٽو جا ڪجھ سڌانت هي آهن:-

(١) شڪشا (تعليم) مقرر هئڻ گهرجي.

(٢) شڪشا (Education) ڏيڻ راشٽر (سرڪار) جو فرض آهي.

(٣) ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي گڏ شڪشا (Co-Education) ڪڏهين بہ نہ ڏيڻ گهرجي. (١)

(۴) شڪشا (تعليم) جي عرصي ۾ وديارٿين جي آچار تي سخت ضابطو رکڻ گهرجي.

(٥) وديارٿين کي فاحش ساهتيہ ۽ گندين ڪوتائون نہ پڙهائڻ گهرجن.

(٦) چاهي راجا جا ٻار هجن ۽ چاهي هاريءَ جا، سڀني کي گڏ شڪشا ڏيڻ گهرجي.

(٧) وڏي عمر ۾ وديارٿين کي سنگيت ۽ نرتيہ (ناچ) بہ سيکارڻ گهرجي.

(٨) ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي اميدوار ۳۰ ۽ ۲۰ سالن جي عمر تائين برهمچاري رهڻ گهرجي.

(٩) استري ۽ پرش کي شڪشا جو سمان اڌڪار آهي.

---

(1) The Laws of Plato.

پوري شربر وارو آهي. انجي ڇهري جي مسڪراهٽ تمام
پيدا ڪري تيندي آهي، ان سان هڪ ڏنڊو رهندو آهي، پلوٽو
موت جو ديوتا آهي، مرت (موي ويل) آتمائون انجي
دربار ۾ پهچنديون آهن.» (١)

### ڪرشڻ ۽ اپولو

(Apollo)! ڪرشڻ جو ورڻن
مختصر هن طرح آهي:- «ڪرشڻ گئوپال آهي، انجي
هٿ ۾ هڪ دويه استر (سدرشن چڪر) آهي، ان ناگ
کي ماريو، ڪرشڻ سنگيت جو ڏاڍو پريمي آهي، انجو
رنگ شيام آهي، هٿ ۾ هڪ بنسري رهندي اٿس.»
«اپولو جي هٿ ۾ پال ۽ پٺيءَ تي ترڪش آهي،
انجي هٿ ۾ هڪ خاص وڄائڻ جو ساز آهي، هي به
ڇرواهو (گئوپال) آهي هن هڪ پيدا ڪري ناگ کي ماريو.
هي سنگيت جو خاص پريمي آهي. (٢)

### ڪالي ۽ لارون!

ڪالي ديوي جي جيڪا مورتي
ڪالي گهاٽ تي ستاپت آهي، ان ۾ فقط انجو سر آهي
شربر ڪونهي، ڪاليءَ کي چورن ۽ ڌاڪن کان رکشا
ڪرڻ واري ديوي مڃيو ويندو آهي.
«لارون جو به فقط سر ئي مڃيو ويندو آهي. هوءَ به
چورن کان رکشا ڪرڻ واري ديوي آهي.» (٣)

---

(١) Hindoo Religion, Introduction, p. 31

(٢) Ibid-p 34

(٣) Ibid-p 37

**ٻيون سمانتائون!**

يوناني ۽ پارتيه وچارن ۾ ٻيون به ڪيترئيون سمانتائون آهن، جن مان ڪجهه هت ڏنيون وڃن ٿيون:-

**اهنسا!** پارتيه وچارن ۾ اهنسا کي پرم ڌرم سمجهيو ويو آهي.

يوناني دارشنڪ **غزئينوفنس** (Xenophanes)، آچاريه پٿاگورس جي باري ۾ لکيو آهي:- "هڪ دفعي هو ڪنهن رستي تان وڃي رهيو هو، هن ڏٺو ته ڪوئي ماڻهو ڪتي کي ڏاڍي بيدردي سان ماري رهيو آهي، تڏهين دَيا آڻي هن چيو "پنهنجو هٿ روڪي ڇڏ؛ هنکي مار نه، ان جي ڪرُونا پورڻ چيخن ذريعي مان ان ۾ هڪ ماڻهو جي سمان آتما کي ڏسي رهيو آهيان، جا تنهنجي مارکان دک محسوس ڪري رهي آهي." (۱)

يوناني نيتي وان **غزئينو ڪريٽيس** جو چوڻ آهي:- "پنهنجن بزرگن جو سنمان ڪريو، ۽ ديوتائن کي ڦلن (ميوات) جي ڀيٽ چڙهايو، جانورن جو مانس نه (چڙهايو)." (۲)

**ستيه!** پارتيه ساهتيه ۾ ستيه (سچ) کي سڀ کان وڏو درجو ڏنل آهي. ويدن ۾ چيل آهي ته هي پرٿوي ستيه جي آڌار تي قائم آهي (اٿرو ويد). يوگ درشن

(۱) K. Cook's, The fathers of Jesus, p. 314

(۲) Higher Aspects of Greek Religion, p. 45

ب لکيل آهي ته "ستيہ دواران سڀ کان شريشٽ...
پرابت ڪري سگهجي ٿو." (1)
يوالي ساهتيہ ۾ لکيل آهي:- "ڪک دعي پتا گو...
کان پڇيو ويو ته:- "مدش ديوتا ڪهڙي طرح پڻ...
سگهيتو؟ هن جواب ڏنو "سچ ڳالهائڻ سان." س...
کان وڏي ديوتا **اوروهگدس** (اهر مزدا) جي وش...
ب ۽ چمو ويدو آهي ته اهو شرير پرڪاش وارو آهي ۽
انجي آلما ستيہ سوروپ آهي." (2)

**پنچ پوت!** پارليہ دارشنڪ هن سنسار جي الپتي
پنچ پوت (پنجن تتن) دوارا تنل مڃيندا آهن. ان
موجب **شوُنيم** (جنهن جو وري حصو نہ ٿي سگهي)
پوليہ اوستا مان آڪاش الپن ٿيو، آڪاش مان وايو، وا...
مان اگني، اگني مان جل ۽ جل مان پرٿوي پيدا ٿي.
پتا گورس جي شسيہ **ايمپيڊوڪليس** جو چوڻ
آهي:- "سڀ کان اول **شوُنيم** (chaos) مان آڪاش
الپن ٿيو، ان مان آڳ، ان دوارا پرٿوي، ان مان پاڻي
۽ وايو پيدا ٿيا." (3)
مٿين ٻنهي سڌانتن ۾ پنچ پوت ساڳيا ٿي مڃيا ويا
آهن، فقط انهن جي سلسلي ۾ ڪجھ فرق آهي.

(1) يوگ درشن، ساڌن پاد، صفحو ٣١.
(2) K. cook's, The Fathers of Jesus p. 335.
(3) W Ward's History, Literature & Mythology of the Hindoos. p. 21.

## رامايڻ ۽ اليڊ!

رامايڻ هندن جو هڪ مها ڪاويه آهي، پراچين آرين جي سڀيتا جو پورو پورو اتهاس، مهرشي والميڪي ان زماني جي سڀيتا ۽ شري رام جي چتر کي اهڙو چٽيو آهي جو پڙهڻ سان هرديه گد گد ٿيو وڃي. رامايڻ هندن (آرين) جو هڪ پوتر پراچين ڪاويه آهي، سندس ڪوتا جي سندرتا دل موهيندڙ آهي.

پروفيسر وليمس (M.M. Williams) جي لفظن ۾:-
”رامايڻ کان وڌيڪ موهيندڙ ڪاويه سنسڪرت ساهتيه ۾ ٻيو ڪونهي. ڀاشا جي نردوشتا، ڍنگ جي سرلتا ۽ سندرتا، ساڻ ئي شاعري سان ڀرپور ڀاونائن جي ڪشرتا، ويرتا پورڻ گهٽنائن جو چٽر ميه ورڻن، پرڪرتي جا وشال درشيه، مش جي هرديه جي ڪوليل ڀاونائن ۽ رهسين جي گنڀير ويوگ جو سندر ملاپ آهي. ان کي ڪنهن يگ (زماني) ڪاويه جي برابري ۾ رکي سگهجيٿو. رامايڻ هڪ آنند دايڪ وانڪا جي سمان آهي، جتي ڪٿي ان ۾ بڻ جا درشيه به آهن. هي الت چشمن سان سيڏيل گلن ڦلن سان ڀرپور آهي.“ (۱)

اهڙي سندر ڪاويه پراچين ڪال ۾ سنسار تي رنگ چاڙهيو. ان سندر گرنٿ جي آڌار تي ئي يونان جي مهاڪوي هومر رامايڻ جي ڍنگ تي پنهنجي سندر

(۱) Indian Epic poetry. p. 12.

ڪاويه گرنٿ الهڊ جي رچنا ڪئي. فرانسيسي ودوان مسٽر فاؤچي (M.H. Fauche) رامائڻ جي فرانسيسي الواد جي پومڪا ۾ لکيو آهي:- ”رامائڻ جي رچنا هومر جي ڪاوين کان اڳ جي آهي. هومر پنهنجا وچار اتان (رامائڻ مان) ني ورتا آهن.“ پهرين ٻن اڌ ٻاتن جي بلڪل پوري پوري ني مثال سمانتا کي ڏسي ني آرٿر ليلي اهو لکڻ لاءِ مجبور ٿيو تہ ”والميڪي رامائڻ کي پڙهي ڪري ني هومر پنهنجن گرنٿن جي رچنا ڪئي آهي.“ اپتروني تہ تلڪ هن صاحب الهن ٻنهن گرنٿن جي مشابهت ڪرڻ ۾ ني هڪ نيون گرنٿ ناهي وڌو آهي. (۱)

اپتري پومڪا بعد توهالمکي رامائڻ ۽ الهڊ جي مشابهت ڏيکاري ويندي.

(۱) الهڊ جا مکيہ پاتر (Heros) ۽ پاتر آهن، جنهن هڪبئي ۾ انيسٽ ٻرابر آهي جي ڪڏهن هڪبئي کان جدا لٿا نہ هن.

رامائڻ ۾ شري رام ۽ شري لڪشمڻ جي جوڙي مشهور آهي.

(۲) الهن ٻنهي کي سمدن ٻنا آرگس راڄ کان ڪڍي ڇڏيو هو.

پتا جي آگيا سان ئي ويندي شري رام سان گڏ شري لڪشمڻ بہ راڄ ڇڏيو هو.

---

(۱) ڏسو راما ائلڊ هومر.

(٣) اليڊ جي نايڪا (Heroin) **هيلن** نالي هڪ
ڪنيا آهي.
رامايڻ جي نايڪا ڀڳوتي **سيتا** آهي.
(٤) اليڊ جو نايڪ **مئنلس**، هيلن کي انجي پتا
دوارا ڪيل سويمور ۾، ٻين سڀني مخالفن کي جهڪائي،
وري ٿو.
رامايڻ جي شري رام ڀڳوتي سيتا کي انجي پتا دوارا
ڪيل سويمور ۾، ٻين سڀني ديوتن کي جهڪائي،
ورڻ ڪيو.
(٥) راڄ ڪان ڪڏي چڏڻ تي هڪ دفعي مئنلس
جي غير حاضري ۾ **پيرس** انجي گهر اچيئو ۽ ان جي
ڌرمپتني هيلن کي چورائي سمنڊ پار وسيل **ٽراءِ** شهر
۾ وٺي ويئو.
شري رام جي غير حاضري ۾ **راوڻ** ڀڳوتي سيتا کي
چورائي سمنڊ پار **لنڪا** ۾ کڻي ويو.
(٦) ٽراءِ جا محل، زمين جي سطح کان تمام مٿاهين
تي ٺهيل هوا.
لنڪا جي راڄڌاني رواجي سطح کان تمام مٿاهين
تي وسيل هئي.
(٧) هڪ اوچي محل تي چڙهي ٽراءِ جي هڪ مکيه
ماڻهو ٽراءِ سيدا جي سيناپتين جا نالا ٻڌايا هئا.
ويڀيشڻ هڪ اوچي پهاڙي تي چڙهي لنڪا جي
سيناپتين جا نالا شري رام کي ٻڌايا هئا.

(٨) ٽراءِ جي يڌ ۾ ٻولائي سينا بيشمار هئي، سپ...
جهاز، رٿ ۽ گهوڙيسوار بہ هئا.
لنڪا جي يڌ ۾ شري رام جي سينا ۾ الٽ هئي...
هٿن ۾ رٿ نہ هوا.

(٩) ٽراءِ سينا جي سيناپتي هيڪٽر جا ٻاڻ وري
سدس ترڪش ۾ موٽي ايندا هوا.
ميگهناد جا ٻاڻ وري سدس ترڪش ۾ موٽي
ايندا هوا.

(١٠) اڪلس جي پباڪ گرجنا سان ٽراءِ لنڪر جي
سينا ڏڪي ويندي هئي.
هنومان جي شاهي گرجنا سان لنڪا جي سينا
ڏهلجي ويندي هئي.

(١١) ٽراءِ جو ولي، هارس، جڏهن پلاس دوارا مارجي
وڃي زمين تي ڪريو تہ ست ايڪڙ زمين گهيرڻ ويئي.
ڪنڀ ڪرڻ جڏهين زمين تي ڪريو تہ اٿين معلوم
ٿيو جڻ تہ پهاڙ ڪري پيو.

(١٢) مثلس کي وري سدس پتني هيلن برابت
ٿي وڃي.
شري رام کي اڪولي سيتا وري ملي.

(١٣) ٽراءِ جي يڌ ۾ ديوتا اوڪ آڪاش ۾ ويهي
رشڪ جي روپ يڌ ۾ ڏسن تا.
لنڪا جي يڌ کي ديوتا وماڻ ۾ ويهي ڏسندا هئا.

(١٤) هيڪٽر، ٽراءِ شهر جي مکيه ڦاٽڪ، جو لوهه
جو ٺهيل شاهي دروازو، جو شهر جي ديوار ۾ لڳل هو
اکيڙي ڇڏيو. ٽراءِ جي يڌ ۾ ڪيترائي مهارٿي. وڏا وڏا
شهر ڪٽي شترو سينا تي ڦٽا ڪندا هئا.
رامايڻ ۾ به هنومان دوارا لنڪا جي وشال ڦاٽڪ جي
ڀڃڻ جو ورڻن آهي. لنڪا جي يڌ ۾ راڪشس ۽ وانر وڏا
شهر هڪبئي تي ڦٽا ڪندا هئا.
(١٥) ٽراءِ ۾ سيتي کان وڌيڪ سمجهو اينئيز هو
جو پيرس جي ٻرن ڪمن سان شامل راءِ نه هو.
لنڪا ۾ وڀيشڻ سيتي کان وڌيڪ سمجهو هو، هو
راوڻ جي پاپ ڪاريه سان شامل راءِ نه هو.
(ڪ) ٽراءِ ۾ وچي مئيلس اوس مارجي وڃي ها
اگر اتي اينئيز نه هجي ها.
لنڪا ۾ وچي هنومان جو بچاءُ گهڻو ڪري ناممڪن
هو اگر اتي وڀيشڻ نه هجي ها.
(کـ) اينئيز پوري يتن سان پيرس کي اپديش ڏنو
هو ته تون هيلن کي موٽائي ڏي.
وڀيشڻ پورو يتن ڪيو هو ته راوڻ پگوتي سيتا کي
موٽائي ڏئي.
(گـ) تنگ ٿي اينئيز، پيرس جو طرف ڇڏي مئيلس
سان ملي ويو.
وڀيشڻ نراش ٿي راوڻ جو طرف ڇڏي ڏنو ۽ شري
رام جي شرڻ ورتي.

(گهه) ٻيرس جي مارجڻ تي اينيڊو تي ٽراڻ جو راڄ ٿيو.
راوڻ جي مارجڻ تي ويڀشڻ تي لنڪا جو راڄ ٻڌو.
(١٦) هومر، اليڊ ۾ گريڪ سينا جو سيناپتي هڪ
اهڙو شخص رکيو آهي، جنهن کي گريس جي راڄا
"وشوڪرما" جا ٺاهيل شستر ڏنا هئا. الهي سيناپتي
کي اندر (Jove) پنهنجو رٿ، گهوڙو ۽ سارٿي به
ڏنو هو.

شري رام کي تاڙڪا جي مارڻ لاءِ وشوامتر ديوي
استر ڏنا هئا. لنڪا جي، يڌ ۾ اندر کيس وشوڪرما جا
ٺاهيل استر ۽ پنهنجو رٿ، گهوڙا ۽ سارٿي ڏنا.

ان طرح هاڻ اهو سمجهڻ ۾ تڪليف ڪا نه ٿيندي
ته يونان جي هومر جو اليڊ، پارسه جي والميڪي جي
رامائڻ جو ئي ترجمو آهي. نه فقط رامائڻ بلڪ ٻين گرنٿن
۽ ڪٿائن تي نه پارسه جي ڇاپ آهي.

مسٽر آرٿر لبلي لکيو ته:- "يونان جي پراچين ديومالا
(Mythology) جو آڌار پارسه آهي." (١)

**ڀاشا!** هن بعد سنسڪرت ۽ يوناني ڀاشا جي مشابهت
ڏيکاري ويندي، جنهن مان معلوم ٿيندو ته يوناني ڀاشا
ته سنسڪرت جي نڪتل آهي. ڇاڪاڻ ته ڀاشا ۾ ڪنهن
ديش جي سڀيتا کي سڃاڻڻ لاءِ هڪ خاص ڪسوٽي
آهي. ان طرح سنسڪرت جي ڇاپا يوناني ڀاشا تي نه

(1) Rama and Homer, p. 62.

آهي. شري پوڪاڪ صاحب جي لفظن ۾، جو صاحب يوناني ۽ ڀارتيه ساهتيه جو وڏو ودوان آهي، فقط ڀارتيه سڀيتا کي يونان ۾ ثابت ڪرڻ لاءِ هن هڪ ڪتاب ”انڊيا ان گريس“ لکيو آهي. هو صاحب لکي ٿو:-
”يونانين جي ڀاشا، ريتي، رواج، لڏين پربتن جا نالا ايتري قدر جو اتهاس به ڀارت سان ملندڙ جلندڙ آهي.“ (۱)

هتي ڪجهه سنسڪرت ۽ يوناني ڀاشائن جا لفظ ملائي ڏيکاريا ويندا:-

| سنسڪرت | يوناني | سنڌي (ارٿ) |
|---|---|---|
| پتر | پيتر | پتا |
| ماتر | متر | ماتا |
| ڀراتر | فراتر | ڀاءُ |
| دوهتر | ٿوڪاتر | ڌيءُ |
| پتريه | پٽرويس | ڪاڪو |
| شوسرو | هڪويرا | سس |
| شواسر | سورس | سهرو |
| شنوشا | نويس | نهن |
| ديور | ڊي آر | ڏير |
| پرٿم | پريما | هڪ يا پهريون |
| دو | ڊؤو | ٻه |
| تري | ٽري | ٽي |

(۱) India in Greece. p. 129.

تي هندو ڌرم جو گهرو اثر آهي. ڪرنل آلڪاٽ جي لفظن ۾:- ”بئبيلونيا، مصر، يونان، روم ۽ اڄ يورپ جا درشن شاستر ۽ ڌرم، ڀارتواسين جي وچارن سان ڀري پورڻ آهن. پئٿا گورس، سقراط، افلاطون، ارسطو، هومر، جينو، هيسيڊ، سسرو، ورجل آدي فلاسفرن جي وچارن جي ڀيٽ ڪپل، منو، وياس، گوتم، والميڪ، ڪڻاد، جئيمني، نارد، مريچ آدي مهرشين سان ڪرڻ تي صاف ظاهر ٿي ٿو وڃي ته پشچمي درشن شاسترن جو آڌار پوربي (ڀارتيه) درشن شاستر آهن. ......... انهن وچارن ۾ ايتري هڪجهڙائي آهي جيتري آرسيءَ جي سامهون جي شيءِ ۽ انجي پاڇي ۾.“ (۱)

ان طرح يوروپ جي مکيه ملڪن جو وڌن متي ڪيو ويو ۽ ثابت ڪيو ويو ته انهن ديشن کي به آرين آباد ڪيو. ليڪن اهو ائن سمجهڻ گهرجي ته يوروپ جا باقي ملڪ اڻين ٿي نهي پيا ۽ انهن کي به آرين ئي آباد ڪيو. فرانس، سويڊن، ناروي، سڪينڊ نيويا، آسٽريا وغيره به آرين جون ئي آباديون آهن. ڪي سڌي طرح سان آرين آباد ڪيون ڪي انهن جي شاخن، ليڪن پراچين ڪال کان ئي آرين جي حڪومت ۽ ڦهلاءُ دنيا ۾ هو. مسٽر چارلس مورس لکيو:- ”انهاس جي آرنيه سان

(۱) Theosophist, March 1881

# اڏياءَ چوٿون

## آفريڪا کنڊ

پوهڪا! آفريڪا کنڊ ۾ خاص ڪري ٻن ڀاڱن ارٿات مصر (Egypt) ۽ ڏکڻ آفريڪا جي جهنگلي جاتين نيگرو ۽ زولو جو جدا جدا ورڻن ڪرڻو آهي. هت اول ڏکڻ آفريڪا جو ورڻن ڪيو ويندو.

پراچين ڪال ۾ ڀارت مان هڪ وراٽيه ڪشتري جاتي **جهل** الو ڌارڻ ڪري، آفريڪا هلي ويئي، جتي جهل مان جولو يا زلو مان **زولو** ٿي ويئي. آفريڪا جا موجوده زولو پراچين ڀارت جا جهل ڪشتري ئي آهن.

مهاراجا ڀرت جي سمي ۾ هي ديش چڱو وسي ويو هو، جڏهن شري ڀرت شهنشاهه ٿيو ته هن الي ۾ هڪ مهايگيه ڪيو هو. ايتريه برهمڻ جي ٢١ اڌياءَ جي انت ۾ هڪڙا پنج منتر آهن جن ۾ لکيل آهي ته ”دشينت جي پٽ **وراٽ ڀرت** مشٽار نالي ديش ۾ سون سان سجيل، وڏن وڏن سفيد ڏندن وارا هاٿي دان ڪيا. ان وڏي دان ڪرڻ ڪري شري ڀرت کي مهاڪرم چيو ويو آهي. اهو مشٽار ديش ڀارت ۾ ڪٿي

۽ ڪوهي، ٻي ڏکڻ ايشيا (آفريڪا) ۾ آهي جتي
سون جون کاڻيون به آهن (۱) جتان سون مان مڙهيل ڏکڻ
سان هاٿي دان ڪيا ويا هوا.

ان علائقي جي کوٽائي مان (جتي اڄڪله، بلڪ جهنگلي
قومون رهن ٿيون) جيڪي مندر ۽ کنڊهر مليا آهن جي
سڄي ملڪ ۾ ڦهليل آهن اهي ڏيکارين ٿا ته اتي پراچين
ڪال ۾ تمام سڀيه جاتي رهي چڪي آهي. هاٿي به اتي
اڳي بيشمار تعداد هئا. جنجيروم شڪار ۽ هٿيا ڌواڻا ناس
ڪيو ويو آهي (۲) اڳي هاٿين جو ڪوٺو هنن ان ڳالهه کي
مضبوط ٿو ڪري ته ورات پرتي هاٿي دان ڪيا هئا.

ان معلوم ٿيڻ بعد ته مشتار ديش ۾ آهي ۽ اتي سون
۽ هاٿي به بيشمار هئا ۽ کوٽائي مان ۽ سڌ ٿيتو ته اتي هڪ
سڀيه جاتي رهي چڪي آهي، اهي سڀ ڳالهيون ان ڳالهه
کي مضبوط ٿيون ڪن ته شري پرت جو ٻڌيه وارو مشتار
ديش اهو ئي آهي جو اڄڪله مشتا يا مشعا ٿي ويو
آهي. اهو آرين جو آفريڪا کي آباد ڪرڻ جو پهريون
ڪال آهي، جڏهن هو اتي وڃي آباد ٿيا.

راماڻ ڪال ڪالبوءِ شري رام جي پڻ شري ڪش
جي سنتان مان به ڪن وڃي آفريڪا ۾ آبادي ڪئي

(۱) Mannual of Geography.

(۲) The Inter Geography, by seventy Authors, Pp. 1000—1001 ).

هئي ۽ انجو نالو ڪش دويپ رکيو ۽ بعد ۾ مهاڀارت ڪال
کانپوءِ شري ڪرشڻ (شيام) جي پوڻ مان ۾ ڪن وڃي
اتي آبادي ڪئي ۽ انجو نالو شيام دويپ رکيو. شري
ولفرڊ س لکيو:- "آفريڪا ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل هئي،
اوڀر واري ڀاڱي کي **ڪؤش ديپ** ۽ اولهه واري ڀاڱي
کي **شيام ديپ**. چيو ويندو هو." (١)

هي ڳالهه اسانجي پراڻي زماني کي ڪٽي وڃهو يعني
فقط پنج هزارن تائين آٽـي ڇڏيو آهي. انڪانسواءِ
آفريڪا جي ڏکڻ ۾ جيڪا ڪيپ ڪالوني آهي انکي
آفريڪا جو سرڳ چيو ويندو آهي، اتي **هرمانس** نالي
هڪ شهر آهي جو آب هوا لاءِ تمام سٺو آهي ۽ انجي
آب هوا بيمار ماڻهن لاءِ صحت بخش آهي. (٢)

اهو هرمانس لفظ شد سنسڪرت آهي. جنهنجو
مطلب آهي **منش** جي بيماري کي **هريندڙ** (ناس
ڪندڙ) چاڪاڻ ته انجي آب هوا سٺي هئي آرين انجو
، نالو اهڙوني رکي ڇڏيو.

انڪانسواءِ اوڀر واري ڪناري تي جيڪو ڊربن بندر

(١) Africa was divided into two parts, the
Eastern was called Kaush-Deep, and the
Western was called the Sham Deep.
(Asiatic Researches, vol III. P. 295).

(٢) Holiday playgrounds, by river and sea p. 12.

آهي اهو ٻہ سنسڪرت نہ آهي. ان بندر جي اڙد ...
هڪ جهنگل (بن) آهي، ۽ ڪناري لاء اهو درواز...
آهي. ان ڪري آرين انجو نالو **دوار بن** رکيو جو بگڙي
دربن ٿيو آهي. جيتوڻيڪ ڊچ ٻاشا ۾ اجا دوار بن سڏ...
آهي ۾ انگريزي ۾ اهو دربن (Daurban) بندر ٿي
وڀو آهي.

**اصلي رهاڪو نيگرو!** ان بنيادي يورپڪا بعد ۽
آفريڪا آرين جي آبادي آهي، هاڻ الان جي اصلي
رهاڪن جي رسم رواجن جو ورڻن ڪيو ويندو. هي
اصلي رهاڪو هن وقت جيتوڻيڪ تمام جهنگلي آهن ۽
ڪين اسيہ چيو ويندو آهي، هو گهڻو ڪري اگهاڙو رهندا
آهن، ڪنهن ڪنهن پرالس ۾ ۽ پرش ۽ استراون الڪل
نڪو رهندا آهن، پنهنجي لڄ ٻچائڻ لاء فقط خاص الڳن
جي اڳيان هڪ بن لٽڪائي خاموش رهندا آهن. مدجهن
ڪاہ لبي ڪالهي، سيپتا جي رواجي شن ڪان ٻہ گهڻو
ٻري آهن، ان ڪرائي سدن آدمشاري گهٽجندي
...ي وڃي.

ٻر الهن اسيہ نڪرو اوڪن ۾ د اجا اڄڙا خاص گڏ
...خصي طرح ۽ مجموعي طرح ٻالا وجن لا، جي ڪمال
... جي سيپتا جون لشاليون آهن. مدجهن اجا ڪچ
...يون رسمون آهن جي ڏسي انين محسوس لڳا ٿو
... ۽ اهي اسيہ اوڪ د ڪنهن سمي سدار ۾ اوج

سيپيتا جا مالڪ هوندا. خود نيگرو لوڪن جو اهو وشواس آهي تہ نهايت پراچين ڪال ۾ سندن جاتي ڪيترن ئي اهڙين ڳالهين کي ڄاڻندي هئي جي هو اڄڪلهہ نٿا ڄاڻن. حقيقت ۾ جيئن مٿي ڏيکاريو ويو آهي هي بہ آريہ جاتي جي شاخ آهي، جا سنسار جي چڪر ۾ پنهنجي پراچينتا جي گڻن کي ڇڏي اڄ جهنگلي جاتي بڻجي پيئي آهي. هاڻ آفريڪا جي انهن آدم واسين جي رسم رواجن اتهادي دوارا ڏيکاريو ويندو تہ هي آريہ آهن ۽ سندن رسمون اڃا بہ ڀارت جي رسمن سان، وچار هندو وچارن سان ملندڙ آهن.

## سنسڪارن جو رواج!

ڀارت ۾ سورهن سنسڪارن جو پراچين ڪال ۾ عام رواج هو. آفريڪا ۾ بہ نيگرو جاتي ۾ اهڙي قسم جا سنسڪار ڪجهہ بگڙيل شڪل ۾ اڃا تائين موجود آهن، جن مان ڪجهہ جو ورڻن هيٺ ڪيو ويندو:-

(۱) **جات ڪرم سنسڪار!** نيگرو لوڪن ۾ ٻار جي پيدا ٿيندي ئي هڪ رواجي گهرو جشن ڪيو ويندو آهي. دائي ٻار جي نالي (ڏن) کي ڪاٽي ڇڏيندي آهي ۽ انجي اڳ کي پنهنجي مرضي موجب ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي، ان بعد آشيرواد سمجهندي ڪجهہ پراچين گيت ڳائي ٻار تي ٿوڙو پاڻي ڇڙڪيو ويندو آهي. (۱)

(1) The Life of a South African Tribe, vol, 1, p. 36.

آفريڪا جي هڪ ترائيب (Tribe) ۾ اهو روا
۽ جڏهين ٻهرين ٻار پيدا ٿيندو آهي، تڏهين
خاص جشن ڪيو ويندو آهي، هڪ جڳهه تي چٽني ط
ڇڻ وڌو ويندو آهي. ٻار جي جمڻ تي آگ جلائي ويند
آهي ۽ ٻالڪ کي جلدي سان اڳتي دواهين مان ڪ
ويندو آهي، ان سمي ٻرارٿنا جا شبد ۽ چيا ويندا آهن. (١
ڀارت ۾ ۽ ٻار جي جمڻ تي ٿي جات ڪرم سنسڪا
ڪيو ويندو آهي ۽ گهڻو ڪري مٿيان رواج ٿي ليندا آهن.

(٢) **ان پراشن سنسڪار**- آفريڪن ٻار کي ليسعائين
ٻيو اَن کائڻ لاءِ نه ڏنو ويندو آهي، جيستائين ڪيين
شيءِ کي خود پڪڙي کٽڻ جي طاقت ٻار ۾ نه اچي وڃي.
گي ۽ ان سمي ڏائين ۽ ٻار کي اَن ڏيڻ پسند ا ڪندا
آهن، اهي ان قسم جو سخت پوڄن ٻار کي تڏهين ڏيندا
آهن، جڏهين هو خود گهر کان ٻاهر لڪڙ لائق ٿي
ويندو آهي. ان وقت ۾ هڪ رواجي گهرو جشن ڪيو
ويندو آهي. (٢)
ڀارت ۾ ۽ گهڻو ڪري اٺين ٿي ٿيندو آهي ۽ الڪي
ان پراشن سنسڪار چيو ويندو آهي.

(٣) **مڊن سنسڪار**- (مثڻ) ! جڏهين نيگرو ٻار
ڪجهه وڏو ٿيندو آهي ۽ اچا وار ڪاٽيا ويندا آهن. وار

---

(١) Customs of the World, vol. I, p. 6.
(٢) Ibid—p. 47.

ڪاڻڻ کان اڳ، ٻار جي ماتا اڃي مٽي تي ڀڃهڻجي اها
جون ڪجھ ٻولدون وڃهڻدي آهي، بعد ۾ خود ڀڃهڻجي
هٿن سان ان جا وار ڪاٽيندي آهي. انهن وارن کي
جهنگل جي گهاٽي گاهه ۾ ڦٽو ڪيو ويندو آهي. (۱)

جو هڪ ڳچو (چوٽي) ڇڏي ڏنو ويندو آهي. (۲)
ڪيترن ٻراڻن ۾ مرڻ ڪندي وقت، مٿي تي وارن
ٻارت ۾ ۽ انهن ٺي ٿيندو آهي. مرڻ جا وار جهنگ
۾ وڻ جي هيٺان يا گاهه ۾ ڦٽا ڪيا ويندا آهن ؛ جڏهن
وقت وارن جو هڪ ڳچو (چوٽي) ڇڏيو ويندو آهي.

(۴) هيڪلا- وٺيدڪ رواجن انوسار ٻار تمام ننڍي
اوستا ۾ ئي ميڪلا ڌارڻ ڪرائي ويندي هئي. ان ميڪلا
جو ورڻن اٿرو ويد جي برهمچريه سوڪت ۾ به اچيٿو
آفريڪا ۾ ٻار کي ميڪلا ڌارڻ ڪرائڻ جو رواج آهي.
جڏهين ٻار گوڏن ڀر هلڻ لائق ٿيندو آهي، تڏهين
سندس چيلهه ۾ ڪپهه جو هڪ ڌاڳو ٻڌو ويندو آهي،
ادکي اتي ٻري چوندا آهن. هي گهڻو ڪري هڪ سال
جي عمر ۾ ٻڌو ويندو آهي. جيستائين ٻار کي ٻري ڌارڻ
نه ڪرائي ويندي آهي، تيستائين ٻتي ٻتنيءَ جي لاءِ
سماگم ڪرڻ لهايت برو سمجهيو ويندو آهي. ٻار جيستائين
ٻن ورهين جي عمر جو نه ٿيندو آهي، تيستائين ماتا ٺي

(۱) Ibid---p. 12

(۲) Ibid---50.

انجو ٻالن ڪندي آهي، ان سمي تائين سنتان پيدا ڪر
ڻيڪ نہ سمجهيو ويندو آهي.

ان طرح ٻن ٻارن جي جنم ۾ گهٽو ڪري گهٽ ۾
گهٽ ٽن ورهين جو تفاوت ضرور رکيو ويندو آهي. (١)
اهي سبب وسمون ٻارنيه وسمن سان ٻرابر ملندڙ آهن.
(ڏسو ستيارٿ پرڪاش سملاس ٻيو).

## (٥) چندر درشن

آفريڪن لوڪن ۾ ٻار کي
پورڻ چندر جو درشن ڪرائڻ جو رواج آهي. (٢)
ڪيترن پراڻن ۾ اهو رواج آهي تہ ماتا ٻالڪ کي سامهون،
هڪ پرندڙ لڪڙي ڪٽي اها چند جي طرف ڦٽو ڪندي
آهي ۽ چوندي آهي:- ”هي تنهنجو چند آهي.“ (٣)
ڀارت ۾ بہ ڪن پراڻن ۾ اها اهو رواج آهي.

## (٦) شڪا (چوٽي)

! شروع ۾ جڏهن مٿو وقت بار
ها ڙار ڪانيا ويندا آهن، تڏهن ان لئي وارن جو هڪ
ڳچو چڏي ڏنو ويندو آهي، پوءِ بعد ۾ وڏي ٿيڻ تي گهٽو
ڪري ماڻهو ان ڳچي کي نہ ڪاٽي ڇڏيندا آهن. ساري
آفريڪا ۾ ڪسوس پرانت جي نيگرو لوڪن جو هڪ
واو پنهنجي مٿي تي ساري عمر لاءِ وارن جي چوٽي

(١) Ibid—Pp. 55 & 59.
(٢) Ibid—P.1.
(٣) The life of a South African Tribe, vol.

رکندا آهن، هو انکي سندرتا جي لاءِ رکيل وار چوندا آهن. ۽ سندرتا جي لاءِ هرويرو اها جاءِ ۽ مٽي جي وچ وارن جي چوٽي جي ضرورت ڪانه هئي. ۽ حقيقت اها آهي ته پراچين ڪال ۾ ساري آفريڪا جا رهاڪو چوٽي رکائيندا هئا، ۽ بعد ۾ اسلامي ظلم جي ڪري پين سڀني تولين چوٽي ڪٽائي ڇڏي جيئن ترڪي (Turkey) ۾ تيو، فقط هنن لوڪن کي چوٽي باقي بچي آهي.

## (۷) ويد آرنپ سنسڪار! وئيدڪ ريتي الوسار

شڪشا آرنپ ڪرڻ تي هي سنسڪار ڪرڻ گهرجي. آفريڪا ۾ ڪجهه اهڙا پيشا آهن، جنجي آرنپ ڪندي هڪ خاص سنسڪار ڪرائڻو پوندو آهي، انهن مان هڪ پيشو مال چارڻ جو آهي. انهن ٻارن کي آبادي کان دور رکيو ويندو آهي. انهن کي شهر ۾ اچڻ جي منع هوندي آهي، ڳوٺ جون استريون پوجن ڪٽي انهن کي ان تي جڳهه تي ڏيئي ايندين آهن.

جنهن ڏينهن هي سنسڪار ڪيو ويندو آهي، انهن ڏينهن رستي تي ڪجهه خاص خوشبودار ڪاٺين دوارا آگ جلائي ويندي آهي. ٻارن کي جڏهين ان جي سڳند ايندي آهي، تڏهين هو اتي ايندا آهن ۽ ان آگ جي مٿان ٽپي ويندا آهن، ان ڏينهن انهن جا وار ۽ ڪانيا

ويندا آهن. ان ني طرح يبا د ڪيترا ڪم ڪيا ويند
آهن. (1)

اهي سڀ ڳالهيون آرين جي ويد آرلب سسڪا
سان گهڻو ملن ليون. ان رسم ۾ يڪيه اگني جي بگڙيل
شڪل ۾ آهي؛ آگ تان ٽپو ڏيڻ يڪيه جي چوگرد ڀرڪرما
جو بگڙيل روپ آهي.

الهن ٻارن جي لئه ڪرمن ۾ هڪ ڪم اگني جي
چئني طرف وهڻ ۾ آهي، جو آرين جي لئه اگني هوتر
جو بگڙيل روپ آهي.

**يڪشا!** براچين ڀارت ۾ گروڪلن جا برهمچاري خود
يڪشا وٺي ان دوارا پيهنجو گذارو ڪندا هئا. برهمچاري
جڏهن گهر جي دروازي تي ماتا! يڪشا ڏيو، جو لفاد
ڪندا هئا، تڏهن گهر جي استري سني ۾ سنو پوجن
ان کي يڪشا ۾ ڏيندي هئي. آفريڪن **هسائي** لوڪن
۾ ڪجهه بگڙيل شڪل ۾ اڄ ڏ اهو رواج پاڻو وڃي ٿو. مساني
نوجوان، نوجواني جي وقت ۾ گهر ڇڏي هلي ويندا
آهن، هو جنهن گهر ۾ ويندا آهن الي جون استريون
وري پنن سان الهن جي مهماني ڪنديون آهن. اگر
هن کان پڇو وڃي ته توهين الهن نوجوان کي ايتري
م سان چو ڏيون پوهن ڏيو؟ ته هو جواب ڏينديون

(1) The life of a South African Tribe. vol
pp. II-

آهن ته اسانجو پت ۽ ڪنهن بہ ڳوٺ ۾ ان طرح يڪشا ونندو هوندو. ان ياترا جي عرصي ۾ مسائي نوجوان پوري طرح سان سنيم جو جيون گذاريندا آهن.

(٩) برهمچريه! ويدن ۾ برهمچريه جي ڏاڍي مهما آهي. اٿوو ويد ۾ چيل آهي:- "**برهمچريه سان ديوتا لوڪ موت کي ٻہ جيتي ڇڏيندا آهن.**" پراچين ڀارت ۾ برهمچريه ساڌن جي لاءِ ٻارن تي خاص ڌيان ڏنو ويندو هو، جيئن هو سولائي سان برهمچريه جو پالن ڪري سگهن. ان لاءِ کين تپسيا، سادگي، ساتوڪ پوڄن آدي جو اڀياس ڪرايو ويندو هو.

آفريڪا جي نواسين ۾ اڄ بہ برهمچريه جي مهما ان ئي طرح ڳائي ويندي آهي. اوپر آفريڪا جي نيگرو لوڪن ۾ هڪ ڪهاوت جو ارٿ آهي:- "**موت تنهنجي هٿ ۾ آهي، اگر ڏينهن رات تون سنيم سان رهين تہ هي تنهن جو حڪم مڃيندو.**" (١)

ان برهمچريه ورت جي ساڌنا لاءِ آفريڪا جي ڪيترن ۾ نيگرو لوڪ خاص يتن ڪندا آهن، هو پنهنجن ٻارن کي ڪجهہ وڏي عمر ٿيڻ تي آباديءَ کان دور رکندا آهن، کين وڻن جي چوٽن جا ڪپڙا پائڻ لاءِ ڏيندا آهن. (Ibid)- جهڙي طرح پراچين ڀارت ۾ برهمچارين کي ٻل ڪل وستر (وڻن جي چوٽن مان ٺهيل) پائڻ لاءِ ڏنا

---

(١) To Khastuma by Rev. G. Lloyd

ويندا هوا. اهي ڪپڙا ڪن خاص پولو وڻن جي ڇوڏن مان ٺهيل ٿيندا آهن.

هڪ پراڻي رواج آهي ته نارن کي آبادي کان ٻه ور ڪٿهن جي سمپال ۾ رکيو ويندو آهي، انهن کي ڪاري پاڻي سان مٿو ڌوئڻ جي آگيا نه هوندي آهي، ڇاڪاڻ ته اهي صابڻ جو ڪم ڪاري پاڻي کان ئي ورتو ويندو آهي، ڪين پيهنجي ماءُ پتا سان به نه ملڻ ڏنو ويندو آهي. هو ڪٿهن استري کي ڏسي نٿا سگهن، جڏهن هي پسار مدو پورو ڪري واپس ايندا آهن تڏهين هڪ خاص جشن ڪيو ويندو آهي. (١)

(١) وواهه سنسڪارا آريڪن لوڪن ۾ وواهه جون ٻه ڪيتريون ڳالهيون پارسي سان ملندڙ آهن.

ٿونگم پراڻي ۾ آدوشي وواهه جي عمر ٢٥ ورهيه مڃي ويندي آهي. هتي جو چوڻ آهي:- ”پراچين ڪال ۾ نوجوان پي ڪنهڪي ۽ پرستتا سان عمر گذاريندا هئا، هو ٢٥ ورهين تائين ناچ وغيره ۾ شامل نه ٿيندا هئا، ڪو به چوڪرو ٢٥ سالن کان اڳ شادي نه ڪندو هو.“ (٢)

وليدڪ سڌانت موجب به وواهه جي عمر ٢٥ ورهيه لي آهي.

---

(١) The customs of the world vol. II. p. 17

(٢) The Life of a South African Tribe vol. ii. p. 100.

(١) ”آرين جي پرتاپ جي ڪارڻ.“ (١)
(٢) ”مزدا دوارا ڪيل آرين جي ڪيرتيءَ جي ڪارڻ.“ (٢)
(٣) ”اسين مزدا دوارا قائم ڪيل آريه مهما لاءِ آهوتي ڏيون ٿا.“ (٣)
(٤) آرين جا ديش ڪهڙي طرح اُپجائو بڻجندا. (٤)
(٥) ”ڏسو آريه جاتي ان لاءِ ترپڻ ڪريٿي.“ (٥)

آريه ساهتيه !

هاڻ اهو ثابت ڪرڻ ڪانپوءِ ته ايران کي آرين ئي آباد ڪيو، پارسين جي ساهتيه ۾ به ان جا پرماڻ موجود آهن، هاڻ ڏسڻو آهي ته آرين جي ساهتيه ۾ ان باري ۾ ڇا آهي. اهو ته هرڪو ڄاڻيٿو ته ايران ۾ پارسي، پهلو ۽ پارٿين اهي ٽيئي قومون موجود آهن. پهلوي خاندان ته هن وقت ايران تي حڪومت ڪري رهيو آهي، پارٿين بالو سيدي بڻو آهي، ۽ پارسي ڀارت ۾ موجود آهن. منوسمرتي ۾ لکيل آهي ته:- ”براهمڻن جي اُسه ملڻ ڪري، ورشل ٿيل کتري جاتي باهر ڪيدي ويٿي، جا

(١) Serozah 1, 9. Vol II P. 7
(٢) Ibid 1. Bud. 1. 25. Vol II P. 11
(٣) Ibid II. 9. P. 15
(٤) Ibid I. Bud 9
(٥) Ibid I. Bud 3-4 P. 108

اڙيسدر، پنڊر، دروڊ، ڪمبوج، يون، شڪ، پارد، پهلو، چين، ڪرات، درد ۽ ڪش ٻالن سان مشهور ٿي ويئي.“ (١)

مهاڀارت ۾ ٻه پارسيڪ (پارسي)، يون، هرد، (پهلوي ڀاشا ڳالهائيندڙ) پهلو، ڪش، پارد، آدي نالا آيل آهن. (٢)

اهي ٻئي پراچين شلوڪ ڪافي ثبوت آهن، ۽ ڀارت ۽ ايران جي لاڳاپي کي ثابت ٿا ڪن. مهاڀارت ۾ آيل پارسيڪ، انهن پارسين لاءِ ئي آيل آهي، جي ايران ۾ رهندا ۽ پارسي ڀاشا ڳالهائيندا هئا. پارس شبد ۽ مهاڀارت ۾ آيل آهي، جو اڄڪلهه پارس مان فارس ٿي ويو آهي.

پارد ايران جا پارٿ ئي آهن جن کي پارٿين چيو ٿو وڃي. پارٿين قوم جو اتهاس هن سمي تائين اڃا ڪولہ ملي سگهيو آهي. سواءِ انهي جي ته مدو ولشي دير ڳهاڻو (Artaxerxes Mnenon) ڪوئي پرديسي هو جنهن پارٿن (Parthian) جو ارشاسي (Arasaces) نالي سان راڄا ٿيو. (٣)

ان ڪري انهن پارٿن (Parthians) لاءِ وڌيڪ ڪجهه نٿو لکي سگهجي.

---

(١) منوسمرتي اڌياءِ ١٠- شلوڪ ٤٣-٤٤.

(٢) مهاڀارت، سڀاپرو، اڌيا ٣٢- شلوڪ ١٧.

(٣) History of Persia- P. 330-331

باقي پهلو اهيئي آهن جيڪي پهلوي ياشا ڳالهائيندڙ هئا. ان ڪري آريه ساهتيه ۾ ملندڙ پلوَ يا پهلوَ اااا موجود ايران جي پهلوين لاءِ ئي آهن، ۽ ٻئي هڪ ئي آهن. مسٽر سمٿ (Vincent A. Smith) پنهنجي تاريخ جي صفحي ٤١٩ ۾ پڻ ان ڳالهه کي سويڪار ڪيو آهي.

اينتري پوءِ ڪا بعد اچو ڏسون ته زردشتي (پارسي) ڌرم ۽ آريه ڌرم ۾ ڪهڙي سمانتا آهي.

اهو ياد رکڻ گهرجي ته زردشت هڪڙو ڪونه ليو آهي پر انيڪ ٿيا آهن. جهڙي طرح ڀارت ۾ منو، وياس، جنڪ، رام، راوڻ ۽ ارجن انيڪ ٿيا آهن، تهڙي طرح زردشت به انيڪ ٿيا آهن. ۽ جيئن ڀارت ۾ هرهڪ کي جدا جدا ثابت ڪرڻ لاءِ انهن سان گڏ گوتر يا پيءُ جو نالو ڏيندو آهي، جيئن:- رامائڻ جي شري رام کي داشرٿي رام ۽ راوڻ کي دش گريوا راوڻ چئبو آهي، ان طرح وياس به انيڪ ٿيا آهن، مهاڀارت واري مهرشي ويد وياس جو اصل نالو ڪرشڻ دوئيپائين آهي. هيڏانهن هي مهاتما زردشت، جنهن زنده اوستا جو پرچار ڪيو، سو به ”سپتمر زرتست“ هو، ڇاڪاڻ ته سندس جنم سپتمر گوتر جي ماجي ونش (ماجي ايران جو براهمڻ ورگ هو) ۾ ٿيو هو. مهاتما زرتست جي جنم ڪال لاءِ انيڪ رايا آهن. گريڪ اتهاس ليکڪ زنٿوس جو وچار آهي ته زرتست ٽروجن جنگ کان ٦٠٠ ورهيه اڳ ٿيو

هن وقت تائين ٿوچن پئه جو زمانو عيسوي سن کان
١٢٠٠ ورهيه اڳ مڃيو ويو آهي، يعني ان موجب زرتست
اڄ کان. اٽڪل ٣٨٠٠ ورهيه اڳ ٿيو. پر ودوان **ارسطو**
(Aristotle) ۽ **يودڪسس** (Eudoxus) جيو مت
آهي ته زرتست جو جنم، فلاسفر افلاطون (Plato) کان
ڇهه هزار ورهيه اڳ ٿيو. مشهور اتهاس‌ليکڪ **پلني** (Pliny)
جو چوڻ آهي ته ٿوچن پئه کان، پنج هزار ورهيه اڳ
مهاتما زردشت جو جنم ٿيو. بئبيلون جي اتهاس‌ليکڪ
**بيروسس** (Berosos) جو چوڻ آهي ته زردشتو
بئبيلونيا جو راجا هو، جنهن هڪ راڄ ولش جو بنياد وڌو.
ان ولش عيسوي کان ٢٢٠٠ ورهيه اڳ کان ٢٠٠٠ ورهيه اڳ
تائين ئبيلونيا تي راڄ ڪيو.

ان باري ۾ پارسي ودوان چپ آهن. ڪن جو وشواس
آهي ته سمدن ڏوم گرو، دارا (Darius) جي پتا
**هستيئپس** جي وقت ۾ هو ۽ عيسوي کان اٽڪل ٥٥٠ ورهيه
اڳ ٿيو.

پر حقيقت اها آهي ته زردشتر انيڪ ٿيا آهن، ان
ڪري اها مونجهه ٿي آهي. چاڪاڻ ته هڪ زردشتر
مهاڀارت جي زماني ۾ به ضرور هو جنهن جي مهرشي
ويد وياس سان بحث ٿي هئي جو (ويد وياس) امرڪنا
ويندي بلخ ۽ ايران ۾ به ويو هو. زند اوستا ۾ لکيل آهي:

اڪيو برهمڻي **وياس** نام از هند آمد بسدانا کي اڪل چنا نست. (١)

ترجمو:- وياس نالي هڪ برهمڻ، هند (ڀارت) کان آيو، جنهن جهڙو ڪو به پنڊت ڪونه هو.“

پوشيه پراڻ ۾ مهاڀارت کان اڳ **والهيڪ** (موجوده بلخ) شهر ۾ تيل هڪ شاهي **سؤتراماڻي** يگيه جو ورڻن اچيٿو. ان مهايگيه ۾ ايراني راجا گشتا سپ، ڀارتيه ودوانن کي به نيمنڊ ڏني هئي. ان ئي يگيه ۾ شامل ٿيڻ لاءِ مهرشي وياس اتي ويو هو ۽ ايراني ودوان زردشتر سان ٻيمت ڪئي هئي. وياس ۽ زردشتر جي ٻيمت جو ورڻن زند اوستا ۾ به ڪيل آهي:-

”چون وياس هندي بلخ آمد - گشتا سپ زرد شترا بخواند.“ (٢)

ترجمو:- ”جڏهين هندي وياس بلخ آيو ته گشتا سپ، زرد شتر کي سڏايو.“

سنسڪرت ڀاشا جي مشهور پستڪ **اندروجيم** ۾ به ٻالهيڪ (بلخ) شهر جي سوتراماڻي يگيه جو ورڻن ڪيل آهي. ”ان يگيه ۾ **ورود** جي ڳالهه تي ڀارتيه ۽ ايراني ودوانن ۾ مٿڀيد ٿي پيو. ڀارتيه ودوانن اندر جي تائيد ڪئي ۽ ايراني ودوان ورود جي طرف رهيا. ڀارتيه

(١) زند اوستا - آيت ٦٥.

(٢) زند اوستا - آيت ٢٦٣.

آريہ ڌرم ۽ موجودہ زردشتي ڌرم ۾ جو تفاوت آهي، انجو مول آڌار ہ اھوئي متڀيد ٿيو. زردشتر، اندر جي جاء تي وروڻ کي وڏيڪ مڃيو ۽ ان تي ڪري اندر (اندر جي خلاف) يا **آسر** ڌرم کي ڌاوڻ ڪيو ۽ ان تي پرچار ڪيو.٭ اھوئي ڪارڻ آهي جو زند اوستا ۾ پارٿي، ديوتا، آسر ۽ پارٿ آسر، ديوتا تي ويو. ۽ ان تي ڪري ايشور جو مکہ نالو ديو جي جاء آسر رکيو ۽ ايشور کي **اسرميڌا** جيڪو وڃي بگڙي **اھرمزدا** (Ahur MaZda) ٿي ويو.

ان ڪري ھوڪ زردشتي پنھنجي ڌرم ۽ آچاريہ ۾ ھن طرح وشواس ظاهر ڪندو آهي:- زندہ اوستا ۾ لکيل آهي:-

”مان زردشت دوارا چيل، فقط مزد جو اُپاسڪ آھيان، ۽ زردشت جو پيروڪار آھيان. زردشتر ديون جو مخالف آھي ۽ اهرمزد جي نيمن جو مڃيندڙ آهي.“ (١)

ان طرح ايران ۽ ايران جي مشهور ڌرم آچاريہ زردشتر جي روشني وجهڻ بعد هاڻ ڪجھ ڌارمڪ سمانتائون ڏيکاريون وينديون.

ان کان اڳ اھو معلوم ھئڻ گھرجي تہ پارسي ڪهڙي سان ڪو ڌرم ڪونهي، پارسي تہ سندن پراچين جاتي جو نالو آهي، ۽ اهائي سندن قوميت آهي. جهڙي طرح

(١) گاٿا ٣-٣٦ يترا ٣- يسن ٥٩-٣٠.

هندوستان ۾ رهڻ ڪري هرهڪ رهاڪو، اهو چاهي
ڪير به هجي، هندو آهي، ۽ هندوءَ کو ڌرم ڪونهي.
هندو فقط قوميت جي نشاني آهي، ڌرم نه ويدڪ ڌرم
يا آريه ڌرم آهي. نيڪ ان طرح پارسي فقط قوميت جي
نشاني آهي، ڌرم ڪوانهي، سندن ڌرم جو نالو آهي
”مزد يسني زردشتي.“ يسن گرانٿ جي ٻارهين اڌيايه،
موجب هرهڪ زردشتي پنهنجي ڌرم ۾ هيٺ لکيل
شبدن ۾ پنهنجو وشواس ظاهر ڪندو آهي:-
”مان هاڻي کان ديون کي دور ڀڄايان ٿو. مان ديون
جي خلاف مرديسني زردشت جي سکيه جو مزد
اُپاسڪ آهيان. مان ان ئي هڪ مزد (ايشور) تي، جو
شبه گڻن جي کاڻ آهي، پوتر آهي، جيوتي سوروپ
آهي، ست پدارٿن جو بڻائيندڙ آهي، جنهن گئو آدي
پشن جي رچنا ڪئي ۽ اُشوئي (پوترتا) کي پيدا ڪيو،
جنهن آڪاش جي پيدائن جي رچنا ڪئي، جنهن جي
پرڪاش ۾ پش وارا ماڻهو رهن ٿا، پنهنجو سڀ ڪجهه
اَرپڻ ٿو ڪريان. (۱)

## اٿر ويد ۽ ايشيائي مذهب! عام پڙهيل مذهبي

طبقي ۾ اهو گهڻو ڪري چيو ويندو آهي ته مسلماني،
يهودي ۽ پارسي آدي مذهب اٿر وويد مان نڪتا آهن.
ر اٿر ويد ۾ ڪٿي به ائين لکيل ڪونهي. ۾ يورپين

(۱) From Dr. Mills. S.B.E. Vol XXXI. P. 24

ودوان جيڪا مذھب جي تلاش ڪئي آھي، اھا ڪي قدر ان ڳالھ کي مضبوط ڪري ٿي. عربي ٻاشا جو پرسد (يوريبن) پنڊت ۽ قران جو نھايت قابل حاڪو سيل مهاشي پنھنجي قران جي پوڪا ۾ لکيٿو:- ”حضرت محمد پنهنجا وشواس (عقيدا) يهودين کان ورتا آهن ۽ يهودين پارسين کان.“ (١)

ھاڻ سوال آھي تہ پارسين اھي وشواس ڪٿان ورتا؟ ان وشئہ ۾ شري مارٽن ھاگ چوٿو:- ”پارسين جي پراڻي ساھت، گاٿا ۾ مھاتما زردسٽ ڪڪ پراڻي ايشوري گيان (ويد) کي سويڪار نہ ڪري، آٿروا جي وڏائي نہ ڪري؛ ان تي انگرا جي تعريف نہ ڪري، جيڪو ويدن ۾ ورڻن آھي.“ (٢)

گاٿا جي ھيٺين شلوڪ ۾ انگرا جو ورڻن اھڙو اھو ھن طرح آھي:-

شبيتمير آنترا مزدا مين ڏيي آ ھرا
هيت ماوو ھو پٽري - جسمہ منگھا

(1) Mohammed borrowed from the Jews who learned the names and offices of those beings from the Persians, as they themselves confess. (Talmud Hieros and Roshbashan. Sale's Koran, P. 56)

(٢) Haug's Essays, p. 294

دكشمت آشيا تشعا مثنش وهشتا
اونت نا يوئروش دريگوتو خياته چكشمنو
آت تو وسپيدگ انگريه‌نگم آشا آنا آدري
(گاتا، ٤ مت ١٨-١٢)

ارتات:- ”هي (اهر) مزدا! مون لوكي آبادي كرڻ وارو سمجهيو. جڏهن تنهنجو سنديش آئيندڙ انگرا (ون) وٽ آيو، ته هن ظاهر كيو ته سنتوش سپ كان سٺي وستو آهي. هڪ پورڻ منش كڏهين به پاپيءَ كي راضي ڪري سگهي. چاڪاڻ ته هو سچ جوئي پكش (طرف) وٺندو آهي.“

ان مٿين شلوڪ ۾ انگريه‌نگم شبد انگرا جي لاءِ آيو آهي. ان ڪري شري زردشت، جنهن انگرا دوارا پرماتما جو سنديش پاڻ وٽ اچڻ جو پڌائيتو اهو اٿروويد ئي آهي. اٿرو ويد، چند ويد سڏبو آهي، ان ڪري پارسي ڌرم جو اپديش، جنهن ساهتيه دوارا ٿيو، سو به چند اوستا سڏجڻ لڳو، جو بگڙي زند اوستا ٿي ويو آهي. شري مئڪسمولر لکيتو:- ”ان وشواس سان ٿو چوان ته زند شبد سنسڪرت چند شبد جوئي بگاڙ آهي، جنهنكي (مهرشي) پاڻڻيءَ به پين ودوان ونيد ڪ ياشا جي لاءِ ڇيو آهي.“ (١)

(١) Chips from a German workshop. Vol 1 p. 84

ان طرح اھو سڌ ٿي ويو تہ پارسي ڌرم سڌو ويدڪ ڌرم مان نڪتل آھي. ھاڻ سمانتائون ڏيکاريون ٿيون:-

**ديوتائن جا نالا!** ويدڪ ۽ زردشتي ديوتائن جا نالا ھڪجھڙا آھن. (١)

| ويدڪ | زردشتي |
|---|---|
| متر | مٿر |
| شو | شرو |
| ناستيہ ديو | نوٿھاليہ ديو |
| اريما | اريمن |
| ڀگ | بگ |
| ارمتي | ارمتي |
| ناراشمس | نرروسنگھ |
| وايو | وايو |
| ورتر | ورترگھن |

**يم ڪشيتر ۽ يمراج!** اوستا ۾ يم (يمر) ڪشيتر (راجا) ٿيو جو نالو ساڳيو آھي ۽ پارلي يمراج آھي. اوستا اوسار يم ڪشيتر، وولکھام جو پت آھي ۽ پارلي ساھتيہ ۾ يمراج کي ووسوان جو پت چيو ويو آھي، جي ٻئي ساڳيا ئي آھن.

**سرشٽي ۽ پرلئہ!** اوستا ۽ ويدڪ ساھتيہ ۾ سرشٽي ۽ پرلئہ جو ذ ساڳيو ئي ورڻن آھي. اوستا الوسار:- "مھ چرخ (سرشٽي الھتي) جي آدي ۾ سمار ۾

(1) Haug's Religion of the parsees.

اپنٽي جو ڪم نئين طرح ليندو آهي. ٻيو روپ، ڪربا
۽ گيان اهي مهہ چرخ جي آديء ۽ پرگهٽ ٿيندا آهن،
اهي بلڪل اهڙائي هوندا آهن، جهڙا اڳئين مهہ چرخ ۾
پرگهٽ ٿيا هوا.”
ويدن انوسار:- سعديا جي ”رتنيچ ستيسچ ايدا تپسو“ (شاسن)
آدي منترن ۾ بلڪل نيڪ اهڙائي پاڻ پريل آهن.

**پنرجنم!** **وينب يداد** گرلت ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي:-
”خان از تني بہ تني روندهہ است.“
ارڳات:- ”جيو آتما هڪ شرير کان ٻئي شرير ۾
ويندڙ آهي.“
ٻئي هنڌ لکيل آهي:- ”ندا چوُن ڪعد چدا
انجام ياود.“
ارڳات:- ”جنهن جوڪي ڪيو انجو تهڙو ني ڦل پاتي.“
**ناما مهاواد** ۾ آهي تہ:- ”پنهنجن ڪرمن ۽ گيان
۽ سدا رهندو آهي. جنهن شڀ ڪرم ڪيا آهن ۽ جو
سنساو ۾ اچڻ چاهيٿو، اهو راجا، منتري، حاڪم، يا
شاهوڪار جو جنم وٺندو آهي. جيئن هو پنهنجن ڪرمن
جو ڦل پائي سگهي.“ اياديٰ.
وئيدڪ ساهتيہ ۾ بہ انين ني پانو وهيٿو.

**چار ورڻ!** وئيدڪ ڌرم انوسار زردشتي ڌرم ۾ بہ
چار ورڻ مڃيا ويا آهن:-

(١) هورستاران - (Horistoran) براهمڻ.
(٢) نورستاران - (Nuristoran) کتري.
(٣) سورستاران - (Soristoran) وئشيه.
(۴) روزستاران - (RoZistoran) شودر.
ڳاٿا مهاباد ۾ لکيل آهي:-

”هي آباد! ايشور جي اڇا، آبادين جي ڌرم جي ورنن کي ڪاڻ هي، هينين چئن ورڻن مان جيڪو ان مارگ لي هلندو سو سورگ پائيندو. هورستاران، نورستاران، سورستاران ۽ روزستاران“.

انهن شبدن جي، پارسين جو سيني کان پوءِ لکيل شاسن پستڪ، هن طرح ٽيڪا ٿو ڪري:-

”هورستاران کي پهلوي ڀاشا ۾ اٿورنان چئبو آهي، اهي پروهت آهن ۽ ان لاءِ ٺاهيا ويا آهن ته ڌرم جي رکشا ڪن، اڳني اڳتي ۽ جاچ ڪن ۽ راڄ پربند ۾ سهائتا ڪن.

”نورستاران کي پهلوي ڀاشا ۾ رٿيستاران چئبو آهي. هي راڄا ۽ يوڌا آهن، راشٽر جو ڀار انهن تي آهي.

”سورستاران کي پهلوي ڀاشا ۾ واسترِ يوشان چئبو آهي. هي کيتي، ڪاريگري ۽ واپار ڪندا آهن.

”نورستاران کي پهلوي ڀاشا ۾ هوتسشان چئبو آهي. هي اليڪ ٻرڪاون جي شيوا جا ڪم ڪندا آهن.“

انهن چئن ورڻن جي ضرورت تي ژند اوستا جي سوال.

جواب ۾ به هدايت آهي. هڪ سوال جي جواب ۾ لکيل آهي:- جواب:- ”پروهت، رٿاروهه (کتري)، وڏيءَ سان کيتي ڪندڙ ۽ ڪاريگر، جيئن جون اهي حالتون ۽ درجا آهن، جي شاسڪن (حڪمران) جي ڏيڻ ڏيڻ لائق آهن. هي انهن ڌارمڪ ليمن جي پوراڻي ٿا ڪن، جن ذريعي سماج جو سچائي جي ميدان ۾ واڌارو ٿيندو آهي.“ (١)

اينتري قسم جي سمائتا ويدڪ ڌرم سان بلڪل ملندڙ آهي. پروفيسر ڊارميسٽيٽر زندا اوستا جي الواد ۾ لکيتو:- ”اسين ان ۾ (ارٿات دنڪرت ۾) چئن ورڻن جو ذڪر ڏسون ٿا، جو حيرت سان اسانکي ان ورڻن جي ياد ٿو ڏياري، جو براهمڻن جي پستڪن ۾، ورڻن جي اتپتي جي وشيه ۾ آهي، ۽ جو خاطريءَ سان پارت ورش کان ورثو ويو آهي.“ (٢)

**ٽيٽيهه (٣٣) ديوتا!** ويدڪ ڌرم موجب مسلاءِ ٣٣ ديوتا آهن. ليڪن اهي ايشور ڪونهن، لکو انهن جي پوڄا ڪرڻي آهي. ۽ پوراڻڪ ڪال ۾ انهن ٣٣ ديوتائن جي پوڄا شروع ٿي ۽ ٣٣ مان ٣٣ ڪروڙ ٿي پيا. ان ٣٣ ديوتائن جي مضمون کي شري پنڊت گرودت ايم - اي نهايت وستار سان ۽ سليس نموني پنهنجي ڪتاب ۾

(١) Zend Avesta part 1 p. XXXIII (S.B.E.S.)
(٢) Ibid.

پ سمجھايو آھي. (۱)
ساڳي طرح اھي ۳۳ ديوتا زردشتي ڌرم ۾ ڊ پاتا وڃن ٿا.

شري ڊاڪٽر ھاگ چوي ٿو:- ”ويدن جي انھن ۳۳ ديوتائن جي زند اوستا (ياس ۱-۱۰) جي ۳۳ رتن سان پيٽ ڪري سگھجي ٿي.“ ”ويد ۽ زند اوستا جي ديوتائن جي تعداد جي سمبنڌ ۾ نھايت حيرت انگيز سمانتا پاتي وڃي ٿي.“ (۲)

مانس نہ کائڻ! ويدڪ ڌرم انوسار مانس کائڻ پاپ آھي. زند اوستا موجب بہ مانس کائڻ پاپ آھي. ھڪ ھنڌ لکيل آھي:- ”ڪيترائي وچاروان ٿيا ويا آھن، لڏھين بہ ھو پراڪرم ڪن ٿا، جيڪوڪ اھي منش، جي نيگناھ جانورن جي ھتيا ڪري، انھن جي مانس سان پنھنجو پيٽ ٿا پالين.“ (۳)

وري حوالشير ۾ ھڪ سميلن جي ڳالھ لکيل آھي، جنھن ۾ انسان ۽ جانورن جا پرليمنڊي ڀتت جي لاءِ گڏ ٿيا ھئا. ان ۾ لومڙيءَ انسان کي چيو:- ”جنتو ٽس جون کي مارڻ جي لاءِ مجبور آھن، جاڪاڻ تہ انھن جو

(۱) See, Terminology of the Vedas and European Scholors.

(۲) Haug's Essays. p. 276

(۳) مھاباد- ۱۳۱.

پڙاڪرنڪ پوڄن مانس آهي. پر انسان کي مالس ڪاڻڻ
جي ضرورت ڪانهي. تڏهين هو ڇو انهن جي جيون
جي هنيا ڪريٿو؟ توهين (انسان)، اهڙي قسم جا ڪم
ڪرڻ ڪري پاپي بڻجي ويا آهيو، ان ڪري ڏرماتما
۽ ايشور يگمت توهان کان تمام پري پيدا آهن.“
ڳئو پوڄا ۽ ڳئو مُوتر! پارسي پر ڳئوءَ جي خاص
عزت ڪئي ويندي آهي ۽ ڪيترن وقتن تي گوموتر
(ڳئوموت) جو استعمال ڪيندو آهي.
ساڳي طرح پارسين ۾ به آهي. هو به هندن جي طرح
ڳئو پوڄڪ ۽ گوموتر جو استعمال، ڪيترن ڌارمڪ
ڪارين ۾ ڪندا آهن. زند اوستا ۾ ڳئو جي عزت ڪئي
ويٺي آهي، ۽ ڳئو کي ديا وارو جانور ڇيو ويو آهي.
هڪ هنڌ بيل جي لاءِ لکيل آهي:- ”بيل ۾ اسانجي
واڪ شڪتي آهي، بيل ۾ اسانجي وجئه آهي، بيل ۾
اسانجو پوڄن (کيتي مان اَن) آهي، بيل ۾ اسانجي کيتي
جو ڪم آهي، جو اسانجي لاءِ اناج لو پيدا ڪرائي.“ (١)
گوموتر کي زند اوستا ۾ گوميز ڇيو ويو آهي، جو
هو ڪيترن سنسڪارن ۾ ڪم آڻيندا آهن. ڊاڪٽر هاگ
ان باري ۾ برشنوم نالي سنسڪار جو ورڻن ڪريٿو،
جو نون (٩) راتين تائين ٿيندو آهي ۽ جنهن ۾ سنسڪار
ڪرڻ وارو گوموتر پيئندو آهي. هو صاحب اڳتي لکيٿو:-

(١) بهرام يشت ٦٦.

"هي، رسم تمام پراڻي سمي کان هلندي آئي آهي،
جڏهن پراچين آريہ گوموتر ۾ بيماري کي دور ڪرڻ جا
گڻ مڃيندا هئا."

هندن جي سنسڪارن ۾ پنج گويہ (يعني ڳئو مان
پنچ پدارٿ ڏهي، کير، گوموتر اليادي) ۽ گوموتر جي
استعمال جو ورڻن ڪندي ڊاڪٽر هاگ اهتي لکيو:-
"هي رواج تمام پراڻي وقت کان هلندو آيو آهي،
جڏهين ته گوموتر، سڀني جسماني بيمارين جي لاءِ هڪ
وڏي اڪسير دوا سمجهي ويندي هئي. يورپ جي
ملڪن ۾ به اساڄي سمي تائين، هارين جا ونديہ گوموتر
۽ گوبر (ڇيڻو) جهڙين دوائن جو استعمال ڪندا آيا
آهن." (1)

سنسڪار! پارسي ۾ مٿ جي لاءِ سورهن سنسڪار
حڪيو، شادي اليادي کي تمام اهميت ڏني وئي آهي.
پارسين ۾ به اهي سنسڪار لوڙي تبديلي سان موجود
آهن. جهڙي طرح ونيدڪ ڌرم ۾ يگيو پويت سنسڪار
(حطي) کان اڳ ڪنهن کي ودا پڙهڻ جو اڌڪار ڪونهي،
جهڙي طرح پارسين لاءِ به آهي جيسين ڪنهن جو ڪشتي
(يگيو پويت) سنسڪار نہ ٿي ويندو آهي، تيسين پار
جالي ۾ ڏارمڪ اڌڪار پراپت نہ ٿيندا آهن. پارسين
اهو سنسڪار ٧ کان ١٥ ورهين جي عمر تائين آهي ؛

(1) Haug's Essays p. 241, 242; 285

پار تواسين ۾ ٨ کان ١٦ ورهين تائين آهي.
وواهه بـ چوڪڙي جو ٢٤ ورهين ۽ چوڪڙيءَ جو ١٦ ورهين بعد ني کيو ويندو آهي. هڪ پرش هڪ ني وواهه ڪري سگهيٿو.

**اگني پوڄا!** پارت ۾ يگيه اگني جي تمام عزت ڪئي ويندي آهي. پارسي ته اگني پوڄڪ مشهور آهن، ان لاءِ وڏيڪ لکڻ جي ضرورت ڪانهي. پارسي اگنيءَ کي **آتش** چوندا آهن پر زند اوستا ۾ **آذر** لفظ ڪم آيل آهي. جو اصل ۾ سنسڪرت جي **اِد** ڌاتو (مصدر) مان اڪتو آهي. معنيٰ ٻنهي جي ساڳي آهي.

ان طرح پارسي ڌرم جي هڪ هڪ ڳالهه ونيدڪ ڌرم سان ملندڙ آهي، جو مختصر طور لکيو ويو آهي. ٻين لفظن ۾ جيڪر ائين چئجي ته زردشتي ڌرم ونيدڪ ڌرم جو پرچارڪ معدل آهي ته صحيح ٿيندو. پارسي ودوان شري **خورشيد** جي - اين - سار پائي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيٿو:- ”پوتر ونيدڪ ڌرم ۽ زردشتي ڌرم هڪ ئي آهن. زردشتي مت الهن براين ۽ مٿيا وشواسن جي خلاف يڌ ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيو، جن شڌ پوتر ونيدڪ ستيه تي پردو وجهي ڇڏيو هو ۽ پروهت ۽ پرجا گهاتڪ راجائن جي سوارٿ جي ساڌ ان، پراچين (آريه) ڌرم جو استان ڪسي ورتو هو. زردشتر پراچين سميه ۾ اهوني ڪم

ڪهڙو هو جنجڪو مهاتما بڌ ان کان اڳ ٿي ڪري چڪو هو. (١)

**اٿرو ويد!** زند اوستا ۾ اٿرو ويد جو ذڪر ڪيترين جاين تي هوم يسٽ (١-٤٠) ۾ لکيل آهي: "ڪيريسپلي، راجائي جي ڪارڻ ڏاڍو ڪهندي ٿي ويو هو، جنهن ڇولڊو هو ته مهنجي راڄ ۾ سڀ واڌاري جي لاش ڪرڻ واري **اٿروا** جي **آٿوشتش آپام** جو ڦهلاءُ ٿئي، انڪري **هوم**، راجائي ان عالي هيمڪ وڌاري ڇڏيو." (٢)

ان شلوڪ ۾ آيل "آٿوشتش آپام" اٿرو (ويد) سنهتا جو "آيشڻيم آپو" ٿي آهي، (٣) جو سنڌيا جي ڪرڻين منتر "شنو ديوي، آيشڻيم آپو ڀونتو" ۾ آيل آهي.

پاشا! سنسڪرت ۽ زند اوستا جي پاشا، ٻئي تمام ڪهڙو ملندڙ آهن. سر وليم جونس لکيو:- "هڪ ڏينهن مون زند پاشا جي شبد ڪوش (De Perron's Zind Dictionary) جو ابياس ڪيو، ته اهو معلوم ڪري، ته ان جا ١٠ لفظن مان ٦ يا ٧ لفظ شد سنسڪرت جا آهن، انهيءَ لاءِ سڀ انڪي انتري ڪري، جو الجرن ڪيترائن ڳالهين بلڪل سنسڪرت وياڪرڻ موجب آهن. (٤)

(1) Zorastrianian, in the Light of Theosophy.
(٢) Haugh's Essays, p- 182
(٣) Ibid. P. 182
(٤) Sir W. Jone's works, Vol I P. 82-83.

شري مئڪسمولر لکي ٿو:- يوجن برنف (Eugene Burnouf) جي گرنٿن ۽ بوپيم صاحب جي قيمتي ليکن مان جي هن (Comparative Grammer) نالي پستڪ ۾ ڏنا آهن، اها ڳالهه صاف ظاهر آهي ته زند ڀاشا پنهنجي وياڪرڻ ۽ شبد ڪوش (ڊڪشنري) جي وچار کان ڪنهن ٻيءَ آريه (Indo European) ڀاشا جي بنسبت، سنسڪرت سان وڌيڪ تعلق رکيتي. زند جي ڪيترن ئي شبدن ۾ فقط زند اکر بدلي، انهن جي جاءِ تي اهڙاتي سنسڪرت اکر رکي ڇڏڻ سان، اهي شڌ سنسڪرت بڻجي پوندا آهن.» (١)

هاڻي هتي سنسڪرت ۽ زند شبدن جي مشابهت ڏيکاري وڃيٿي:-

| سنسڪرت | زند | سنڌي |
|---|---|---|
| (سنسڪرت "س" زند ۾ "هہ" ٿي ويو آهي) | | |
| اسر | اهر | ايشور |
| سوم | هوم | ولسپتي |
| سپت | هپت | ست |
| سنڌو | هندو | سنڌو |
| سيدا | هيدا | سيدا |
| ماس | ماهہ | مهنو |

(١) Chips from a German Work shop, vol. 1, Preface, P. X.

| | | |
|---|---|---|
| اسمي | اهمي | مان آهيان |
| سنتي | هيتي | هو آهن |
| لسو | الهو | جيون |
| ووسوت | وولهيمه | سوريه يا ٽالو |

(سنسڪرت "هه" زند ۾ "ز" ٿي وڃو آهي)

| | | |
|---|---|---|
| شس | زسمه | همٿ |
| هوتا | زوتا | هون ڪندڙ |
| آهوتي | آجوتي | آهوتي |
| باهو | باجو | ٻانهن |
| اهي | ازي | ناگ |
| وراهه | وراج | سوئر |
| هرديه | زرديه | هرديه |
| هم | زم | برف۔ ٿڌ |
| هوي | زبي | پڪارڻ |
| ميڌا | مزدا | ايشور۔ سمجهه |

(سنسڪرت "ج" زند ۾ "ز" ٿي وڃو آهي)

| | | |
|---|---|---|
| جن | زن | اڀن ڪرڻ |
| جالو | زالو | گوڏو |
| وجر | وزر | وجر |
| جهوا | هروا | جڀ |
| اجا | ازا | ٻڪري |
| [illegible] | يزس | پوڄيه |
| [illegible] | يسن | پوڄا |

(ڪيترا شبد جيڪي جو تيڪي آهن)

| | | |
|---|---|---|
| پِتر | پتر | پتا |
| ماتر | ماتر | ماتا |
| ڀراتر | براتر | ڀاءُ |
| دهتر | دگدر | ڌيءُ |
| پشو | پشو | جانور |
| گؤ | گاؤ | ڳانءِ |
| اَڪش | اَڪشن | بيل |
| شتو | ستور | وڇڙو |
| مڪشي | مڪشي | مک |
| شرد | سرد | سردي |
| وات | باد | هوا |
| ابر | ابر | بادل |
| يو | يو | جَو |
| ونيديه | ونيديه | ونيديه |
| نمستي | نمستي | نمستي |
| مدس | مدو | من - وچار |
| يم | يم | شاسڪ |
| رتوج | رتو | يگيه ڪندڙ |
| ورٽ | ورين | ديوتائن جا نالا |
| ورتوهن | ورترگهن | |
| وايو | وايو | |
| اريمن | اهريمن | |

| | | |
|---|---|---|
| ارمتي | ارمتي | يکتي - برلوي |
| اشو | اشو | واڻ |
| رت | رت | رت |
| رتسٽ | رٿيسٽ | رت - وار |
| گالڏرو | گاڏرو | گالڏرو |
| برشن | برشن | سوال |
| اٿرون | اٿرون | پروهت |
| گاٿا | گاٿا | بولو گيت |
| چند | زند | چند |

هاڻ هني زند اوستا جا ٽڪرا، جيئن جو ليئن، سنسڪرت سان ملائي ڏيکاريا ٿا وڃن:-

(۱) **زند**- وسپ درکش جنيتي

**وئيدڪ سنسڪرت**- وشو درکشو جدوني

**سنڌي ارٿ**- هر ري آتما جو ناس لي ويندو آهي.

(۲) **زند**- يٿا هٿوتي ايشام واچم

**سنسڪرت**- يدا شرٽوتي ايتام واچم

**سنڌي**- جڏهين هو انهن شبدن کي ٻڌندو آهي.

(۳) **زند**- ٿد ٿوا پرسا ارش مي وچ اهر؟

**سنسڪرت**- ٿت ٿوا پرشتا رتم مي وچ اسر؟

**سنڌي**- هي اهر! مان توکان پڇان ٿو، ٺون موکي

ان طرح پاشا جي سهالتا ۾ ايران ۽ پارسين کي انهه آريہ ثابت ڪيو.

ايران ۽ آرين جو سنبند لڳاتار هلندو آيو آهي، چاڪاڻ تہ گهڻي سمي گذرڻ بعد بہ هي پنهنجي پوتر ڌرم سان پوتو جيون گذاريندا هئا. جڏهين اسلام جي خونخوار الوار، هنن پوتر آتمائن تي بہ حملو ڪيو، تڏهين هي ونيدڪ ڌرم جا پڪا پوڄاري پنهنجو ڌرم بچائي، هندوستان هليا آيا. ان سمہ ڀارت جي پشچمي ڪناري تي بمبئي پرانت ۾ سجن ڪرش (موجودہ سنجان) نالي راڄ ۾ جتي ان وقت راجا جيہ ديو راڻ راڄ ڪندو هو، اچي پناهيگر ٿيا. ان وقت سنڌن ڌرم ڪهڙو هو، اهو سنڌن ان وياڪيا مان معلوم ٿئيٿو، جا سنڌن پنڊت دوارا ناهي راجا کي ٻڌائي، رهڻ جي آگيا ورتي ويئي هئي. تازي کوجنائن ۾ سنڌن اها وياڪيا سنسڪرت ۾ هٿ آئي آهي، ان موجب نہ سنڌن جيون ان وقت بلڪل پوتر ۽ پارليہ براهمڻ جهڙو هو. اهي سنسڪرت جا شلوڪ ۽ وياڪيا مضمون وڏي وڌڻ ڪري هت ڪونہ ٿا ڏجن، پر فقط هڪ شلوڪ ارٿ سان ڏنو وڃيٿو، جنهن مان ٿي معلوم ٿيندو تہ هو ان وقت ڇا هئا.

راجا کي پنهنجي واقفيت ڏيندي سنڌن پنڊت چويٿو:-

”ڪاشنٿي شٽما شسڪئير گرو مليڇنئي. ڪاشت ڪي پور ڏوپئي-

هومنا سياسه پهچڪالم ٻولي دن مدائيتر ڪشر نيمتر ٻڪتبه- نرواڻ اڳي سمه سوريا ورسه گهروورڙي . اوبڪا لتبجي بسيشام، ستيه لبا ٻتبا ڪنشنا ل ح ٻولي رانا ستي وير پارسيڪاه."

ارگانه:- "جهن مهن جي سڪل ڪانه، اڳره ڪبور ۽ ذوبه آدي سان روز پنجه دفعا منترن سان هون ڪرڻ وارا، ۽ سدر نادلن سان گهوڙيل سوري جي طرح اڳيءَ کي منڊرن ۾ سدائين رکڻ وارا، ستيه ۽ ليايه ۾ لشچه رکڻ وارا، ۽ ٻوليين (جوان جو ڪڙين) سان البته (دور) رهڻ وارا (يعني ٻولر آچار وارا)، اسين پارسي لوڪ آهيون."

ان طرح ايران جو ورڻن سمايت آهي.

# افغانستان !

هندو اصل سنسڪرت نالو **اپ گڻ ستان** آهي.
پراچين ڪال ۾ پرجا تنتر (لوڪشاهي) راڄ کي گڻ راڄ
چيو ويندو هو. پراچين ڪال ۾ هتي به آريه ڪترين جو
گڻ راڄ هو. هي آهستي آهستي زور وٺندا ويا ۽ گڻ راڄ
مان اپ گڻ راڄ قائم ڪيائون. سندن زور گهڻو هو، ان
ڪري سندن ان علائقي جو نالو ئي **اپ گڻ ستان** ٿي
ويو جو بعد ۾ **اپگنستان** ٿي ويو ۽ اڄڪلهه افغانستان
ٿي ويو آهي.

قندار، جو افغانستان ۾ آهي انجو اصل نالو **گانڌار**
ديش آهي، جو پوءِ گندار ٿي ويو ۽ اڄڪلهه قندار ٿي
ويو آهي. ان ئي گانڌار ديش جي راجڪماري گانڌاريءَ
سان مهاراجا ڌرتراشٽر جو وواهه ٿيو هو.

غزني به هندن جو ئي آباد ڪيل آهي. راجپوت راجا
گجسنگهه افغانستان تي راڄ ڪندو هو الڪري انجي نالي سان
راڄڌاني جو نالو **گجني** ٿي ويو جو اڄڪلهه بگڙي غزني
ٿي ويو آهي.

هي افغانستان پوري ڪال تائين هندن جي هٿ ۾ هو
۽ هندوستان جو ئي حصو هو. چوٿين صدي ۾ به جڏهين

چيني سياح فاهيان جڏهن آيو ته گانڌار لاءِ لکيو ته:-
”هتان (اسين) اوڀر طرف لڳ ڀڳ ڏهن ڏينهن هلياسون.
گانڌار جنهن (افغانستان) پهتاسون. هتي (سمراٽ) اشوڪ
جو راجڪمار ڌرم وردن حڪمران هو. اتي ٻڌ ڌرم جو
گوتم بوڌي ستو هو، جڏهن هن ديش ۾ هڪ ماڻهو کي
پنهنجي اک جو دان ڪيو هو. (جاتڪن ۾ هيءَ ڪٿا
آهي) ان هنڌ وڏو ستوپ ٺهيل آهي، ان تي سون ۽
چانديءَ جا پترا چڙهيل آهن. هن ديش جا اڪثر سڀ
هينيان (ٻوڌين جو هڪ فرقو) جا پيروڪار آهن.“ (١)

اهوئي ڪارڻ آهي جو افغانستان مان ٻوڌ ڌرم جون
ڪيتريون شيون، ۽ هندن جا مندر کوٽائي ۾ مليا آهن،
جي ثابت ٿا ڪن ته اسلام کان اڳ اتي بلڪل فقط هندو
ڌرم هو ۽ هندو راجا اتي راڄ ڪندا هئا ۽ هندو جهنڊو
ڦڙڪندو هو.

ڪرنل ٽاڊ لکيو:- ”جيسلمير جو راڄ وڪرمي سنبت
کان اڳ غزني (گجني) کان وٺي سمرقند تائين ڦهليل هو.“ (٢)

ان طرح افغانستان جو ورثو سماپت ٿيو.

---

(١) فاهيان- صفحو ١٩-٢٠

(٢) Tod's Rajasthan, vol. 1.

## عربستان Arabia

ڦالو! هن ديش جو اصل سنسڪرت نالو **آروستان** آهي. ونيدڪ ڀاشا ۾ گهوڙي کي **آرون** چئبو آهي، ۽ جنهن هنڌ گهوڙا رهندا هجن، انکي **آرو** چئبو آهي، ان ڪري ئي عربستان کي فقط عرب چئبو آهي. پراچين ڪال ۾ آرين ڀارت مان وڃي هن ديش کي آباد ڪيو ۽ پنهنجو نالو به رکيو.

ڪجهه وقت کانپوءِ هڪ براهمڻ سنڪراچاري **شيکم** نالو ڌارڻ ڪري اتي پهتي، موسمرتي ۾ انجو ورڻن آهي. سنڪرجاتي براهمڻ جي ميلاپ سان ٿيندي آهي. اها سنسڪرجاتي ان **ارو** ديش ۾ وڃي رهي ۽ اڳين آرين سان ميل جول ڪري رهي. جاڪاڻ ته هي به براهمڻ هئا، ان ڪري سندن اتي اهاڻي عزت ٿي، جا ڀارت ۾ اصل براهمڻ جي ٿيندي آهي. اهي شيکم بعد ۾ بگڙي **شيخم** ٿي ويا ۽ اهو ئي ڪارڻ آهي جو اڄا تائين عربستان ۾ شيخن جي اهاڻي عزت آهي جا ڀارت ۾ براهمڻن جي.

ان طرح آريه لوڪ عرب ديش کي آباد ڪري رهڻ لڳا. هي لوڪ اسلام کان اڳ هندو هئا ۽ ڪيترا عام

پاڻ کي براهمڻ چوندا هئا. انهن ئي عرب جي براهمڻن مان راماڻج پنٿ جو بهوبون مول پرچارڪ يون آچاريہ ٿائين صديءَ ۾ ڀارت ۾ آيو. چاڪاڻ تہ ٻارهين صديءَ ۾ راماڻج آچاريہ جو جنم ٿيو، ان ڪان ٻہ سو ورهيہ اڳ، مدراس پرانت ۾ شودر جاتي تي سخت اليا چار ٿيندا هوا. ان ئي وقت هي عرب ديش جو لواسي دبالو براهمڻ يوناچاريہ ڀارت ۾ آيو ۽ ان سمي جي آندولن ڪندڙ مهاتما شٺ ڪوپ آدي کي مدد ڪئي.

مسٽر ولفورڊ لکيٿو- " هي (يونان چاريہ) عربستان جي براهمڻ ڪتب ۾ جاتو هو ۽ اليگزينڊريا جي وشو وديليہ (يونيورسٽي) ۾ وديا پراپت ڪئي هئائين. (1)

ان طرح عرب ۽ ڀارت جو لاڳاپو ڏيکارڻ بعد ڪجھ اسلام کان اڳ جي حيثيتن تي روشني وجهنديس.

**چار ويد!** چار ويد آرين جي آتما آهن، ويدن کان متي دنيا ۾ ڪجهہ بہ ڪونهي، ويدن مان ئي دنيا ۾ سڀ ڪجھ علم ڦهليو، ان ڪري آرين لاءِ ويدن کان متي سواءِ ايشور جي بي ڪا بہ شيءِ ڪانهي.

عرب ۾ بہ ساڳي طرح ويدن لاءِ وچار هوا. بروشلم جي حميده لئبروريءَ ۾، ٿامي جي پترن تي پراڻي عربي ڀاشا ۾ پراچين شعر وکيل آهن. هڪ شعر ۾ چئني ويدن

(1) Asiatic Researches, Vol X.

جو ورڻن آهي. اهو شعر هن طرح آهي :-

”آیا مبارڪ الارضي یوشع اورها من الهند
وارادڪ الله من تیزل ذڪره
وخلل تجلیتہ عینڪ صبحي وعرب ذکرا
بهذا نیزل الرسول من الهند
بقول الله لاهل الارض عالمین ڪلهم
فاتبعوا ذڪره الوید حقا ما تنزلہ
فهو عالم ال سام وال یجر من الله تنزیلا
فائیمنا یا افي اتبغ فانا البسر انجاره
باسمیما هجا رگ و آتر ناصحیما اخوتہ
واسني التداه علي ودوهو مشي السن“

ارٿات :- ”هي پارت جي پوتر پومي، تون ڌاڃ آهين، جنهن ۾ ایشور پنهنجي گیان (وید) جو پرڪاش ڪیو. چئني طرفن جنهن جون اڪیون گیان سان پرڪاشمان آهن. پرماتما پنهنجي (چئن) رشین (اگني، وایو، آدتیہ، انگرس) دوارا پارت ۾ پرڪاشت ڪیا. انهن گیان جي پنڊارن (ویدن) دواران پراڻي ماتر کي اُپدیش ڪریتو تہ اي منشیو! اگر اوهین پنهنجو ڪلیاڻ چاهیو تا تہ وید جي پیروي ڪریو، جنهن کي ایشور منش ماتر جي لاءِ پرڪاشت ڪیو آهي. اهو گیان جو پنڊار یجر (وید) ۽ سام (وید) آهن. اي منشیوا توهین اگر پنهنجو ڪلیاڻ چاهیو تا تہ ان (وید) جي مطابق پنهنجو جیون

بطابق، انهن مان جي رگ (ويد) ۽ يجر (ويد) آهن، سي اسالكي آپديش ٿا ڪن ته ساري سنسار کي پرائري ياڻ سان ڏسو. اهوائي مڪتي، سک ۽ ڪلياڻ جو مارگ آهي.“

هيءَ عرب جي نهايت پراڻي لظم آهي، ۽ ان ڳالهه جي پوري روشني ٿي وجهي، ته اسلام کان اڳ عرب پر بلڪل ويدڪ ڌرم هو. اليز ٺيڪ آهي ته اسلام جي وقت انهي ڌارمڪ حالت تمام خراب هئي پر ان کان اڳ عرب پر نقط ويدڪ ڌرم هو ۽ عربن جو ڌرمي پستڪ ويد ئي هو.

ڪرشڻ اوتار! پوراڻڪ زماني پر جڏهين شري ڪرشڻ جو جيون، پوراڻڪ ڍنگ سان رنگيو ويو، ته انجو اثر عرب تي به اهڙوئي پيو. اهو پڻ هڪ پيءَ عربي جي لظم مان معلوم ٿيندو. هي لظم عرب جي هڪ پراچين ڪويءَ، جو حضرت محمد کان پنجه سؤ ورهيه اڳ ٿيو آهي انجي لکيل آهي. انجو نالو ”زاهم بن تائي“ آهي، هي لظم هڪ لشتي تي قسطنطنيه مان هٿ آئي آهي. انجو ارٿ هي آهي:-

”اي پريو! تو سنسار جي ڪلياڻ لاءِ بار بار اوتار ڌارڻ ڪيو آهي. ان سمي جڏهين سنسار (ڏک کان) پيڙت هو ۽ پاپين پراوي تي اڌڪار جماتي رکيو هو. هي ڀڳوان! جيئن تو پنهنجي پستڪ (گيتا) پر چيو ته جڏهين

جڏهين ڏرم جي هاڃي ٿيڻي (يدا يدا هي ڌرم سيہ) ۽ پاپ وڌي ٿو، تڏهين تون پڳٽن جو اُڌار ڪرڻ ۽ پاپين کي ڏنڊ ڏيڻ لاءِ جنم ڌارڻ ڪرين ٿو. اي پرماتمن! ڌليہ آهي اهو شهر (متر١) جتي تو جنم ورتو، ڌنيہ اهو ميدان جتي تو ليلا ڪئي ۽ ڳاين کي چاريندي گوپن گوالن سان آنند مڃايو ٿي. اهو تنهنجو شيام ورڻ مکہ ۽ سندر مورتي ڪو بہ ڏسي تہ انين اُو معلوم ٿئي، جڻ تہ خود سندرتا منش جي ويس ۾ جنم ورتو آهي، ۽ تون جڏهين بنسري وڄائڻ تو لڳين تہ آڪاش گونجي ٿو اٿي، استرين لاءِ گهرن ۾ رهڻ ۽ پرشن لاءِ ڪم ڪرڻ مشڪل ٿيو پوي، گريب جا اَبهم گهمڻ ٿا لڳن، استريون پنهنجن معصومن کي ڪير پيارڻ ڀلجي ٿيون وڃن ۽ پتين جي شيوا ڪرڻ بہ ڀلجي پتنگ جيان تنهنجي چندر ورن مکہ تي قربان ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ٿيون وڃن. اي پريوا تو پيتامبر ڌارڻ ڪيو، هٿن ۾ بنسري، ڪنن ۾ ڪنڊل ۽ متي تي مڪٽ ڌارڻ ڪيو، اهڙي سندر سروپ جو موڪي درشن ڏيو. پيارا موهن! تو سورڳ جي اپسرائن جو اُڌار ڪيو ۽ پهاڙ کي آگر تي کنيو، اهڙي طرح مهنجو بہ اڌار ڪريو.“

هي آهن هڪ عرب جا اسلام کان اڳ جا من جا ترنگ. هي وچار فقط ڪوي جا اهن، بلڪ ان وقت جي عرب سماج جي وچارن جو چتر آهي، جو ثابت ٿو ڪري تہ ان سميہ بہ عرب پورا هندو هئا.

ارڻات .- (پراڻي زماني جا) عرب تعاسه (پتر جدم) کي مڃيندا هئا.„

**شو جي پوڄا!** پارت ۾ شو جي پوڄا جاري تيڻ سان، اها لهر عرب ۾ به پهتي ۽ خوب زور رهي. اسلام تائين اتي تمام زور رهي. جيتوڻيڪ ٻڌ ڌرم به عرب ۾ زور ورتو، پر شو ڌرم جو اثر وڌيڪ هو. شو جا ڪيترا مندر اسلام جي وقت ۾ بلڪل تباهه ڪيا ويا، باقي هڪ وڏو مندر جنهن کي اڄڪلهه مسجد الحرام چيو ٿو وڃي، اهو عربن جو سڀني کان وڏو تيرٿ استان هو، ڇڏيو ويو. انکي به ڪن ڊاهڻ جي ڪوشش ڪئي پر حضرت محمد انکي نه ڊاهڻ ڏنو. ۽ اڳين مورتي پوڄڪ عربن جيئن انکي بڻايو هو تيئن ئي قائم آهي. اها مسجد الحرام، ميل ڪن جي گهيري ۾ آهي. چئني طرف ڊبل ورانڊا آهن ۽ وچ ۾ هڪ کليل ميدان آهي. انجي وچ ۾ هڪ ڪمرو تهيل آهي جو ئي ڪعبه آهي، ۽ جنهن کي بيعت الله (ايشور جو گهر) چيو ويندو آهي. نماز پڙهڻ وقت ان ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي ويندي آهي، بعد ۾ طوائف (پرڪرما) ڪيو ويندو آهي. ڪعبه جي اوير ۾ زمين کان ٣ فوٽ ڪن مٿي هڪ وڏو طاق ٺهيل آهي، جنهن ۾ هڪ ڪارو پٿر رکيل آهي، جنهن کي حجرالاسود يا سنگ (پٿر) اسود (ڪارو) چيو ويندو آهي. اهو عربن لاءِ بلڪل پوتر پٿر آهي. انکي چمڻ سان پاپن جو ناس تيڻ

سنسڪرت وبندو آهي. ان ۾ اصل ۾ شو جو لنگ آهي. جو نه انجي شڪل مهادبو جي پبدلي جوڙي آهي. انجي ڏيکه انڪل ۱۱ انجو ۽ ٥-٦ انچه ٿولائي ۾ تلهو آهي ۽ اوتها (جا پارست ۾ شو جي لنگ جي عيناڻ ليندي آهي) جي شڪل بـ انجي شيناڻ اهڙي تي لمولي (جيئن پارست ۾ رکي ويندي آهي) بيهاريل آهي.

ان طرح عرب ۾ شو جي پوڄا تمام زور هوندي هئي خود **حضرت محمد جو چاچو عمر بن هاشم، شو جو پوڄاري هو.**

اظهر يونيورسٽي **ڪيرو** (مصر) جي هڪ پروفيسر عربي جي هڪ پراڻي لفظ ڪيرو (Cairo) شهر جي "**الحلال**" اخبار ۾ شايع ڪئي آهي. شاعر جو ڏلو **عمر بن هاشم** آهي، جو حضرت محمد جو چاچو هو. مختلف وچارن ڪري عربن انجو ڏلو **ابوالحڪم** (علم ۽ حڪمت جو پيءُ) مان ڦيرائي **ابوالجهل** (جاهلن جو پيءُ) رکيو. هو صاحب مڪي شهر جو سردار، شاعر ۽ عالم هو. پاڻ هڪ لفظ شو جي لاءِ لکي آهن، ان مان ٢-٣ شعر هيٺ ڏنا وڃن ٿا:- (1)

"ڪفنا بڪ ذڪري من علوم لبصر
علوا اما لسه الهوي فتذ ڪر

(1) AL-Halal,Cairo (Egypt) .for March. 1932.

تذکره عوذا الى الوداع لليسر
بلقيان دادت الله يوءا تبصر
باهل لها اذهو رميما مهاديو
بمنزلة مسلم الدين منهم و تدور
ميسر اخلاقا جاتا کلهم
نجوم اضائت ثم غاب **الهندو**
بصدي قياما في المقام **الهند**
يقولون لاتحزن خالک اوجر"

ارٿات:- "جنهن منش جو هرديه "ڪام" جي اثر ڪري مري چڪو هجي، ۽ جو ٻين ڳالهين کي ڌرم سمجهي، انهن جو ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهندو هجي، اهڙو ڪويل منش ڪيئن سڌري سگهندو؟ جڏهين هو پنهنجو سڌارو چاهيندو ته اوس سڌري سگهيٿو. ۽ جيڪڏهين هو پنهنجي جيون ۾ هڪ دفعو به سچي هرديه سان، **مهاديو** جي اپاسنا ڪري ته ڌرم جي مارگ ۾ جيترا به درجا آهن، انهن سڀني کان پار ٿي سگهيٿو. پارٻت جي ياترا ڪرڻ ڪري منش کي سڀ شيءِ ڪرم پراپت ٿي سگهن ٿا. چاڪاڻ ته پارٻت ڌرم جو مارگ ڏيکارڻ لاءِ گرو آهي. اي پرماتما! ڪڏهين اهو شيءِ ڏيهن تيندو، جڏهين آئون پارٻت جو درشن ڪندس، جتي پهچي منش دک ۽ ڪليش کان مڪت ٿي وڃيٿو."

ان مان اهو اندازو لڳائڻ سولو آهي ته ان سمي عرب ۾ شو جي پوڄا ڪيترو زور هئي. خاص ڪري مڪو

انجو مرڪز هو، جتي ”عمر بن هاشر“ جهڙو عالم، مهاڀو جي مستي سان ڀوچ ۾ شاعري ڪندو هو.

متي جيڪو لکيو ويو آهي تہ مسجد الحرام (مڪو) عربن جو تيرٿ استان هو ان لاءِ هڪ ٻئي ڪتاب ۾ بہ لکيل آهي. جو ڪتاب ١٩٢٨ع ۾ قسطنطنيہ مان شايع ٿيو هو. (١)

ان ڪتاب جو مصنف ”اَحمدي“ نالي هڪ شاعر هو، جو هارون رشيد جي دربار جو ڪوي هو. ان ڪتاب جا ٻہ حصا آهن، پهرئين ۾ عرب جي پراچين شاعرن جا احوال درج آهن ۽ ٻئي ۾ حضرت محمد کان پوءِ، هارون رشيد جي سمي تائين جي شاعرن جا احوال آهن. ان ڪتاب جي ديباچي ۾ لکيل آهي تہ ”مڪي ۾ جو سڀ کان وڏو مندر هو، جنهنکي سڀ عرب واسي پنهنجو پوتر تيرٿ استان سمجهندا هئا، انهي سال جي آخر ۾ برسات جسي موسوم بعد هڪ وڏو ميلو لڳندو هو، جنهن ۾ هزارها عرب اچي جمع ٿيندا هئا. ان ميلي جو نالو ”اُڪاڻا“ هو. ان موقعي تي هڪ وڏو مشاعرو بہ ڪيو ويندو هو......“

ان طرح مٿيون ڳالهيون ثابت ٿيون ڪن تہ مڪو تيرٿ استان ۽ مورتي پوڄا، خاص ڪري مهاديو جي

(١) ان ڪتاب ۾ لکيل مسعود ويرو شلر جي حميدہ لئبريري ۾ اچا رکيل آهي.

پوڄا جو گهر هو. ليڪن عربن جي اها هندو پوڄا، عرب تائين محدود ڪا نه هئي، پر هندوستان ڏانهن به اکيون واجهائيندا هئا، جيئن ”عمر بن هاشم“ جي ڪوتا مان ظاهر آهي. ان ڪانسواءِ ڪرنل ٽاڊ راجستان پر مشهور تاريخدان **هيرودوٽس** جو حوالو ڏيندي لکيو آهي:-

”هيرودوٽس، مورتي پوڄڪ پراچين جاتين جي يترائن وغيره جو حوالو ڏنو آهي. اڄو بيان آهي ته **ڊيوس** (يونان) ۾ **سينيا** اوڪ دور دور کان يترائون روانيون ڪندا هئا، مگر **اپولو** (ڪرشڻ) جي مندر **ناٿ دواره** (ميواڙ) ۾ تمام دور دراز ديشن کان يترائون ايندڙيون آهن. ناٿ دواره (ميواڙ) جي مندر ۾ جن جي ملڪن کان جي جي شيون نفيس ايندڙيون آهن تنجي تفصيل هيءَ آهي:-

**عرب** کان- خوشبودار شيون ۽ مصالحا.
تاتار کان- عطر جون شيون.
ايران کان- ڪشمش ۽ پستا. (1)

**اهنسا!** ويدڪ ڌرم ۾ اهنسا جو خاص درجو آهي. هنن جا هندو تيرٿن تي وڃڻ وقت، بنسبت ڪنهن جانور جي سواري جي، پيدل وڃڻ پسند ڪندا آهن ۽ ائين سمجهندا آهن ته تيرٿ تي وڃڻ وقت ڪنهن جيو کي دک نه ڏيڻ گهرجي.

نيڪ اهائي حالت عربن لاءِ حج جي وقت آهي. نه

(1) Tad Rajasthan, Vol. I. PP.91-92

۽ اسلام ۾ اهڙا ٻئي ڪيترائي جي مخالف اصول آهن. ٻر پراچين آريہ ڌرم جي ڇاپ اڃا تائين اتي نظر اچي ٿي. عرب جڏهن حج لئي ويندا آهن، ته رستي لئي ڪين سبيل ڪپڙو ڏوليءَ وانگر پاتلو پوندو آهي، جنهن کي ”احرام“ چيو ويندو آهي. ٻئو عيد کان هڪ ڏينهن اڳ حج ليندو آهي. حج جي لاءِ جيترئون رسمون هوندئون آهن، اهي پوري ٿيڻ تي حاجي ڪپڙا بدلائيندا آهن، حج جي ٽن ڏينهن اندر هو ڪوبہ سبيل ڪپڙو اتا پائي سگهن. (۱)

جيستائين اهو اڻ سبيل ڪپڙو سندن شريرن تي هوندو آهي، تيستائين هنن کي ڪنهن بہ جيو جنتو پراڻيءَ جو مارڻ حرام آهي. اگر ڪو جيو هتيا ڪري وجهي ته. انکي ان لاءِ پرائشچت ڪرڻو پوندو آهي.

گئو پوڄا! پارسي ۾ گئو تمام پوتر جانور سمجهيو ويندو آهي. انکي مارڻ مهاپاپ سمجهيو ويندو آهي.

نيڪ ان طرح عرب ۾ گئو هتيا مهاپاپ تہ نہ پر انجو مارڻ گناهہ ضرور سمجهيو ويندو هو. جيئن ڪجهہ مثال ڏنا وڃن ٿا:-

(ڪ) ڪتاب مستدرڪ ۾ ابو عبدالله حاڪم ان

(۱) هندو بہ انهن ڏينهن آهن ۾ گهڻو ڪري پيلو ڪپڙو يعني بيتمار پائيندا آهن.

مسعود صحابيءَ رسول اللهﷺ کان روايت ڪئي آهي ته
”عليكم بالبان البقره و سمونها وايا کـم لحو مها فلعبها شفاء و سمنها دواء و لحمها داء.“
ارڻادت:- ”توهان لاءِ ڳانءِ جو کير استعمال ڪرڻ ضروري آهي. انجي گوشت کان پاسو پرهيز ڪريو، ان ڪري جو انجي کير ۾ شفا، مکڻ ۾ دوا ۽ گوشت ۾ بيماري آهي.“

(ک) جناب عايشہ (حضرت محمد جي استري) کان روايت آهي ته:- ”قال رسول الله البقره في لبنها شفاء و سمنها دواء و لحمها داء.“
ارڻادت:- ”فرمايو رسول اللهﷺ (محمد)، ته ڳانءِ جي کير ۾ شفا، انجي مکڻ ۾ دوا، ۽ انجي گوشت ۾ بيماري آهي.“

(گ) صحيح ابن مسعود صحابي جي سند سان رسول الله کان روايت ڪيل آهي ته:- ”البقره في لبنها شفاء.“
ارڻادت:- ”ڳانءِ جي کير ۾ شفا ئي شفا آهي.“

(گهہ) ابن عديءَ، ابن زياد طحان جي ترجمي ۾، ابن عباس کان هن طرح روايت ڪئي آهي ته:- ”لبن البقره دواء و سمنها شفاء و لحمها داء.“
ارڻادت:- ”ڳانءِ جو کير، دوا، انجو مکڻ شفا ۽ انجو گوشت بيماري آهي.“

(ڱ) فروع ڪافي نالي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته

ليڪن اهو سڀ اسلام کانپوءِ ٿيو، ان سموري حقيقت
تي ٽئين منڊل ۾ لکيو ويندو. هت فقط اسانکي آرين
جو عربن کي آباد ڪرڻ تي ثابت ڪرڻو هو، جو هيترا
حوالا ڏيئي ثابت ڪيو ويو. جهڙي طرح اسين ڪين ياد
ٿا ڪريون، تهڙي طرح هو به هندوستان کي **جنت نشان هندوستان** چئي ياد ڪندا آهن، ۽ اهو خيال ڪندا
آهن ته هندوستان زمين جو بهشت آهي. ان ڪري ئي
حديثن ۽ تفسيرن ۾ اهو لکيو ويندو آهي ته حضرت آدم
کي جڏهين آسماني بهشت مان ڪڍيو ويو، ته هو، هن ئي
زمين جي جنت (سورگ) ۾ جنهن جو ناو **هندوستان جنت نشان آهي**، لاٿو ويو، ۽ ان ڪريئي هندوستان
مان ويندڙ شين ميوات وغيره کي عرب، بهشت جو
ميوو سمجهندا هئا. انين سمجهو ته جهڙي طرح هندو،
گنگا تان آندل شيءِ کي پوتر سمجهي کائيندا آهن، ٺيڪ
ان طرح عرب به ڀارت (آريه ورت) جي شيءِ کي سورگ
(بهشت) جو ڦل سمجهي کائيندا هئا.

ايتري بعد هاڻ ڀاشا جا اکر ڏيئي ڏيکاريو ويندو ته
عربي ۾ به ڪيترا لفظ سنڌس ماتري ڀاشا سنسڪرت
جا موجود آهن:-

| سنسڪرت | عربي | سنڌي |
|---|---|---|
| امبا | أم | ماتا |
| اپا | ابا | پتا |
| اوُرس | وارث | وارث |

# بلوچستان

هن جو اصل سنسڪرت نالو بل اوُچ ستان آهي. پراچين ڪال ۾ هڪ ڪتري جاتي پنت تي ڪرات (۱) نالو دارڙ ڪري هماليه ڪان هن علائقي ۾ اچي آباد ٿي. انجو نالو پوء ڪرات مان قلات ٿي پيو. قلات رياست اجا بلوچستان ۾ موجود آهي، جا الهن آريه ڪترين جي ياد تازي ٿي ڪرائي. اهي ڪتري تمام بلوان ٿيندا ۽ ڦهلجندا ويا. گهڻو ڪري آسپاس جي علائقن ڪان هو بل ۾ اوچا هئا، ان ڪري سندن ان ساري علائقي جو نالو بل اوُچ ستان ٿي ويو جو بگڙي بلوچستان ٿيو ۽ اڄڪلهه بلوچستان سڏيو ٿو وڃي.

سبي به بلوچستان ۾ ٿي آهي. انجو نالو اصل شوي هو. هتي جا نواسي به مهاڀارت جي يڌ ۾ ڪورون جي طرفان اچي شامل ٿيا هئا. هيئنر اهو شوي نالو بگڙي سبي ٿي پيو آهي.

ان طرح بلوچستان جو ورڻن سماپت ٿيو.

---

(۱) ان ڪرات جاتي جي ٿي شاخ ايشيا مائنر ۾ رهي، جتي ساڻن آفريڪا جا زولو اچي مليا ۽ ڪاري ۽ پيلي رنگ ملڻ سان، يورپ جي گوري جاتي پيدا ٿي، ۽ ان مان ڪليت نالو دارڙ ڪري انگلنڊ ۾ آباد ٿي.

## يهودي ۽ قريشي

اولهه ايشيا جا ٻه برسٽ خاندان آهن، هڪڙو يهود ۽ ٻيو قريش. يهود وارن کي يهودي يا جيو (Jew)، ۽ قريش وارن کي قريشي چيو ويندو آهي. اهي ٻئي خاندان آريه نسل جا آهن. مهاڀارت ۾ ڪانهوء ڪورون ۽ پاڊون جا تولا، پنهنجون آباديون ڀارت کان ٻاهر وڃائيندا ويا. هونئن ته عرب، روم ۽ ايران آدي جو مهاڀارت کان اڳ ڀارت سان لاڳاپو هو، جيئن تاريخ فرشته ۾ لکيل آهي ته مهاراجا يڌشٽر جي راجسويگيه ۾ عرب ۾ شامل ٿيا هئا. ان کري مهاڀارت ۾ ڪانهوء ڪوروونش عرب ڏانهن ويا هئا. انهن جي ڪل جو نالو ئي ڪوروونش هو، ان کري سندن انهوني دلو قائم رهيو. منهنجي ڏيکاري ويو آهي ته اسلام کان اڳ عرب ۾ هندو ڌرم جو راڄ هوندو هو. ان کان ٻه گهٽو اڳ، هي ڪوروونش اتي پهتا، جو نڪري ڪوروونش مان ڪورش، ڪورش ٿيندو ڪريش يا قريش ٿي ويو آهي ۽ انهي خاندان وارن کي قريشي چيو ويندو آهي، جي ڀارت جا ڪتري آهن. ڪرنل ٽاڊ پنهنجي راجستان ۾ ڪترين جي ونشن جي وستار ۾ عرب ورڻن ڪيو آهي. سندس

چوڻ انوسار ته کتري مهاڀارت يڌ کانپوءِ ساري ايشيا ۾ ڦهلجي ويا، ۽ دور دور ناروي، سويڊن ۽ سڪئنڊينيويا تائين به پهتا ۽ اتي آباد ٿيا.

ان طرح ان قريش خاندان کانپوءِ ٻيو پرسڌ خاندان يهود آهي. هي به ڀارت جا يادو ونشي کتري آهن. کورو ونش مان جيئن قريشي ٿيا، تهڙي طرح يادو ونشي يهودي ٿي ويا. شري پوڪاڪ مهاشيه به سويڪار ڪيو آهي ته يدا (Yudah) ارٿات يهودي، يادو (ونشي) آهن. (١)

شري ايمت سبرهمڻيه **آيز** جو پٽ شري ايمت **رام سوامي آير** لکيتو ته:- ”سيريا پرديش جي **”ڪول“** ڳوٺ جي رهاڪو هڪ يهوديءَ، ارسطو کي چيو هو ته- ”يهودي وغيره لوڪ اصل ۾ دکشڻ ڀارت جا رواسي آهن.“ ارسطو جي پرسڌ شش ۽ اتهاس ليکڪ **ڪليرڪس** جي ليک مان سڌ ٿئيٿو ته يهودي لوڪ اول **تامل** ڀاشا ئي ڳالهائيندا هئا. تامل ڀاشا **هيبرو** ڀاشا جي جنني آهي. هبروءَ ۾ گريڪ شبدن جي ملاوٽ ڪري ٿي انجو هي موجوده روپ بڻيو آهي. يهودين جي اتهاس ليکڪ **جوجڪس** جي ليک مان معلوم ٿئيٿو ته ”پورو ڪال ۾ گجرات ديش، دراوڙن جي تابع هو ۽ گجرات جو پاليتاڻا نگر، تامل **نابڊو** پرديش جي آڌين هو. اهوئي ڪارڻ آهي جو

(١) India in Greece, P. 22.

دکمڻ کان دور وڃي ـــ يهودين **پاليتاڻا** جي نالي
سان ني **پئلستائين** نالي جو لکر وسايو ۽ گجرات جو
پاليتاڻا ني پئلستائين ني ويو. گجرات جو پالي ٽاڻا جيئين
جو براجين ۽ برسد ليرت استان آهي. معلوم ٿيئو ته
عيسوي مسيح ان ني پاليتاڻا ۾ اچي بائيبل ۾ لکيل
چاليهن ڏينهن جي ابواس د وارا، جئين شکنا جو لاب
ورتو هوءه (۱)

**حل پلاون!** پارس جي طرح يهودين ۾ ڄل پلاون،
طوفان لوح جي نالي سان پرسد آهي ۽ مهاراجا منو جو
الي حضرت لوح ني ويو آهي.
السواء يهودين جو خاص مذهبي لفظ **يهووا** سنسڪرت
**يهو** جوني بگڙيل آهي ۽ يهو مان يهوا ني ويو آهي.
خود بائيبل ۾ لکيل آهي ته وڌهي سڀ يورپ کان آيا
آهن ۽ سڀ هڪڙي ڀاشا (سنسڪرت) ڳالهائيندا هئا. (۲)

ان طرح يهودين ۽ قريشين جو وڙٽن سماپت ٿيو.
ساڳي طرح ايشيا کنڊ سان ڇهون اڌ ڀاڱ سماپت ٿيو.

---

Bombay Samachar, D/21-3-1931.
Genisis, chapter XI.



## انٿم ڏويڏن!

ان طرح اسان هيستائين دنيا جي ميني ملڪن کي ثابت ڪري ڏيکاريو ته ساري دنيا کي آرين ئي آباد ڪيو، جي هندوستان جا اصلوڪا رهاڪو هئا. اسان سڀ ڪجهه لکندي به انهن ملڪن کي نظر انداز ڪيو آهي، جاڪاڻ ته انهن جي اتهاس ۾ وشيش (خاص) هستي ڪانهي؛ جيتوڻيڪ آهن سڀ آرين جا ئي آباد ڪيل، پوءِ ڪي سڌيءَ طرح سان، ڪي انهن جي شاخن دوارا. ان هوندي به ٢-٣ لکيا وڃن ٿا:-

**آئسلنڊ (Island)!**

ٻوسٽن ميوزم جي سپرنٽينڊنٽ، شري ڪمار سواميءَ پنهنجي ڪتاب ۾ سڌ ڪيو آهي ته:- ”پراچين آئسلنڊ نواسين جو ڏرم گرنٿ ولسوپا، رگويد جو انواد آهي. (١) يعني آئسلنڊ کي به رگويدي آرين وڃي آباد ڪيو.

**روس يا رشيا (Russia)!**

ڪرنل ٽاڊ لکيو آهي ته ”ڊپارٽ مان کترين جي ون

---

(1). Brahatra Bharat,by Chandra Gupta. p.464

شاهون ڏور ڏور تائين ڦهليون، يورپ کان سواءِ الڙ ۾ سائبيريا ۽ روس تائين ۾ ڦهليون.» (1)

**انسائيڪلوپيڊيا برٽينيڪا** ۾ لکيل آهي: «ايشيا جا آدم واسي **ساماوڏيا** (Samawadyia) سڏائيندا هئا.» (٢)

اهو ساماوڏيا لفظ **سام ويديا** جو بگڙيل آهي ۽ سڌو ڪري ته روس کي سام ويدي آرين وچي آباد ڪيو.

**سڪنڊينويا** (Scandinavia)!

پارسي ۾ سڪند، پڌ جو ڏيوتا آهي. پراچين ڪتري آرين وچي ان ديش کي وسايو ۽ سڪند جي نالي تي ديش جو نالو رکيو. «سڪنڊينويا وارن جي پڌ جو ديوتا اڃا تائين **سڪند** (Skand) آهي جنهن پارسي ۾.» (٣)

ڪرنل ٽاڊ، راجستان ۾ سڪنڊينويا (سويڊن ۽ ناروي) لاءِ وستار سان لکيو آهي، ته پارس جا ڪتري، سڪنڊينويا تائين وڃي پهتا ۽ اتي آبادي ڪيائون. انهن جي هفتي جي ڏينهن جا نالا، اڃا تائين پارلي ويون جهڙا ڇيا وڃن ٿا.

خود سڪنڊينويا نواسي شريمت **جارنسٽجيرنا** پنهنجي ديش کي آرين جو آباد ڪيل سويڪار ۽ سڌ ٿو

(1) See Tod's Rajasthan.

(٢) Insyclopedia Britanica, "Asiatic Russia."

(٣) Theogony of Hindus, p. 109.

ڪري، ۽ لکيو تہ ”سڪئنڊ نيويا جو پراچين تاريخ
ادب، ويدن مان ئي ورتل آهي.“ (١)

## سڪاٽلنڊ (Scottland)!

سڪاٽلنڊ جي مونٽروز شهر جي پرسان، هڪ هنڌ
ڪو ناني ڪنڊي هڪ مدرڪا (مهر) لڌي، جا
ڪانسولٽيس آف ڪنسلي، ڪرنل فٽز ڪلئرانس
(ارل - آف - منسٽرو) کي ڏنائي. هن ورتي اها هندو
ديوتائن جي سمجهي، ڪرنل جيمس ٽاڊ ڏانهن موڪلي
ڏني ۽ لکيو تہ، توهين ڀارت جي اتهاس ۽ پراچين وشئن ۾ سنا
جاڻو آهيو، ان ڪري هن مدرڪا سنبنڌي وچار پڌايو.
ٽاڊ مهاشي ان مدرڪا کي ڏسي نشچي ڪيو، تہ هن بيلن
(ٻڪن) جي مٿان شو ڌارا سميت شولنگ ۽ انجي آسپاس
ناڳ وغيره چٽيل هئا ڪري، اها اوس ڪنهن شو ڀڳت
جي آهي. ان مدرڪا لئي ٽاڊ مهاشي ١٨٣٠ع ۾ رائل
ايشياٽڪ سوسائٽي لنڊن ۾ ليک لکي، پڙهيو هو، جنهن ۾
ثابت ڪيو هئائين تہ اها مدرڪا شو جي آهي، جا
سڪاٽلنڊ جي ڪنهن شو ڀڳت جي آهي. ان مان ظاهر
آهي تہ سڪاٽلنڊ بہ آرين جي ڪالوني آهي.

## گال (Gauls)!

ڪرنل ٽاڊ لکيو آهي تہ مهاڀارت پڇاڙي ڪالپوه دوارڪا

(١) Ibid, p. 108.

...كان ڪرشن جا پويان گوالا پورب ۾ ويا. (شڙي ڪرشڻ
...كي گهوپال يا **گوالو** ء چيو ويندو آهي). پورب جون
...سب پراچين گئليٽڪايہ (Galatichoi)، گئليٽيٽس
(Galatians) ۽ **گال** (Gauls) اهي سب الهن
**گوالن** جا بگڙيل آهن.» (1)

ان طرح دنيا جا باقي رهيل ملڪ اچي ويا. جاوا ۽
سوماترا وغيره کي ازخود ني جڏيو ويو آهي، جاڪاڻ
ء مهالما **ٻڌ** جي زماني ۾ انهو خاص زور هو ۽ آبادي
۾ وڌي. ان ڪري ٻڌ جي ڪال (ٻڌي مندل) ۾ انهو
وڙن ڪيو ويندو. هند فقط ايترو ٻڌائڻ ضروري آهي
ء جاوا وغيره سڀني ٻيٽن کي آريہ ني آباد ڪيو هو.
پراڻي وقت ۾ اتي باقاعده هندو حڪومت هئي (جنهن
جو سد سنسڪرت سان وڙن ٻڌي مندل ۾ ڪيو ويندو).
اجا تائين اتي ڪيترا هندو مندر موجود آهن. رامايڻ جو
خاص پرچار آهي. رام ليلا ڪيترا ڪندا ايندا آهن.

ان طرح دنيا جي سڀني ديشن جو وڙن ٿي چڪو.
۽ ثابت ڪيو ويو ء ساري سنسار کي آريہ ني آباد ڪيو،
آريہ ني هن ديش جا آدي نواسي آهن، جن هتان اچي
آهستي ساري دنيا ۾ ڦهلجي اهي ملڪ آباد ڪيا.

(1) Tod's Rajasthan, foot note.

اسين آريه آهيون ۽ انهن آرين جو اولاد آهيون، جن سنسار کي سڀيتا ۽ سڀيتا ڏني. آريه ورت اسانجي ماتر ڀومي آهي، چارويد اسانجا ڌرم گرنٿ آهن، جن جي پيروي ڪري پراچين ڪال ۾ اسين سنسار جا گرو هئاسون. اهڙي پوتر ماتا ماتر ڀومي آريه ورت! پيارت ماتا!! هندوستان جنت نشان!!! کي وار وار نمسڪار!

My motherland I sing.

Her splendid streams, her glorious trees,
The Zephjr from off Vidyam heights,
Her feild of Waving corn,
The repturous radiance of her moonlit nights,
The trees in flower that flame a far,
The smiling days that sweetly vocal are
The happy blessed Motherland-! (١)

ان طرح پهريون منڊل سماپت ٿيو.

اوم شانتي! شانتي!! شانتي!!!

---

(١) India, Impress and Suggestions, p. 15.